# ڪي ٽيوٽ ٻير مسافر



## شيخ اياز

کثي ته يجبو ثَکُ مسافر

# ڪٿي تہ ڇپبو ٺَڪُ مسافر

(آتم ڪهاڻي)

## شيخ ايـــاز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1995ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ايڪانوي

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| پهريون ايڊيشن | جنوري 1995ع |
| قيمت | -/80 رپيا |
| پڪي جلد سان | -/100رپيا |



KITHEY TA BHUNGBO THAK MUSAFER. ( An Autobiography ) By SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition January 1995. Price Per Copy Rs. 80/-
Book No. 191

# پڙهندڙن لاءِ

هن ڪتاب ۾ جين ۽ ٻڌ ڌرم جو ذڪر ڪندي ڪيئي سنسڪرت جا لفظ ڪم آندا ويا آهن. جيئن ان دؤر جي فضا ۽ فلسفي کي چڱيءَ طرح اُپاري سگهجي. اهي لفظ اسان جي سنڌيءَ ۾ مستعمل نہ آهن. ان ڪري فوٽ نوٽن ۾ اُنهن جا هم معنيٰ سنڌي، فارسي يا عربي لفظ ڏنا ويا آهن، جي اسان لاءِ اجنبي نہ آهن.

هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل هر شخص جو منهنجي زندگيءَ جي ريگزار ۾ مستقل نقشِ پا آهي. مون ڪنهن کي بہ دانستاً نہ رنجايو آهي پر جيڪڏهن ڪائي لغزش قلم کي غير دانستہ طور اچي وئي آهي ۽ ڪنهن کي رنج رسايو اٿائين تہ مان هن ڪان معافي طلب آهيان. هُن جي معروضي وجود جو عڪس جيئن منهنجي دل جي آئيني ۾ پيو آهي، ائين ئي مون هن جي عڪاسي ڪئي آهي.

هي ڪتاب سفرنامو بہ آهي ۽ منهنجي سرگذشت جو هڪ حصو بہ آهي ۽ جي عمر اَيتري وٿي ڏني تہ اُن جا ٻيا حصا بہ لکي پورا ڪندس.

ان ڪتاب جي تڪميل ۾ روزاني 'برسات' جي چيف ايڊيٽرشپ ۾ گذاريل ڪجھ مهينن ڪان پوءِ، مان اسپتال ۾ موت کي پٽ تي ڏڪي موٽي آيو آهيان. شايد الله کي مون کان ڪوئي ڪم وٺڻو هو. مون کي هاڻي يقين ٿي ويو آهي تہ انسان جو جمر ۽ موت لوح محفوظ ۾ لکيل

آهي، جنهن ۾ ڪائي ردو بدل نہ ٿي ٿئي. مون اسپتال مان نڪري شاعريءَ جا چار ٻيا ڪتاب لکيا آهن، جن کي ٽئگور جي آخري ڪتاب 'مرتيو پنک' "Wings of death" واري ڪيفيت آهي. انهن جي پيشِ لفظ ۾ مان ساري حقيقت لکڻ ٿو چاهيان، جا منهنجي آخري شاعري جو محرڪ جذبو آهي. عالم الغيب ۾ ڪنهن جهاتِي پاتي آهي! معلوم نہ آهي تہ قدرت ڪيترو وقت منهنجي لاءِ اڃا رکيو آهي ۽ ڪڏهن هلندڙ گهڙيال جون سُيون بيهجي وينديون.

مان فلسفي نہ آهيان، نہ وري ڪوبہ وڏو شاعر فلسفي هو. هن جي هر سٽ ۾ جا بہ گهرائي آهي، اُها ڪنهن بہ فلسفيءَ جي تحرير ۾ وِرلي ملندي. مشهور فلسفي اوس پينسڪيءَ پنهنجي مشهور ڪتاب In search of the Mysterious ۾ چيو آهي تہ، "روح جي ابديت لاءِ ڪافي جدوجهد جي ضرورت آهي ۽ اُن کي بلور وانگر شفاف بڻائڻو (Crystallize) ڪرڻو پوي ٿو."اها چوٽي جيتوڻيڪ منهنجي مذهبي عقيدي سان ڪي قدر متضاد آهي پر پوءِ بہ غور طلب آهي. مان هتي آرٽ جي مسلسل تخليق ۽ ان جي جدوجهد تي وڌيڪ لکڻ نہ ٿو چاهيان، ڇو تہ ڪتاب ڪافي لنبو ٿي ويو آهي، آخر ۾ مان پنهنجي دوست جمال ابڙي جو احسان مند آهيان، جنهن ويهارو نشستون ڪري اُهي واقعا لکارايا جي اسان جي سفر ۾ پيش آيا ها. مان پنهنجي دوست غلام ربانيءَ ۽ محمد ابراهيم جوئي جو بہ ٿورائتو آهيان، جن اُنهن ۾ اضافو ڪيو. مان قاضي منظر حيات جو بہ بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن نهايت جانفشانيءَ سان منهنجو ساٿ ڏنو آهي.

آخر ۾ مان جناب فيروز احمد جو ٿورائتو آهيان جنهن هن وقت تائين پنهنجي اِشاعت گهر مان منهنجا ٽيهہ ڪتاب ڇپايا آهن.

شيخ اياز
1 ڊسمبر 1994ع

# نيو فيلڊس طرفان شيخ اياز جي شايع ٿيل ڪتابن جي لسٽ

1- چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري)
2- رڻ تي رم جهم (شاعري)
3- ساهيوال جيل جي ڊائري (آتم ڪهاڻي)
4- ڀڳت سنگهه کي ڦاسي (ناٽڪ)
5- ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري)
6- ڪي جو ڀيجل ٻوليو (شاعري)
7- خطَ، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 1)
8- راج - گهاٽ تي چنڊ (شاعري)
9- لڙيو سج لڪن ڀڃ (شاعري)
10- بڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)
11- آڪن نيرا ڦليا (شاعري)
12- ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون (يادگيريون)
13- پونر پري آڪاس (شاعري)
14- جهَڙ نيٽان نہ لهي (شاعري)
15- وڃون وسڻ آئيون (شاعري)
16- پنهل کان پوءِ ۽ جڳ مڙيو ئي سپنو (ٻہ ڪتاب)
17- اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري)
18- پتڻ ٿو پور ڪري (شاعري)
19- هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري)
20- خطَ، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 2)
21- نڪرا ٽنل صليب جا ۽ واٽون ڦلن ڇانئيون (شاعري - ٻہ ڪتاب)
22- الوداعي گيت (شاعري)
23- ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن - 1 (شاعري)
24- ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن - 2 (شاعري ۽ نثر)
25- ننڊ وليون (شاعري)
26- سَر لوهيڙا ڪِپيا (شاعري)
27- سورج مکيءَ سانجهه (شاعري)
28- جر - ڏيئا جهمڪن (شاعري)
29- هرڻ اکي ڪيڏانهن
30- ڪٿي تہ پيجبو ٿَڪَ مسافر (آتم ڪهاڻي)

ڪنهن چيو آهي تہ انسان ذات احسان جو اظهار اڪثر نوازش وقت ڪندي آهي. هاڻي جڏهن جمال ابڙو سنڌ اسيمبليءَ جي سيڪريٽري شپ تي نوڪري پوري ڪري، گوشه نشين ٿي چڪو آهي ۽ مون ڪي هن مان وڏيڪ توقع نہ رهي آهي تہ هو منهنجي ڪنهن سير سفر لاءِ انتظام ڪندو. مون هن ڪي فون تي چيو تہ، "مان ڪنهن پيرومل مهرچند تي نہ ٿو ڇڏڻ چاهيان تہ هو منهنجيءَ شاعريءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪري لکي تہ مون ڪهڙي ڳوٺ، شهر يا ديس جو سفر ڪيو آهي يا اُهي منظر، جي ڪنهن جاءِ جي نشاندهي ڪن ٿا، انهن ڪي مدِنظر رکي قياس آرايون ڪري. ان ڪري بهتر اٿين ٿيندو تہ اُهو تون لک، ڇو تہ يا تون مون سان سنڌ جي سير سفر ۾ اڪثر گڏ هئين ۽ ان جو عيني گواه آهين يا جي مان ٻي ڪنهن سان گڏ ويو آهيان تہ ان سفر لاءِ گهڻو ڪري انتظام تو ڪيو آهي." پر هن جواب ڏنو تہ، "مان باقي زندگي پنهنجو پوتو ڏوهٽو ڪڇ ۾ ڪٽي، پنهنجي هالا واري پينگهي ۾ گذارڻ ٿو چاهيان، ان ڪري منهنجي ادب جي تخليق تي دل نہ ٿي وري." مون ڪي اهو علم تہ شروع کان هو تہ جمال صوم و صلوات جو پابند آهي ۽ ڪافي وقت مصلي تي گذاريندو آهي. هن جو نوراني چهرو، دراز ريش ۽ هٿ ۾ تسبيح ڏسي ۽ ڳالهيون ٻڌي اسلام جا حسن بصريءَ ۽ جنيد بغداديءَ جهڙا بزرگ ياد اچي ويندا آهن. جوانيءَ کان وٺي هو ٿور- ڳالهائو رهيو آهي. جيئن هن جون اکيون ٻي ڪي ٽِڪ ٻڌي ڏسنديون آهن اٿين مون ٻي ڪنهن جون نہ ڏٺيون آهن. ها، قادر بخش نظامانيءَ جون اکيون بہ اهڙيون هيون جو مون ڪي ڀٽائيءَ جو استعارو 'اکين ۾ انبور' ياد اچي ويندو هو. نظاماڻي جو، ٻيو سنڌي هو جنهن مولانا عبيدالله سنڌيءَ کان پوءِ روس جو دؤرو ڪيو هو

۽ ڪتاب 'مياڻي جي جنگ' جو مصنف آهي. جڏهن ون- يونٽ خلاف تحريڪ ۾ مان سرگرميءَ سان حصو ونئي رهيو هوس، تڏهن هو روسي سفارت خاني ۾ ڪوئي ڊائريڪٽر هيو. هن منهنجي ڪراچيءَ جي چائنيز هوٽل 'هانگ ڪانگ' ۾ دعوت ڪئي هئي ۽ اتي گهڻو وقت مون کي ٻڌو هٿائين. ان وقت اٿين لڳي رهيو هو ته هن کي رُڪ جون اکيون هيون ۽ هو منهنجي ويچار ڌارا جي هڪ ماهر جراح وانگر وڍ ڪپ ڪري رهيو هو.

ٻي ڀيري، جڏهن هو اسي ورهين جو ٿي چُڪو هو ۽ لنڊن ۾ هميشه لاءِ رهي پيو هو ۽ شايد اُتان جي شهريت به حاصل ڪئي هيائين، تڏهن هوُ ڪرامويل هاسپيٽل لڳ منهنجي ڪرائي جي فليٽ ۾ آيو هو ۽ پيريءَ جي باوجود هُن جي اکين ۾ ٿرٿري ۽ يڪ ٽڪائي ساڳي هئي. مون ڳالهيون ڪندي، هُن کان پڇيو، "سائين، اوهان کي خدا اجا به عمرِدراز ڏئي، پر جڏهن هينئر اوهان جي عمر جو آفتاب غروب ٿي رهيو آهي، اوهان جو خدا ۽ حيات بعد از ممات جي باري ۾ ڪهڙو خيال آهي؟" منهنجي سوال جي پس منظر ۾ ان ڳالھ جو احساس هيو ته قادر بخش ساري عمر اشتراڪي ٿي رهيو آهي ۽ سوڀي گيانچندانيءَ چواڻي بزنجو، مينگل ۽ خير بخش مريءَ کي صلاح مشورو هوُ ئي ڏيندو هو. قادر بخش مون ڏانهن مُنهن ڦيري ڀهرين ته پڇيو، "اهو سوال مناسب ۽ برمحل ڪيئن آهي؟" (اسان ان وقت پاڪستان جي سياست تي بحث ڪري رهيا هُياسين) پر پوءِ چيائين، "توکي هڪ ڳالھ ٻڌايان ٿو. مان هاڻي ڪنهن ڪنهن وقت قبله رو ٿي نماز پڙهندو آهيان، ان ڪري نه ته مون کي جبين سائيءَ جو شوق هوندو آهي پر ان ڪري جو اٿين ڪرڻ سان منهنجي دل کي تسڪين ملندي آهي." لنڊن ۽ ساري مغرب جي اجوڪيءَ ڀڄ ڊوڙ واريءَ حياتيءَ ۾ ۽ جنهن ذهني پيچ وتاب مان نظاماڻي گذريو هو، ان کي مدِنظر رکي هُن جي اها تسڪين لاءِ طلب سمجھ ۾ اچي ٿي سگهي. پوءِ هن پنهنجي ڀائٽي ڊاڪٽر خير محمد نظاماڻيءَ کي هدايت ڪئي ته هو مون کي برائيٽن گهمائي، جا لنڊن کان ستر ميل پري هُئي ۽ جنهن جو ذڪر مان پنهنجي ڪتاب 'اُير چند، پس پردهءَ' ۾ ڪري چُڪو آهيان.

ٻه مهينا اڳ جمال ابڙي فون ڪري چيو ته قادر بخش نظاماڻي ڪراچيءَ آيو آهي ۽ توهان سان ملڻ ٿو چاهي. مون جمال کان پڇيو ته نظاماڻيءَ جي طبيعت ڪيئن آهي. جواب ڏنائين ته اَسي ورهين کان مٿي ٿي ويو

آهي. حيرت جي ڳالهہ آهي تہ مون کي چيائين تہ "ڪيس ڪوئي مرشد ڳولي ڏيان". مون هن سان لنڊن ۾ گفتگو ياد ڪري، ٺهڪ ڏنو. ٿوريءَ دير کان پوءِ قادر بخش مون کي فون ڪيو ۽ حال احوال ورتائين ۽ چيائين تہ هو ٻن ٽن ڏينهن کان هتي آهي ۽ مون کي فون ڪري ڪنهن وقت مون وٽ ايندو. افسوس جو هو ڪونہ اچي سگهيو ۽ لنڊن موٽي ويو. مون کي ان وقت خيال آيو تہ مغربي دنيا ۾ گرُو پوڄا (Guru Cult) ڦهلجي وئي آهي ۽ ڇاڪاڻ جو نظامائي مسلمان آهي، ان ڪري هوُ مرشد لفظ ڪم آندو آهي. دنيا ۾ رام ڪرشنا، وويڪ آنند، رمنا مهارشي، چند مَتہ آنند، ستيہ سائين بابا، رامداس ۽ ڪرشنامورتي، * مُڪت آنند ۽ گرومائي، اربندو ۽ ماتا، مهارشي مهيش يوگي، برهم ڪماريون، رجنيش وغيره جا پنٿ اِن ڪري ڦهلجي ويا آهن جو مغرب ۾ انسان کي پنهنجيءَ انفراديت جو شدت سان احساس ٿيو آهي ۽ ان جو برملا اظهار ڪري رهيو آهي. هو فرد کي مستقل قدر سمجهڻ لڳو آهي ۽ ربطِ ملت کي نعري بازيءَ کان زياده اهميت نہ ٿو ڏي. اهڙي صديءَ ۾ جڏهن انسان ويروتار جنگين، انقلابن ۽ بغاوتن جي گردباد ۾ رهيو آهي، جڏهن فاشي اٽلي ۽ نازي جرمني جي يهودڪُش مُهمن (Pograms) ۽ خاردار لوڙهن (Concentration Camps)، انسر شاهين ۽ آمر حڪومتن انسانيت کي پنهنجن آهني بوٽن هيٺان لتاڙيو آهي، جڏهن اسان مان ڪيترن آش وٽز (Aushwitz) ، هيروشيما ۽ ويٽنام جون تباه ڪاريون وڊيو ڪئسيٽن تي ڏٺيون آهن ۽ فرانزڪافڪا (Franz Kafka) ، آلبر ڪاميو (Albert Camus) ۽ ژان پول سارتر (Jean Paul Sartre) جا بي معنيٰ تخيل مطالع ڪيا آهن ۽ ڏٺو آهي تہ ڪيئن هو ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪري رهيا آهن. جنهن کي نہ مُنهن آهي نہ سِرُ. جن اِسٽالن، لينن ۽ مارڪس جو موت پيهر ڏٺو آهي، اُنهن لاءِ هن صديءَ جي پوئين اڌ ۾ گرو پوڄا يا مُرشد لاءِ عقيدت وري اهميت حاصل ڪري چُڪي آهي، جو تہ اسان هاڻي پنهنجي لاءِ مزاحمتي گيتن، انقلابي تحريڪن، منشيات يا جنس پرستيءَ مان اطمينان حاصل ڪري نہ ٿا سگهون. اسان پنهنجي انفراديت مڃائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي آهي ۽ پنهنجو قيمت قدر ڄاتو

* هندستان جي جديد گرن جا نالا جن مان ڪي مري چُڪا آهن. انهن جو هندستان جي جديد سياست تي ڪافي اثر آهي ۽ انهن مان ڪي لڳ ثابت ٿي چُڪا آهن ۽ ٻين جي سچائيءَ جي باري ۾ خاطريءَ سان چئي نٿو سگهجي. گرو پوڄا هندستان ۾ ٿياسافي تحريڪ شروع ڪئي. جنهن جي سرواڻ روس جي مئڊم بلئويٽسڪي ۽ هن جي پوئلڳ ڊاڪٽر انني بيسنٽ هئي.

آهي. گرُو يا مرشد اهائي ضرورت پوري ڪري رهيو آهي ۽ اسان ۾ يقين پيدا ڪري رهيو آهي تہ انسان هستيءَ مطلق (Absolute) کان جدا نہ آهي. اهو فلسفو تہ انسان ۽ ڪائنات هڪ آهي، مغرب ڪافي حد تائين سمجهي چڪو آهي. اها بي ڳالهہ آهي تہ هو فرد جون ضرورتون ۽ خواهشون پوريون ڪرڻ ۾ ۽ هن جي زندگيءَ کي بامعنيٰ بڻائڻ ۾ چڱيءَ طرح ڪامياب نہ ٿيو آهي ۽ هر گروءَ جي ڪڏ ٿو لڳي، پوءِ اهو ڪوڙو آهي يا سچو، چو تہ هن بيوروڪريسيءَ ۽ ماديت پرستيءَ جي دنيا ۾ فقط گرو يا مُرشد ئي شخصيت کي تڪميل ۽ معنيٰ ڏئي سگهي ٿو.

مان جڏهن کان جمال ابڙي کي سڃاڻان، تڏهن کان اڳ ئي هن کي سجده ريزيءَ جو شوق هو ۽ باقاعدي نماز پڙهندو هو. مون ڪڏهن هن ۾ خطابت يا وعظ جو شوق نہ ڏٺو هو ۽ هو اڳ وانگر اڄا تائين پنهنجي مذهبيت بي ڪنهن تي نہ مڙهيندو آهي. مان ڀانيان ٿو اها ڳالهہ هن کي مرحوم والد علي خان ابڙي کان ورثي ۾ ملي آهي. هوُ 'لکم دينکم وليَ دين (تُهنجو دين تو تائين، منهنجو دين مون تائين) جو قائل آهي ۽ ڪنهن تي بہ پنهنجا عقيدا يا نظريا مسلط نہ ڪندو آهي.

بيماريءَ واري عرصي سميت هنن ڇهن سالن ۾، جي مون ڪراچي ۾ گذاريا آهن، مان سارو وقت تصنيف ۽ تاليف ۾ مصروف رهيو آهيان. جمال مون کي بہ پيرا ابراهيم حيدريءَ جناب شفيع محمدڄاموٽ، چيئرمين ڊسٽرڪٽ ڪائونسل وٽ وٺي هليو هو ڇو تہ اتي مون کي ميربحرن سان ملي، "سُر ساموندي" جي باري ۾ مواد وٺڻو هو، جيڪو مان پنهنجي جديد 'سُر ساموندي' ۾ بہ ڪم آڻي سگهان ۽ شاهہ لطيف تي جيڪو ناول "آنءُ تمر فقير" جي نالي سان لکي رهيو آهيان، ان ۾ بہ استعمال ڪري سگهان. پهرين ڀيري تہ ڄاموٽ صاحب اسان جي ساموندي ڪاڌي تي پُرتڪلف دعوت ڪئي هئي ۽ ٻئي دفعي توڙي رمضان شريف جو مهينو هو، هُن اسان کي چڀوچورو (Snacks) ڪرايو هو. مون ميربحرن سان ڪچهري ڪري، ڪافي نوٽ ورتا ها، جن ۾ ڄاموٽ صاحب ۽ جمال نهايت دلچسپي سان ڀرو ورتو هو.

ٻئي ڀيري هوُ پُنهنجي پير مرشد الحاج حافظ صاحبزاده پير سيد اختر حسين وٽ وٺي هليو، جو نهايت حليم طبيعت ۽ مروت جو صاحب هو ۽ ٻن ٽن ڏينهن لاءِ پنهنجي اصل وطن علي پور سيدان، ضلعي سيال ڪوٽ مان

ڪراچيءَ آيل هو. هُن مون کي پنهنجي ڏاڏي اعليٰ حضرت حاجي حافظ پير سيد جماعت شاه صاحب تي پنهنجو اُردوءَ ۾ لکيل ڪتاب 'سيرت اميرِ ملت' تحفي طور ڏنو. ان ڪتاب جي شروعات ۾ صفحي 32 جي شروعات ۾ نقش بندي سلسلي جي باري ۾ هيٺينءَ ريت لکيل آهي:

"واضح هجي تہ طريقت جا تمام سلسلا حق تي ٻڌل آهن ۽ انهن مان ڪنهن تي بہ نڪتہ چيني روا نہ آهي. منزلِ مقصود سيني جي هڪ آهي. حضرت مجدد الف ثاني رحمت الله عليه خود مختلف سلسلن ۾ بيعت ڪندا هئا. البت اوهان جو پسنديده طريقو نقش بندي هو. انهيءَ فرمايو هو تہ 'نقش بندي سلسلو سيني سلسلن ڪان اعليٰ ۽ ارفع آهي. ان جي ابتدا ٻين جي انتها آهي.' وڌيڪ امام رباني، مجدد الف ثاني قدس سِره العزيز فرمايو آهي تہ، 'نقش بندي طريقي جو مهڙ حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه آهي جو انبياءَ ڪرام بعد تحقيقي طرح تمام بني آدم تي افضل آهي.' انهيءَ لحاظ ڪان هن سلسلي جي بزرگوارن جي تحرير ۾ آيو آهي، 'اسان جي نسبت سيني نسبتن ڪان وڌيڪ آهي. نسبت سان هنن جي مراد حضور ۾ آگاهي آهي، جا سيني آگاهين ڪان اوچي آهي.' ........ سلطان الاولياءَ خواجہ خواجگان حضرت خواجہ بهاءُالدين نقشبند ڪان پڇيو ويو، 'اوهان جي طريقي جو بنياد ڪهڙيءَ ڳالهہ تي آهي؟' تہ پاڻ فرماياٿون، 'اوهان الله کي ڏاڍو ياد ڪيو. انجمن ۾ خلوت، ظاهر خلق سان، باطن حق سبحان و تعاليٰ سان'

جيستائين منهنجو سوال آهي تہ مان نقش بندي يا ٻي ڪنهن سلسلي سان وابستہ نہ آهيان، انگريز ناول نگار ۽ مفڪر سمرسيٽ مام پنهنجي آخري ڪتاب 'Summing up' ۾ چيو آهي تہ، مونکي جي ڪنهن فلسفي ۾ اعتبار ڪرڻو آهي تہ ان جو بنياد مونکي پاڻ ٺي رکڻو آهي ۽ پوءِ هن اهي سڀ فلسفا ڏنا آهن جي هن پڙهيا آهن ۽ اهو بہ واضح ڪيو آهي تہ انهن فلسفن هن تي ڪيترو اثر ڇڏيو آهي. مان ڪنهن سلسلي جي باري ۾ تہ اِها دعويٰ ڪري نہ ٿو سگهان پر ان باري ۾ رهي معيريءَ جو هينيون شعر ضرور لکڻ چاهيان ٿو.

نه به شاخ گل نه بَر سَروِ سمن پيچيده ام،
شاخ ء تاکم به گردِ خويشتن پيچيده ام.

(ترجمو: نہ مان گلن جي ٽاريءَ ۽ نہ سروَ جي وڻ ۾ ويڙهيل آهيان،
ڏاک جي ول آهيان ۽ پنهنجي چوڌاري ويڙهيل آهيان.)

پر خواجہ بهاءُ الدين جي مٿين قول وانگر، غالب جو هيٺيون شعر منهنجي اندر جو آئينو آهي:

ہے آدمی بجائے خود اک محشرِ خیال
ہم انجمن سمجھتے ہیں خلوت ہی کیوں نہ ہو.

(ترجمو: ماڻهو پنهنجي جاءِ تي خيال جو هڪ محشر آهي،
اسان ان کي انجمن سمجهون ٿا، پوءِ اها خلوت ئي ڇو نہ هجي.)

مون موٽندي رستي تي سوچيو تہ اِن ۾ شڪ نہ آهي تہ تصوف تي اوپر ايشيا ۽ مصر جي راهبانا رياضت ۽ سِريت (Mysticism) جو اثر هو. ان جي فڪر تي عيسائي، غناسطي (Gnostic)، ٻوڌي روايتن جو بہ اثر هيو. پر اُن جي پنيان اها قرآني آيت بہ هُئي تہ. "الله انسان کي رگِ گردن کان ويجهو آهي" ۽ "جو بہ مون کي ياد ڪري ٿو، مان اُن کي ياد ڪريان ٿو". مان ڀانيان ٿو تہ الحسين بن منصور حلاج اناالحق جو نعرو 922ع ۾ هنيو، جنهن ساري عالمِ اسلام کي لوڏي وڌو. اِن ڪري جنيد بغداديءَ چيو هو تہ. "اهو صوفي نہ آهي جو قرآن ۽ سُنت جو پابند نہ آهي" ۽ ان ڪري ئي غزاليءَ اِن فلسفي تي ڪاري وار ڪيا ها ۽ ساڳي وقت علمَ ۽ دانش کي بہ ناڪافي سمجهو هو. جيتوڻيڪ هن صوفي طريقي کي الله تائين رسائيءَ جو ذريعو سمجهو ٿي پر هر مُبتدي صوفيءَ کي ان خطري کان آگاهہ ڪيو هو جو هُن لاءِ وَجدان ۾ هو، ۽ هن کي چتايو هو تہ هُن لاءِ شريعت جي پيروي ئي هُن کي محفوظ ۽ بي خطر رکي سگهي ٿي. مون چاتو ٿي تہ سياسي اقتدار جڏهن عرب ۽ ايرانيءَ کان ترڪ ۽ بربر* جي هٿ آيو، تڏهن انهن اسلام ۾ پنهنجون مذهبي روايتون جاتي واٽي خلط ملط ڪري ڇڏيون هيون. پهريان صوفي مسجد جي 'زاوِئي' ۾ رهندا ها ۽ پنهنجن مريدن کي پنهنجي طريقي جي تعليم ڏيندا ها، پر پوءِ ڪيئي 'سِلسلا' پيدا ٿيا. غزاليءَ کان اڳ ئي مذهب

* بَر بَر: قديم زماني ۾ هڪ عربي قبيلي کي 'بَر بَر' چوندا ها جو نيل درياه جي ڀنهي پاسي آباد هو. شايد اردو لفظ 'بربريت' انهيءَ لفظ مان ناهيو ويو آهي.

جي طور طريقي ۾ اضافا ڪيا ويا ها ۽ بار بار ’ذڪر‘ ڪي انساني نفسيات تي اثر انداز ڪيو ويو هو ۽ ان کي ابدي حقيقت تائين رسائيءَ لاءِ ڪارائتو سمجهو ويو هو، جيئن جديد هندستان ۾ گروُ ويدانيت کي سمجهن ٿا. ڪيئي زاوِيا ۽ خانقاهہ وجود ۾ آيا جي هاڻي نالي ماتر وجي رهيا آهن. ائين تہ اُن وقت سؤ کن طريقا ها پر هينان زياده ڦهليل ها:

بغداد واري عبدالقادر جيلانيءَ جو قادريہ سلسلو، جو لڳ ڀڳ 1166ع ۾ وجود ۾ آيو، پوءِ احمد الرفائيءَ جو رَفائي طريقو، پوءِ مراڪش جي ابوالحسن الشا دهلي جو طريقو جو اُتر آفريڪا، مصر ۽ عرب ۾ مقبول ٿيو، پوءِ بغداد جي عمرالسهورديءَ جو سُهروردي طريقو، پوءِ ايران ۽ هندستان ۾ بهاءُالدين نقشبند جو نقش بندي طريقو ۽ تُرڪيءَ ۾ مولانا جلال الدين ’روميءَ‘ جو مولوي طريقو. هونءَ تہ اهڙا هڪ سؤ طريقا ها پر حاجي بقرش جو بقرشي طريقو. جنهن سان سلطنت عثمانيہ جا جان نثار وابستا هيا، ڪافي مشهور هو. تصوف جو اهو نظريو وحدت الوجود جو نظريو هو، جنهن تي مجدد الف ثانيءَ جو وحدت الشهود جو نظريو حاوي ٿي نہ سگهيو. ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ ٻئي نظريا ائين موجود آهن جو هڪ ٻئي کان ڌار نظر نہ ٿا اچن. صوفي ’سماع‘ تي زور ڏيندا ها ۽ پوئين گهڙيءَ بہ ڀٽائيءَ جي خلوت ۾ ساز ٿي هليا پر ’سماع‘ جي اهميت تي اهلِ الله متفق نہ هيا. شيخ پنهنجا مدرسا هلائيندا ها. شيخ تہ مان بہ آهيان ۽ منهنجي شاعريءَ جا سنڌ ۽ هند ۾ ايترا مريد آهن جيترا روميءَ جا قونيہ ۾ بہ نہ ها، پر مان پنهنجي زاوئي ۾ تنها آهيان، مُرشد بہ پاڻ آهيان تہ مريد بہ پاڻ آهيان. مان ڄاڻان ٿو تہ وحدت الوجود ويدانت جي قريب آهي، جنهن ۾ ساري زندگيءَ جي روحاني وحدت تي زور ڏنو ويو آهي. ائين صحيح آهي تہ تصوف جو بنياد نَوُ فلاطوني وحدت جي تصور سان مِلي ٿو ۽ ان کي پوءِ اسماعيلين پنهنجي آفاقي شعور لاءِ اپنايو ۽ ڇڻ تہ مُسلمہ اسلام کان ان جبر و تشدد جو پلٽہ ورتو هو، جو هن جي چوڻ مطابق، هن تي ڪيو ويو هو. بهر صورت اهي ڳالهيون تصوف جي اهميت کي گهٽائن نہ ٿيون، مون جڏهن هسپانوي- عرب سِريت پسند (Mystic) ابن العربيءَ جي ڪتاب ’فصوص الحڪم‘ جو پهريون باب ’عقائد شيخ اڪبر‘ پڙهيو تہ ونجي ويس. هن جي نگاهہ ڪائنات ۾ نشتر وانگر پيهي ويئي هئي ۽

هن ۾ مون کي مغربي فلسفيءَ اوس پينسڪيءَ جي گهرائي ملي هئي. (اوس پينسڪيءَ جو وڌيڪ ذڪر مان اڳتي هلي ڪندس.) ها، مون کي هڪ ڳالهہ ڪٽڪي رهي هئي جا ’شاه جي رسالي‘ جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ’المجاز قنطرة الحقيقت‘ (مجاز حقيقت جي پُل آهي) جي حوالي سان پيٽائيءَ جي عشق مجازيءَ جي باري ۾ ڪئي آهي. مون گهر اچي پنهنجي لئبرريءَ ۾ ڪتاب ’تصوف ۽ سلوڪ‘ ڏٺو، جو مون ڪيئي سال اڳي ورتو هو ۽ جنهن تصوف ۽ اسلام ۾ تضاد مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ۾ هيٺين ڪهاڻي لکي وئي آهي:

هڪ شخص ڪنهن عورت جي پنيان لڳو. اُن عورت هُن کان پڇيو تہ، ”تون منهنجي ڪَڍ ڇو ٿو اچين؟“ ان تي هن جواب ڏنو تہ، ”توتي عاشق ٿي پيو آهيان.“ اهو ٻُڌي اُن عورت کيس چيو تہ، ”پنيان منهنجي ڀيڻ اچي رهي آهي، جا مونکان بہ وڌيڪ خوبصورت آهي.“ ان تي اهو هوَس ناڪ شخص پٺتي موٽڻ لڳو تہ ان عورت هن کي طعنو هنيو:

”اي مرد! جي تون منهنجو عاشق هئين تہ ٻيءَ تي نگاهہ ڇو وڌيءِ؟“

اها ڪهاڻي لکي ’تصوف ۽ سلوڪ‘ جي مصنف لکيو آهي تہ: ”عشق مجازي جي حقيقت ذرا ڪَن ڪولي ٻُڌي وجي، ڇو تہ تصوف کي بدنام ڪرڻ وارن ڪيترن ئي جاهلن پنهنجي هَوَس رانيءَ تي پردو وجهڻ لاءِ، ان کي استعمال ڪيو آهي. حديث ۾ آهي تہ جيڪڏهن ڪوئي شخص ڪنهن تي بي اختيار عاشق ٿي پوي تہ پوءِ عفيف (عفت وارو) ٿئي ۽ ان عشق کي پوشيده رکي. پوءِ جي مرندو تہ هو شهيد ٿي مَرندو.

جاميءَ جو هڪ شعر آهي:

وکي بايد کہ بر صورت نماني
وَزين پُل زوُد خود را بگذراني

(ترجمو: هائو، تيئن ائين گهرجي تہ ڪنهنجيءَ صورت تي اٽڪي نہ بيهين ۽ هِن پُل تان جلد لنگهي وڃين.)

مان اهو شعر پڙهي سوچ ۾ ٻُڏي ويس. اهڙو عشق تہ مون فقط ويجهڙائيءَ ۾ ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪنهنجي حسن ۽ جوانيءَ لاءِ رحم منهنجي جذبات تي غالب رهيو، نہ تہ مون تي ساري زندگي پيٽائيءَ چوٽيءَ ’مون کي

ماءِ! مجاز، پيجاري جٺن پڄو' جهڙي ڪيفيت رهي آهي. مون ڪٺسانو وا واري زندگي گذاري آهي ۽ پنهنجي جواني بلزاڪ، آلبرٽو موريويا ۽ هينري مِلر وانگر لهو ولعب ۾ ڪاٽي آهي. ائين چئجي تہ مان 'بهترين بوالهوَس' رهيو آهيان تہ غلط نہ ٿيندو. اهو منهنجو ئي شعر تہ آهي:

ڪنهن ڪاريءَ چڳ تي رات ڪُٽي، ڪنهن ڳاڙهي ڳل تي باڪ ڦٽي،
ائن وقت ڪٽيو، ائين عُمر لٽي، سڀ سانگ سجايو آ پيارا!
ڇا ڪَلا جي ڪاليءَ ڪي لهولهان سيج وٽندي آهي؟

يا خدا مون ڪي عشقِ مجازيءَ شاعري تہ اڪيچار ڏني آهي پر منهنجي دل آئيني وانگر پور پور ڪري ڇڏي آهي. ڇا، اهو آئينو تنهنجي عڪس جي قابل آهي؟

تصوف پوءِ ڪيئن جمال الدين افغانيءَ ڪان وٺي، سر سيد تائين، هڪ گرد و غبار ۾ ڍڪجي ويو، اهو هڪ الڳ داستان آهي، جنهن لاءِ هتي گنجائش نہ آهي. اسلام ۽ تصوف تي مان پوءِ ڪنهن موزون جاءِ تي لکندس.

پير صاحب وٽان جڏهن موٽي رهيا هُياسين، تڏهن جمال ڪُجھ ڇپي ڇٽي ڳالهايو ۽ هُن جي ڳالهين ۾ منهنجيءَ گهريءَ دلچسپيءَ جي باوجود، پنهنجي علمِ سابقہ (Pre Congition of events) جي باري ۾ ڪجھ ڳالهيون اشارتاً ڪيون ۽ وري خاموشي جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، جڻ منهنجي لاءِ هُن جي غوراب ۾ جاءِ نہ هئي ۽ مون ڪي ساحل تي پاڻ پار تري وڃڻو هو. هڪ ڳالھ جا جمال جي مون ڪان وسري ئي وڃي اها هن جي لطف و عنايت (Grace) آهي، جيتري منهنجي دوست يوسف شاهين ۾ آهي، جنهن ۾ بہ شائستگي ۽ نرم مزاجي پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

هڪ پيري مان سال 1965ع ۾ پاڪُ ڀارت جنگ ڪان اڳ ۾ ڪراچيءَ وڃي رهيو هوس تہ ابراهيم جويو ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي مون سان ملڻ آيو هو. ان دؤر ۾ سنڌ جا رجعت پسند ۽ ترقي پسند پاڻ ۾ گتم گُتا (ليٽ پيٽ) هُيا. اردوءَ جا رجعت پسند ۽ ترقي پسند بہ ڪانوَ ڪي لُڙ ۾ مزو جي مثال، اِنهيءَ جهيڙي ۾ جُنبي ويا ها ۽ ڪکر ۾ ڪڙا هٽي رهيا ها. سکر جي رياست عليءَ نالي هڪ مهاجر وڪيل منهنجي خلاف سکر جي ڪنهن اخبار ۾ وڏو

مضمون لکيو هو، جنهن ۾ مون تي اردو، اسلام ۽ پاڪستان سان دشمنيءَ جا الزام هنيا ويا ها. مون کي اهو مضمون پڙهي ۽ سکر جو واءُ سواءُ جاچي، اهو محسوس ٿيو ته منهنجي خلاف ڪائي سازش ٿي رهي آهي، جا عنقريب پنهنجيءَ منتها تي پهچندي ۽ ممکن آهي ته مون کي نظربند ڪيو وڃي. مون ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي جڏهن ابراهيم جوئي جي اڳيان پنهنجي انديشي جو اظهار ڪيو تڏهن هُن ڏند ڪَرٽي، مون کي تڙي ڏني چيو، "اِهي سڀ انديشا بي بنياد آهن، توکي ڪجهه به نه ٿيندو. اها ڳالهه وساري ڇڏ!" مون هُن کي رڳو اِهو چيو ته "منهنجي خلاف حيدرآباد ۾ به باهه ٻري رهي آهي؛ پاڪستان رائيٽرس گلڊ جنهن 'پؤنر پري آڪاس' تي سال جي بهترين ڪتاب هجڻ لاءِ انعام ڏنو آهي، ان کي به نانگ سنگهي ويو آهي." هن وَري خار ڪائي چيو، "ڪڏ ۾ پوي رائيٽرس گلڊ ! اَن مان تون ڪهڙي همدرديءَ جي اميد ٿو رکين ۽ ان ۾ توکان سوا، ٻيا سڀ اردوءَ وارا ۽ بنگالي آهن." مون کي تڙيءَ چپ ته ڪرائي ڇڏيو پر جوئي جي جواب مطمئن نه ڪيو ۽ مُنهنجي من تي آئيندي جا اونداها پاڇاوان پوڻ لڳا. ڪراچيءَ ۾ سراج ٻئي يا ٽئين ڏينهن چيو ته "اياز! مون کي ته ائين ٿو لڳي ته پاڪ ڀارت جنگ اچي رهي آهي." "اهو ڪيئن ٿو چئين؟" مون هن کان پڇيو. هُن جواب ڏنو، "تو شايد اڄوڪيون اخبارون نه پڙهيون آهن. لاهور تي هندستان جا هوائي جهاز ڏٺا ويا آهن. (ممکن آهي ته هُن چيو هو ته لاهور تي هندستاني هوائي جهازن بم اُڇلايا آهن) مان ڀانيان ٿو ته پاڪستان به جوابي ڪاروائي ڪندو."

سراج مُنهنجن نهايت ذهين دوستن مان رهيو آهي ۽ جڏهن هلالِ پاڪستان جو ايڊيٽر هو ته هو هڪ ڪامياب صحافي هو ۽ هن جي تحرير کي پنهنجي انفراديت هُئي. (هو بيورو ڪريٽ به ڪامياب هو ۽ هن وقت انڪم ٽئڪس جو برک وڪيل آهي). مٿين ڳالهه ٻڌي منهنجي هيانوَ ۾ چَڪُ پيو ۽ ٻه ڏينهن اڳ وارا خدشا مبهم انداز ۾ اُڀري آيا پر مون کي ابراهيم جي تڙي ياد آئي ۽ مون پنهنجي انديشي کي وهم گُمان سمجهي رفع دفع ڪري ڇڏيو. چوٿين ڏينهن مان سکر موٽي ويس. رات جو جم خانا ڪلب ۾ ڪوٺي تي ويٺر پي رهيا هياسين ۽ مون سان گڏ ٽي چار دوست ويٺا ها. واءُ ۾ ڪائي هُرڪُر هُري رهي هئي. اڳين گپ شپ، ڏند ٽڙڪو ۽ چرڙاٽ ڪونه ها. بامعنيٰ

خاموشي ڇانيل هُئي، جنهن کي هڪ پُراسرار زيرِ سطح رَوَ هئي. مون کي ابراهيم سان ڪوٺڙي اسٽيشن تي ڪيل گفتگو ياد آئي ۽ من تي بي چئنيءَ ۽ بي ڪئٺائيءَ جو ڇت وَرت ڇانئجي ويو. مُنهنجو منهن سوراتيل ۽ وار ڪانڊاريل ڏسي، هڪ دوست کان رهيو نہ ٿيو ۽ چيائين، "اياز! تنهنجي خلاف سُس پُس ٿي رهي آهي، جنهن ۾ اڳ ڇتاءُ بہ آهي. مون کي توري سُٽس پٺي آهي. بهتر ٿيندو جي تون ڊپٽي ڪمشنر سان ملين."

مان ڀانيان تہ مُنهنجي تقدير پنهنجي منطقي نتيجي ڏانهن تيزيءَ سان وڃي رهي هئي ۽ مان اُن جا قدم ٻُڌي رهيو هوس. اوچتو مون سوچيو تہ "سکر جا تعصبي مهاجر آفيسر ۽ وڪيل ۽ انهن جا خوشامندڙيا، ڇيلهہ ڀڳل، ڪڏن ڪوٽ، ساڙ سڙيا سنڌي آفيسر ۽ وڪيل، جي منهنجي وڪالت ۾ ڪاميابي ۽ سنڌ دوستيءَ جو برملا اظهار برداشت نہ ڪري سگهندا ها ۽ رشيد ڀٽيءَ جي اها ڳالهہ تہ 'مان شاه لطيف کان پوءِ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهيان ۽ ڪو وقت ايندو جو ٽئگور کي بہ پنتي ڇڏي ويندس' هُن ۾ ڪانَ وانگر ڪُڪندي هئي، سي سڀ ڪنهن سازش ۾ شريڪ آهن." مون بيئر جو گلاس پورو ڪري، بيئر جون بہ ٻيون بوتلون گهرايون ۽ 'هرچہ بادا بادِ' چئي ٻي ويس ۽ بنا اُلڪي جي ڪار ۾ گهر هليو ويس. ٻي ڏينهن تي مون کي گرفتار ڪيائون. جي هوُ گرفتار ڪري، مون کي ٽي مهينا سکر جيل ۾ نہ رکن ها، تہ منهنجي شاعري انهيءَ توڙ تي نہ پهچي ها جتي هاڻي پهتي آهي. منهنجي خيال ۾ انسان جي تقدير هڪ زنجير وانگر آهي، جنهنجو ڪڙو ڪڙي سان جڙيو پيو آهي. ان کي ڇڪَ سان ڪوئي ڇني نہ سگهيو آهي.

هاڻي جمال ابڙي جي ڳالهہ تي اچان ٿو، جنهنجو تفصيل سان ذڪر مون 'ساهيوال جيل جي ڊائريءَ' ۾ ڪيو آهي. ان کان اڳ ۾ هڪ انگريزي ڀهاڪو تہ * "ڪنهن بہ پراڻي دوست کان بهتر آئينو نہ آهي" لکڻ چاهيان ٿو. انسان اِن آئيني ۾ پنهنجون بُرايون ۽ چڱايون ڏسي سگهي ٿو. ايمرسن جو قول بہ ياد اچي رهيو آهي تہ، "دوستي هڪ هيڪليءَ ساعت جي آزمودي تي گهڙيل ڪهاڻي آهي". مان ڀانيان ٿو تہ گهڻ ۾ گهڻ جمال تہ اِن معاملي ۾ نيارو ۽ اوچو ماڻهو آهي. مان ساهيوال جيل ۾ نظربنديءَ واري ڳالهہ ڪجهہ

* There is no better looking glass than and old friend.

تفصيل سان ورجايان ٿو. مان سال 1968ع ۾ ڪراچيءَ مان موٽي، فاران هوٽل ۾ ماني کائي، رباني کي فون ڪيو تہ هن يڪدم پڇيو، ”تو ريڊيو ٻڌو؟“ مون جواب ڏنو تہ ” نہ.“ اِن تي هن چيو تہ، ”ادبي بورڊ ۾ يڪدم هليو آءُ! هوٽل ۾ ڪمرو بُڪ نہ ڪرائجانءِ. سامان سوڌو هيڏانهن هليو آ!“ مان بورڊ ۾ پهتس تہ ڪوئي آدمي ربانيءَ کان موڪلائي هليو ويو. پوءِ ربانيءَ ٻڌايو تہ پرواني پنهنجيءَ عبرت مان فون ڪيو آهي تہ، ”تيرنهن ڄڻن جي ڪئبينيٽ ٺهي آهي، جن مان هڪ تون بہ آهين“. مون هن کي چيو تہ، ”ڇا مطلب؟“ ان تي هن جواب ڏنو تہ ”ايوب خان ذوالفقار علي ڀٽي، ولي خان، تنهنجي ۽ ٻين ڏهن ماڻهن جي گرفتاريءَ لاءِ ڪَنو وارنٽ جاري ڪيو آهي.“

مون کي ڪوئي لوڏو نہ آيو ۽ نہ مُنهن وَن وَن ٿيو. مون هن کي ڌيرج سان جواب ڏنو تہ، ”رباني! منهنجو خيال آهي تہ رات تو وٽ گذاري، صبح سان سکر هليو وڃان. مون توڏانهن ايندي مير رسول بخش کي جلوس سان گڏ ڏٺو. شايد هُن کي بہ گرفتار ڪيو اٿائون.“

ربانيءَ جواب ڏنو، ”هي ماڻهو جو هاڻي بورڊ جي آفيس ۾ ويٺو هو، اهو توکي سڃاڻي. هوُ ساري شهر ۾ هلائي ڇڏيندو تہ تون هتي آهين ممڪن آهي تہ توکي پوليس هتان گرفتار ڪري وڃي!“ (مون کي گرفتاريءَ جو خوف تہ ڪونہ هو پر زرينا ۽ ٻارن سان ملي، پوءِ پاڻ کي گرفتاريءِ لاءِ پيش ڪرڻو هو.) ربانيءَ وڌيڪ چيو، ”اسان جمال رند وٽ ٿا هلون. انهيءَ جي جاءِ پري آهي ۽ گهٽو ڪري صبح تائين پوليس کي تنهنجو پتو نہ پوندو.“ ممڪن آهي تہ ربانيءَ اِها ڳالهہ پنهنجو بار لاهڻ لاءِ چئي هجي. مون وانگر هن جو ڪوئي خاص سهارو ڪونہ هو ۽ هُن جا ڪافي گهر ڀاتي هيا جن جي نظرداري هوُ ڪندو هو. هن جو وڏو ڀاءُ جو جسٽس انعام الله جي پنهنجي عاقل واري زمين تي مئنيجر هو، لواحقين تي اينري توجه نہ ڏيندو هو جيتريءَ جا هو مستحق ها.

جڏهن اسان جمال رند وٽ وياسون تڏهن هن چانهن پياري چيو تہ هُن جو گهر ننڍو آهي ۽ ان ۾ رهائش جي گنجائش نہ آهي ۽ بهتر ٿيندو تہ جمال ابڙي وٽ هلون. اسان جمال وٽ لطيف آباد وياسين ۽ جڏهن هُن کي ساري ڳالهہ ٻُڌائي سين، تڏهن هُن يڪدم چيو، ”جڏهن کان مون هيءَ جاءِ ٺهرائي آهي، تڏهن کان ان جي گيسٽ روم کي تالو ڏئي ڇڏيو اٿم. مُنهنجو اڳ ٿي

ارادو هو ته تون پهريون شخص هوندين جو هتي مهمان ٿي رهندين." مون هن جي فولادي اکين ۾ ڏٺو ۽ منهنجون اکيون جهڪي ويون. وڌيڪ احوال مون 'ساهيوال جيل جي ڊائري' ۾ ڏنو آهي. ان وقت جمال هڪ جج هو ۽ جي پوليس مون کي هن جي جاءِ تي گرفتار ڪري ها ته ممڪن آهي ته هن جي نوڪري هلي وڃي ها. پر هن ان ڳالهه تي فلڪ نه آندي.

شيڪسپيئر پنهنجي ڊرامي 'جوليس سيزر' ۾ چيو آهي:

"ماڻهو ڪنهن وقت پنهنجيءَ تقدير جا مالڪ آهن،
ڏوهه، پيارا بروٽس، ستارن جو نه آهي،
پر اسان جو آهي:
جو ته اسان انهن جا چاڙتا آهيون."

مان وائيس چانسلر هوس تڏهن جمال يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جو * ميمبر هو. ميٽنگ کان پوءِ مان، رباني، جمال، سراج ۽ * نثار ميمڻ گڏجي ماني کائيندا هياسين. سراج ۽ نثار ميمڻ به سنڊيڪيٽ جا ميمبر هيا. ان وقت مون کي شبو به نه هو ته ستارا جمال کي نهنڊ به ڏٺي سگهندا جو ته هن جي گفتار ۽ ڪردار ۾ مون کي اوڻائي نظر نه ايندي هئي. اوچتو هن جي تقدير پلٽو کاڌو. هونءَ ته هن جي زال کي پراڻي انجائنا هئي پر 26 مارچ 91ع تي جڏهن هن تي انجائنا جو حملو ٿيو. تڏهن هوءَ ڪارڊيو وئسڪيولر انسٽيٽيوٽ تائين نه پڄي سگهي ۽ رستي تي گذاري وئي. جمال جي هن سان اينتري محبت هئي جو هن مان ڊاپي نه ڊاپندو هو. هن جي ڪيفيت فارسيءَ جي هيٺين شعر واري هئي:

حيف در چشم زدن صحبت يار آخر شد،
روئي گل سير نه ديديم و بهار آخر شد.

(ترجمو: حيف جو اک ڇوٽ ۾ يار جي صحبت ختم ٿي وئي.
گل جي صورت ڍَوَ تي ٿي نه ڏٺي هئي جو بهار ويندو رهيو)

---

نوٽ: نثار ميمڻ جنهن جو ذڪر مون 'ساهيوال جيل جي ڊائريءَ' ۾ تفصيل سان ڪيو آهي، آءِ بي ايم (I.B.M) جو سائوٿ ايشيا لاءِ چيف هو جڏهن پرائيم منسٽر معين قريشيءَ هن کي عبوري مرڪزي حڪومت ۾ وزير اطلاعات ۽ نشريات ڪري ڪنيو هو. هينئر هو وري آءِ بي ايم ۾ ساڳي عهدي تي آهي.

جمال کي هُن مان چار پُٽ ۽ ڌيئرون هيون، پر جمال هُن کي ائين پائيندو هو جڻ هُن سان هڪ ڏينهن اڳ نڪاح ڪيو هيائين. مان سئموئل بٽلر سان متفق آهيان. هو عشق ۽ خودڪشيءَ کان انڪار نہ ٿو ڪري. هو رڳو چوي ٿو تہ:

”مرد بدطينت عورتن جي موت تي خودڪشي ڪندا آهن ۽ نرم دل ۽ لائق عورتن جي موت تي پاڻ نہ ماريندا آهن.“

مان ڀانيان ٿو تہ اِها ڳالهہ بٽلر سترهين صديءَ ۾ ڪئي هئي، جا بلڪل صحيح آهي. نيڪ طينت عورتن جي موت کان پوءِ انهن جي يادگيري زندگيءَ کي تازگي بخشيندي آهي ۽ اُن شيءِ سان پيار وتائيندي آهي جنهن سان مرحيات جو پيار هوندو هو. زال جي موت کان پوءِ جمال جي پنهنجي اولاد سان شفقت اڳي کان بہ وڌي وئي آهي ڇو تہ هن جي زال جو پنهنجيءَ اولاد ۾ ساهہ هوندو هو. مان جمال جي وڏيڪ ڪردار نگاري اڳتي هلي ڪندس. دراصل جڏهن ڪلچر ڊپارٽمينٽ وارن جمال سان شام ملهائي هئي، تڏهن مون تقرير ڪندي چيو هو تہ مان جمال جي زندگيءَ تي لکندس. هن ڪتاب لکڻ کان اڳ مون جمال سان ويهارو بيٺڪون ڪري، هُن کان هُن جي زندگيءَ جي باري ۾ تفصيل ورتو ۽ ڪيتريون ئي گهڙيون ياد ڪيون جي اسان گڏ گذاريون هيون، پر مون کي والٽيئر جو هڪ قول ياد ٿو اچي:

The Secret of being a bore is to say everything.

(ترجمو: هڪ ’بور‘ ٿيڻ جو راز اهو آهي تہ جيڪي بہ اچي، چئي ڏجي)

هي باب اِهو چئي ختم ٿو ڪيان تہ جمال جي عُمر لڳ ڀڳ ستر سال اچي ٿي آهي، هو دنيا کان ڪناره ڪش ٿي چُڪو آهي ۽ هر اڳئين دوست سان گرم جوشيءَ سان ملاقات جي باوجود، پنهنجي خاندان سان سارو وقت گذاريندو آهي. سنڌ ۾ ٿيندڙ چڱي ادبي تخليق ۾ هن جي دلچسپي اڃا برقرار آهي، پر پنهنجي ادبي تخليق جو خيال پلي ڇڏيو اٿائين. ڪهڙيون ڳالهيون هُن جي تنهائيءَ کي والارن ٿيون، اِهو مان چئي نٿو سگهان. جيستائين مُنهنجو سوال آهي تہ مان گذريل ڇئن سالن کان ڏينهن رات لکي پڙهي رهيو آهيان. موت کان بلڪل بي خوف ٿي چُڪو آهيان ۽ ان جي پرواهہ نہ آهي تہ ڪڏهن

ٿو قلم اوچتو هٽ مان ڪِري پوي ۽ سٽ اڌ ۾ رهجي وڃي. ان تي مون کي ڪنفيوشس جي هڪ ڳالهه ياد اچي رهي آهي، جنهن جو ذڪر بي محل نه ٿيندو. هڪ مريد 'سي ڪِنگ' ڪنفيوشس کان پڇيو، "مُئي ماڻهوءَ کي شعور ٿيندو آهي؟" ان تي ڪنفيوشس هن کي جواب ڏنو، "تيستائين ترسين جو نه تو جيستائين تون مرين. پوءِ پاڻ ئي توکي اهو جواب ملي ويندو." مون کي انسان جي باري ۾ شيڪسپيئر جي ڊرامي "جيئن توکي وڻي (As you like it) مان هيٺيون سٽون به ياد اچي رهيون آهن:

"پوري دنيا رنگ منچ (اسٽيج) آهي
۽ سڀئي ماڻهو ان تي ويس ڌاري آهن انهن
کي اندر اچڻ ۽ ٻاهر وڃڻ لاءِ لنگهه آهن.

اهو لکي شيڪسپيئر زندگيءَ جا ست دؤر ڏنا آهن، جن مان، مان ۽ جمال پنج ڇهه ته ڪاٽي چڪا آهيون. مون کي شما (شمع) جا لفظ ياد اچي رهيا آهن جي هُن ٿڌو ساهه ڀري چيا هيا، "حيرت آهي، ڪيئن ٿو اُڀري، ڪيئن ٿو لهي!" شمع ڪير هُئي؟ مُنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪيئن آئي هُئي ۽ ان جو تفصيل هاڻي اجايو آهي. بس، ڪاٽي چولي هُئي جا درياه جو حصو ٿي چڪي آهي. انارڪليءَ وانگر هن جون ڪجهه يادگيريون نيپئر روڊ جي ديوارن ۾ پوريل آهن پر هاڻي ڪير ٿو آثارِقديمه جي کوٽ کوٽان ڪري!

* ايڇ. آءِ مينڪن چيو آهي ته، "تاريخ نويس هڪ ڪامياب ناول نگار آهي." مان هن سان بلڪل مُتفق آهيان. مان * جي. اي. پرائوڊ سان به اتفاق ٿو ڪريان ته "هڪ تاريخ نويس جو پهريون فرض اهو آهي ته هو پنهنجين همدردين تي چوڪسي رکي." پر مان ته پهرين شاعر آهيان ۽ پوءِ تاريخ نويس آهيان. منهنجي لاءِ ائين ڪرڻ ناممڪن آهي. تاريخ ڇاهي؟ اُها ته آئينو آهي جنهن ۾ انسان ذات جا ڏوهه، مورکايون، اياڻايون، شامتون ۽ نياڳ چِٽا نظر اچن ٿا. پر اُن جو مطالعو فلسفي جي جَڙ آهي ۽ اُها اهڙا ماضيءَ جا مثال مُهيا ڪري ٿي، جي مستقبل جي رهنمائي ڪري سگهن ٿا. تاريخ پاڻ کي دُهرائي نه ٿي پر جي اسان انسان ذات جون اڳي ڪيل حماقتون نه دهرايون، ته به وڏي

* ايڇ . آءِ مينڪن H. I Menken (1956ع کان 1880ع تائين.)
* جي . اي. پرائوڊ J. A. Proude (1818ع کان 1894ع تائين.)

ڳالھ آهي. دراصل هي تاريخ تي ڪتاب نه آهي پر اُن ۾ تاريخ جون جهلڪون آهن. هي ته منهنجي آتم ڪهاڻيءَ جو حصو آهي. • هئولاڪ ايلس ڪٿي چيو آهي ته، ”هر ڪلاڪار پنهنجي آتم ڪهاڻي لکندو آهي“ آرٽ هڪ حاسد داشته ته آهي پر جي يتائي هن دؤر ۾ پيدا ٿئي ها ته هوُ شايد ڪنهن روزنامي يا ماهنامي جو ايڊيٽر هُجي ها. دنيا ۾ گهڻ- ڪُنڊيون شخصيتون ٿيون آهن. فلارنس جو لوينارڊو ڊاونچي نه رڳو دنيا جي عظيم ترين تصوير 'مونا ليزا' جو خالق هو پر صنم تراش، شاعر، انجنيئر، مڪئنڪ، علمِ بدن ۽ بحري حياتيءَ جو ماهر به هو. هن پهريون پيرو انسان ذات کي هوا ۾ اُڏامڻ جو تصور ڏنو. اهڙي طرح امير خسرو نه رڳو فارسيءَ جو عظيم شاعر هو، پر اردو شاعري جو باني به هو، جنهن جهڙيون ڪَهه مُڪرنيون ۽ غزل جون پياريون سٽون اڄان تائين ڪنهن نه لکيون آهن. هوُ سپاهي به هو ته سِتار جو ۽ ڪلاسيڪي راڳ ۾ خيال جو موجد به هو. منهنجي ته مصوريءَ، صنم تراشيءَ ۽ ٻئي آرٽ ۽ علم جي اظهار جو ذريعو فقط شعر ۽ ادب آهي. اڳي سفر نه ڪندو هوس ته گهر ڪاٽڻ ايندو هو. هاڻي پيري آئي آهي ته ساري ڪائنات ڪٿي پنهنجي ڪمري ۾ سميٽي آتم. اتي ئي مون دوستن سان ڪچهريون ڪيون ۽ ساڻن گڏ ڪيل سير ۽ سفر تي نوٽ ورتا. في الحال پهرين ڀاڱي ۾ مان ٿر جو سفر ڏيان ٿو. ان کي سفر در سفر جي ڪيفيت آهي، جا مون کان زمان ۽ مڪان جون سرحدون ٽپائي وڃي ٿي.

مان وقت جي درياهه ۾ ٽٻي ڏئي، ويرا واهه مان مٿي ٿو اُيران ۽ مونکي گوڙيءَ جا کنڊر تا نظر اچن.

”پاري نگر، هاڻوڪي ننگر پارڪر جي شهر کان 14 ميل ۽ ويراهه واهه کان اوير طرف به ميل آهي. ان وقت (عيسوي ٻي صديءَ ۾) جين ڌرم وارن جو راڄ هو. جينن جا ڪيترائي مَندر اڄ تائين به پارڪر ۾ آهن. تازو ميرپورخاص ۾، ڪاهوءَ جي دڙي جي کوٽائيءَ مان به جين مندر لڌا ويا آهن ۽ ڪي جين مندر حيدرآباد ضلعي جي لاڙ واري ڀاڱي ۾ به لڌا ويا آهن. هن مان معلوم ٿئي ٿو ته اِنهي ٿُکر ۾ اڳي جين ڌرم جو زور هو. پاري ننگر جا پراڻا

• هئو لاڪ ايلس Have lock Elis (1859ع کان 1939ع تائين.)

کنڊر ويرا واهہ جي پرسان آهن، جتي پارڪر ۽ ٿر جي زمين اچي گڏجي ٿي ۽ ٻي پاسي ڪڇ جو رڻ زمين ۾ اندر گهڙي آيو آهي ۽ اتي ميل کن پري قديم جاين جي پٿرن ۽ سِرن جا ڍير ڇهن پنجن ميلن ۾ نظر اچن ٿا، جي پنهنجيءَ اصلوڪيءَ صورت ۾ ڪونہ آهن، پر جيئن باهہ ۾ سڙيل لوهہ جا ٽُڪر ڏسبا آهن، اُن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن شهر ۾ اڳي لوهہ جا وڏا ڪي ڪارخانا هُيا. سڙيل ۽ ڪاٽل لوهہ جا ٽُڪر سڄي پٽ ۾ پکڙيا پيا آهن. هتي جهاز ۽ ٻيڙيون ٺهنديون هيون، هتي پٿر جي بُتن ۽ مورتين جا بيشمار مندر هيا، جن مان پنجاهہ کن بُت، پٿر تي تمام سُهڻي نموني اُڪريل، هن وقت بہ ويرا واهہ جي ڳوٺ ۾ رکيل آهن. جڏهن ويراه واهہ جو ڳوٺ ٻڌو، تڏهن ماڻهن باقي بچيل بُت چونڊي آڻي، اتي جي مندر ۾ رکيا. هڪ ماڻهوءَ جي قد جيڏو پٿر جو بُت، جو سڄو ڪارو ٿي ويو آهي، سو اڃا تائين پاري نگر جي ويجهو، هڪ ڦٽل جاءِ تي ٻاهر ڪُٽل آهي" (تاريخ ريگستان- رائچند هريجن)

اها ساڳي ڳالهہ منگهارام اوجها پنهنجي ڪتاب پُراڻو پارڪر، ۾ هيٺينءَ ريت لکي آهي:

"پاري ننگر، گوڙيءَ جا ڏهرا، ۽ ستيءَ جا ڏهرا (پارڪر) ۾ جين ڌرم جا خاص مندر هُيا. آبوُ ۽ ان جي آسپاس بہ جينين جا مندر آهن. پارڪر جينين جو وڏو ۽ خاص مرڪز هو، جتي مندر سان گڏ لاڳو هڪڙيءَ خاص جڳهہ ۾ سندن تبليغي اجلاس ٿيندا ها. اڄ تائين اُها جڳهہ موجود آهي، جنهن جي پٿرن تي ڌرمي نيتائن جون تصويرون نڪتل آهن. جين ڌرم جا ڪُل چوويهہ پيشوا يا ڌرم نيتا ٿي گذريا آهن. (ڪتاب ۾ ڏنل نالا ورجائڻ ضروري نہ آهن ڇو تہ اهي پڙهندڙ جي دلچسپيءَ جو باعث نہ ٿيندا- مصنف)

"جين ڌرم جي مٿين چوويهن ڌرم نيتائن مان ٻارنهين نمبر، شري انشانات جو جنم سنڌ ۾ ٿيو. سندس پيءُ جو نالو وِشن ۽ ماءُ جو نالو وِشني هو. انشانات ساريءَ هند ۽ سنڌ ۾ جين ڌرم جو زبردست پرچار ۽ ڦهلاءُ ڪيو. ڪيس پنهنجي زماني ۾ اهو ئي پد حاصل هُيو، جيڪو مهاوير کي پنهنجي سَمي ۾ حاصل هو. اِنشانات عيسوي سن کان اٽڪل پندرنهن سؤ سال

اڳ جو آهي. جيئن موهن جي دڙي جو سَمو پورو ٿيو، جين ڌرم جي شروعات ٿي. اڄ کيس سايا ٽي هزار ورهيہ گذري چڪا آهن. سندس رهڻيءَ ڪهڻيءَ سنڌ تي ضرور اثر ڪيو هوندو. سندس ديهانت اولهہ بنگال ۾ ٿيو."

ڀيرومل مهرچند پنهنجي ڪتاب 'لطيفي سُر' ۾ اها ڳالهہ وڌيڪ ڦهلاءَ سان هيئن دُهرائي آهي:

"نگرپاڪرڪان 14 ڪوهہ ۽ مارئيءَ جي ملير کان فقط ٻہ ڪوهہ ڪن پري، گوري نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، جنهن جي نزديڪ جين ڌرم وارن جو هڪ عاليشان مندر ٺهيل آهي. جين ڌرم وارا پارسنات جا پوڄاري آهن. پارسنات کي "گوريچو" بہ سڏن ٿا ۽ اُن جي پٺيان هيءُ ڳوٺ ۽ مندر بہ سڏجن ٿا.

گوريءَ جو مندر احاطي اندر آهي ۽ اڳيان دالان اٿس. دالان جو ديدارئي لک لهي! هتي رڱو سنگ مرمر ۽ جوڌپور جو پٿر ڪم آندل آهي. ويجهيءَ ڇڪ ۾ ههڙو عمارتي سامان ملڻ ٿي ناممڪن آهي. تنهن ڪري هن عمارت جي سامان جي ڪٽائي ڪيترا هزار رُپيا آئي هوندي. دالان جا ٿنيا سنگ مر مر جا ٺهيل آهن ۽ ڇت گولائيءَ تي اٿس. پٿين تي سُهڻيون تصويرون چٽيل آهن.

دالان کان پوءِ هڪ وڏو صُفو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان ڇهہ ڇهہ يعني جملي ٻارنهن ڪوٺيون آهن، جن جون ڇتيون گنبذ وانگر آهن، تنهن ڪري گوري مندر کي ڪي "ڏيرا" (ڏيورا) بہ سڏين ٿا. هر هڪ ڪوٺيءَ ۾ هڪ ٿَلهو ٺهيل آهي، جنهن تي رڱو هڪڙو ڄڻو ويهي سگهي. شايد هيءُ مندر اصل مَٺ يا گرو ڪُل ٿي ڪم ايندو هو ۽ هر هڪ جوڳي يا برهمچاري پنهنجي ٿَلهي تي ويهي يوگ ابياس ڪندو هو يا پڙهندو هو. پر متان نند اچي وجينس، تنهن ڪري نند ڪرڻ جي اُتي جاءِ ڪانہ اٿن. ٿلهي تي ويهي ڪو جهوٽا کائيندو تہ متو يڪدم وڃي پٽ سان لڳندس جنهن ڪري جهٽ پٽ سجاڳ ٿيندو.

پهرين صفي کان پوءِ وري هڪ ٻيو صُفو آهي، پر اُن جو پُٺيون پاسو ڍڪو پيو آهي. اُتي هڪ وڏو شاهي ٿَلهو ٺهيل اهي، جنهن مان ائين ٿو سمجهجي

تہ سڀ پوڄن مهل اُتي اچي ڪٺا ٿيندا هئا.

مندر جي پاهران پر حاطي اندر، هڪ غفا تهيل آهي، جنهن ۾ هيٺ گهڙي وڃڻ لاءِ ڏاڪا آهن شايد مَٺ ڌاري يا آچاريا (استاد) اُنهيءَ غفا ۾ وڃي يوگ- اڀياس ڪندو هو. ورهاڱي ۾ سرڪار جي مرضي تي تہ اُهو محفوظ ٿيل يادگارن جي آڪَٽ هيٺ اَچي. پر اوسواڙن اهو مندر سرڪار جي حوالي ٿيڻ نہ ڏنو. اهي اوسواڙ، جي جين ڌرم جا آهن، تن جا بہ انصاف نہ وڃائبا، جو اهڙو صنعت ۽ ڪاريگريءَ جو ڳهڻو نہ ڪي سرڪار جي حوالي تا ڪن، نہ ڪي پاڻ اُن جي مرمت ڪرائين تا."

پوءِ پارسنات جي پتلي جي باري ۾ ڏندڪٿا آهي (دنيا جي ساري تاريخ ڪٿائن سان پري پئي آهي، جا پيرومل جي مٿين ڪتاب مان پڙهي وڃي.) ان کان پوءِ لکيو اٿائين، "جين ڌرم وارا اڄ تائين ڪِٿان ڪِٿان اچي اُهو مندر پيٺيندا آهن، جو هيءُ آستان سندن تيرٿ جي جاءِ آهي."

جيتوڻيڪ ڪيترين صدين کان يونان مسيحيت جي نوُر سان مُنور آهي، يونان جي عظيم شاعر ڪازان زاڪس جڏهن ڊسمبر 1937ع ۾ يونان جو سفرنامو لکيو، تہ اُن سفرنامي ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ 'گريڪو کي رپورٽ' (Report to Greco) ۾ انهن مندرن جو ذڪر ڪيو، جي قبل از مسيح دؤر جا ها ۽ جن ۾ هن يونان جون ديوِيون ۽ ديوتائون ڏاڍي پيار سان ڏنا ها، چو تہ اُهي هُن جو ماضي هيا ۽ ان جي شعور کان سوا، يونان جي حال ۽ مستقبل جو شعور ناممڪن هو. محمد بن قاسم جي 'فتح سنڌ' کان پوءِ اسلام سنڌ جي اڪثريت جو دين آهي پر ان جي اها معنيٰ نہ آهي تہ اسان سنڌ جي ماضيءَ کي وساري ڇڏيون. پنجاب بہ تڪشلا ۽ هڙپا جا آثارِ قديم محفوظ رکيا آهن ۽ جيڪڏهن گنڌارا دؤر جا بُت ۽ اسلام کان اڳ جا نوادرات چوري ٿي وڃن ٿا، تہ پاڪستان جي پريس ۾ هنگامو مچي وڃي ٿو. مصر يونيسڪو کان ڪروڙين ڊالر خرچ ڪرائي، ابو سمبل جو سارو مندر پاڙئون اُکيڙي، وڏا ڪرين (Crane) ڪم آڻي، هڪ هنڌان ٻي هنڌ رکرايو، جيئن اُهو نيل درياه جي سيلاب ۾ ٻُڏي نہ وڃي. شاه ايران قبل از اِسلام واري عظيم سائرس جي

قبر تي مٿو ٽيڪيو هو. فردوسيءَ اسلام کان اڳ جي تاريخ پنهنجي شاهنامي ۾ زنده ڪئي هئي. شهيد پٽي لاڙڪاڻي ڪي سنياارا جو قديم نالو ڏنو هيو. ڏکڻ آمريڪا ۾ 'مچو پچو'، 'انڪا' ۽ 'مايا' تهذيبن ۾ دلچسپي پبلو نرودا جي شاعريءَ کي زنده رکي آئي، توڙي هن جي اشتراڪيت يو. ايس. آر سان گڏ غرق ٿي وئي. تاريخ ۾ اهڙا هزارين مثال آهن، جڏهن مسلمان قومن اسلام کان اڳ جي تاريخ ۾ دلچسپي ورتي آهي. ڇا عرب أمراء القيس کي وڏو شاعر نہ ٿا مڃن ۽ هُن کي اجا تائين نہ ٿا پڙهن؟ اهڙيءَ طرح مون بہ شاه لطيف وانگر نہ فقط جين ڌرم پر تڪشلا ۽ پشاور ۾ ٻُڌڌرم جا ٻُت ڏٺا، اُنهن ڌرمن تي ڪتاب پڙهيا، جن جي مطالعي جو اثر 'ڪَپر ٿو ڪُن ڪري' ۽ 'هينئڙو ڏاڙهون گل جئن' ۾ آيل سلوڪن تي آهي، جي ساميءَ جي نالي ۾ ڇپيا آهن ۽ انهن ڌرمن جي ڄاڻ کانسواءِ انهن سلوڪن کي سمجهڻ مشڪل آهي. مون انهن کان اڳ بہ ساڳي اثر هيٺ ڪيئي شعر لکيا ها.

سنڌيءَ ۾ اسلام ۽ هندو ڌرم تي ڪيئي ڪتاب موجود آهن. پيرومل جو ڪتاب 'قديم سنڌ' سنڌ جي اهڙي تاريخ آهي، جنهن جو ترجمو ڪهڙيءَ بہ ٻوليءَ ۾ فخر سان پيش ڪري سگهجي ٿو. پيرومل لاءِ سنڌ پريتما بہ هُئي، ماتا بہ هُئي. ڪنهن شخص ۾ پنهنجي ديس لاءِ ايترو اَجهل پيار وِرلي ملي ٿو. افسوس جو هن جي سوانح حيات تي ڪوئي ڪتاب لکيو نہ ويو آهي. نجد جي صحرا تہ هڪ مجنون پيدا ڪيو، پر سنڌ جي صحرا ڪيئي مجنون پيدا ڪيا آهن، جن سنڌ سان ليليٰ کان وڌيڪ محبت ڪئي آهي. جي مرزا قليچ بيگ، پيرو مل مهرچند، صوفي جيٺمل، لالچند امر ڏنومل، پرمانند ميوارام ۽ ڪي ٻيا اديب پيدا نہ ٿين ها تہ سنڌي نثر الف ليليٰ، حاتم طائي، امير حمزي جو داستان گل باصنوبر چہ ڪرد، چندر ڪانتا ۽ پوتنات جي جيوٽيءَ مان نڪري نہ سگهي ها ۽ رڳو عوامي داستان گوئي تائين محدود هجي ها. پر انهن مان ڪنهن بہ جين ڌرم يا ٻُڌ ڌرم تي تفصيل سان نہ لکيو آهي. ها، مون هڪ ٻوڌي ڪتاب 'ڌمپد' پڙهيو هو جو پروفيسر نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻيءَ پالي ٻوليءَ تان ترجمو ڪيو آهي. اهو ٻڌ ڌرم جو هڪ ڌرمي پُستڪ آهي. ان

ڪتاب ۾ ڏنل خيال، تصور، تشبيهون ۽ استعارا ايترا انوکا آهن جو دنيا جي بي ڪنهن ڪتاب ۾ مشڪل ملن. جي ناول نويس * اِٽاليو ڪئلوِنو (Italio Calvino) اهو ڪتاب پڙهي ها ته حيران رهجي وڃي ها. پر جيئن ترم ۽ بُدَ ترم جو يا ان تي بيو ڪوئي سنڌيءَ ۾ خاص ڪتاب منهنجيءَ نظر مان نه گذريو آهي. ها، جڏهن مان انٽر ميڊيئٽ ۾ پڙهندو هوس ته ايڊوِن آرنولڊ جي بُدَ تي لکيل ڏگهي نظم Light of Asia جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڊي. ڪي.

---

* اٽاليو ڪئلوِنو( 1923ع کان 1985ع تائين) هو فوٽوگراف ۾ موهن ڪلپنا وانگر لڳندو هو. هو 1923ع ۾ ڪيوبا ۾ ڄائو هو ۽ اِٽليءَ جي شهر سئن ۾ رهيو ۽ وڏو ٿيو هو. هو مضمون نگار، صحافي ۽ ناول نويس هيو. هن ڪافي ڪتاب لکيا. سال 1970ع ۾ هن کي چونڊيءَ جو اطالوي اوارڊ مليو. هن جي ڪتاب ’ اطالوي ڪهاڻيون‘ ۾ هڪ ڏائڻ هڪ شهزادي کي چئي ٿي، ”هي هڪ جادوءَ جو ڪتاب آهي. ان جا صفحا اڳتي اٿلائيندين ته ماڻهو پکي ٿي پوندو ۽ پٺ تي اٿلائيندين ته پکي وري ماڻهو ٿي پوندو.“ اٽالو ڪئلولو جنهن اهي ڪهاڻيون سهيڙيون هيون، ان جي به ساڳي حالت هئي. هن جا پير اطالوي ڌرتيءَ ۾ کتل ها ۽ هو سنسار جي ليلا ۾ اڏرندو رهندو هو. هن اناويهه ناول ۽ ڪهاڻين جا ڳٽڪا، لوڪ ڪٿائون، لوڪ ڪهاڻيون ۽ مقالا لکيا ۽ پورا چار ڏهاڪا محنت ڪيائين. هو سيپٽمبر 1985ع جي وچ ڌار سينا (Sienca) ۾ سر جي چوٽ لڳڻ سبب مري ويو. تيستائين هن داستان گو جي حيثيت ۾ پنهنجي ڌاڪ ڄمائي هئي. هن لاءِ هڪ اطالوي پريزيڊنٽ چيو ته. ”اسان اهو آواز وڃايو اهي، جيڪو ويهينءَ صديءَ جي نهايت آزاد، مربوط ۽ مسلسل آوازن مان هو.“ هن کي اهو شاعرانه تخيل هيو جو انساني وجود جي حقيقت کي سمجهي سگهيو ٿي. هن جا پيءُ ماءُ ديهي معاشيات جا ماهر ها ۽ هن اوائلي زندگي اطالوي رِويرا (Riviera) تي گريپ فروٽ ۽ وڏي ناسپاتيءَ (Avocade) ان جو اردوءَ يا سنڌيءَ ۾ هم معني لفظ ڪونه آهي.) جي تجرباتي پوک تي گذاري هئي، جتي اهڙا ڪيئي وڻ هوندا ها. هن هڪ هنڌ لکيو آهي ته ان وقت کان وٺي مون سرشتيءَ جي سنت- مالها (Opotheosis) بنائڻ چاهي.“ هن جڏهن سئن ريمو (San Remo) جي اسڪول ۾ تعليم پوري ڪئي. تڏهن هو فوج ۾ ڀرتيءَ جي ڀَوَ کان ڀڄي ويو ۽ مزاحمتي تحريڪ ۾ شامل ٿي، فاشسٽ فوج جي خلاف وڙهيو. نيٺ ڪئلوِنو اشتراڪيت ۽ حقيقت نگاريءَ کي الوداع ڪئي. هن جي ناول (Night and Cloren Viscount) ۾ هڪ مجاهد (Crusader) به اڌ ٿي پوي ٿو. هن جو هڪ اڌ اطالوي سر زمين تي موٽي اچي ٿو جتي هو ظلم زبردستيءَ سان حڪومت ڪري ٿو. ڪجهه سالن کان پوءِ هن جو ٻيو اڌ به موٽي اچي ٿو ۽ عوام لاءِ لڙي ٿو. ان کان اڳ ۾ جو هنجي جسم جا ٻئي حصا هڪٻئي جو مقابلو ڪن، هوَ هڪ جادو ٻتيءَ جي علم سانٻنهي حصن کي ڳنڍي ڇڏي ٿو. ڪئلوِنو چوندو هو ته. ”هر ادبي تخليق جي ابتدا قصو ڪهاڻي آهي. هڪ خوش خلق مهذب ۽ بلند ظرافت سان، ڪئلوِنو پنهنجن ڪردارن کي پتهنجي دؤر جي نفسيات ڏني. هن ۾ ادبي ڪلابازيون ڪافڪا جي نموني واريون آهن. پر اهي وَرلي اداس آهن. هن جو ڪهاڻيءَ سان لڳاءُ هر صفحي کي هڪ ڪوسي ڪچ ٻڻائي ٿو ڇڏي. (تاثير رسالو) مون ڪئلوِنو جي باري ۾ ايتري تفصيل سان لکيو آهي جو ته هن جو مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جڻ منهنجي آتم- ڪهاڻيءَ جو حصو آهي ۽ ڪئلوِنو جي نثر ۾ جا زندگيءَ ۽ آرٽ جي ڪيفيت آهي، ساڳي قدر منهنجي نثر ۾ به ملي ٿي.

آزاد ڪيو هو ۽ اُهو اسان جو درسي ڪتاب هو. پر اُنهيءَ ڪتاب ۾ به ٻُڌ ڌرم جي باري ۾ ڪوئي تفصيل ڪونه هو. چاڪاڻ جو منهنجي هر سفرنامي ۾ سفر در سفر جي ڪيفيت آهي ۽ مان پنهنجي ماحول کان وڌيڪ پنهنجي پاڻ ۾ سفر ڪندو آهيان. اِن ڪري مان چاهيان ٿو ته هتي جين ڌرم ۽ ٻُڌ ڌرم تي ڪجهه لکان ڇو ته اُهي اسان جي تاريخ جا حصا رهيا آهن.

دراصل محمد بن قاسم جي ٻُڌ ڌرم وارن مدد ڪئي هئي ڇو ته انهن جو هندو ڌرم وارن سان تضاد هو. پر جين ڌرم ۽ ٻُڌ ڌرم تي لکڻ جو ڪارڻ اِهو نه آهي. مان هندو ڌرم ۽ اسلام تي به لکڻ چاهيان ٿو ڇو ته اُهي هن ڌرتيءَ جي تاريخ جو حصو آهن. نه رڳو اهو پر زردشتي مذهب تي به لکڻ چاهيان ٿو ڇو ته پارسي قوميت سنڌ جي تاريخ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

مان چاهيان ٿو ته وقت جي درياهه مان جڏهن ٻيهر اُيران تڏهن گجرات واري محمود بيگڙي جي پرسان سِر مٿي ڪري دنيا کي ڏسان. في الحال مان جين ڌرم ۽ ٻُڌ ڌرم تي ٿو اچان. اهي مندر ڏسي جوئي، جمال ۽ ڀَنيءَ چا تي سوچيو. اهو ته مان چئي نٿو سگهان پر مون کي * 'ٿارو' جو قول ياد آيو ته "جي مان اُتي ڪُنڊ ڪُنڊ نه ڏسندس ۽ اُچاتريءَ نظر سان ڏسي هليو ويندس ته ڄڻ ازل کي گهائي ويندس". ان کان هڪ رات اڳي جڏهن اسان نگر پارڪر جي ريسٽ هائوس ۾ هڪ بجي تائين وسڪي پي رهيا هياسين (ان جي تفصيل تي مان پوءِ ٿو اچان) تڏهن مون کي خيام جي هيٺين رُباعي ياد اچي رهي هئي:

این قافلهء عمر عجب می گزرد،
درياب دمی که با طرب می گزرد،
ساقی غمِ فردائی حريفان چه خوري،
پيش آر پيالهء که شب می گزرد.

(ترجمو: هي عمر جو قافلو عجب طرح سان وڃي رهيو آهي.
اُهو پل هٿ ڪر جو مزي سان گُذري رهيو آهي.
اي ساقي! حريفن جي پي ڏينهن جو ڪهڙو ٿو اونو ڪرين،
پيالو اڳيان آڻ جو رات گذري رهي آهي.)

---

* ٿارو (Thoreau) آمريڪي فطرت پرست جو 1837ع ۾ ڄائو ۽ 1909ع تائين جيئرو رهيو.

جڏهن اسان جين ڏرم جا اُهي مندر ڏسي رهيا هياسين تڏهن مون کي *
فٽز جيرالڊ جي رباعياتِ عمر خيام جي انگريزي ترجمي مان هڪ رباعي ياد
اچي رهي هئي. مون حافظي کي ڏاڍو ڪوٺيو پر پارسيءَ ۾ اصل کي ڳولي نہ
سگهيس. فٽزجيرالڊ اِها رباعي پاڻ ٺاهي آهي، پر ڇاڪاڻ جو اُن ۾ عمر خيام
جو روح آهي، هن ان کي بہ رُباعيات عمر خيام جي ترجمي ۾ شامل ڪري
ڇڏيو آهي جيئن مون پنهنجا ڪي اصلي اردو غزل وغيره سچل، ساميءَ ۽
سانگيءَ جي تخلص سان لکيا آهن. جي پهرين 'ريگستاني پهول' ۾ ڇپيا هُيا ۽
هاڻي 'نيل ڪنٺهہ اور نيم کے پتے' ۾ شايع ٿيا آهن ۽ جن ۾ روح سچل،
ساميءَ ۽ سانگيءَ جو آهي. فٽز جيرالڊ جي انهيءَ خيام واري رباعيءَ جو
انگريزي ترجمو، جو مون کي ان وقت بارِ بارِ ياد اچي رهيو هو، سو هيٺينءَ
ريت آهي:

لکندڙ آڱر لکي ٿي ۽ لکي ڪري،
اڳتي وڌي وڃي ٿي؛ نہ تنهنجي ساري تقويٰ نہ ذهانت،
اُن کي اِن ڳالهہ تي هِرڪائي سگهي ٿي تہ اُها پنهنجي لکيل اڌ سِٽ بہ
رد ڪري،
۽ تُنهنجا سارا ڳوڙها ان جو هڪ لفظ ڌوئي نہ ٿا سگهن.

مان ڀانيان ٿو تہ جي مٿين رُباعي فٽز جيرالڊ جي لکيل آهي تہ اُها بہ
ايتري ئي چڱي آهي جيتريون عمر خيام جون فارسي رباعيون آهن. مون کي
دنيا جي بي ثباتيءَ تي خيام جون ٻيون بہ ڪيئي فارسي رباعيون ياد آيون ڇو
تہ جڏهن مان پنجون درجون انگريزي پڙهندو هوس تہ مون کي عمر خيام
جون ساريون رباعيون، حافظ جو سارو ديوان، علامہ اقبال جا ڪجهہ ڪتاب،
ديوانِ غالب ۽ گلستانِ سعديءَ جو نثر بہ ياد هوندا ها.

اهي جين مندر ڏسي، مون کي شيڪسپيئر جي هيءَ سِٽ بہ بار بار ياد
اچي رهي هئي:

O, call back yesterday, bid time to return.

(ترجمو: او، ڪلهہ کي پٺ تي موٽاءِ ۽ وقت کي چئُہ تہ واپس اچي.)
"وقت ڪيتريءَ نہ تيزيءَ سان گذري رهيو آهي"، مون سوچيو،

* فٽز جيرالڊ (Fitz Gerald) انگريز شاعر (1853ع کان 1883ع تائين)

”ڪنهن وقت اسان جي بہ پيري ايندي ۽ آخر اسان بہ هڏا هونداسين. ممڪن آهي تہ واچ ۽ مينهن اسان جون قبرون ڊاهي ڇڏي ۽ سنگ لحد مٽائي ڇڏي ۽ اسان جا هڏا بہ پُري ڪَڻ ڪَڻ واريءَ يا ڀُر ڀُر مٽيءَ سان ملي وڃن. ان وقت منهنجو وجود ڪٿي هوندو جنهن اها شاعري تخليق ڪئي هئي!“

هي ماڻهو بہ ڪيڏا نہ عجيب ها جي تنگ ڏڙنگ انهن ڏهرن تي انتر-ڌيان هوندا هُيا ۽ اک نہ لائيندا ها ۽ جي هنن کي اک لڳي ويندي هئي ۽ هنن جو مَٿو وڃي سنگ مرمر جي پٽ سان لڳندو. اُهي ڇا سوچيندا هيا؟ انهن جي نظر ۾ ماڻهوءَ جي مُڪتي ڇا ۾ هئي؟ هوَ تن کي تسا ڏئي، پاڻ کي سرءُ ۾ ڪاني جهڙو ڪري ڇا پائيندا ها؟ اُن وقت تہ مون کي اِهو سوچي پانواٽي اچي رهي هئي.

هاڻي مان اچان ٿو جين ڌرم ۽ ٻُڌ ڌرم تي پر پهرين اُن دؤر جي * هندستان تي ڪجهہ لکان ٿو.

جيئن قديم يونان ۾ تصوريت پسند ۽ماديت پرست مڪتبہ خيال جا ماڻهو ها، ڪي شڪم پرور، عياش، چٽورا ۽ ڪامي (Epicureans) ها،

---

نوٽ: اهو ضروري نہ آهي تہ مان سنڌيءَ جي اسڪالرن وانگر انهن ڪتابن جي لسٽ ڏيان جن تان مون اِهو مواد ورتو آهي. گهڻو ڪري سنڌي اسڪالر هڪ ڪتاب پڙهي، ان تان مواد وٺندا آهن ۽ ان ڪتاب ۾ جن ڪتابن جو حوالو هوندو اهي، انهن ڪتابن جا نالا بہ ان لسٽ ۾ شامل ڪري ڇڏيندا آهن، جنهن ۾ سندن مطالعي هيٺ ڪتابن جي فهرست شامل هوندي آهي. بهرصورت مون جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم تي لکڻ وقت هي ڪتاب خاص طور ذهن ۾ رکيا:

1- وِل ڊيورانٽ (Will Durant) جو 'اسان جو مشرقي ورثو' (Our Oriental Heritage) اهو ڪتاب هن جي صخيم ڪتاب Story of Civilization (تهذيب جي ڪهاڻي) جو پهريون حصو آهي ۽ هزار صفحن تي ڦهليل آهي.

2- دنيا جي مذهبن جي انسائيڪلوپيڊيا (The Encyclopedia of world religions) .

3- مئڪس ويبر (Max Weber) جي ٽہ- ڪتابيءَ (Trilogy) جو هڪ حصو 'هندستان جا مذهب' (The religion of India)

4- Amary Derei Coubrt جو لکيل ڪتاب 'هندستان جو روح' (The Soul of India)

5- لوڪ يات- هندستاني ماديت جو مطالعو (Lokyata "A Study of Indian Materialism")

6- 'حيرت جيڪا هندستان هو' (The Wender that was India) جيڪو اي. اي. ياشم جو لکيل آهي ۽ مون کي منهنجي دوست يوسف شاهين تحفي طور ڏنو هو.

7- "ڀڳوان ٻُڌ" جو پرڪاش پنڊت جو اردوءَ ۾ ورمانند ڪوسمبي، جي ساڳي نالي واري مراٺي ڪتاب تان ترجمو آهي ۽ جو مون 1963ع ۾ ساهيہ اڪيڊمي نئين دهليءَ مان ورتو هو.

8- هندستان جي تاريخ: خوشونت سنگهہ.

9- Sources of Indian History جنهن جو مصنف ائن ميلي - ٽي - ايمبري آهي.

ڪي سِنڪي (Cynics) ها، ڪي سوفسطائي (ستياپاس وادي: Sophists) ها ۽ ڪي رواقي (ويراڳي: Stoics) ها، مهاوير واري دؤر ۾ بہ هندستان جي ساڳي ڪيفيت هئي. ڪي اننت ۽ اپار سنسار ۾ وشواس ڪندا ها ۽ ڪي لوڪ يات (اُها ڳالھ جا حواس سان وابستہ هجي) ۾ ويساھ رکندا ها. لوڪ يات هڪ ماديت پرست نظريو هو، جنهن ان ڳالھ ڪي دهرايو ٿي تہ اڻن (Atoms) ڪان سواءِ ڪنهن شيءِ جو وجود نہ آهي. انهيءَ نظرئي رکندڙ ماڻهن ساري علم جو بنياد ادراڪ پٺي سمجهو ۽ اِستدلال ۽ انومان ڪي رد ٿي ڪيو ۽ حيات بعد از ممات ڪان بنھ اِنڪار ٿي ڪيو. لوڪ يات وارا ويدن ڪي نڪمِٽي، اَجائي ۽ واهيات بڪ شڪ سمجهندا ها ۽ اُن ۾ ٿي عيب سمجهندا ها، ڪُپٽيائي ۽ ڪوڙ، اندريون * وَچن- وروڌ ۽ خالي پيلي دُهراءُ. جيستائين برهمڻن جي ** شاستر- وِڌي جو سوال هو، اُها رڳو • ڌرمشٽ ٺڳي هئي." انهن جي سکيا هئي تہ •• جَڙ پَدارٿُ (مادو) سوچي ٿو، پرلوڪ ڪونہ آهي ۽ موت هر شيءِ جي پُڄاڻي آئي ٿو. بيا ◆ ترڪِت هيا، جيڪي پاڻ کي بُڌي وادي (تعقل پسند) سمجهندا ها ۽ ماده پرست ها پر پو بہ ويدن جي شُڌتا ۽ پوترتائي (پاڪيزگيءَ) ڪي مڃيندا ها.

مسڪِرن گهوشالا (مَسڪرن هنديءَ ۾ خدا رسيده درويش ڪي چوندا آهن) هڪ تقدير جو قائل تعقل پسند هو، جنهن هن ڪائنات جي باري ۾ هڪ سِنائتو وشوَڪوش (باترتيب قاموس يا اينسائيڪلوپيڊيا) رچيو ۽ جنهنجو نظريو هُن ڪان پوءِ ايندڙ جين ڌرم وانگر هو ۽ ممڪن آهي تہ اُهو نظريو آريائي دؤر ڪان اڳ جي سائنس ۽ نفسيات تي ٻڌل هو. هُن جا پوئلڳ جي▼ آجيوِڪا سڏبا ها، اهي تقدير جا بنھ قائل هُئا ۽ جيڪي چوندا ها تہ ڪيتري بہ سداچار

* وَچن وروڌ- تضاد. ** شاستر وِڌي- مذهبي ارڪان

• ڌرمشٽ- ديناٺي

•• جَڙ پدارٿ- مادو

◆ ترڪت- مناظري باز

▼ آجيوڪا- هنديءَ ۾ جيئڻ جي طريقن کي چئبو آهي.

نوٽ: هندي فلسفي جي صحيح فهم لاءِ هندي لفظ ڏنا ويا آهن. انهن سان گڏ ڏنگين ليڪن ۾ هر معنيٰ فارسي لفظ ڏنا ويا آهن. جو تہ هندي لفظ پاڪستان ۾ گهٽ مستعمل آهن.

۽ تپسيا سان پُنرجنم جي فطري حياتياتي رفتار کي نه تڪڙو ٻوڙائي سگهجي ٿو ۽ نه ڍرو ڪري سگهجي ٿو ۽ چڱائي آخري نجات لاءِ ڪارآمد نه ٿي ٿئي. اِها نقلي سائنسي مشيت (Pseudo Scientific determinism) آهي ۽ اِيتري ٻي ترس ۽ اڻ مٽ آهي جيترو ڪوبه تصور ماڻهوءَ جي من ۾ نه آيو آهي. هن سِتاوَ اَپيد ۽ اَڇيد جي جيءَ وَستوءَ (Life-monad) کي چوراسي هزار جنم جا ڦيرا ڏيڻا ها. جيتوڻيڪ * جان ڪئلون جي پيروڪارن وانگر اُنهن جي دعوي هُئي ته چڱا ڪم نجات کي ويجهو نه ٿا آڻن، پر اُهي نجات جي طئي شده رستي تي سنگ ميل آهن. ان ۾ اهو مضمر هو ته نجات جي گهڙي ويجهو هوندي به انهن لاءِ نجات جي راهه هموار نه ٿي ڪئي. عام طرح ڌرم-اَرٿ ڪرتوت (متقي ڪم)، ويچار ۽ نيتي چڱي ڪاربه لاءِ ڦلائتا هُيا، پر اُهي اڻ- ٽر اوُسراڻ جو سڌانت (نتيجو) هيا.

ٻيا • تيرٿن ڪر هُيا، جن اِها دعوي ڪئي ته هنن رستو ڳولي لڌو آهي. 'مانوَ ڌرم شاستر' نالي ڪتاب ۾ ٻيا به ڪيئي پنٿ ٻُڌايل آهن جي پوءِ ويسر واري ڇڏيا آهن. 'ڪوسمبي' نالي مهاراشٽرا جي اديب 'ڀڳوان ٻُڌ' ۾ لکيو آهي ته اُن وقت ٻُڌ فرقي ڪانسواءِ ٻاهٺ فرقا ٻيا به ها. انهن مان ٽي وڃي رهيا. •• نگنٿ (هر بندن کان آزاد)، ناستڪ ۽ پاشنڊي (جي بنهه مُرتد هيا) اسان کي سنجي جهڙا ماڻهو به ملن ٿا جو هڪ ▼ سِنڪي هو ۽ جنهن پنهنجي پاڻ کي جاڻڻ جو هر امڪان رد ڪيو هو ۽ اهڙا ٻيا به ها جي الڳ الڳ متا رکندا ها، جي بنههماديت پرست ها يا عيش پسند ها ۽ انهن ۾ به اکٽ فرقا ها جي ذهني درهمي برهميءَ جا آئينه دار ها. مغرب ۾ اهڙو دؤر ته هن صديءَ ۾ آيو آهي جنهن ۾ ايتري ذهني آشفتگي آهي.

فلسفي ويروسينا (Virocena) جي باري ۾ غير معتبر ڪهاڻين ۾ چيو ويو آهي ته هن جو▼▼ سنديش هو ته "پنهنجي پاڻ کي ترتيءَ تي خوش رکڻو

---

* جان ڪئلوِن- John Calvin (1509ع کان 1564ع تائين) هو فرينچ دينيات جو ماهر، مصلح ۽ جديد پريسبيٽرينزم (Pressbeterianism) جو منظم ڪندڙ هو. هو پنهنجي فلسفي ۾ قضا ۽ قدر (predestination) تي زور ڏئي ٿو.

• تيرٿنڪر- جن تيرٿ ڪيا ها.

•• نوٽ، مان پانيان ٿو ته اهو لفظ نرگرنٿ (ڪنهن ڪتاب کان سواءِ آهي) جو 'ڪوسمبي' به ڪم آندو آهي.

▼ سنڪي- شڪي، ناستڪ. Sceptic ▼▼ سنديش- پيغام.

آهي. پنهنجي پاڻ تي ڌيان ڏيڻو آهي. جيڪو پاڻ کي هن ترتيءَ تي خوش رکي ٿو، پنهنجو خيال رکي ٿو، اُنهيءَ کي ٻئي جهان مِلن ٿا، هي بہ ۽ هوُ بہ. اهو پڙهي مون کي ڪازان زاڪس جو هڪ لطيفو ياد آيو:

هڪ عبادت گُذار شخص کي ڪنهن چيو، ”تون عبادت نہ ٿو ڪرين ۽ سارو وقت هِن جهان جو خيال ٿو رکين پر جي هُو جهان نڪري پيو تہ اُهو تہ تولاءِ ڇُٽو.“

ان تي اُنهيءَ شخص جواب ڏنو تہ، ”تون سارو وقت عبادت ٿو ڪرين، ۽ ٻي جهان لاءِ هي جهان ترڪ ڪري ڇڏيو اٿئي، پر جي ٻيو جهان نہ نڪتو تہ تنهنجا تہ ٻئي جهان وَيا، هي بہ ۽ هوُ بہ.“

مناظري بازيون، روح، خدا ۽ ڪائنات جي باري ۾ اَجايون، اڪٽ قياس آرايون جن ۾ اَئي مان وار ٿي ڪڍيا ويا. ڍيري ڍيري ماڻهوءَ ۾ آرِس ڳهر ۽ ڪِرپ آئيندين ويون ۽ اِن ساري ڪِتراڳ مان هنن جي دل ڪَٽي ڪري وڌائون. ماڻهوءَ کي فلسفي جو نڪ تائين ڍءُ ٿي ويو. جي اُن وقت جي همعصر تاريخ ڏسبي تہ رڳو چين ۾ ئي هڪ سؤ مڪتبہ فڪر ملندا. انهيءَ گهٽيءَ دانش وريءَ، جا انساني جذبات کان عاري هُئي، بالآخر اهو احساس ڏياريو تہ مابعدالطبيعات نہ رڳو بيڪار آهي پر مڪروه ۽ ناگوار بہ آهي. هندستاني ثقافت پنهنجي تخليقي امڪان جي خاتمي تي پهچي، ٺڪجي هڄ ٿي پئي. ’ڪوسمبي‘ تہ ان دؤر جي سنياسين جي بي لغاميءَ ۽ نفس پرستيءَ جون کي اهڙيون ڳالهيون لکيون آهن جو بي اختيار ايراني شاعر ’صحبت لاريءَ‘ جو هينئيون شعر ياد اچي ٿو وڃي:

قصهء سرگزشتِ من چيست؟ ز کُنج مدرس
خرقه بدوش آمدَ و باده پرست مي رود.

(ترجمو: منهنجي آتم ڪهاڻي ڪهڙي آهي؟ مدرسي جي ڪُنڊ مان ڪُلهي تي خرقو کڻي آيس ۽ با ده پرست ٿي وڃان ٿو.)

ان تهذيب جي خزان ۾ تمدن جي دؤر ۾ وِک وڌائڻ کان اڳ ۾ بہ ماڻهو پيدا ٿيا، جن کي ان دور جي * ’آتم- وِديا‘ ۽ ** ’سرو شپ واد‘ لاءِ ڌڪار هئي، جي ناستِڪ- مت سان ناتو رکندا ها ۽ جي ٻئي ڪتري هيا ۽

* آتم وِديا- مابعد الطبيعات  ** سَروَ شپ واد- آفاقي رجائيت

بنيادي طرح • برهمڻ ورودي هيا ۽ جن هندستاني تاريخ جي اُنهي ثقافتي دؤر جو خاتمو آندو ۽ اهي هُئا مهاوير ۽ گوتم- ٻُڌ.

اهو پوريءَ طرح معلوم ڪرڻ مشڪل آهي تہ اڄ کان 2500 سؤ سال اڳ اقتصادي، سياسي ۽ اخلاقي حالتون ڪهڙيون هيون. جڏهن جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم وجود ۾ آيا. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ جڏهن آريا اقتدار مستحڪم ٿي چڪو هو، تڏهن کان ڪافي مادي ترقي ٿي هئي ۽ پاٽلي پترا ۽ ويشاليءَ جهڙا وڏا شهر وجود ۾ آيا ها. صنعت ۽ واپار دولت جي جهرمر پيدا ڪئي هئي، جنهن انسان لاءِ فرصت مهيا ڪئي هئي ۽ فرصت ثقافت ۽ علم کي ترقي ڏني هئي. مذهب خوشحاليءَ ۾ نہ ڦهلندو آهي. اهڙي دؤر ۾ حواس تقويٰ مان جند ڇڏائي وٺندا آهن، جيئن چين ۾ ڪنفيوشس ۽ يونان ۾ پروٽاگورس (Protagoras)؛ ائين ئي مهاوير ۽ ٻُڌ هندستان ۾ پرائي مذهب جي دانشورانہ تخريب، اخلاقي تذبذب ۽ انارڪيءَ جي دؤر ۾ پيدا ٿيا ها. جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم ۾ جيتوڻيڪ انهيءَ دؤر جي اداس ماده پرستي آهي، جنهن جو جادو ٽٽي چُڪو هو، تڏهن بہ اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اُهي ڌرم اُن دؤر جي عيش پرستيءَ خلاف مذهبي رِدعمل هيا، جنهن جون رنگ رليون فرصت واري دولتمند طبقي ۾ هُيون.

اُن دؤر هندستان ۾ وڏيون رياستون ڇهہ رهيون هيون ۽ اُهي هيون ڪالنگا (هاڻوڪيءَ اوڙيسا ۾)، اونتي (هاڻوڪيءَ مالوا ۾)، سُورشاسترا ڪاٺياواڙ ۾، مُلڪا مٿينءَ گوداوريءَ تي. ان مان ظاهر هو تہ هندستان ۾ ان وقت ۾ سامراجي (مهاجني) طرز وارو نظام هو. هڪ ٻوڌي شاستر 'للت وستر' ۾ آيو آهي تہ ٻُڌ جي دؤر ۾ سورنهن رياستون هيون، جن جا صدر مهاراجا هيا. ان وقت مهاجن کي راجا چيو ويندو هو. اهي رياستون هيون:

1- انگ جا مگڌ ديس اوير بهار ۾ هئي، پوءِ ان کي فتح ڪيو ويو ۽ مگڌ ديش سان ملائي انگ مگڌ نالو رکيو ويو.
2- مگڌ ديش (ڏکڻ بِهار)
3- ڪاسي (بنارس)
4- ڪومل (اوڌ)

• برهمڻ ورودي- برهمڻ دشمن.

5- وِجي (اتر بِهار)
6- مَل (گورک پور)
7- چيتي (جمنا تي)
8- وَنس يا وَتس (الله باد)
9- ڪورو (دهلي)
10- پنچال يا پانچال (بريلي)
11- مَڇ يا مَتسيہ (جئپور)
12- سورسين يا شورسين (مترا)
13- استڪ يا اسمڪ (گودا وَري)
14- اَوَنتي (مالوا)
15- گندار يا گاندار (پشاور)
16- ڪنبوج يا ڪامبوج (ڏکڻ ڪشمير ۽ ڪافرستان)

ان ۾ سنڌ ديش جو ذڪر نہ آهي ڇو تہ هاڪڙو ندي سنڌ کي باقي هند کان ڌار ٿي ڪيو ۽ باقي هند سنڌ جي حالت کان ذري گهٽ بي خبر هئي.

انهيءَ ثقافتي ۽ سياسي ماحول ۾ مهاوير پيدا ٿيو هو.

مان ٿُبيءَ ۾ اچي وڃان ٿو. جويو، جمال ۽ پَٽي ڪنڌيءَ تان نظارو ڪن ٿا. اڪين اڳيان جين سَميءَ جا عجباڻتا مندر اُيري اچن ٿا، جي ابو پهاڙ ۽ سِراون بيلگولا (Sravan Belgola) ۾ آهن ۽ جين وچولي دؤر جي سنساري ماڻهوءَ جي اٿاهہ ڌن ۽ * ڌرمشتتا جي ساک پرن ٿا. ان دؤر جا ڪي رشي، مُني ۽ سنياسي ماڻهو بہ شاعر هوندا ها. 14 صديءَ ق - م جو هڪ برک شاعر نوچندر هو، ٻيو ** مَلي ناٿ هو، جنهن ڪاليداس جي شاعريءَ تي بهترين تبصرا لکيا ها. ڪي جين سنياسي وڏا ساهتيہ پريمي هوندا ها. ڪنهن بہ قلمي نسخي جو ترجمو، پوءِ اُهو نسخو دنيوي ئي ڇو نہ هجي، هڪ مذهبي فريضو سمجهيو ويندو هو. هندستان جي جهونن جين مَٺن ۾ اهڙا ڪيئي ڪتاب آهن، جي اڃا ڇاپيا نہ ويا آهن ۽ جي جين ڌرم جا بہ نہ آهن. خود جين ڌرم جو باني 'وردمن مهاوير' جو 540 ق-م ۾ پيدا ٿيو هو، اُهو بہ شاعر هو.

* ڌرمشتتا- دينداري ** ملي- پراڪرت ۾ هڪ خوبصورت تڙيل ہوني کي چيو ويندو آهي.

مان مهاوير ۽ جين ڌرم تي اچان، ان کان اول ھي مهاوير جا شعر لکان ٿو جي هن پنهنجي چيلي گوتم (اهو گوتم بيو ڪوئي هو، گوتم ٻُڌ نہ هو) کي ٻڌايا ها.

"جيئن هڪ پَن جو وقت گذري ٿو وڃي
۽ اُهو مرجهائجي، سُڪي ٿو وڃي.
۽ وڻ مان ڇڻي ڌرتيءَ تي ڪري ٿو،
ائين ماڻهو جو جيوَن آهي،
گوتمَ نتُ چوڪس رَهہ!"

*

"جيئن گاهہ جي پَتيءَ تي ماڪ ڦڙو
رڳو هڪ گهڙي رهي ٿو،
ائين آهي ماڻهوءَ جو جيوَن
گوتم، نِت چوڪس رهہ!"

*

"جو تہ آتما پنهنجيءَ ويسرائپ ۽ بي پرواهيءَ
جي ڪري پيڙا سهي ٿي
۽ تِہ لوڪ ۾ ڦيريون پائيندي وڃي ٿي
گوتم، نِت چوڪس رهہ!"

*

"جڏهن سرير ڍِرو ٿي وڃي ٿو ۽ وار اَڇا ٿي وَڃن ٿا،
۽ ماڻهوءَ جون پراڻ آڌاري شڪتيون پوريون ٿي وڃن ٿيون.*
تڏهن نراسائي ۾ روڳ وڇڙي وڃن ٿا ۽ ماس ڳري وڃي ٿو.
گوتم! نت چوڪس رهہ!"

*

"ان ڪري سارو موهہ تياڳي ڇڏ
۽ هڪ پَوتر ڪَمل وانگر ٿيءُ يا سَرءُ ۾ جل وانگر ٿيءُ!
هر موهہ کان آجو ٿيءُ
گوتم، نت چوڪس رہ !"

*

* پراڻ آڌاري شڪتيون – حياتيءَ جون قوتون.

"گوتم نت چؤڪس رهـا!" جي ورجاءَ ۾ جڻ هڪ جديد نظم جي خوشبو آهي. لڳي ائين ٿو تہ شاعري ابدالآباد کان آهي ۽ هر مذهب کان اڳ ۾ ئي ان جي پيڙهہ پئي آهي. هر پيغمبر کان شاعر اڳ پيدا ٿيا ها ۽ انسانذات توڙي پوري ڪائنات کي شاعريءَ جي آغوش ۾ آندو هيائون.

هڪ چوٿينءَ صديءَ جي جيني سنياسي 'پوجيہ پَد' جو ڏگمبر پنٿ (ان پنٿ جو ذڪر مان اڳتي هلي ڪندس) جو هو، انهيءَ جا شعر آهن:

* "سرير، گهر، ڌَن ۽ ڌرم پتني
** پُٽ، مِتر ۽ شترو،
اهي سڀ آتما کان بي نياز آهن.
رڳو مورک انهن کي پنهنجو سمجهن ٿا."

*

"پنڇي هر ڏس کان اچن ٿا
۽ وڻن ۾ گڏجي وسرام ڪن ٿا،
پر پرهہ ڦٽيءَ جو هرڪوئي پنهنجي واٽ وٺي ٿو،
۽ اُهي سيئي ٻئي ٻئي پار وڃن ٿا."

*

• "مرتيو منهنجي لاءِ نہ آهي، سو مان ڇو ڊپ ڪيان؟
•• روڳُ منهنجي لاءِ نہ آهي، پوءِ مان ڇو نراس ٿيان؟
مان ٻار نہ آهيان، نہ ڳڀرو آهيان ۽ نہ وري ٻُڍو آهيان،
◆ اِهي سڀ اوستائون منهنجي سرير جون آهن."

*

بار بار مون پنهنجي مورکپائيءَ ۾ ماڻيو آهي،
پنهنجي پانت پانت سرير کي ۽ انهيءَ کي ڌڪي ڌار ڪيو آهي،
هاڻي مان ڏاهو ٿيو آهيان
مان ان کِنَ ڦٽ لاءِ ڪيئن سِکان؟

*

* ڌرم پتني- زال، گهري واري
** مِتر ۽ شترو - دوست ۽ دشمن
• مرتيو - موت
•• روڳ - مرض
◆ آوَستا- حالت

* ”آتما هڪ ڳالهه آهي، جڙپدارٿ بي ڳالهه آهي
اهوئي سچ جو نِچوڙ آهي
ٻيو جو ڪجهه به چيو وڃي
رڳو پٽاڙ آهي.“

چا ٽئگور جي شاعريءَ ۾ مٿين نظم جو پڙاڏو نه آهي. مونکي ته ’گيتانجليءَ‘ جو پنو پنو ان سان گونجندو نظر اچي ٿو. دراصل ڀارت جي سوچ هڪ اکٽ زنجير وانگر آهي، جنهنجو ڪَڙو ڪَڙي سان جڙيو پيو آهي. خاص ڪري شاعري ته ان تسلسل جو حصو آهي، جنهن به اهو تسلسل ڇڳو آهي ان جي شاعريءَ ۾ اجنبيت پيدا ٿي آهي ۽ اُها قاريءَ جي روح کي گرفت ۾ آڻي نه ٿي سگهي.

جيئن مون مٿي چيو آهي، اهو مهاوير جين ڌرم جو باني هيو. جين ڌرم جيتوڻيڪ هن وقت رڳو ڀارت ۾ موجود آهي، ان کي ٻُڌ ڌرم جيترو ئي هندو ڌرم سان مٽيبيد آهي. ٻُڌڌرم وانگر، اهو هڪ ** ڌرم- ورڌ سنياسي جي • سڌانتن تي ٻڌل آهي، جنهن ڇهين صدي قبلِ مسيح ۾ ۽ پنجين صدي قبل مسيح جي شروعات ۾ ان خطي ۾ تعليم ڏني، جنهن کي هاڻي بهار ۽ اتر پرديش چيو وڃي ٿو. مان جيئن اڳي چئي چُڪو آهيان، هُن جو نالو ورڌمن مهاوير هو. هُو ٻڌ جو همعصر هو. چيو وڃي ٿو ته هو چوويهون ۽ پويون تيرٿنڪار هيو يا سِرشتيءَ جي بگاڙ وقت پويون وڏو جين ڌرم جو ••مهان اڌياپڪ هيو باقي ٽيويهه تيرٿنڪار 250 سال اڳي ٿيا ها.▼ ممڪن آهي ته اهي به تاريخي شخصيتون هجن، جن جي اڻ گهڙئيءَ سکيا کي مهاوير جنديءَ تي چاڙهي پيش ڪيو ۽ پنهنجا رَچي راس ٽيل سڌانت ڏنا ۽ انهن جي مٿن جا سارا سنياسي هن جا ▼▼ شش ٿي ويا.

مهاوير ٻڌ وانگر هڪ مهاراجا جو پٽ هو، جو گنگا جي اتر ۾ راڄ ڪندو هو. ٽيهن ورهين جي عمر ۾ گهر ڇڏي سنياسي ٿيو ۽ جنم مرن جي

---

* جڙپدارٿ، مادو (Matter) ** ڌرم ورڌ - مذهب دشمن • سڌانتن - تعليم، متن
•• مهان آڌياپڪ- عظيم استاد، اعليٰ معلم
▼ نوٽ: هندو ڏند- ڪٿا موجب پارس هر ڌاتو کي سون ۾ بدلائي سگهندو آهي جين ارٿ کي به پارس چئبو آهي. پارسانات جو پتلو پاري ننگر ۾ هيو جتان پوءِ اهو گم ٿي ويو.
▼▼ شش - مُريد - پوئلڳ.

چڪر ۽ پنرجنم مان مڪتيءَ جي ڳولها ڪيائين، جو ان سمئہ ۾ هر ڪنهن چيتن من کي اُگرو ۽ خوفائتو ٿي لڳو. ٻارهن سال هو رڻن ڪندو رهيو ڪپڙا ڏڪاري ڇڏيائين جيئن آجڪائي پائي سگهي ۽ ڌرتيءَ جا ٻنڌڻ ٽوڙي سگهي. هن گرميءَ سردي جا ڏاڪڙا سٺا، جيئن اُپڪار ۽ ڪُبڌ واري ڪَرم جو بوجو هٽائي سگهي، جو هن جي آتما تي ڳرو بار ٿي پيو هو. ڪجهہ سال هو گوسالا سان گڏ هو، (جنهن جو ذڪر مان اڳيئي ڪري چُڪو آهيان ۽ جو ٻي ڌرم ورود فرقي 'اجيوڪا' جو باني هو) پر پوءِ ٻئي سنياسي اتڪي پيا ۽ هرڪو پنهنجي منهن ويو. مهاوير تن ڪي تسا ڏيندو رهيو، جيستائين ٻائيتاليهن سالن جي عمر ۾ هن کي حق شناسي ۽ روشن دماغي ملي. هن جي پوئلڳن کي 'جين' سڏيو ويو. ٻڌ وانگر مهاوير بہ مڪتيءَ لاءِ پنهنجي سڏانت جي ڪيڪ ڪيٿي شش ڪٺا ڪيا ۽ هن جي پيُڄتِن هن کي ڪافي سنمان ۽ دان ڏنو ۽ اُهي گهٽو ڪري واپاري طبقي مان هيا. مهاوير نہ رڳو برهمچاري پيدا ڪيا پر هن بيراڳتن جا مٺ بہ ٺاهيا. هن ٽيهہ سال سڪيا ڏني ۽ هن جو موت ڄاڻي ٻُجهي بُک ڪاٽڻ ڪري ٿيو. هو ٻاهتر ورهين جي عمر ۾ پاٽنا جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ مري ويو، ڇو تہ جين متو هيو تہ ڪوئي جين جيڪڏهن ڪائي حياتي وٺي سگهي ٿو تہ اها پنهنجي وٺي سگهي ٿو.

(هائي جڏهن مان ستر ڪان ٽپي ويو آهيان تہ اهڙو موت مون کي هرڪائيندو آهي ۽ پنهنجي آزاديءَ جي پوئين اظهار وانگر لڳندو آهي. موت جي وات مان گرهہ کسي وٺڻ وڏي ڳالهہ آهي.) هن جو * ديهانت ۴۶۸ ق-م ۾ ٿيو، جيتوٽيڪ ڪي جين هن جو ديهانت انهيءَ سال ڪان سٺ سال اڳي ٻُڌائن ٿا. هو جنهن وقت مري ويو، تنهن وقت هن جا چوڏهن هزار چيلا ۽ چيليون هيون.

ڪڏهن ڪڏهن جين سنياسين پنهنجي سڪيا پنهنجي ديس ڪان ٻاهر نيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر انهن هندستان ڪان ٻاهر ڪو چڱو تاثر نہ ڇڏيو آهي. جين ڌرم رڳو هندستان جو ڌرم رهيو آهي. ٻڌ ڌرم وانگر جين ڌرم ۾ بہ فرقہ بنديون ٿيون آهن. ان جي ٻن ڌڙن ڪي ڌرمي ڪتاب الڳ الڳ آهن ۽ ماضيءَ ۾ ان جا پوئلڳ پاڻ ۾ کهرا واد وواد ڪندا رهيا آهن، پر فرقہ

* ديهانت - وفات

بنديءَ فلسفي جا جدا جدا نظريا پيش نہ ڪيا آهن، خاص ڪري ٿرواد (Tharvada) ۽ مهاينا (Mahayana). ٻوڌي فلسفن ۾ جيترا اختلاف ٿيا آهن، اوترا جين ڌرم ۾ نہ ٿيا آهن. جين ڌرم جي ٻنهي ڌڙن جي سکيا ساڳي آهي، جا ان ڳالهہ ڪي ثابتي آهي تہ ٻئي پراچين آهن ۽ مهاوير تائين پهچن تا ۽ انهن ۾ پويون تبديليون نهايت ٿوريون ۽ خسيس آيون آهن. وچولي دور جي جين فلسفين پنهنجي بچاوَ ۾ وڏي جدلياتي مهارت کان ڪم ورتو، پر ان جا بنيادي متا ساڳيا رهيا. ان باري ۾ تہ اختلاف ۽ شڪ شبو آهي تہ ٻڌ جي اصل تعليم ڪهڙي هئي، پر مهاوير جي جين فرقي لاءِ پيغام ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي.

ڪنهن وقت جين ڌرم ڪي مها ٻَلي راجائن جي هٿي هئي ۽ هندستان جي ڪجهہ حصن جو تہ رياستي ڌرم ٿي اهو هو. انهيءَ جي اهميت وچئين دؤر جي هندو ڀڳتي تحريڪ گهٽائي ڇڏي، پر ٻُڌ ڌرم وانگر اُن * ايشور وادي يا آستڪيہ واد سمجهوتو نہ ڪيو ۽ پوءِ بہ اُهو پنهنجيءَ جنم ڀوميءَ ۾ بچي ويو. ٻڌ ڌرم جو دارومدار اڪيچار ڏن وارن مَنن تي هوندو هو، جيڪي مسلمانن ڪاهون ڪري تباه ڪري ڇڏيا، پر جين ڌرم ڪي باضابطي سنساري ماڻهن جا ٽولا هوندا هئا، جي پنهنجي سنياسين جي شيوا ڪندا ها ۽ انهن جو پنهنجي ڌرم ۾ پڪو ويساهہ هوندو هو. انهن سنساري ماڻهن جين ڌرم ڪي اڄ تائين جيئرو رکيو آهي. گهڻا جين گجرات ۽ راجستان ۾ آهن، جتي شِوَ تمبر فرقي جي گهڻائي آهي ۽ ميسور ۾ وري ڏگمبر فرقي جو صدر مڪان آهي.

فرقي بندي فقط ان اختلاف ڪري آهي تہ جين سنياسي ڪپڙا پائن يا نہ. چيو ويو آهي تہ اها فرقہ بندي ٽين صدي ق-م ۾ ٿي، جڏهن ** مها ڪال پيو هو ۽ ڪجهہ سنياسي پنهنجي ● ڪُڪرمي سَمَہ کان بچي دکن هليا ويا ها ۽ جڏهن موٽي آيا تہ اتي پنهنجن ٻين ڌرم وارن ڪي ڀهراڻ ڀيل ٽٽائون. ٻئي فرقا اها ڳالهہ مڃن ٿا تہ هڪ سنياسيءَ جو آدرش تہ اِهوئي آهي تہ هو اگهاڙو رهي پر سوتمبر (اڇو ڪپڙو ڀهريل) چون ٿا تہ پنهنجي دؤر جي بداخلاقيءَ سبب ننگائي چڱي نہ آهي ۽ ڏگمبر (آڪاشُ ڀهريل) چون ٿا تہ هڪ جين سنياسيءَ لاءِ بنهہ ننگي پٽو نيڪ آهي جيتوڻيڪ ڪجهہ صدين کان انهن بہ خلق ۾ ڀهراڻ پائڻ شروع ڪيا آهن. ڪجهہ ٻين ڳالهين تي بہ ٻنهي فرقن جا

---

* ايشور واد- وحدانيت ** مهاڪال - وڏو ڏڪر

● ڪُڪرمي - خراب، ڪمبخت

اختلاف آهن، پر انهن ۾ ڪائي بنيادي ڳالهہ نہ آهي.

مهاوير ۽ ٻُڌ جي سَمٽہ جا اهي اَدياپڪ هٿا جي * درد- آچاري بہ ها، انهن جو مول مقصد جنم- مَرن جي چڪر مان ** موڪش هو ۽ انهن • تَتوگيان جا يا ڏَڪ گهٽ تَتوگيان جي •• مانسڪ سڪيا لاءِ عملائتا ▼ نياءِ شاستر ٺاهيا ها. اهڙا نظرياتي، اُهي اصول ۽ قدرت جا بنيادي قانون سيکارڻ تا جي بحيرهءِ روم واري دنيا ۾ ساڳي وقت رائج هيا ۽ يوناني فلسفي ۾ اسان کي ڪافي هندستاني جوڙميل ملي ٿو. هيروڊوٽس جو اهو بنيادي نظريو هيو تہ شيون مستقل طغياني (وهڪ) ۾ آهن پر هيروڊوٽس جي برعڪس ٻڌ ڌرم ان مان اهو نتيجو ڪڍيو تہ انسان آواگون (تناسخ) جي ڪري سارا ڏک ٿي سٺا ۽ سرشٽيءَ (ڪائنات) تي اُهو ٽِڪاءُ (پائداري) ٿي مڙهيو وَيو جو اُن ۾ ڪونہ هو، جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم ذهني ۽ روحاني تعليم لاءِ هڪ تفصيلي نظام ٺاهيو هو، جيئن جنم جنم جي ڏکي چڪر جو انت اچي وڃي.

جي ٻڌ ڌرم جون چوٽيون نفسياتي آهن تہ جين ڌرم جون جسماني آهن. ڪنهن ڪنهن جين ڌرم جو اهو مول متو رهيو آهي تہ ماڻهوءَ جي آتما جڙيدارٿ ۾ وچڙيل آهي. مڪتي تڏهن ملندي جڏهن آتما جڙيدارٿ ڪان جدا ٿيندي ۽ تڏهن ئي ان کي اننت تائين آنند پراپت ٿيندو. اها ڳالهہ هندو مڪتبہِ فڪر سانکيہ وانگر آهي. ممڪن آهي تہ جين ڌرم ۽ سانکيہ مت جو بنياد ساڳيو هو ۽ ٻنهي مادي سان جيئريءَ چرپر جي نسبت ڏيکاري هئي. جيتوڻيڪ جين ڌرم جي اڪثر مَتن ۾ ▼▼ آتي سوڪيمتا آهي پر انهن سڀني تي جين ڌرم جي پراچين ورثي جو اثر ظاهر آهي. اهي هندي فلسفي جي ارتقا ۾ اهو دؤر واضح ڪن ٿا، جڏهن ڪا شيءِ نهري مادي ڪان الڳ سوچي بہ نہ ٿي وٺي ۽ هر شيءِ جنهن ۾ ڪجهہ ترتيب هئي، ان کي زنده ٿي سمجهيو ويو. ان ڪري هڪ جين لاءِ آتما جا جيوُ سمجهي ٿي وٺي، محدود هئي ۽ ان کي ڦيرائتي تور ۽ ماپ هئي. ٻيو تہ پراچين ويچارن جين ڌرم ۾ اهو ويساهہ آندو هو تہ سڀني شين ۾ ساهہ آهي. نہ رڳو ديوتائون، دئيت، ماڻهو، ڍور ۽ جيت

---

* درد- آچاري، دين تي پڪا

** موڪش- نجات

• تَتوگيان- فلسفو

•• مانسڪ- نفسياتي

▼ نياءِ شاستر- نظام، ربط ضبط، سَتاءُ

▼▼ آتي سوڪيمتا- گهري موشگافي يا نڪتہ پردازي

جٿيا ساهه وارا ها، پر وڻ ٻوٽا، مٽي، پٿر ۽ هر شيءِ جا ذرتيءَ مان ابري ۽ اُسري هئي، ندیون، نياڻ، سمنڊ، مينهن ڦڙيون، جِيون، پن پِن باهيون، ٻخار ۽ هوائون سيني کي ساهه هو. اِن طرح ساريءَ ڪائنات کي زندگي هئي. هوا جي هر جهونڪي ۾، مٽيءَ جي هر لپ ۾ آتمائون بنديائيون هيون. جڏهن ٻه تيلي ٻاري وڃي ٿي ته آگ ڀڙڪي اُٿي ٿي، جنهن جي آتما منش جو روپ ڌاري سگهي ٿي ۽ جڏهن تيلي وسامي وڃي ٿي ته اها وسري وڃي ٿي. (اهو سوچي مونکي پيٽراٽول (Peter O'Tool) جي 'لارينس آف عربيا' ۾ زندگيءَ جي تيليءَ سان تشبيهه ياد آئي. هُن هڪ تيلي ٻاري، اُن کي ڦوڪ ڏئي وسائي ڇڏيو هو. اِئين هئي انساني زندگي ۽ ان جو انت.

جيئن مت ۾ راهه تي پيل هر پٿر ڪنهن نه ڪنهن آتما جو بندي خانو آهي، جنهن ۾ اُها چُپ چاپ دک سهي رهي آهي ۽ ان پيڙا کان ڀڄي نه ٿي سگهي، جا ان کي لتاڙي رهي آهي ۽ اُها پيڙا ۾ رڙ ڪري نه ٿي سگهي. جنم وٺي آتما پنهنجي * پراڇين پوترتا وڃائي ٿي ڇڏي ۽ جڙيدارٿ سان ڇُهڻي اُها وڌيڪ دک سهي ٿي ۽ اها پيڙا وڌندي ٿي وڃي جيئن اها جمڻ مرڻ جي چڪر هيٺ ٿي اچي. جمڻ مرڻ جي ٻي انت چڪر ۾ ۽ پنرجنم ۾، آواگون ۾، آتما جو دک اَسهه ۽ اکٽ آهي.

"جيئن ڪوڙڪيءَ ۾ بيوس هرڻي جهپا پائي ٿي، تيئن مان اڙجي، جڪڙجي، سوگهو ٿي، ماري مات ڪيو ويو آهيان."

"هڪ مڇيءَ وانگر مان ڪُنڍيءَ ۾ يا ڄار ۾ اڻ-ڳڻت ڀيرا ڦاسي ويو آهيان، اڻ ڳڻت ڀيرا مونکي ماريو ويو آهي، ڇِليو ويو آهي، ڀيراڪيو ڪيو آهي ۽ پِتو، ڪليون ڪيون ويون آهن."

(نوٽ: هي پڙهي مونکي شاهه حسين جي سٽ: 'مڇي وانگيان مئن پئي تڙفان' ياد ٿي اچي)

"هڪ پکيءَ وانگر، مون کي ** سيچاڻن جهڙپ ڏئي جهٽيو آهي، يا مان • ڊيٻيءَ ۾ ڦاسايو ويو آهيان يا •• لاسَ ۾ جهلجي ويو آهيان."

"وڻ وانگر مون کي ڪهاڙن ۽ واهولن سان وادن اڻ ڳڻت ڀيرا وڍيو

---

* پراڇين پوترتا- قديم پاڪيزگي ** سيچاڻا- باز

• ڊٻي- پاٿيءَ جي پکي ڦاسائڻ جو هڪ طريقو •• لاس- پکيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڪاٺي لِڳ لِڳدار چيز

آهي، مون کي ڪيرايو ويو آهي، منهنجا چوڏا لاٿا ويا آهن، مون کي مُچيو ويو آهي ۽ تختن ۾ چيريو ويو آهي.“

”لوهارَ مونکي اڻ ڳڻت پيرا مترڪن سان ڪُٽيو آهي ۽ چمٽن ۾ جهليو آهي. مون کي ڪٽيو ويو آهي، ٺوڪيو ويو آهي، ٽُڪر ڪيو ويو آهي ۽ رواتيءَ سان رهڙيو ويو آهي.“

”مون هر جيون ۾ ڏک سٺو آهي. اهڙي پيڙا جنهن کي پل لاءِ به وسرام نه مليو آهي.“ (اُتر ڏيان سُتر)

ايئن ٿو لڳي ته ٻوڌين ڪان وڌيڪ جينين لاءِ هي سرشٽي ساري پيڙا ۽ ڏک آهي ۽ ان جون سک جون ڪجهه گهڙيون جيوت جي ڏهڪاوَ مٽائڻ لاءِ ڪافي نه آهن. ’ڪوهه ۾ ماڻهو‘ واري مشهور ڏندڪٿا آهي ۽ اُها ٿورڙي ڦيرگهير سان دنيا جي عظيم روسي اديب ٽالسٽاءِ تبديل ڪري ڏني آهي اُها آءُ ڪيئي سال اڳ سچل سرمست واري ميلي ۾ تقرير ڪندي، ٽالسٽاءِ جي نالي سان منسوب ڪئي هئي:

”هڪ مسافر هڪ گهاٽي جهنگ مان وڃي رهيو هو، جڏهن هو هڪ مست هاٿيءَ جي آڏو اچي ويو، جنهن هن کي ڏسي پنهنجي سونڊ مٿي ڪئي. جيئن مسافر ڀڄڻ جي ڪئي تيئن ٻئي پاسي کان هن جي سامهون هڪ ڏائڻ آئي، جنهن کي ننگي تلوار هٿ ۾ هئي ۽ اُها هن جو رستو روڪي بيٺي. رستي تي ڊگهو وڻ هيو، جنهن ڏانهن هو اِنهيءَ اميد سان ڀڳو ته اُن جي ڏارن تي هُن کي پناهه ملي ويندي پر هن جو پير ڏار تان ترڪي ويو. هن جي پناهه لاءِ هاٿي وڻ جي ٿڙ پرسان هڪ جهونو کوهه رهيو، جنهن ۾ گاهه ۽ ٻوڙا هيا، انهيءَ ۾ هن ٽپو ڏنو. جيئن هو ڪريو ته هن جو ڪجهه ٻوڙن ۾ هٿ پئجي ويو، جي کوهه جي پٽ ۾ اُيريا ها ۽ کوهه جي تري ۽ مُنهن جي وچ تي هيا. جڏهن هن هيٺ ڏٺو ته هن کي پاڻي نظر نه آيو پر اتي ٽانگ ڦڪاري رهيا ها. انهن جي وچ ۾ هڪ اجگر هيو، جنهن ان لاءِ وات ڦاڙيو هو ته جيئن ئي هو ڪِري تيئن هن کي جهٽي وٺي. جڏهن هُن مُنهن مٿي ڪيو ته هُن ٻه ڪوئا ڏٺا جن مان هڪ ڪارو ۽ هڪ اڇو هو، جي ٻوڙن جي جَڙ ڪاٽي رهيا ها. ان وچ ۾ جهنگلي هاٿي کوهه ڏانهن ڀڄندو آيو ۽ ان ڳالهه تي غصي ۾ اچي ته شڪار هن جي هٿان نڪري ويو هو، وڻ کي ٽونا هڻڻ شروع ڪيائين. ڏوڻ سبب

ماڪيءَ جو هڪ مانارو ڪري پيو، جو وڻ جي ٽاريءَ ۾ لڙڪي رهيو هو ۽ انهيءَ مسافر جي مٿان اچي ڪريو، جو ايترو جوکائتو لڙڪي رهيو هو. چيڙيل ماڪيءَ جون مکيون هُن جي مٿي کي پون پون ڪري وچڙي ويون ۽ ڏنگ هڻي سُڄائي وڌائون. ايتري ۾ ماڪيءَ جو هڪ ڦڙو هن جي پرنوَ تي اچي ڪريو ۽ جڻ هن جي مُنهن تي بانبڙا پائي لٿو ۽ سندس چپن تائين پهتو. اوچتو هن ۾ چاهنا پيدا ٿي تہ جيڪر هڪ بيو ماڪيءَ جو ڦڙو بہ چکي ڏسي.

هن ڪهاڻيءَ جو مول مقصد چٽو آهي. ان ۾ انهيءَ هر يُڳ ڌر جو مثال موجود آهي جو مسافر کي پيش اچي ٿو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ مسافر آتما آهي ۽ هن جو جهنگ مان سفر سنسار مان سفر آهي. هاٿي موت جي علامت آهي، ڏائڻ ٻڍاپو آهي. وڻ موڪش جي نشاني آهي، جنهن تي عام ماڻهو چڙهي نٿو سگهي. کوهہ ماڻهوءَ جو جيون آهي، نانگ موهہ آهي ۽ اجگر نرڳ آهي. ٻوڙا ماڻهوءَ جي حصي ۾ ڪجهہ عرصو آهن ۽ ڪارو اڇو ڪوئو مهيني جو سُهائو ۽ اونداهو پک آهن. ماڪيءَ جون مکيون بيماريءَ جي علامت آهن ۽ ماڪي جيون جي ڀوڳ ولاس جي نشاني آهي. ماڻهوءَ ماڪيءَ جا بہ ٽي ڦڙا چٽي سگهي يا نہ، انت ڪوئا پنهنجو ڪم ڪري ويندا ۽ ماڻهو اجگر جي وات ۾ وڃي ڪرندو. ڇو تہ نرڳ جو اجگر هُن کي جلدي يا دير سان اوکي ڪيندو ۽ وري سنسار جي جهنگ ڏانهن موٽائيندو، جيئن هو بار بار ساڳي يُڳ ڌر مان گذري. هر ويچار، ٻول ڪاريہ جڙيدارت کي هو نئين ريل ڇيل ڏني ٿو ۽ پاڻيهي اوجل آتما کي ڌنڌلائي ڇڏي ٿو. آتما جڏهن پنهنجي چوڏي ۽ ڇِل کان آجي آهي تڏهن اُها چانڻهار آهي ۽ مغربي فلسفي * ليبنز جي اَيڪ اَڇيد وستو (Monad) وانگر هن سرشٽيءَ جو اولڙو آهي. جا شيءِ آتما کي ويڙهي وڃي ٿي، اُها عام قسم جو جڙيدارت (مادو) نہ آهي، پر اُهو سوکيم جڙيدارت آهي، جنهن کي جيئن ترم ۾ ڪَرم چيو وڃي ٿو.

ڪرم جو جيئن مَتو پراچين ناستڪ واد مان ورتل آهي ۽ جو ڪجهہ بي ڪنهن ترم ۾ سرشٽيءَ جو آٽل نيم آهي، اُهو جيئن ترم ۾ جڙيدارت جهڙو سمجهيو وڃي ٿو. آواگون جو چڪر پاڻيهي هلندڙ آهي ۽ ڪنهن بہ • الوڪڪ دست اندازيءَ جي ضرورت نہ آهي. •• آپ سوارٿي، ويسريا ۽ ڪنور▼ ڪاريہ

* ليبنز (Leibniz)، 1746ع کان 1716ع تائين. جرمن فلسفي ۽ رياضي دان.

• الوڪڪ- ڪرامتي، خدائي •• آپ سوارٿي- خود غرض ▼ ڪاريہ- ڪم، عمل

ڪي، ڳري ڪَرمَ جي ريل ڇيل ۾ اڙائن ٿا. جا اُن ماڻهوءَ لاءِ وڏي ڏک جو ڪارڻ ٿئي ٿي جو ان ۾ ڦاسي وڃي ٿو. ڪَرمَ جو چڱي ڪاريہ مان حاصل ٿئي ٿو، اهو جهٽ ۾ وِنُرُ جي وڃي ٿو ۽ ان جا گنيير اثر نہ آهن. بيو جا پيڙا پاڻ تي ڪنئي ٿي وڃي، اُها اڳيئي ڪئي تيل ڪَرمَ کي تيڙي پڪيڙي يا ڏُف ڪري ڇڏي ٿي. موڪش پائڻ لاءِ آتما کي هر جڙپدارٿ کان آجو ٿيڻ گهرجي ۽ ان ڪانپوءِ اها پنهنجي سوڪميتا سبب سرشٽيءَ جي چوٽ تي رسي ٿي ۽ اُتي سدائين آنند ۾ رهي ٿي.

مهاوير جهڙن مهاپُرشن جي آتما تہ سرير ۾ رهي بہ اهڙي سوڪيمتا پائي سگهي ٿي. اُهي هڪ آجڪائيءَ پاتل آتما وارو آنند ۽ * سروگيان پائن ٿا. پر پو بہ ڪافي ڪَرمَ پاڇي رهجي وڃي ٿو. جڏهن اهو تپسيا ۽ اُپواس سان ٽڪجي چور ٿئي ٿو، تڏهن انهيءَ جو ننگ ٽڙنگ آتمائون آڪٽ شانتيءَ جي راجڌانيءَ ۾ پهچن ٿيون ۽ ديوتائن کي پنتي ڇڏي وڃن ٿيون. مُڪتيءَ لاءِ ماڻهوءَ کي سخت تپسيا ڪرڻي پوي ٿي.

جيڪڏهن ڪنهن ڪيڙي ماڪوڙي تي پير اچي وڃي تہ اُن جو آتما تي برو اثر ٿئي ٿو. ڪنهن کي جيترو بہ گهٽ ۾ گهٽ ڏک رسائجي اهو چڱو آهي. اپتريءَ حد تائين جو باهہ ۽ پاڻيءَ سان برو ورتاءُ نہ ڪجي. هڪ جين کي بنهہ پاڇي خور ٿيڻ گهرجي. هن کي هاري نہ ٿيڻ گهرجي ڇو تہ هر ڏيڻ سان ڪيترن ئي ساهوارن کي ڏک رسائي سگهجي ٿو. اهو بهتر آهي تہ هوُ چانور بہ اُهي کائي جي بي ڪنهن پوکيا هجن، ڇو تہ پوکي ڪنڊڙ تي ئي ٻوٽن، ڪيڙن ماڪوڙن ۽ ٽرتيءَ کي ڪيڙڻ جو بوجهہ پوندو. لوهر جي سنداڻ تي لوهہ کي پيڙا ملي ٿي. واڍو جڏهن ڪاٺ چيري ٿو تہ اُهو ان کي پيڙا ڏئي ٿو. جين لاءِ سڀ کان وڌيڪ اجوکو پورهيو واپار آهي. هڪ عام جين ماڻهوءَ کان ** ارهنت جي زندگي وڌيڪ ڏکي آهي. هن کي ڪنهن بہ رستي تي بهاريءَ کان سواءِ نہ گهمڻ گهرجي جيئن هو نرمائيءَ سان جيتن جٿين کي پري ڪري سگهي. هن کي اوندهہ ۾ گهمڻ نہ گهرجي، جيئن اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪنهن کي چيتاڙي نہ ڇڏي. هن جي منهن تي ڪپڙو هجڻ گهرجي جيئن ان مان هوا ڪَپر ڇاڻ ٿي وڃي ۽ جيتُ جٿيو هن جي وات ۾ نہ هليو وڃي. پاڻي بہ ڇاڻي

---

* سَروگيان- همہ داني ** ارهنت - جين ساڌو

پيئڻ گهرجي، جيئن ڪنهن جيت کي چوٽ نہ اچي. هن کي باهہ نہ ٻارڻ گهرجي ۽ نہ وسائڻ گهرجي. هن جي وهنجڻ سهنجڻ تي بندش آهي ڇو تہ ائين ڪرڻ سان هُو نہ رڳو پاڻيءَ کي پر ان ۾ رهندڙ ساهوارن کي بہ ڏک رسائي ٿو. ڪنهن بہ * مَٺ ۾ ٻتيون ڪم نہ اڻڻ گهرجن، ڇو تہ آگ ۾ ڪجهہ جيوَ آهن ۽ اُن تي پتنگا ۽ ٻيا جيوَ اڏامي اچن ٿا. هن کي سارا اونداها پهر انتر ٿيان يا ننڊ ۾ گذارڻ گهرجن. جين مَرن وِرت (موت تائين روزو) بہ رکي سگهن ٿا. ڪيئي سنياسي جڏهن پوڙها ٿيا ها ۽ انهن جي صحت جواب ڏئي بيٺي تڏهن انهن آپگهات ڪيو هو. جين ڌرم جي اهڙي پڪي سيڪٽ ٿِي ان جي اڄ تائين بچي پوڻ جو ڪارڻ آهي.

اڳئين پيري جڏهن مان بمبئي ويو هوس تہ مشهور سنڌي ليکڪ نند جويري مونکي ڪجهہ جين مندر ڏيکارڻ چاهيا ها، پر مونکي جين ڌرم جي باري ۾ ڪافي معلومات هئي ۽ گوڏن ۾ بہ ڏاڍو سور هيو، ان ڪري مان هُن جي آڇ مان فائدو وٺي نہ سگهيس. ٻاهران جين ڌرم هندو ڌرم کي ڪجهہ اپنايو آهي.هاڻي جين ڌرم وارا هندو ديوتائن جي پوڄا پاٺ ڪن ٿا ۽ برهمڻ کي مرڻي پرڻي جي رسمن لاءِ گهرائن ٿا. پر جين ڌرم هڪ الڳ ڌرم آهي، جنهن جي وڏيڪ تفصيل ۾ مان هتي وڃڻ نٿو چاهيان. جين ڌرم آستڪ واد سان ڪو ناهہ نہ ڪيو آهي ۽ اُهو اچا ** سداچار ۽ • آتمڪ اُنتيءَ جو ڌرم آهي، جين ڌرم وارن سِرشٽيءَ جي باري ۾ پنهنجي سوچ ڏني آهي جا دلچسپيءَ کان خالي نہ آهي. ان ۾ مول ڳالهہ اِها آهي تہ ڪنهن بہ رِٿ يا ٺهراءَ جو سچ ان نڪتہءِ نظر سان نسبتي آهي، جنهن مان اهو نڪتو آهن. هن سرشٽيءَ جي رٿا ۽ •• جوار ڀاٽا ▼ سَروَ يومڪ نڪتہءِ نظر کان نبيريل يا اڳ مقرر ڪيل آهي. پر هڪ شخص جي نڪتہءِ نظر کان هن کي پنهنجيءَ نجات لاءِ ڪوشش جي آزادي آهي. (اشتراڪي دهريا بہ ساڳي ڳالهہ ٿا ڪن. مُنهنجي پنهنجي خيال ۾ انسان پنهنجي اعمال ۾ آزاد نہ آهي ۽ هن لاءِ خدا هر ڳالهہ مهد کان لحد تائين طئي ڪري ڇڏي آهي. هو فقط هڪ اداڪار آهي، جنهن جا قول ۽ عمل اڳ

---

* مَٺ- خانقاہ
** سداچار- اخلاق
• آتمڪ اُنتي- روحاني بهتري
•• جوارڀاٽا- مَدو جزر، ويرَ اَلرُ
▼ سرويومڪ- ڪائنات جو، آفاقي

ٿي لوحِ محفوظ ۾ آهن ۽ مان علامہ اقبال سان ان ڳالهہ تي متفق نہ آهيان تہ ’ نگاهه مرد مومن سے بدل جاتي هيں تقديرين‘ تقدير اڻ ٽر آهي، اَمٽ آهي، ان کي ڪوئي دڳ ڪُڏڳ لائي نہ ٿو سگهي ڇو تہ ان جي ڪاتبِ اها واضح طور لکي آهي ۽ اُن ۾ ڦيرگهير جي گنجائش نہ ڇڏي آهي. ماڻهو وس بہ اهو ڪندو جو هن جي تقدير ۾ هوندو) جين ڌرم موجب اختيار ۽ جبر ٻئي نسبتي طور سچا آهن ۽ فقط اُهو روح جنهن کي پوري نجات ملي وڃي ٿي ۽ جو ساري زمان ۽ مڪان کي شعور جي دائري ۾ آڻي نظر وجهي ٿو، اهوئي سچو ۽ مطلق سچ ڄاڻي سگهي ٿو. فلسفي ۾ جبر ۽ اختيار جي مسئلي تي صدين کان وٺي اڄ تائين اختلاف آهن.

جڏهن مان ’شاه، سچل ۽ سامي ڪانفرنس‘ لاءِ بمبئي ويو هوس تڏهن مان ان ديس جا گوناگون پهلو ڇنڊي ڇاڻي ڏٺا ها. اُتي مونکي معلوم ٿيو هو تہ اڃا تائين ڀارت ۾ ويهہ لک جين آهن ۽ اهي بہ هزار سال زنده رهيا آهن ۽ ٻن فرقن، سوتمبرن ۽ ڏگمبرن ۾ ورهايل آهن. پر انهن ۾ ٽيون فرقو بہ شامل ٿي ويو آهي، جنهن کي ستانڪ واسي چيو وڃي ٿو ۽ سترهين صديءَ ۾ سوتمبر فرقي مان گجرات ۾ پيدا ٿيو هو. اهو فرقو ديويون، ديوتا بلڪل رد ڪري ٿو ۽ هندو ڌرم جي اثر سان ٽڪر کائي ٿو. مهاتما گانڌيءَ پنهنجي اهنسا جو متو جين ڌرم تان ورتو هو. هُو ڪاٺياواڙ ۾ ڄايو هو، جتي جين ڌرم ڪافي مضبوط آهي. هو جين سنياسين کان ڪافي متاثر ٿيو هو، جن سان جوانيءَ ۾ مليو هو. هو خاص ڪري اڻويهين صديءَ جي هڪ جين سنياسي رائچند ڀائيءَ جا ڳڻ ڳائيندو هو ۽ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ هن جو نهايت عقيدت سان ذڪر ڪيو اٿائين.

مون آلبرٽ شوائيٽزر جي زندگيءَ ۾ ڪٿي پڙهيو تہ هُن پنهنجو ’زندگيءَ جي احترام، (Reverance for life) جو مَتو بہ جين ڌرم جي اثر هيٺ اختيار ڪيو هيو. اها ٻي ڳالهہ هئي تہ ٽيسٽائين اهڙي فقري جي تلاش ۾ رهيو هو، جو هن کي زندگيءَ جو راز سمجهائي سگهي، جيسٽائين هن ڀائيءَ ۾ دريائي گينڊن جو ڌڻ ڏٺو هو. پر اها ڳالهہ جين مذهب جي مطالعي کان پوءِ هن جي تحت الشعور ۾ ڇُپي وٺي هئي ۽ اوچتو مٿي ذڪر ڪيل واقعي مهل هن جي شعور ۾ آئي هئي.

جنهن وقت مان جمال، ابراهيم ۽ رشيد سان ڀاري نگر ۽ ويرا واهہ ويو

هوس، ان وقت منهنجي جين ڌرم جي ڄاڻ ايتري گهڻي بہ نہ هئي. هينئر مون چاهيو ٿي تہ جين ڌرم سان گڏوگڏ ٻڌ ڌرم تي بہ لکان ڇو تہ هائڪوءَ کي * زين مت جو بنياد آهي ۽ مون سنڌيءَ ۾ ڪيئي هائڪو لکيا آهن، پر مان ٻڌ ڌرم جو ذڪر پنهنجي ٽئڪسلا جي سفر وقت ڪندس، هتي ڪندس تہ پڙهندڙ کي فلسفي جون موشگافيون ٿڪائي وجهنديون. دراصل ٻُڌ مت مون کي ڪازان زاڪس کان بہ وڌيڪ متاثر ڪيو آهي. مون هن جي آتم ڪهاڻي پڙهي سوچيو هو تہ هو ٻوڌي ڇو نہ ٿيو؟ شايد يسوع ۽ سينٽ فرانسز آف اسيسيءَ جي پيڙا هن کي ايترو متاثر ڪيو هو، جو هن کان ٻُڌ مت جون ساريون ٽپسيائون وِسري ويون هيون. رجنيش جي بہ ڪيترن ئي آڊيو ڪئسيٽن ۾ ٻُڌ ۽ مهاوير جو ذڪر نهايت عقيدت سان ڪيو ويو آهي، جي مان سُمهڻ کان اڳ ٻڌندو آهيان تہ مون تي 'وليم فائيو' جو اثر ڪندا آهن. هاڻي مان پيرائتو ٿر جو سفر ٿو لکان.

ڪنهن ڪتاب ۾ مون سر رچرڊ اسٽيل جو قول پڙهيو هو:

** "ڇڪَ ڦيٽي گاڏي اسان کي اڻ ڄاڻائيءَ سان ان طرح ڪِچ ڪري سَٽيو هو، جو اسان کي پاڻ ۾ ڪائي واقفيت ٿي نظر آئي."

اهو قول مونکي تڏهن ياد تڏهن آيو جڏهن مچر مار کاتي (Malaria Eradication Department) واري ڊاڪٽر وڳڻ جون بہ گاڏيون، جي کاتي کي ڪئناڊا مان امداد ۾ مليون هيون، ٿر جي سفر لاءِ اسان جي ٻلي رکيون ويون. ڊاڪٽر وڳڻ جمال جو دوست هو ۽ پنهنجي کاتي جي ڪم ڪار لاءِ پنهنجي عملي کي انهن گاڏين ۾ ساري ٿر موڪليندو هو. اهي گاڏيون نهايت ئي مضبوط هيون ۽ واري‌اسي ۾ سفر لاءِ ناهيون ويون هيون. عدالتن کي جون ۽ جولاءِ ۾ وئڪيشن هوندي هئي ۽ مان گهڻو ڪري سنڌ جا سفر ڪندو رهندو هوس. ناتال ۾ بہ عدالتون بند هونديون هيون تہ ٻاهر نڪري ويندو هوس.1963ع ۾ مان ۽ رشيد ڀٽي هندستان جو ڪافي ڊگهو ڪيو هو، جنهنجي باري ۾ پوءِ لکندس ڇو تہ پهريائين مان جمال سان گڏ ڪيل سفر جي باري ۾ لکڻ ٿو چاهيان.

* زين مت - جپان ۾ ٻڌ ڌرم جو نانءُ آهي.

** "The Coach Jumbled us insensibly into some sort of familiarity"
Sir Richard Steelo (1672 to 1739)

مونکي ياد ٿي آيو تہ جڏهن مان ننڍو هوندو هوس تہ زرينا جي پيءُ خانصاحب حسين بخش سان گڏجي پنهنجي زمين تي ويندو هوس. منهنجي پيءُ جو انتقال ٿيو هو جڏهن مان پهرين درجي انگريزيءَ جو امتحان ڏنو هو. هن جي انتقال کان پوءِ خان صاحب حسين بخش، جو رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر هوندو هو (ان زماني ۾ گهڻو ڪري ڪليڪٽر انگريز هوندا ها) ۽ منهنجي پيءُ جو سؤٽيءَ سوٽ بہ هيو. اسان جي سنڀار رکندو هو ۽ منهنجي پيءُ کان ورثي ۾ آيل ٻنيءَ جو زميندار جي حيثيت ۾ خيال رکندو هو، ٻٽئي ڪٽندو هو ۽ ان مان اُپت جو حساب ڪتاب رکي، اسان کي ماهوار خرچ ڏيندو هو. هو جڏهن اسان جي ٻنيءَ تي هلندو هو تہ شڪارپور ۾ لکيدر تان هڪ ڇڪڙو ڀاڙي تي وٺندو هو، جنهن ۾ پنهنجي نوڪري واري دڙو جو ڪوئي ايراني قالين وڇائيندو هو، پرسان پاڻيءَ جي گهگهي ۽ بلغاري حقو رکندو هو ۽ طول وهاڻي تي ٽيڪ ڏئي، هو مون سان ۽ ڪنهن نوڪر سان گڏجي اِن ڇَڪڙي تي هلندو هو جو بہ ٽانڊ ڪاهيندا ها. اسان جي ڀاڙي ۾ هڪ بہ موٽر هئي ۽ جي خانصاحب چاهي ها تہ هو اُها بہ هٿ ڪري سگهي ها، پر شڪارپور کان بہ ڪوهہ پري لوبا ديهہ ڏانهن ويندڙ ڪِڙ ٻِڙ رستو، جتي اسان جي زمين هئي، ڪار جي سفر لاءِ سازگار نہ هو. مان ان ديهہ جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب 'جڳ مڙيوئي سپنو' ۾ احوال لکيو آهي، جڏهن ڪجهہ سال پوءِ اتي پنهنجي ڪمدار سان ويو هوس. ڇڪڙي ۾ جا سوڙهہ سڪوڙ هوندي هئي، سا مونکي اهي ميرُ مار ڪاتي جون گاڏيون ڏسي ۽ رستي ويندڙ لاريون ڏسي، جن کي ٿر ۾ ڪيڪڙا يا بيزرٽ ڪوچ چيو ويندو آهي، مون کي رچرڊ اسٽيل جو قول ياد آيو هو.

هڪ گاڏيءَ ۾ مان جمال، ابراهيم، رشيد، هڪ چانگ ڇوڪرو جو غالباً ڪاتي ۾ ملازم نہ هو ۽ ٻيو هڪ ڪاتي جو آفيسر گڏ هو. جنهن اسان سان صاف سنڌي ڳالهائي پٺي پر پوءِ معلوم ٿيو هو تہ هُو پراڻو سيٽلر هو ۽ سنڌي ٿي ويو هو. اها خبر اسان کي تڏهن پئي جڏهن سفر پورو ڪري ميرپورخاص موٽي آياسين. ڪاتي جا بہ مزدور طبقي مان ملازم بہ ساڻ هيا. گاڏي جا هڪ شاهي وٺن هئي، هونءَ تڪليفده نہ هئي. ٻيءَ گاڏيءَ ۾ اسان صاف پاڻيءَ جا برمہ (ٿر ۾ گهڻو ڪري پلر جو پاڻي هو، جنهن ۾ اڪيچار جراثيم هيا)،

پٽرول جا ڪيئي گئلن ۽ ڪاڌي پيتي جون شيون ڪنيون. پھريون اسان مِنيءَ
آياسين جو عبدالقادر جوڻيجو جو ڳوٺ آهي پر هو منهنجو گهڻو وقت پوءِ واقف
ٿيو، جڏهن مون سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جي حيثيت ۾ ڪيس
سنڌالاجيءَ ۾ ثميره زرين سان گڏ ملازمت ڏني.

مون ديوان حافظ ۾ ڪٿي پڙهيو هو:

سفر دراز نه باش به چشمِ طالبِ دوست
بہ پائي خارِ معيلان حرير مي آيد.

(ترجمو: دوست جي طالب جي اکين ۾ سفر ڊگهو نہ آهي،
ٻاٻري ڪنڊ بہ پَٽ وانگر لڳي رهي)

چوڻ جو مقصد اهو هو تہ حيدرآباد کان مٺي تائين مسافري ائين گذري
وئي جڻ رستو پٽ جو ٺهيل هو. جمال تہ گهڻو ڪري سانت جي سائيڪي ۾
گم هوندو آهي. ابراهيم بہ رڳو منهنجي ۽ رشيد جي گفتگوءَ کي ماٺ ڪري
ٻڌي رهيو هو. سڊني سمٿ هڪ هنڌ چيو آهي: *"اڪثر آدمي چوڦيٿي
گاڏيءَ ۾ ڳالهائيندا آهن، مان اڪثر ڳالهائيندو آهيان." مان ۽ رشيد پنّي بہ
سانده هندستان جي سفر جي باري ۾ ڳالهائيندا رهياسين. دراصل مون کي هي
سفرنامو ۽ هندستان جو سفرنامو گهڻو اڳي لکڻ گهربو هو، پر ڪيترو وقت تہ
حالتون اهڙيون هيون جو لکڻ جي همت نہ پئي ٿي. هينئر جڏهن عمر اچي
ستر ورهين تي پهتي آهي تہ سفرنامي جي قلمبنديءَ جو خيال آيو آهي.

هونءَ تہ مون ٿر جي سفر جي باري ۾ 'لامون تنهن وڻ سنديون' ۾
ڪجهہ لکيو آهي جو 'روح رهاڻ' ۾ حميد سنڌيءَ ڇپيو هو جو هاڻ خيرپور
۾ شاه لطيف يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي. حميد سنڌيءَ جي رسالي
'روح رهاڻ' ٽي ون يونٽ خلاف صحيح معنيٰ ۾ تحريڪ پڙڪائي هئي. ان ۾
بسنت هال حيدرآباد ۾ ٿيل جلسن جا احوال، منهنجون صدارتي تقريرون ۽ ٿر
بابت منهنجا ٽي ڳتڪا 'هي گيت اڄايل مورن جا'، 'جل جل مشعل جل جل' ۽
'رُت آئي ڳاڙهن بيرن جي' شايع ڪري ۽ سنڌي قوميت جو ڪلمر ڪُلا پرچار
ڪري، هُن حڪومت جون وايون بتال ڪري ڇڏيون هيون. 'روح رهاڻ' جي

* "Most people talk in stage coaches; I always Talk"
Sydney smith (1771- 1845)

ڪنهن بي پرچي ۾ ”لامون ٽهن وڻ سنديون“ ۾ شايع ٿيو هيو جو فيروز احمد ميمڻ منهنجي ڪتاب ’خط، تقريرون ۽ انٽرويو‘ ياڳي بي ۾ شامل ڪيو آهي، پر ان ۾ ٽر جي سفر جو پورو احوال نه آهي.

منهنجي شاعري ٻُڌي مُلان مجرجي ۽ نيم اديب بانورجي پيا. افسرشاهيءَ کان ڇتي ڪتي جي گگ وهڻ لڳي هئي ۽ سرڪار جا جاسوسي ڪاتا وهلور وڃڻ لڳا ها. جڻ پورو پاڳل خانو اٿلي پيو هو. مان پنهنجن مخالفن کي ڏسي رڳو صائب جو هيٺيون شعر دهرائيندو هوس:

مخور صائب فريب از عمامهء زاهد،
که در گنبذ زبي مغزي صدا بسيارمي پيچد.

(ترجمو: اي صائب زاهد جي وڏيءَ پڳ کان ڌوکو نه کاءُ، ڇو ته بي مغزيءَ سبب گنبذ ۾ آواز ڏاڍو وچڙي ويندو آهي)

پر انهيءَ تي تفصيل سان اڳتي هلي لکندس. صائب جو هڪ ٻيو فارسي شعر آهي:

سفيد گشتنِ موُ ترجمان اين سخن است،
که سَر بر آرَز جوابِ گران سفيده دَميد.

(ترجمو: وارن جو اڇو ٿيڻ ان ڳالهه کي ڇتائي ٿو،
ته گهريءَ ننڊ مان اکيون پٽ، اڇي باک ڦٽي وئي آهي)

هاڻي اڇي خيال ورايو آهي ته متان ڪنهن مهل ننڊ مان اک ئي نه کُلي، اِن ڪري پنهنجيءَ زندگيءَ جي باري ۾ جيترو ٿي سگهي، لکي وٺان، ڇو ته اها ئي شيءِ ته انسان جي پنهنجي آهي ۽ ٻيا سماجي رشتا ناتا فروعي آهن. اجتماعيت ماڻهوءَ سان گڏ مرقد ۾ ته نه ٿي وڃي! انفراديت ئي ته فرد جي جين (Gens) جو حصو آهي، جو هن سان گڏ ٻي پيڙهيءَ ۾ منتقل ٿئي ٿو.

سفر ۾ مان ميل، آدمشماريون، گهرگهاٽ، ريتون رسمون وغيره گهٽ ڏٺيون آهن- سفر مون لاءِ هميشه سفر در سفر جي ڪيفيت رکندو آهي. هڪ ٻيو فارسيءَ جو شعر سُجهي ٿو اچي. اردو ۽ فارسيءَ شاعريءَ تي ايتريءَ مهارت ۽ ان جي گهري مطالعي جي باوجود مون اڳي اردو ۽ فارسي شعرن جو پنهنجي نثر ۾ حوالو گهٽ ڏنو آهي. هاڻي سمجهه ۾ اچي ٿو ته مولانا آزاد

پنهنجي ’غبارِ خاطر‘ ۽ ٻين ڪتابن ۾ ايترن فارسي شعرن جا حوالا ڇو ڏنا ها. فارسي شعر خوبصورت آهن، موزون آهن ۽ اُنهن ڪي صدين جو پس منظر آهي. انهن ۾ انهيءَ اسلامي فضا جي عڪاسي آهي جا ڪنهن وقت ايران، تبريز، سمرقند، تاشقند، بخارا وغيره ۾ هئي. اُهو شعر جو مونکي ياد ٿو اچي، نه ڄاڻان ته ڪنهنجو آهي پر اُهو هيئين‌ءَ ريت آهي:

سفر آن نيست كه از مصر به بعداد رَوِي،
از رهِ جان سوئي جانان سفرِ مردان است.

(ترجمو: سفر اهو نه آهي ته مصر کان بغداد وڃين،
جان جي رستي تان جو سفر جانان (پرينءَ) ڏانهن وڃي ٿو
اهوئي مردن جو سفر آهي)

سو مان ۽ رشيد پنّي ڳالهيون ڪندا ٿي آياسين: ”اياز! تو بمبئيءَ کان موٽندي پي. آءِ. اي جي جهاز ۾ ايتري وسڪي پيتي جو تنهنجو ڪنڌ جهُڪي وڃي گوڏن سان لڳو. مون توکي وارن کان وٺي مٿي ڪيو پر وري تنهنجو ڪنڌ وڃي گوڏن ۾ لڳو. مون کي پڪُ ٿيو ته ڪٿي تون مري ته نه ويو آهين ۽ مون وٺي رڙيون ڪيون. ايئر هوسٽيس ڀڄندي آئي ۽ تنهنجي دل تي هٿ رکي چيائين:

’هي رڳو نشي ۾ آهي ۽ هن کي گهري ننڊ اچي وئي آهي.‘“

”پنّي! تون اهو نه سوچ ته مان پنّتي جا ڇڏي آيو آهيان. مون جڏهن اُڏامندي هوائي جهاز مان هٿ ٿي هلايو ته چاهيو ٿي ته جهاز مان هيٺ ٽپو ڏيان! جيئن ايئرهوسٽيس وسڪيءَ جو گلاس ٿي ڏنو تيئن يادگيريون اُبري ٿي آيون ۽ مونکي گلاس ۾ ڇڪي ٿي ويون، جو هڪ درياه وانگر ڦهلندو ٿي ويو.“ مون هڪ ساهيءَ جواب ڏنو.

مِنيءَ ڏانهن وٺن ۾ ابراهيم جيڪو اسان جي ويجهو ويٺو هو، اُهو اسان کي ڪجھ ٻڌي رهيو هو پر گهٽو آواز وٺن جي شور ۾ ٻُڏي ٿي ويو.

”هوءَ فتح پور سِڪريءَ تي شام ياد اٿئي، جڏهن اسان ان جاءِ تان اُتي جتي بيجو باورا ۽ تانسين مناظرو ڪندا ها. جوڌٻائيءَ جي محل مان ڦِري اچي ويٺاسين جتان سکر واري جي. ٻي منگهارام جو بسڪوٽن جو ڪارخانو نظر

اڇي رهيو هو.“ رشيد پٽيءَ چيو.

”هائو“ مون جواب ڏنو.

رشيد تنهن تي چيو: ”اُن وقت شام ٿي رهي هئي. سچ داراشڪوہ جي منڊيءَ وانگر ڪيچجي هيٺ ڪِريو هو ۽ مون گيتا کي چيو هو تہ ڪوئي راڳ ٻڌاءِ تہ هن هڪ فلمي گيت نهايت مٺي سر سان ڳاتو هو.“ مون ٿڌو ساهہ ڀريو جو وٽن جي آواز ۾ ٻڌڻ ۾ نہ آيو. وقت ۾ نديءَ واري لس ليٽ آهي ۽ هر واقعو اُن ۾ لڙهي وڃي ٿو. رشيد ان وقت ڏاڍو ڳوڙرو هوندو هو ۽ هن تي ’راجا ڏاهر جو هاٿي‘ نالو پئجي چُڪو هو. رباني ڪيس چيڙائيندي چوندو هو:

”اياز! هي اندو هاٿي اٿيئي، نيٺ مارائيندءِ!“

ربانيءَ کي سفر ۾ ڏاڍو ياد ڪري رهيا هياسون. هن جي خوش طبعي، دوستي، اَجهل آجيان! مان وڪالت ۾ ڪافي ڪمائيندو هوس پر جي مان پنجاهہ رپيا خرچ ڪندو هوس تہ هو پنج رپيا ضرور خرچ ڪندو هو پوءِ توڙي کيس کيسي ۾ هونداٽي پنج رپيا ها. بيحد خوددار، حساس ۽ سيماب صفت دوست، جنهن سان رنجيدگيءَ جي باوجود بہ مان هن کي وساري نہ سگهيو آهيان ۽ جڏهن مون ڪيئي سال پوءِ ’ساهيوال جيل جي ڊائري‘ لکي هئي، تڏهن هن کي ساڳي پيار سان ياد ڪيو هو. جو مونکي هُن لاءِ ان وقت هيو جڏهن اسان وَٽن ۾ ٽر ڏانهن وڃي رهيا هياسين. وقت ان دوستيءَ کي وڌيڪ مستحڪم ڪيو هو. مون کي ياد آهي تہ جڏهن مان جناح اسپتال ۾ ساري رات ٽِٽڪي رهيو هوس ۽ ڪنهن اَڻ- ڄاتي ڪارڻ سبب مونکي مُنهن مان گيندبيون رَت اڇي رهي هئي، تڏهن رباني ساري رات منهنجي مٿي ڪان ويٺو هو ۽ هُن کي پڪُ هيو تہ مان مري ويندس. انسان ماضيءَ جون چڱايون ڏسي، ڪنهن دوست جون لغزشون وساري چو نہ ٿا ڇڏن! هن پيري مونکي جا چار پيرا هارت اٽيڪ ٿي، اُن جو ڪارڻ بہ رباني ٿي هيو. شعوري يا غير شعوريءِ طور هن ڪان اهڙي حرڪت سرزد ٿي جا مونکي خواب خيال ۾ بہ نہ هئي ۽ اها هڪ فون ڪال تي مون وٽ هڪ پٿر وانگر پهتي ۽ دل جو آئينو پور پور ڪري وڌائين. اُها مذاق ۾ هئي، ايذارساني جي جذبي سان هئي يا ابروباد ۾ پرواز سبب هئي جو هن کي موجوده آسوديءَ نوڪريءَ ڏنو آهي،

مان چئي نـ ٿو سگهان. نـ مان ان ڳالهہ جي تفصيل ۾ وڃي ٿو سگهان. ان کان ڪافي وقت پوءِ جڏهن ڪراچيءَ ۾ منهنجي گهر آيو هو تـ مون هن کي گهايل اکين سان ڏسي ميار ڏني هئي.

بهرصورت ربانيءَ جي ڳالهہ وچ ۾ اچي وئي آهي. مون ميرپورخاص مان مٺيءَ ڏانهن ويندي رشيد سان هندستان جي سفر جي باري ۾ گفتگو تي ڪئي. رشيد وري يادگيرين جي درياهہ ۾ ٽهڙڪا کائي رهيو هو. هو ڏوئل پکيءَ وانگر ٽي لڳو، جنهن کي ڏوئيءَ جيڏي ڇهنب هوندي آهي ۽ جا پاڻيءَ ۾ گهُت ڏئي، ڇڳي وڏي مڇي ڦاسائي ايندي آهي.

”اياز! آگري جي اُها رات ياد اٿئي.“ هن چيو. ”جڏهن تو پنهنجي دوست سترام کي بہ دليءَ مان ڪنيو هو ۽ تو، مان، سترام ۽ راج وسڪيءَ جو پوريون بہ بوتلون پيتيون هيون ۽ تو ٻي ٻجي رات تائين شاعري ٻُڌائي هئي ۽ گيتا ٽڪجي پنهنجي ڪمري ۾ وڃي سُمهي پئي هئي ۽ تون ساري رات شاعري ٻُڌائيندو رهيو هئين، جيستائين اسان سڀئي مدهوش ٿي وياسين.“

مون جواب ڏنو، ”رشيد! سقراط ساري رات پيئندو هو، هن جا هم پيالا شاگرد ڪِري پوندا ها ۽ هو صبح سان وهنجي سهنجي هوا خوريءَ لاءِ نڪري ويندو هو.“ انهن ڏينهن ۾ تـ مونسان غالب واري ويڌن هئي:

مي ءِ سے غرض نشاط ہے کس روسياہ کو،
اک گو نہ بے خودي مجھے دن رات چاهئے.

جيتوڻيڪ مان هونءَ پيئڻ ۾ محتاط رهيو آهيان ۽ ڪڏهن بہ وت کان وڌيڪ نـ پيتو اٿم. جڏهن مان لنڊن کان دبئيءَ ويو هوس تڏهن تـ پيئڻ صفا ڇڏي ڏنو هئم. محفل گرم هئي، موتي پرڪاش ۽ روپا منهنجو ۽ نارائڻ شيام جو ڪلام ٻُڌائي رهيا ها. شراب جو دؤر جاري هو پر فضا ۾ ايڏيءَ مدهوشيءَ جي باوجود مون چُڪي نـ چکي هئي. ٻي ڏينهن تي شارجا ۾ مرزا قليچ بيگ جي ڪنهن مائٽ (نالو ياد نـ پيو اچي) وٽ دعوت هئي، جو اُتي پاڪستان سرڪار جو ڪسٽم جي محڪمي ۾ ملازم هو. اُتي روپا جي مڙس موهن ۽ ڪلا پرڪاش ضد ڪيو تـ مان ڪين پنهنجو ڪلام ٻڌايان. مون هنن کي چيو تـ:

”ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ وقت مان هر روز پنهنجو ڪلام سنڌ ۾ پڙهندو هوس پر پوءِ مون اهو پڙهڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ ايترو تيزيءَ سان لکيو آهي جو مون کي هڪ سِٽ بہ ياد نہ رهي آهي. هُن مونکي پنهنجو ڪتاب ’ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي‘ ڏئي چيو تہ: ”هن مان ٻڌاءِ“ جڏهن مون کين بہ سِٽون ٻُڌايون تہ ڪلام روڪي موتيءَ کي چيم: ”مون کي هڪ بيئر جو گلاس ڏي، پاڻيءَ تي شاعري مون کان نہ ٿي ٿئي.“ هو بيئر جو گلاس پري آيو ۽ مون کين ڪيئي شعر ٻڌايا.

پر هندستان ۾ تہ منهنجي رات وسڪيءَ ڪانسواءِ نہ گذرندي هئي. ٻئيءَ انهيءَ صبح کي ياد ڪيو جڏهن اسان اونده ۾ تاج تي پهتا هياسين ڇو تہ مون ڏسڻ ٿي چاهيو تہ سوجهري ۾ اڇي، تاجُ ڪيئن ٿو لڳي. اها ويل ازل جي ويل هئي جڏهن ڪائنات تخليق ٿي هئي. مان راڄ ۽ گيتا پوئين سيٽ تي ويٺا هياسين ۽ ٻئي ۽ سترام ڪار جي اڳئين سيٽ تي. تاج جو شاهي دروازو اڃا بند هو. پرسان ڪنهن مندر مان ڪِيرتَن اچي رهيا هيا. جڏهن جهونجهڪڙو هٽيو ۽ سوجهرو ڦهليو تڏهن اِئين لڳو تہ سڄ تاج جي گنبذ مان اُڀري رهيو هو. تاج محل جو دروازو کليو تہ اسان اندر وياسين ۽ دنيا جي خوبصورت ترين تعمير اسان جي سامهون هُئي. اتي سرڪاري فوٽوگرافر اسان جا فوٽا ڪڍيا جيِ منهنجي البم ۾ شامل آهن ۽ ڪجهہ ڇپجي چُڪا آهن.

ٿر ۾ برسات وسي رهي هئي ۽ چوڌاري ساواڻ هئي. واريءَ جون ٽِپون ائين لڳي رهيون هيون ڄڻ ڪوئي ايراني قالين چنڊي رهيو هو. اُفق تي سج ڪڏهن ڪڪرن مان ليئا پائيندي نارنگيءَ وانگر نظر اچي رهيو هو. مان ساري منظر کي تجريدي آرٽ وانگر ٿو پيش ڪيان ۽ وڻ، ٻوٽا، گل ۽ وليون ائين نہ ٿو اظهاريان جيئن مون ٿر جي مصوري ڪندي اظهاريا آهن. مان سوچان ٿو تہ چڱو جو مون هندستان ۽ ان کان پوءِ ٿر جي سفر جي باري ۾ يڪدم نہ لکيو ۽ هاڻي هر شيءِ ماني (Manet) جي تصوريت پسند نقشن (Impressionistic Paintings) وانگر نظر اچي رهي آهي. مون کي اُهي سفرناما نہ وڻندا آهن جي ٽوئرسٽ بيورو (محڪمہِ سياحت) جي پوسٽر يا ڪتابچي وانگر لڳندا آهن. سفر تہ اُهو آهي جو اندر ۾ ٽُبي ڏئي ڪڏهن هِن پار پهچجي ڪڏهن هُن پار. مونکي لنڊن ۽ لينن گراڊ ۾ بہ پارڪ ياد اچي رهيا

آهن، جتي منهنجو روح هندستان جي شاهراه تان ويندي، يوپيءَ جي جهنگلن سان وحدت الوجود واري محويت محسوس ڪئي.

وٺن ۾ ڀٽي چٽي رهيو هو:

"اياز! هو اُجين واري رات ۾ بہ عجيب و غريب ڪيفيت هئي."

منهنجي اکين اڳيان سارو منظر ڦري ويو. راڄ دِليءَ ۾ پئسا گهرائي نئين ڪار ورتي هئي ڇو تہ ان ۾ هن کي ڪجهہ فائدو پيو ٿي. هو مون سان گڏ تہ هوائي جهاز ۾ دليءَ هليو هو، پر موٽڻ وقت ڪار جي ذريعي اچڻ ٿي چاهيائين. اسان چنبل گهاٽيءَ، سرسوتي ندي وغيره وٽان ٿيندا، ٻي ٻجي رات جو ڪار روڪي ريسٽ هائوس ۾ تازي ماني تيار ڪرائي کاڌي هئي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ جهپ لائي وري سفر جاري رکيو هو ۽ جڏهن انهيءَ موڙ تي پهتا هياسين جتان شاهراهِ عام بمبئيءَ ڏانهن ٿي وئي ۽ هڪ رستو ڦٽي، اُجين ڏانهن ٿي ويو. تڏهن راڄ کان گيتا پڇيو هو:

"هتان اُجين ڪيترو پري آهي؟ اسان بہ تہ ڪاليداس جو مندر نہ ڏٺو آهي."

راڄ جواب ڏنو:

"اُجين تہ اسي ميل اندر آهي پر ڪَويءَ کي ڪاليداس جي مندر ڏيکارڻ کان سوا بمبئيءَ موٽي وڃڻ بہ ٺيڪ نہ آهي. مان بہ اهو مندر ڏسڻ چاهيان ٿو."

پوءِ تہ اسان اُجين ڏانهن مُڙياسين ۽ پهرين رابعہ دُراني جي سنگ مرمر جو مقبرو ڏٺو هيوسين. هوءَ اورنگزيب جي زال هئي ۽ اورنگزيب هن تي ماٽيلي ماءُ ممتاز محل جهڙو مقبرو ٺهرايو هو پر هن کي شاهجهان جهڙو ذوقِ تعمير ڪونہ هو ۽ ان مقبري جو تاج محل سان ڪوئي مقابلو ڪونہ هو.

مون کي دارا شڪوه جي پورچوگيز ڊاڪٽر 'منوچيءَ' جا اورنگزيب جي زندگيءَ تي لکيل چار حصا ياد آيا. ڪيئن ڀادر ۾ جيوڻ خان ٻروچ وٽ دارا پناهہ ورتي هئي، ڇو تہ هن جو جيوڻ خان تي احسان هيو ۽ هن جيوڻ خان جي موت جي سزا معاف ڪرائي هئي. ڪيئن احسان فراموش جيوڻ خان هن کي رات جو خوب شراب پيئاريو هيو ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ گرفتار ڪري، دهلي وٺي ويو هو ۽ اورنگزيب جي اڳيان پيش ڪري انعام اڪرام ورتا

هيائين. ڪيئن جڏهن دارا دليءَ جي گهٽين ۾ هاٿيءَ تي هٿ ڪڙين ۾ ويٺل هو تہ هڪ فقير سڏ هنئي هُئي، "دارا اڳي تہ خيرات ۾ هيرا جواهر ڏيندو هئين. هاڻي تہ توکي ڪجهہ بہ نہ آهي."

ڪئن دارا پنهنجي بدن تان قيمتي شال لاهي فقير ڏانهن مٿي ڪئي هئي، ڪئن اورنگزيب جي حڪم تي دارا کي ذبح ڪري هُن جي مُنڊي وٽس پيش ڪئي وئي ۽ اورنگزيب تلوار سان مُنڊي مٿي ڪري چيو، "هي سِرُ هيو جنهن هندستان تي حڪومت ڪرڻ ٿي چاهي!"

۽ پوءِ حڪم ڪيو هيائين تہ اِهو سِر رومال ۾ هن جي پيءُ شاهجهان کي پيش ڪيو وڃي جو تاج محل جي سامهون ئي محل ۾ گرفتار هو ۽ جتي هن جي ڌيءُ جهان آرا بيگم هن سان گڏ خدمت لاءِ رهي پئي هئي. پهريون تہ شاهجهان ڏاڍو خوش ٿيو هو، سوچيو هيائين تہ هن جي پُٽ جي دل ۾ ڦيرو آيو آهي ۽ ڪيس تحفو موڪليو اٿائين. جڏهن رومال هٽائي دارا جو سِرُ ڏٺو هيائين تڏهن بانورجي پيو هو ۽ ڏاڙهيءَ جا اڌ وارَ پٽي ڪديا هيائين. اهو هيو انهيءَ شخص جو ڪردار جو قرآن جا نقل ڪري گذران ڪندو هو. جهان آرا بيگم جو هڪ مشهور فارسي شعر هو جو لاشعور جي تري ۾ پهچي ويو آهي ۽ انتهائي غوطہ زنيءَ جي باوجود هَٿ نٿو اچي. ها، ڪنهن نامعلوم شاعر جو هڪ شعر الائي ڇو ياد اچي رهيو آهي:

انقلابي که نه گُنجد به ضمير افلاڪ
بينم وهيچ ندانم ڪه چرا مي بينم.

(ترجمو: انقلاب جو افلاڪ جي ضمير ۾ نٿو ماپي،
اهو ڏسي رهيو آهيان ۽ نہ ٿو ڄاڻان تہ ڇو ٿو ڏسان!)

ائين ٿو لڳي تہ دارا جو سر اُنهيءَ رومال ۾ ٽپا ڏئي رهيو آهي ۽ ڌڙ کي ڳولي رهيو آهي. مون کي غالب جو غير مطبوعہ شعر بہ ياد جي تري ۾ پيهي ويو آهي ۽ انتهائي غوطہ زنيءَ جي باوجود هٿ نہ ٿو اچي. ها، ڪنهن نامعلوم شاعر جو هڪ شعر الائجي ڇو ياد اچي رهيو آهي جو مونکي پنهنجي جهوني دوست مقصود احمد حميديءَ ٻڌايو هو، جو ڪجهہ وقت اڳ سنڌ جو ائڊيشنل چيف سيڪريٽري هو:

قفس مين روزنِ ديوار و زخمِ در نهين ليکن،
صدائے طائرانِ آشيان گم کرده آتي هے.

(ترجمو:- قفس جي ديوار ۾ نہ دريون آهن ۽ نہ در زخم وانگر ڪليل آهي، باقي آڪيري مان گم ڪيل پکيئڙن جو پڙلاءُ اچي رهيو آهي)

اوهان جي معلومات لاءِ لکان ٿو تہ جڏهن مان آگري ۾ شاهجهان جي اُنهيءَ محل ۾ ويو هوس جتي هو قيد هو ۽ جتي هر ديوار ۾ هزارين ننڍا شيشا لڳل ها، جن ۾ تاج نظر اچي رهيو هو، تڏهن مون شاهجهان جي اُنهيءَ تخت تي ليٽي، فوٽو ڪڍرايو هو، جتان هو تاج کي ڏسندو هو. اُهو فوٽو اجا مون وٽ آهي.

وري موٽان ٿو ويجهي ماضيءَ ڏانهن رابعہ دُرانيءَ جي مقبري، ۽ پَن-چڪيءَ کي ڏسي، اسان ڪاليداس جي مَندر ۾ وياسين. ڪالي داس جو سنسڪرت جو مهاڪوي هو. شڪنتلا، وڪرم اُروشي، ميگهہ دوت، رگهو ونش ۽ ٻين ڪوتائن جو مصنف هيو ۽ جنهن جا ترجما پڙهي سارو مغرب مرعوب ٿي ويو هو. مَندر ۾ خاص ڳالهہ نہ هئي. اُتي لنگم پوڄا ٿي رهي هئي ۽ هندو استريون شِوَ جي لنگم تي کير هاري رهيو هيون. مان هندو ڌرم ۽ اسلام تي پوءِ لکندس. ها رگ ويد جو سنڌ جي ڌرتيءَ تي رچيو ويو هو، نهايت پياري ڪويتا آهي. جڏهن ڪاليداس جو نالو ايندو آهي، مونکي پنهنجو پيارو دوست ڊاڪٽر مهڪري ياد ايندو آهي، جنهن سان هڪ پيري ڪاليداس تي بحث ڪري رهيو هوس تہ هن چيو هو:

”اياز! ٻاڻ تہ گوري داس آهيون، پنهنجو ڪاليداس سان ڇا؟“ هن جو وڌيڪ ذڪر سنڌ يونيورسٽيءَ جي پس منظر ۾ ڪندس.

اُتي ڪاليداس جي مندر تي اسان کي رات جا ٻارنهن وڳا. اُتان ڪان گُرو گورکنات جي گُفا 20 ميل پري هئي. رستو ڪِرِبڙ ۽ وروڪڙ هو. اسان گفا وٽ ٻارنهين بجي رات جو پهتاسين. مون، رشيد ۽ راج کي فل سوٽ پيل ها ۽ گيتا کي نرڙ تي تلڪ لڳل هو ۽ ان ڪري جنهن اسان جو وڏو تاڪائون در ڪوليو، انهيءَ اسان مان ڪنهن کي بہ مسلمان نہ سمجهيو. هندي شاعريءَ ۾ پريم مارگ جو باني تہ ملڪ محمد جائسي هو پر ان جا بنياد گرو گورکنات رکيا ها. منهنجي هندي ادب جي ان وقت ڄاڻ معمولي هئي. گيتا عمر ۾ تہ

مونکان پندرنهن سال ننڍي هئي پر هندي ادب جي تعليم ۾ منهنجي استاد هئي، هن غالباً هندي ادب ۾ ايم- اي ڪئي هئي ۽ هندي ادب جو ڪافي مطالعو ڪيو هو. هوءَ بمبئيءَ ۾ اڪثر مون کي هند جي جديد ڪويءَ نرالا ۽ هندي ادب جي ڇاياوادي اسڪول جي شاعره مهاديوي ورما جي شاعري ٻڌائيندي هئي. ٻنهي جي ادب سان هُن جو ڪافي لڳاءُ هو. جڏهن اسان گورکناٿ جي گُفا ڏانهن ٿي وياسون تہ رستي تي هن چيو تہ:

”مان ٻانيان ٿي گورکناٿ پرٿوي راڄ جي زماني کان بہ ڪافي پوءِ پيدا ٿيو هو ۽ هن جو سلسلو قائم ڪيو ان کي ناٿ پنٿي چوندا ها. جي واقعي ائين آهي تہ گورکناٿ ۽ ناٿ پنٿي پرٿوي راڄ جي دؤر کان پوءِ پيدا ٿيا ها تہ اهو ظاهر آهي تہ ان وقت عربن جي اچ وڃ شروع ٿي وئي هئي ۽ مهاراشٽرا جي سامهون ڪنارن تي عرب تاجر سامان کڻي ايندا هُيا. انهن ڪجهہ هتان جا لفظ سکيا ۽ هتي پنهنجا نشان بہ ڇڏيا. سنڌ ۾ تہ محمد بن قاسم جي حملي کان پوءِ ڪافي عرب مسلمان سنڌ ۾ رهي پيا ۽ سنڌي ٻوليءَ تي اثر ڇڏيائون. جنهن کان پوءِ سبڪتگين ۽ محمود غزنويءَ جا خاص ڪري پنجاب تي حملا شروع ٿيا. اُن وقت گورکناٿ جا ناٿ پنٿي پنهنجا پير کوڙي رهيا ها. ان سان گڏوگڏ ڪيئي مسلمان گهراڻا پنجاب ۾ وسي ويا هيا ۽ اتان جون ريتون رسمون اپنايون هُيائون. پرٿوي راڄ چوهاڻ جي پيءُ جي زماني ۾ خواجا معين الدين چشتي غريب نواز هتي آيو ۽ پيا بہ ڪيئي صوفي ۽ مسلمان فقير هندستان ۾ آيا ها.“

گيتا وتيڪ چيو تہ:

”صوفي ۽ هندو يوگي، ڳالهہ تہ لڳ ڀڳ ساڳي آهن. ٻئي روحانيت جا قائل آهن. ٻئي هن سنسار کي مها چار سمجهن ٿا. ٻئي ڪنهن اننت ۾، اصلي حقيقت ۾ اعتبار ڪن ٿا ۽ انهن جي حالت ’من تو شدم تو من شُدي‘ واري آهي. ٻئي ائين چاهن ٿا تہ آتما پرماتما ۾ ائين لين ٿي وڃي جيئن پاڻيءَ ۾ لوڻ ڳري ويندو آهي. گورکناٿ ڏهين صديءَ ۾ ٿيو يا تيرهين ۾، اهو ظاهر آهي تہ هو مسلمانن سان سنبنڌ پيدا ڪري چڪو هو. ناٿ پنٿين ۾ بہ ڳالهيون نہ آهن.نہ هو مورتي پوڄا ڪن ۽ نہ تيرٿ ياترا. هنن جي نظر ۾ ايشور هڪ آهي.“

اُن تي مون گيتا کي چيو تہ:

”تو جڏهن پاڪستان ڇڏيو تڏهن ائين نوين سالين جي هُئينءَ. توکي خبر نہ آهي تہ لس ٻيلي کان ٽيهہ پنجٽيهہ ميل پري هنگورنديءَ جي ساڄي طرف هنگلاج آهي، جتي هڪ ديويءَ جو مندر آهي، جنهن کي مسلمان ’ناني‘ چون ٿا ۽ اُتي ناٿ پنٿي اڄ تائين ياترا ڪندا آهن ۽ اتي گورکناٿ ۽ راجا پرٿوي هريءَ بہ ياترا ڪئي هُئي. ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ بہ * گورکناٽ جو ذڪر آهي.“

هاڻي مان وري اتان شروع ٿو ڪيان جڏهن اُجين ۾* گورکناٿ جي گُفا جو تاڪائون در کُليو. مون ڏٺو تہ اندر ٽي چار مشعلون ٻري رهيون هيون ۽ اُهي ڪائيءَ جي ڪِلن تي رکيل هيون، جي ڏرتيءَ ۾ کُتل هيا. پتنگ ميڙا ڪري مشعلن تي ٿي آيا ۽ پنهنجون ڪنيڙاتيون کوهي، ڍير ٿي پٽ تي ٿي ڪِريا. پنج ڇهہ گاروڙي ويٺا ها، جي پنٺ مان ٿي ڏٺا ۽ جي سلفين مان وَزم هٺي رهيا ها. چوڏاري گانجي جي ڏپ هُئي. اڳتي پڌرڙي ۾ چندبہ آڪاس ۾ ڪڪرين سان لڪ– چُپ ٿي ڪئي ۽ اُنهن جي مُنهن تي نظرون وجهي چُپي ٿي ويو. پٺيءَ پنهنجي نرڙ تي هٿ لائي پڪ ڪئي تہ چندن جو تلڪ اجا لڳل آهي. مون گاروڙين کي چيو: (نہ ڄاڻان مون انهن کي گاروڙي ڇو ٿي چيو، شايد انهن جون ڍگهيون جٽائون ڏسي جي ڪاريهرن وانگر لهرائي رهيون هيون ۽ دونهين سان ملي هڪ پراسرار فضا پيدا ڪري رهيون هيون!)

---

* مان ۽ جمال تہ لاهوت لامڪان تائين ويا هياسين، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو پر جمال جو پٽ بدر ابڙو پنهنجي ليڪي نہ رڳو لاهوت پر هنگلاج تائين ويو هو ۽ تازو هڪ دلڪش ڪتاب ’هنگلاج ۽ لاهوت‘ لکيو اٿائين، ان ۾ صفحي ٦٨ تي لکيل آهي:

”اليل ڪَن ڏانهن ويندي، گورکناٿ جي ڏوٺي اچي ٿي. گورکناٿ سان منسوب جبل سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي آهن. خاص ڪري جوهيءَ لڳ هڪ جبل پنهنجي تذڪار ۽ اوچائي سبب گهڻو مشهور آهي. ٻيو جبل لاهوت لامڪان وٽ آهي. شري گورک جو هڪ جُدا پنٿ اهي ۽ هن ان پنٿ جو بنياد وڌو هو. سندس مول متو هو تہ دنيا ۾ ڪوئي اوچ نيچ نہ آهي. شري گورکناٿ وڏي حشمت وارو ماڻهو هو. هو پنهنجي پنٿ سان گڏ هنگلاج ديويءَ جو بہ وڏو پرچارڪ هو.“

.................................

”گورکناٿ پاڻ، راجا روپچند، ۽ راجا ڀرتري سيٺي هڪ گرو، شري رامچندر ناٿ جا چيلاها، پر گورکناٿ جاڻ ۾ استاد کان اڳتي نڪريو ويو. هن پنهنجو وڏو مرڪز سيوستان کي ٺاهيو هو ۽ ٻيا مرڪز شاهہ لاهوت، ڪراچي ۽ ماريپور جي وچ ۾ اچوڪي گورک مڙهي يا آمريءَ تلاءَ ۽ هنگلاج وٽ ٺاهيا ها. هنگلاج وارو اليل ڪوهہ گورکناٿ سان منسوب ڪيو ويجي ٿو (راجا ڀرتري اُجين نگريءَ جي راجا گنڌر مسين جو ٽيون نمبر پٽ هو. ٽنهي ڀٽن هڪ ٻئي پويان اُجين جي گادي سنڀالي هئي پر هڪ ٻئي پويان سنياس بہ ورتو هيائون.

(ڪتابڙو: ڀرتي هري – سندر شيوا منڊ)

"اسان بمبئي ٿي وياسين. رستي تي خيال آيو تہ گروجيءَ جي غفا (هنديءَ ۾ گڦا) ڏسندا وڃون. اوهان اسان کي درشن ڪرائيندؤ؟"

هڪ گاروڙي، جنهن جي ڏاڙهي اربندو گهوش جهڙي هئي، سلفيءَ جو اونهو وزم هڻي، نڪ مان دونهون ڪڍيو جو هاٿيءَ جي ٿنڊن وانگر ٻاهر نڪري آيو ۽ پوءِ مشعل ڪڻي اسان کي چيائين: "منهنجي ڪڍ اچو." ويهارو قدمن تي هڪ سنگ مرمر جي ڏاڪڻ وٽ اسان کي اشارو ڪري چيائين تہ "هيٺ اچو." هڪ ڏاڪڻ، ٻي ڏاڪڻ، ٽين ڏاڪڻ، نيٺ جڏهن ڇهين يا ستين ڏاڪڻ آئي تڏهن اسان جو دم مُنجهڻ لڳو. اُتي هُن هڪ سنگ مرمر جي صندلي ڏيکاريندي چيو:

"هتي، هِتي سانده ڏهہ سال گرو گورکنات ۽ هن جي چيلي راجا ڀرتري هريءَ تپسيا ڪئي هئي تڏهن هنن کي مُڪتي ملي هئي."

مشعل جا پاڇاوان پتن ۽ ڏاڪڻ تي پئجي رهيا هيا ۽ اسان وڃي ڪنهن ماورائي دنيا ۾ نڪتا هياسين. اتي مون ڇا محسوس ڪيو هو، اهو لفظ پنهنجي چار ۾ ڦاسائي نہ ٿا سگهن. منهنجا لفظ بہ ماهر ماهيگير آهن پر اهو ماورائي احساس اُهو اجگر آهي جو انهن جا سارا اوجهاڻ ڇني ٽاڳا ٽاڳا ڪري ڇڏي ٿو. بهرصورت اها رات منهنجي هانوَ تي اڄ تائين اُڪريل آهي ۽ ديوانِ غالب جي پهرين مصرع وانگر آهي:

نقش فريادي هے کس کے شوخيءَ تحرير کا.

انهيءَ شعر جو ٻيو مصرعو فقط موت ئي لکي سگهي ٿو. جڏهن اسان گاروڙين کان موڪلائي ٻاهر ڪار ۾ اچي ويٺاسون تڏهن مون گيتا کي چيو:

"گيتا! حيرت آهي تہ علامہ اقبال جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب 'بانگِ درا' * ڀرتري هريءَ جي هڪ شعر جي ترجمي سان شروع ٿئي ٿو:

پهول کي پتي سے کٹ سکتا هے هيرے کا جگر
مردِ نادان پر کلامِ نرم و نازک بے اثر.

علامہ اقبال بانگِ درا، ٻين ٻن ڪتابن بالِ جبريل ۽ ضربِ ڪليم کان

* تازو مون هندستان مان انگريزيءَ ۾ ڀرتري هري ۽ ٻلهاڻا تي ڪتاب ورتو هو. جنهن ۾ نہ رڳو 'ڀرتري هري' ۽ 'ٻلهاڻا' جا سنسڪرت جا نظم ترجمو ٿيل ها پر انهن جون مختصر آتم-ڪهاڻيون بہ ڏنل هيون. ڀرتري هريءَ جي نظم جا نمونا آهن: (هلندڙ)

اڳ لکيو هو. ان وقت هن تي وطن پرستيءَ جا جذبا حاوي ها ۽ بانگِ درا ۾ همالا، نيا شوالا، ميرا وطن وهي هے، هندستان همارا، سوامي رام تيرٿ جو آپگهات وغيره نظم لکيا هيائين. ڇا علامہ اقبال اُڃين ويو هو ۽ پرتري هري جي تپسيا واري جاءِ ڏٺي هيائين؟" گيتا کي معلوم نہ هيو.

جڏهن اسان سکر ۾ رهندا هياسين تہ مون رشيد ڀٽيءَ کي چيو هو تہ تو هندستان جي سفر جا نوٽ ورتا ها. مون کي انهن جو نقل ڪري ڏي. رشيد ڀٽي گذاري ويو ۽ هن جي هٿ اکرن ۾ اُهي نوٽ مون وٽ موجود آهن، جي مان هن سفرنامي لکڻ وقت ڳولي لڌا آهن ۽ جي مون ضميمو ڀريون ڪري هن ڪتاب سان شامل ڪيا آهن. ماڻهو پنهنجي آتم ڪهاڻي تاريخ وار تڏهن لکي سگهندو آهي، جڏهن هو تاريخ وار ڊائري رکندو آهي نہ تہ هن جي تحرير اڳتي پٺتي ٿي ويندي آهي. هن جي ياد ڪڏهن وڄ وانگر چمڪندي آهي، ڪڏهن ڏيئي وانگر ٽم ٽم ڪندي آهي، ڪڏهن انيڪ ستارن وانگر جهُڙ ۾ جهمندي آهي. ڪڏهن ان ۾ تسلسل هوندو آهي ۽ ڪڏهن نہ، ڪڏهن اُهو ريشم جي رسيءَ وانگر هوندو آهي ۽ ڪڏهن ان جي خاردار جهاڙيءَ کي ڪاٺي اڻ ڏٺي پَڪڙ ڪٽي ڇڏيندي آهي. ڪڏهن مستقبل ڏيکارا

---

هاڻي بہ
مونکي هن جون اکيون ياد آهن،
جي ڪنبي رهيون هيون ۽ پيار ۾ پورجي ويون هيون،
هن جو سرير سنهڙو ٿي لڳو،
جنهن تي عمدو لباس پيو هو ۽ وار ڇُڙيل ها.
هوءَ هنس وانگر لڳي رهي هئي
ڪام روپي ڪوٺين جي جهمٽ ۾
مانِ هَن کي نہ رکو پي جنم ۾
پر سَمنڊ جي الت تائين ساريندس."
يا
"جڏهن چنڊ جو سهائو پک
هن ڪاشيءَ جي ڪنول- مک تي
چمڪي ٿو،
تڏهن هن جي چپن ۾ ماکي سمائي لڳي ٿي،
پر هاڻي جيڪو ايرائونءَ جي ول تي،
ڪچي ڦل وانگر
ڇگو ڇوڪو لڳي رهيو آهي،
جڏهن سمنڊ وهامي ويندو
تِکي وِهَ وانگر ٿاسندو.

ڏيندو آهي ۽ ان ۾ پنتي موت ترمرائيندي آهي، چت ۾ چٽڪندي آهي ۽ دل تي تري ايندي آهي.

پر هائي پٿيءَ جي تاريخ وار ڊائري موجود آهي، جا مان هن سفرنامي جي اختتام تي ڏيان ٿو. اُها آهي نهايت مختصر، ڇو تہ سفر ۾ تفصيلي ڊائري جو سوال ئي نہ ٿي اُٿيو. ايترو وقت ڪٿي هو، پر ان ۾ لڳ ڀڳ سارا واقعا سمايل آهن، جي اسان 1963 ع ۾ ڀارت ۾ ڏٺا ها. ڪٿي مان اُنهن کي وتيڪ چٽو ڪرڻ لاءِ فٽ نوٽ ڏيڻ چاهيان ٿو. پيهر مان ستاويهہ سالن کان پوءِ ڀارت ويو هوس. ٿورا پراڻا واقف گذاري ويا ها، باقي ڪيترن سان ملاقات ٿي هُئي. ڪجهہ نوان دوست بہ ٿيا ها. اُتي مون کي پتو پيو تہ منهنجي شاعري ڪيتري ڦهلجي چُڪي آهي ۽ ڪيتري عزت ۽ احترام سان ڏٺي ٿي وڃي.

پٿيءَ سان منيءَ تائين گفتگو مان هڪ ڳالهہ خاص طور ياد اچي ٿي:

"اياز! شوَ پوريءَ ۾ باک کهڙي نہ پياري هئي! سيارو هو ۽ اڳينءَ رات جو اسان اڌ رات تائين باهہ ٻاري ڪمرو گرم ڪيو هيو. ڪائيون انگيٺيءَ ۾ جلي رهيون هيون ۽ اسان 9 بجي ماني کائي ٻارنهين بجي تائين ڪچهري ڪري پوءِ سمهي پيا هياسين. جڏهن صبح جو پنجين بجي مونکي جاڳ ٿي هئي تہ تون ۽ گيتا سراءِ جي وڏي پڌر ۾ گلاب جي گلن تي ماکيءَ جون مکيون ڏسي رهيا هُئو. گيتا ٻڌايو هو تہ هنديءَ ۾ ماکيءَ جي مک کي مَدوُڪرَ چوندا آهن ۽ مڌ ماکيءَ کي چوندا آهن. اسان وٽ مڌ شراب کي چوندا آهن. شايد اُهو متو هوندو هو، جيئن سؤنفي شراب ٿيندو آهي! ان جو اثر ڪڙو هوندي بہ ذائقو ماکيءَ کان مِٺو ٿيندو آهي! ڪيڏي گلاب ۽ رابيل جي خوشبو هئي اُن پڌر ۾! مون اکيون مهٽيون هيون تہ ائين لڳو هو ڄڻ گلاب مهڪي رهيو آهيان."

مون کي ٽي نديون بہ ياد آيون. هڪ چنبل گهاٽيءَ ۾ سرسوتي، جڏهن سج اُن ۾ ٽٻي ڏني هئي ۽ اُن جو سونهري متو پاڻيءَ ۾ جرڪي رهيو هو. ٻي نربدا، جنهن جو پاڻي ڏاڍو صاف ۽ شفاف هو ۽ لهرون ڏاڍيءَ تيزيءَ سان وڃي رهيون هيون، جن ۾ بہ پهريءَ جو سج يوناني ديويءَ وينس جي تَنل بُت وانگر لڳي رهيو هو ۽ ٽين ناسڪ ۾ گوداوري جڏهن اسان اُتي باک جو ڀِنتاسون ۽ ڏٺوسون تہ گهاٽي پيپل جي ڇانوَ پاڻيءَ ۾ وهي رهي هئي ۽ پر تي ڪيئي سانوريون ناريون متي تي گهڙا کڻي اچي رهيون هيون. انهن جون رنگارنگي سوٽي ساڙهيون ترتيءَ جي شفق وانگر لڳي رهيون هيون ۽ اهي امرتا شير گل

جي ساريءَ مصوريءَ کان وڌيڪ خوبصورت ٿي لڳيون.

هونءَ تہ پراڻي سکر ۾ منهنجو ڇوٽاڙ گهر سنڌوءَ کان سؤ قدمن تي هوندو هو ۽ اونهاري ۾ جڏهن پرهہ جو هير هندوري وانگر گهلندي هئي تڏهن مان ڇئين بجي صبح جو اُٿي بجليءَ جي روشنيءَ تي شاه جو اردوءَ ۾ منظوم ترجمو ڪندو هوس. ان ترجمي ۾ ڪڏهن پنهنجي ڪائي خوبصورت سِٽ وڌائي ڇڏيندو هوس ڇو تہ دل ۾ ايندو هو تہ اها سٽ پٽائيءَ کان پلجي وئي هئي ۽ هن نہ لکي هئي. اٽڪل پنجين بجي تڪ پيڻ لاءِ، مان ڪَر موڙي ڇت جي پت تان ڏسندو هوس، جڏهن پرهہ سنڌوءَ تي ڪَر موڙيندي هئي ۽ پرسان بيلي مان هزارين پکي قطارون ڪري آسمان ۾ پٽائيءَ جي سٽن وانگر اُڏامندا ها. گهڻو ڪري اُهي وَهيا هوندا ها جي روهڙي ۽ خيرپور جي ڪجين ڏانهن ويندا ها. زرينا جي ننڊ مان اک کُلندي هئي تہ ڪاوڙجي چوندي هئي:

”توکي اهڙي کهڙي عادت آهي، ساجهري بتي ٻاري ڪچيءَ ننڊ مان ٿو جاڳائين. پٽائي کو پڄي تہ نہ ٿو وڃي!“

پوءِ روشنيءَ تي ٿي اکيون ٻوٽي سمهي پوندي هئي. جوانيءَ جي ننڊ بہ ڪيتري پياري ٿي ٿئي پر مون کي پٽائيءَ جي وائي جي اها سٽ:

”وِماسيو نہ ويڻ
جوڻن بہ ٿي ڏينهڙا.“

دل ۾ کُبي وئي هئي. سدائين مون ائين سمجهيو آهي تہ شاعري ننڊ جي پهاج آهي. ٻئي گڏ نہ رهي سگهنديون آهن ۽ ٻنهي مان هڪ کي چونڊڻو پوندو آهي. شاعري آرسي ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. شاعر جي شعور، تحت الشعور ۽ لاشعور کي چوويهہ ڪلاڪ ان جي راهہ تي رهڻو آهي.

باک جو مون کي هيٺيون فارسي شعر بہ بار بار ياد ايندو هو:

سحر گاهان نسيم آهسته خيزد،
چنان بر برگِ گل شبنم نه ريزد.

نہ ڄاڻان اهو ڪنهن جو شعر آهي؟ ان جو ترجمو آهي:

پرهہ ڦٽيءَ جو هير ايترو آهستي گهُلي رهي آهي،
جو گل جي پن تان ماڪ ڦڙو بہ نہ ٿو ڇُلڪي.

سنڌو مستيءَ ۾ وهندي ويندي هئي ۽ ائين لڳندو هو تہ منهنجي گهر جي پرسان وهي رهي آهي. غالب ڪهڙو نہ چڱو چيو هو:

وہ فراق اور وہ وصال کہاں؟
وہ شب و روز ماہ و سال کہاں؟

ائين تہ مون پنج ند، ستلج ۽ راوي ۾ سج کي ڪنهن طلائي مرغابي وانگر ٽٻي ڏيندي ڏٺو آهي. بنگلاديش ۾ اُن جا ڪرڻا ڪرنافليءَ، گنگا، پدما ۽ ميگهنا نديءَ ۾ ايئن چمڪندا ڏٺا ها، جيئن ڪنهن نويليءَ نار جو مُنهن اُس ۾ ٻهڪندو آهي. اهي منظر بار بار منهنجي شاعريءَ ۾ اُڀري آيا آهن. منهنجو تحت الشعور هن ڪائنات جو خوبصورت تهہ خانو آهي. جنهن ۾ سمنڊ آهن، نديون آهن، سج آهن، چنڊ آهن، ستارا ۽ ڪتيون آهن، انهن جو غروب ۽ طلوع آهي. ننڊ ۽ جاڳ جا اُهي پيارا پل آهن جڏهن مون ڪنهن کي ڪائنات کان بہ وڏي آغوش ۾ سميٽيو آهي، محبت ڪئي آهي، اکيون، چپ، ڳل ڳچي، انگ انگ چميو آهي ۽ هن کي ڪائنات کان وڏي شيءِ وانگر سمجهي هن جي پرستش ڪئي آهي.

پنّيءَ سان ڳالهين ۾ وقت اُڏامندو ٿي ويو. وقت ڪڏهن سُرڪي وانگر سُرندو آهي، ڪڏهن اُن کي پوپٽ جا پر هوندا آهن. اِن ڳالهہ جو چِت وَرت تي مدار آهي، مَنو ڀاوَ تي مدار آهي. ڪڏهن ماٺهو سک ۾ آهي ڪڏهن ڏک ۾، ڪڏهن طبيعت درست آهي ڪڏهن تؤ نکرايل. ابراهيم ۽ جمال اسان کي ٽورو ٻڌي رهيا ها پر هو گهٽو ڪري چانگ سان ڳالهيون ڪري رهيا ها، جو ننگر پارڪر جو هو ۽ چئي رهيو هو تہ اُتي تَروَٽ صاحب ڪيئي نمون پوکايون هيون ۽ جنهن ريسٽ هائوس ۾ اسان ترسڻا هياسين ان جي چوڌاري نمون آهن جي ڪوئي مغربي مصور ڏسي، تہ ڪٿنواس کي ننگر ۽ ڪارونجهر مان نہ هٽائي جو تہ اتان جهڙو پيارو منظر هن کي دنيا ۾ ورلي ملي. پر ان ڳالهہ تي مان پوءِ ايندس. في الحال تہ مِني اچي وئي آهي. اها مِني ڪير هئي، جا اُها ايتري مِني هئي جيتريون منيون عورتون منهنجيءَ زندگيءَ ۾ آيون آهن، جو شهر تي نالو ئي مِني رکيو ويو آهي؟ مون سان هڪ هندو ڇوڪري لا ڪاليج ۾ پڙهندي هئي، جنهن جو نالو ئي مِني هوندو هو ۽ جا صوفياالارين وانگر

ڏاڍي ڦڙت ۽ ٺاهوڪي لڳندي هئي. جڏهن تيزيءَ سان گهران ڪاليج ۾ پنڌ ايندي هئي تہ جوانيءَ جو خون هن جي ڳلن مان شراب وانگر ٽپڪندو هو. هن کي ڏسي مون کي فروغي بسطاميءَ جو هڪ شعر ياد ايندو هو:

مي زند از چشم ولبت جوش مَي
دوش مَگر ميکده ها خورده اي.

(ترجمو:- تنهنجين اکين ۽ چپن مان شراب ڇوليون هڻي رهيو آهي ڪلهہ رات شايد پورا مئخانا پي وئي آهين)

هاڻي مان وري ڊاڪٽر سڄڻ جي وٺن ۾ موٽي ٿو وڃان، ٿر جي ڏکڻ طرف ڪڇ جوڙڻ آهي. ڏيپلي ۽ مِٺي تعلقن جو ڏاکڻو ڀاڱو رڻ سان دنگيل آهي. ان ڀاڱي کي 'وٽ' چوندا آهن. اُتي زمين ڪجهہ سنئين ۽ پاڻي بلڪل تانگهو آهي. اُتي ڪوهن کي اونهائي گهڻي ڪانهي. اُتي 'ڪُتاني' ۽ 'گوڏانگڙي' ڳوٺن جا نالا بہ انهيءَ ڪري پيا آهن. 'ڪُتاني' نالو هن ڪري رکيو اٿن جو اتي کوهہ مان ڪُتو بہ نِٽڙي سولائي سان پاڻي لڪي سگهي ٿو ۽ 'گوڏانگڙي' ان ڪري پيو آهي، جو وهٽ گوڏا کوڙي کوهہ ۾ ٻوٿ وجهي پاڻي پي سگهي ٿو. جي اهي لفظ استعاري طور استعمال ڪجن تہ سنڌيءَ جي ڪجهہ جديد شاعرن جي شاعري 'ڪتاني' ۽ 'گوڏانگڙي' آهي.

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ ٿر خدا جي مصوري آهي، خدا جو عظيم ترين مصور آهي ۽ پوري ڪائنات هن جي ڪئنواس آهي. مون کي سارو ٿر تصوير وانگر نظر آيو، جنهن مون تي ۽ منهنجي شاعريءَ تي اَمٽ ڇاپ ڇڏي آهي. هاڻي جڏهن مان تصور ٿو ڪيان تڏهن مون کي مِٺيءَ جا گهر پڪاسو جي ڪيوبسٽ تصويرن وانگر ٿا لڳن. اتي غربت هئي، ڪٿي رب تي رڏي وئي، ڪٿي ڪرنگهہ تي قناعت ڪئي وئي. ڏوٿي ڏوڪڙ- ڪلچر جو حصو نہ ٿيا ها پر انهن جو اندر آڪاش جيترو وشال هو، جنهن کي نوَ لک نيڻ آهن. اجا تائين هن پجيرو ۽ لئنڊڪروزر جي دوڙ ۾ مونکي سانگيئڙا نانگ بلا جي پرواهہ نہ ڪندي اگهاڙي پيرين پنڌ ڪندي ٿا نظر اچن يا ڪنهن ڪيڪرڙي ۾ واڙيل ٿا نظر اچن ۽ جي واٽڪا ويهڻ چاهن ٿا تہ اُن جي جوڪائٽي ڇت تي جڪڙجي ويهن ٿا. جنهن ٿر جي بس تي 'ڪيڪڙو نالو' رکيو هو، اهو ڪنهن جپاني هائڪو

نويس کان بہ وڏو مصور شاعر هو.

اهو سارو وقت جمال خاموش هو. اڄ تائين لڳندو آهي تہ هو نوح جي ڪشتيءَ ۾ سيلابِ فنا کي حيرت سان ڏسي رهيو آهي. هو مون سان گڏ ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هو. مان علامہ اقبال وانگر ‹دوڑ پيچھے کی طرف، اے گردشِ ايام تو› چئي، جمال جي اٿاهہ خاموشيءَ تي لکڻ چاهيان ٿو، پر ٿر جي سفر جو سلسلو منقطع ٿي ويندو. في الحال مان هن جي باري ۾ فقط صائب جو شعر لکان ٿو:

خوب مي گويد سخن هرکس که گفتارش کم است،
ميوہ نيکو پَر وَرَد هر شاخہ‌اي بارش کم است.

(ترجمو:- جيڪو گهٽ- ڳالهائو آهي، کهڙو نہ چڱو ٿو ڳالهائي،
جنهن ٿاريءَ تي برسات گهٽ پوندي آهي ان تي ميوو پلو ٿيندو آهي.)
هن اوچتو ڳالهايو:

”اياز! جڏهن مان ٿر ۾ سب جج هوس، تڏهن هڪ ٿريءَ کان پڇيو هيم: ’اوهان ٿري ڪٽڪ نہ کائيندا آهيو ڇا؟‘ هن جواب ڏنو هو، ’سائين! اسان کي تہ ڏٿ بہ نہ ٿو ملي، ڪٽڪ تہ ميوو آهي.‘“

انهيءَ هڪ سٽ ۾ هن ٿر جي صدين جي پيڙا سمائي ڇڏي هئي. هو مختصر لفظن ۾ هڪ ڪائنات سمائڻ جو وڏو ماهر آهي. اها ڳالهہ هن جي ڪهاڻيءَ ’پيرائيءَ‘ مان ظاهر آهي. ساري دنيا ۾ دُکي انسانيت جي باري ۾ لکيل ڪهاڻيون انهيءَ هڪ ڪهاڻيءَ ۾ سمائجي ويون آهن. هو ٿورو ڳالهائي جڏهن بڏندڙ کي ڏسندو آهي تڏهن پٽائيءَ جو سُر راڻي ۾ مومل جي مجاز جي باري ۾ ’اکين جا انبور‘ محاورو ياد ايندو آهي. ڪنهن کي اکين ۾ انبور ڏسڻا هجن تہ جمال جون اکيون ڏسي. اهي نظرون رِڻ وانگر ڪيترين دلين ۾ ڪُپي ويون هونديون. ان جي باري ۾ جمال پڙڪ نہ ٻاقيندو آهي ’ٻاهر ٻاڦ نہ ڪري‘ ٻي پٽائيءَ جي سٽ آهي، جنهن جو جمال مجسم ثبوت آهي. مان ڀانيان ٿو اهوئي سبب هيو جو هن جي سچي هٿ اوچتو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو (هو ان سان لکي نہ ٿي سگهيو)، ڊاڪٽر ان کي ’اديب جو مرض‘ (Writers Disease) چوندا آهن. شايد جمال جي تحت الشعور بهانو ٿي

ڳوليو جيئن هو اُهي واردائون نہ لکي سگهي جي هُن لکڻ ٿي چاهيون.

مونکي زندگي ۾ ٻيا بہ خاموش انسان بہ مليا آهن، جن مان هڪ شاعر ۽ دانشور هو ۽ ٻيو نثر نويس، مورخ ۽ دانشور هو ۽ ٻئي اشتراڪي هيا ۽ منهنجا گهرا دوست هيا. مون ڪان عمر ۾ ڏهہ پندرهن سال وڏا ها. اهي ها 'فيض احمد فيض' ۽ 'سيد سبطِ حسن'. فيض تہ منهنجي منتخب شاعريءَ جي منظوم پنجابي ترجمي جو پيش لفظ لکيو آهي. مونکي منهنجي مترجم ۽ دوست احمد سليم ٻڌايو تہ جڏهن هو منهنجو قلمي نسخو فيض وٽ ڪٺي ويو تڏهن فيض هن کي چيو هو:

"اهو ترجمو مون وٽ ڇڏي وڃ! اياز منهنجو دوست آهي پر مان سنڌي نہ ڄاڻان ۽ هن جي شاعري رڳو اردوءَ ۾ پڙهي آهي. صبح جو مون وٽان پيش لفظ سان پنهنجو قلمي نسخو ڪٺي وڃجانءِ."

احمد سليم مون کي ٻڌايو هو تہ هن کي تعجب لڳو جڏهن صبح جو فيض پيش لفظ لکي ڪيس ڪتاب موٽائي ڏنو، ڇو تہ ٻين جي ڪتابن تي پيش لفظ لکڻ لاءِ فيض گهٽ ۾ گهٽ هنن کي هڪ سال ريڙائيندو هو. احمد سليم اهو بہ ٻڌايو تہ فيض فقط هڪ نظم کي نشان ڏئي ڇڏيو هو ۽ مون کان پڇيو هو تہ احمد سليم ان نظم مان اياز جو مطلب ڇا هيو؟ اهو هي هيو:

"جي انهن جي
ٻج مان
آفيم نہ ٿاهيو وڃي ها
تہ
هي ٻاڙها گل
کهڙا نہ پيارا ها!"

مون مُرڪي احمد سليم کي جواب ڏنو: "مون اِهو نظم ڪميونزم جي باري ۾ لکيو آهي."

سبطِ حسن بہ فيض وانگر گذاري ويو آهي ۽ چڱو جو اهي ٻئي يو- ايس- آر جي خاتمي کان اڳ راهِ رباني وٺي ويا نہ تہ هو ڏاڍو مايوس ۽ دلشڪستا ٿين ها. سبطِ حسن ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو. 'ليل و نهار' هفتيوار لاهور مان ڪيندو هو ۽ ڪراچيءَ مان 'پاڪستاني ادب' رسالو ڪڍيو

هيائين، جنهن جي سعيده گزدر سان گڏ ادارت ڪندو هو. هڪ پيرو بين الاقوامي سطح تي ڪميونسٽ امير خسروءَ جي پنج سؤ ساله ورسي ملهائي رهيا ها. ’پاڪستاني ادب‘ بہ امير خسروءَ تي خاص نمبر ڪڍي رهيو هو. سعيده گزدر مون کي خط لکيو تہ مان ڪيس امير خسروءَ تي نظم موڪليان. مان امير خسروءَ جو اڳيئي مداح هوس ۽ جڏهن 1963ع ۾ دلي ويو هوس تڏهن رشيد ڀٽي، راج گيتا ۽ سترام سان گڏ شمعون ٻاري، خسروءَ جي مزار تي فوٽو ڪڍايو هوم، جو پوءِ ’نئين زندگي‘ رسالي ۾ مرحوم مولانا عبدالله ڇپايو هو. موٽي اچي مون خسرو تي هڪ نظم ’تنهنجو نالو ڪانتي‘ لکيو هو جو پوءِ ’وڄون وسڻ آئيون‘ ۾ ڇپيو. مون نهايت آسانيءَ سان ان نظم جو لڳ ڀڳ پوربي زبان ۾ ترجمو ڪيو ۽ اهو سبطِ حسن ڏانهن ڏياري موڪليو. هن يڪدم خط لکيو تہ هن کي اهڙا چار ٻيا نظم بہ موڪليان. هن ٻي ڪنهن بہ اردو شاعر کي امير خسرو نمبر ۾ شريڪ ڪرڻ نہ ٿي چاهيو، جو تہ اردو شاعر تہ امير خسروءَ تي رڳو قصيده لکي رهيا ها. مون خسرو تي چار ٻيا اردو نظم لکي هن ڏانهن موڪليا جي هاڻي منهنجي ڪتاب ’ نيل ڪنيهہ اور نيم ڪے پتے‘ ۾ شايع ٿي چڪا آهن، جو مڪتبہء دانيال وارن شايع ڪيو آهي (جن سبطِ حسن جا سڀ ڪتاب شايع ڪيا آهن). سبط فقط منهنجا اُردو نظم پاڪستاني ادب جي امير خسرو نمبر ۾ شايع ڪيا.

جمال ابڙو، فيض احمد فيض ۽ سبطِ حسن منهنجا اُهي دوست هيا، جن سان فرخيءَ سيستانيءَ جو هينئون شعر ٺهڪي اچي ٿو.

خاک‌راچون ناف آهو مشک زاید بی قیاس،

بیدار چون پَرِ طوطی برگ رویَد بیشمار.

(ترجمو: جيئن مٽي کي هرڻيءَ جو دُن گهڻي ڪٿوري ڏئي ٿو،

۽ بيد جي وڻ ۾ طوطي جي پرن وانگر ڪيئي پن پيدا ٿين ٿا.)

بيد جي پن جي طوطي جي پر سان ڪيڏي نہ سهڻي تشبيهہ آهي!

مان وري زمان و مڪان جي قيد مان زنجير ڇني ٻاهر هليو ويو هوس، ماضي ۽ مستقبل ۾ گهوماٽيون کائيندو رهيو هوس، پر اوچتو گاڏيون بيٺيون ۽ ياد آيو تہ وٺن ۾ منيءَ پهچي چڪا آهيون. ابراهيم چانگ سان اڃان گفتگو ڪري رهيو هوش ۽ چئي رهيو هو تہ:

"يارهين صديءَ ۾ ڏاٽ ۾ مُڪوائن جي حڪومت هئي، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ڪيرتي هيو، جو مِٺيءَ کان سورنهن ميل اوير طرف آهي. اُن طرف ڪيترائي راجپوت ڪڇ مان لڏي ٿر جي ڏاڪڻي ڀاڱي ۾ رهيا ها. هتي اڳي مهر قوم جي راجپوتن جي هڪ ڇوڪريءَ مهرڪماريءَ جي شادي ڪڇ جي راجا لاکي ڦلاڻيءَ سان ٿي هئي. ڇا اهو لاکو ڦلاڻي ساڳيو هو، جنهن جو شاه لطيف ذڪر ڪيو آهي يا ان کان اڳ ۾ يا پوءِ ٻيو بہ ڪوئي لاکو ڦلاڻي پيدا ٿيو آهي؟"

ان وقت ابراهيم سنڌ جي تاريخ اسان سڀني کان وڌيڪ ڄاڻيندو هو. هن بمبئي جي گزيٽيئر تان چوڏهن پندرنهن جلد ٽائيپ ڪرايا ها (تن ڏينهن ۾ فوٽو اسٽيٽ ڪاپنگ مشينون ڪونہ هونديون هيون) هن چچ نامو، تاريخ طاهري، تحفة الڪرام وغيره ڪتاب ادبي بورڊ جي ذريعي ڇپايا ۽ ٿر جو هر پڙو، هر پِٽ، هر قوم، ٻولي، رنگ ۽ نسل هن جي دلچسپيءَ جو باعث هيا ۽ هو چانگ ڪان انهن متعلق اڪيچار سوال پڇي رهيو هو. مان جڏهن بہ وئڪيشن ۾ يا ٻي ڪنهن موقعي تي حيدرآباد ايندو هوس تہ ڦيرياٽين پنهنجي ڪار ابراهيم جي تلڪ چاڙهيءَ واري فليٽ تي روڪيندو هوس. ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي تہ ادبي بورڊ جي اها اهميت نہ هجي ها جي ابراهيم ان ۾ سيڪريٽري نہ هجي ها. هر انسان ۾ ڪميون بيشيون آهن ۽ جيتوڻيڪ هاڻي ابراهيم جي مون ۾ دلچسپي گهٽجي وئي آهي چو تہ منهنجي، هن جي ۽ سوڀي جي سياست ۾ دلچسپي ٻنهہ نہ رهي آهي، تڏهن بہ جي خدا لڳ ڳالهہ ڪبي تہ ابراهيم جو نئين سنڌ جي شعور ۾ ڪافي هٿ رهيو آهي. پاڻ ڪانمتي اُيري ڪنهن کي ڏسڻ ڏکي ڳالهہ آهي. ذاتي شڪوه شڪايتون دوستيءَ ۾ روڻ وجهي ٿيون ڇڏن پر جي اها روڻ بروقت نہ روڪي وئي تہ بند ۾ وڏو شگاف ڪري وجهندي. سر ٿامس براڻون (1605ع کان 1682ع تائين) ڪٿي چيو هو:

"هر ماڻهو پنهنجو وڏي ۾ وڏو دشمن آهي، جڻ هو پنهنجو جلاد پاڻ آهي."

نہ ڄاڻان اهو منهنجي باري ۾ صحيح آهي يا ابراهيم ۽ سوڀي جي باري

---

"Yet is everyman is his greatest enemy
and as it were his own execcutioner."
(Sir Thomas Brown)

۾ صحيح آهي يا تنهي جي باري ۾ صحيح آهي! الائجي هوُ منهنجي اها ڳالهه چو نه ٿا سمجهڻ چاهن، جنهن تي مون کي سينٽ پال سان اتفاق آهي:

"اسان هن دنيا ۾ ڪجهه نه آندو هو.

۽ ان جي به پڪ آهي ته ڪجهه به نه کڻي ويندا سين."

وٺي مان نڪري منهنجي من ڪافي چڪر ڏنا آهن. ان ڪري سفرنامو اڳتي ٿو وڌايان. مِٺيءَ مان ڏيپلي ڏانهن ويندي ويڙهي جهپ وٽ ترسياسين، جنهنجو شاه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ ذڪر ڪيو آهي. مون کي مِٺيءَ جي جاگرافي نه ڏيٺي آهي ۽ نه وري اُن جي ڏکهائي ڦاڪ ۽ ويڪرائي ڦاڪ ڏيٺي آهي. اِها پڙهڻي هجي ته راءِچند جو ڪتاب 'تاريخ ريگستان' پڙهيو وڃي، جو 658 صفحن جو ڪتاب آهي ۽ جو ٽاڊ (Todd) جي 'Annals of Rajistan' وانگر آهي، جو مون سال 63ع ۾ دليءَ مان خريد ڪيو هو. جڏهن مان سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هوس. تڏهن جيڪڏهن ڪوئي به مون کي ياد ڏياري ها ۽ يا ان ڏس ۾ تحرڪ وٺي ها ته مان سنڊيڪيٽ کي آماده ڪيان ها ته راءِچند کي ان ڪتاب تي پي- ايڇ- ڊي جي ڊگري ڏني وڃي ها. هي ڪتاب انهن سيني سنڌي ڪتابن کان سٺو ۽ وڌيڪ محنت سان لکيل آهي، جن تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي پي- ايڇ- ڊي جي ڊگري ڏني وئي آهي.

مان ته هن ڪتاب ۾ پنهنجا تاثرات ڏيڻ ٿو چاهيان ۽ ٿر جي هڪ تصوريت پسند تصوير ڪڍڻ ٿو چاهيان. مون لاءِ اها وڏي ڳالهه نه آهي ته هتي ٽالپرن به قلعا ٺهرايا ها، جن مان هڪ جو نالو 'فتح ڳڙهه' رکيو ويو هيو. وِل ڊيورانٽ جي دنيا جي تمدن جي تاريخ پڙهبي يا ٽوئِن بي جي دنيا جي تاريخ پڙهبي ته اهڙا لکين فتح ڳڙهه ملندا جي کنڊر ٿي چُڪا آهن. جڏهن مان، قدسيه بانو ۽ خاطر غزنوي سمرقند يا تاشقند ۾ ڪي اسلامي دؤر جا کنڊر ڏسي رهيا هياسين ته قدسيه بانوءَ هڪ ٿڌي ساه سان چيو هو:

آثار پديد است صنا ديدِ عجم را

(عجم جي وڏن واقعن جا آثار نظر اچن ٿا)

پر اهڙا آثار ته سنڌ ۽ راجستان ۾ سوين آهن.

هاڻو مون کي اهي مارونڙا ياد اچن ٿا. اهي مينگهواڙ، * گرڙا، مالهي، مهيشوري، برهمڻ، بجير وغيره جن مان ڪيترن کي ينيپون ڏاڙهيون هيون. ٿر

* نوٽ: گرڙا اڇوت قومن جا گرو آهن.

۾ اڇوتن ۾ مينگهواڙ سيني کان گهٽا هيا. انهن ۾ بيا اڇوت، ڪولهي ۽ ڀيل ها. هاڻي ته هندستان ۾ ائمبيڊڪر جا پوئلڳ اڇوت پاڻ کي مهاتما گانڌيءَ جو ڏنل نالو هريجن به ڏڪارن ٿا ۽ پاڻ کي دَلت چون ٿا. مون دلت ادب تي هڪ مضمون لکڻ چاهيو جو هندستان جو مخصوص بغاوتي ادب آهي. مشهور انگريزي اديب وي- ايس نيپال (V.S. Naipal) پنهنجي تازي لکيل ڪتاب 'هندستان- لکين غدر' (India- Amillion Mutinuies Now) ۾ دلت ادب جي باري ۾ تفصيل سان لکيو آهي ۽ بمبئيءَ جي مشهور دلت شاعر نامديو سان اڪيون ڪوليندڙ انٽرويو ڏنو آهي. تازو روزانيءَ 'ڊان' ۾ زينو (Zeno) جو دلت ادب تي مضمون آيو آهي.جنهن ۾ چاليهن واري ڏهاڪي جي اشتراڪي شاعر اناپائو ساٺي جو نظم ڏنو اٿائين:

"دنيا ۾ مترڪي کي مٽي ڪيو
* ڀيم راءِ ائين چيو هو.
هاڻيءَ کي گپ ۾ ڇو ڦاسايو وڃي؟
پنهنجي بدن کي ڇنڊڪو ڏيو ۽ ٻاهر اچو،
مٽي ڇنڊي ڏيو ۽ پاڻ کي اڀاريو،
شاهوڪارن اسان کي قرنيو آهي،
برهمڻن اسان کي پيڙا ڏني آهي،
ڇڻ پٿرن هيرن کي ڳڙڪايو آهي،
۽ چور سُپتيا شهري ٿي اُڀريا آهن،
انهن ئي فيصلو ڪيو آهي ته اسان گهٽ ذات وارا اَپوتر آهيون،
انهن اسان کي هزارين سال غلام بڻائي رکيو،
انهن اسان جي جيون کي پرشتانيءَ ۾ ويڙهي ڇڏيو
۽ اسان جي راهه ۾ رنڊڪون وڌيون،
هاڻي اسان کي ٻڌيءَ جي رَٽ ۾ گهٽ سفر ڪرڻ گهرجي ۽ اڳتي وڌڻ گهرجي،
جيئن اسان مِليل جليل مهاراشٽرا ٺاهي سگهون
۽ ڀيم راءَ جي نالي کي امرتا ڏئي سگهون!"

* ڀيم راءِ- ڊاڪٽر امبيڊڪر جو نالو

’زينو‘ وڏيڪ لکيو آهي تہ اهو هڪ مٿني فيسٽو هو جو اٿمبيڊڪر کان پوءِ اڇوتن جي ٻي نسل جو (پڊرنامو) هو، جيڪو ڪافي بي ترتيبي ۽ تضاد ڏيکاري ڏٺي رهيو هو، جيتوڻيڪ اُن جي اچا تائين بيحد عزت ڪئي ويندي آهي. پر دلت ادب ۾ دلت پلنگ (Pathers) هڪ نئين نسل سان واسطو رکن ٿا ۽ انهن کي پنهنجا نظريا آهن. اهي نہ مارڪسزم جا مخالف آهن، نہ سوشلسٽ آدرش جا، پر اُهي هر قسم جي ڪميونسٽ مان مايوس آهن. انهن ۾ سيني کان وڏيڪ نامور نامديو ڏاسل آهي، جنهن نئين دلت شاعريءَ جو بنياد وڌو آهي. هو اناپاوَ جو ساٿي ۽ امر شيخ جهڙي مسلمان شاعر جو ادبي وارث آهي. هن اَمر شيخ جي ڌيءَ ملڪا سان شادي بہ ڪئي هئي پر هو اهو مسترد ٿو ڪري تہ ڪميونزم دلت قوم جي نجات آهي. هڪ نظم ۾ هُن چيو آهي:

”هن دنيا جي سوشلزم
هن دنيا جي ڪميونزم
۽ ان جون سڀ ڳالهيون،
اسان انهن سان تجربو ڪيو آهي
۽ نتيجو اهو آهي
تہ رڳو اسان جو ئي پاڇو اسان جي پيرن کي ڍڪي ٿو.“

سال 1988ع ۾ ڪشور ناهيد مون ڏانهن ماهِ نوَ جو ’سارڪ ادب‘ تي سالنامو موڪليو هو، جنهن ۾ رضي عابدي جو هڪ مضمون آهي ’ٽڪرايلن جو ادب‘ جنهن ۾ نامديو جي مٿين نظم سان گڏ ڪجھ ٻيا نظم بہ آهن. هڪ نظم نارائڻ سوردي جو ’ڪارل مارڪس‘ تي آهي، جنهن ۾ مارڪسي نظرئي ۽ مارڪسي خطابت جو ذڪر ڪندي هو لکي ٿو:

”مان هڪ جلسي ۾ تقرير ڪري رهيو هوس
”... .... .... تہ هيءَ پسماندگي ڇو؟
”غريبي، ان جو بنياد ڇا آهي؟
”ان تي مارڪس سامهون آيو
”۽ هن چيو: ”مان توکي ٻڌايان ٿو....“

"پوءِ هو ڳالهائيندو ئي رهيو.
"ٻئي ڏينهن جلسي گاهه جي دروازي تي هو منهنجي تقرير ٻڌڻ بيهي رهيو.
"...... اسان ئي هن تاريخ جا هيرو آهيون
"اڄ کان پوءِ جي آتم ڪهاڻيون لکيون وينديون
انهن جا ٻه......'
"سڀ کان اول هن تاڙيون وڄايون- پوءِ-
"ٿهڪ ڏيندي
"منهنجي ڪنڌ تي هٿ رکيائين ۽ چيائين،
"تون ڪوئي شاعر ٻائر آهين
"عجب- ڏاڍو چڱو
"مونکي به شاعري پسند هئي.
گوئٽي ڏاڍو چڱو لکندو هو."

ڪي ڪي دلت نظم بغاوت سان ڀريل آهن ۽ ٽين دنيا جي هالو چالو شاعريءَ جهڙا آهن، جنهن ۾ ڪُروپ- پوڄا (Cult of the Ugliness) آهي. مثال طور:

"ويدن کي اُچاريندي
"هو پنهنجيءَ چوٽيءَ کي مکڻ لائيندي
"اسڪول جو برهمڻ ماستر
"رڙ ڪري چوي ٿو 'منهنجي پوتر ٻولي ڳالهاءِ
"رنڊيءَ جي اولاد!"
"هاڻي تون ئي چئُه
"ته مان ڪهڙي ٻولي ڳالهايان."

هڪ ٻيو دياپوار نالي شاعر جو هينيون نظم آهي:

تو لاس اينجلز مان لکيو
"هتان جي اسٽورن، هوٽلن ۽ ڪلبن ۾،
هندستانين ۽ ڪُتن کي هڪ ئي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو،

نيگرو، سياه فام، اُهي سڀ مونکي گاريون ڏين ٿا
۽ منهنجي دل جي گهرائيءَ ۾ هزارين وڇون ڏنگ هڻي رهيا آهن.“
”مون اهو پڙهيو تہ مون کي ڏاڍو چڱو لڳو
هاڻي تو بہ انهيءَ ڳالهہ جو مزو چکيو آهي جا اسان سهندا رهيا آهيون،
هن ديس ۾ پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ.“

پر اڄڪلهہ اهڙي شاعري جا غير مارڪسي آهي، اُن جو رواج بہ گهٽبو وڃي ٿو.

اسان وٽ مينگهواڙ، ڪولهي ۽ ڀيل اڇوت آهن. ساري ٿر راڻچند ۽ ولي رام ولڀ کان سواءِ ڪوئي نالي وارو غير مسلم اديب پيدا نہ ڪيو آهي. تازو مونکي ولي رام ولڀ جو ايس- ايس- ساردا ۽ دليپ بوس جي ڪتاب جو ترجمو ’گيتا، هڪ اڀياس‘ جي نالي سان مليو آهي، جنهن لاءِ اُتساهہ، بقولِ مترجم، هن کي سوڀي گيانچندالي ۽ ابراهيم جوئي ڏنو آهي ۽ جنهن ۾ گيتا تي ڪڙي تنقيد ٿيل آهي. هونءَ ٿر جي اڇوتن ۾ بغاوت جو ادب تہ ڪجا معمولي تعليم بہ ڪانہ آهي.

مِٺيءَ کان ويڙهي جهپ ۽ ويڙهي جهپ کان ڏيپلي ڏانهن ويندي اسان کي ڀيل ۽ مينگهواڙ گڏيا. هينيان هڪ ڪٽيءَ جي گوڏ ۽ مٽي تي ليڙون ليڙ پٽڪو. هنن جا پنا اُگهاڙا هيا ۽ سج ۾ ٽامي وانگر چمڪي رهيا ها. شايد هو سياري جي مند ۾ کُلهن تي ڪٿو کڻندا آهن. هو فطرت جو حصو ٿي لڳا ۽ ائين ٿي لڳو تہ کٻڙ ۽ ٻير رستي تي وڃي رهيا ها، جن جي اکين ۾ ٻير جي چيچڪن جيترين چپين هيون. مڙس هونءَ جاتنا ۽ جاڪوڙي ٿي لڳا، سنها، سنرا، روهيڙي جي ڪاٺيءَ وانگر جهالاٺو. انهن سان گڏ جي زالون هيون انهن کي رنگا رنگ پڙا، گج ۽ مٿي تي ٿلهيون رگيل اوڍڻيون هيون. اُهي روهيڙي جي گلن وانگر ٿي لڳيون، جن ۾ بسنت رُت ۾ ڳاڙها، پيلا ۽ سونهري گلن وارا گل جهولندا آهن. سيني ٻانهيون پاتل هيون. سندن پيرن ۾ چانديءَ جون ڪڙيون نيج جي چنڊ وانگر ٿي لڳيون. ڪن کي ڳچيءَ ۾ ڪنديون ۽ هس هيا، نڪ ۾ روپي قلي يا نٿ ۽ ڪنن ۾ پنڙا هيا. ڀيلڻين ۽ مينگهواڙين پنهنجا وار جهوني مصري انداز ۾ ويڙهيا ها ۽ انهن کي اڳيان نرڙ تي روپو ويندو پيو هو. (مون اهڙا بت لنڊن ميوزم جي مصر واري حصي ۾ ڏٺا ها.) هو

وسڪاري ڪان پوءِ اس ۾ تڙي پيون هيون. اڇا ته چندبون پيون هيون پر پو به هڻ جو رنگ نڪارجي پيو هو. ڏهريون ۽ پٿون ساوڪ تي ويون هيون. هڻ کي ويندو ڏسي ائين تي لڳو جڻ ڪي سُرهيون بوٽيون پنڌ ۾ هيون. ڪنهن ٻڪرار پٽ تي چڙهي بنسري تي وڄائي ۽ اُن کي جڻ ڪڪر آڪاس ۾ دم روڪي ٻُڌي رهيا ها. پانديئڙا ۽ پانديئڙيون به وکون ائين وڌائي رهيون هيون جڻ بنسري جو سُر انهن کي ڪنهن رسيءَ وانگر ڇڪي رهيو هو. وَسڪاري وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا ڦلاري ڇڏيا ها.

رستي تي هڪ ڄڃ نظر آئي. نه ڄاڻان ڪيڏانهن وڃي رهي هئي. چاليهارو مرد، عورتون ۽ ٻار هيا. اُن کي روپا مهرا، ڳچيءَ ۾ ٽوُرن سان پٽيون، پيرن ۾ گهنگهرو ۽ گوڏن ۾ گوڏيا هيا جي پرت سان پريل هيا. انهن جي پُٺيءَ تي جهُلون سوٽي هيون ۽ پاڪڙا پيتلي هيا، جن تي چانديءَ جون ڦلڙيون نڪتل هيون. ٻه گهوڙا به ساٿ ۾ هيا. زالن کي جي پڙا ۽ پوتيون پيون هيون، انهن تي جڻ سِڻ جا اڇا ۽ پيلا گلڙا هيا. سڻ جون وليون جي چوتاري پکڙيون پيون هيون، انهن سان هم- قافيا ۽ هم- رديف لڳي رهيون هيون. مون سوچيو ته مُئي ڪان پوءِ جي خدا مون کي بهشت ۾ قيد ڪيو ته مان ان جي دري پيچي ٽر جي واديءَ تي ٽپو ڏيندس.

ويڙهي جهپ وٽ پهتاسين ته شايد اُتي ڪو پاڻيءَ جو ڪوهه هيو ۽ گهاٽا وڻ به هيا. ڇانگ ٻڌايو ته ڪوهه ۾ پيئڻ بلائون رهنديون آهن جي ننڍ ۾ ماڻهوءَ جي ساهه ۾ زهر ڦوڪي ينديون آهن ۽ ماڻهو اوچتو جاڳي پوندو ته انڌو تي پوندو آهي. پيئڻ جو سچ پچ وجود آهي. مون ان باري ۾ روزاني "ڊان" ۾ ڪجهه خط به پڙهيا آهن، پر پيئڻ جي باري ۾ پوري معلومات نه آهي. اسان ويڙهي جهپ وٽ نانگ جي ڏوڪر ٻُڌي پر نانگ نظر نه آيو. هونءَ ته ٿر ۾ واسينگ، ڪپر، لُنڊيون ۽ ٻيا ڪيئي نانگ آهن. مون نانگ سان مور جي ويڙهه ڏسڻ پئي چاهي. مون کي مطلبي اسلام پسند اديب پئي ياد آيا جي مون کي ۽ سنڌ ۾ صحتمند ادب جي حامين کي وچڙي ويا ها پر مون اها ويڙهه به ڪٿي نه ڏٺي.

جڏهن ڏيپلي پهتاسين ته ننڍا ٻار پيُون ڪٿي آيا جي اسان هڻ کان ڪجهه پئسا ڏٺي ورتيون. ڏيپلي ۾ پاڻي ٽن پُرهن تي آهي. پُرهه ۾ اٽڪل 5

فوٽ ٿين. ٽري ماٿهوءَ جو قد بہ ايترو ٿيندو آهي. مِنيءَ ۽ انهيءَ ڏيپلي واري ياڳي کي سامروٽي چئبو آهي، جو ٽر جو ڏاڪٽو، هيٺاهون ياڳو آهي. پاٽيءَ جي اونهائي ڪِٿي سَت پُرهہ، ڪٿي ڏهہ پُرهہ آهي. جيئن اتر ڏانهن وڃبو تيئن کوهہ وڌيڪ اونها ٿيندا ويندا. هاڻي جڏهن مان ماضيءَ ۾ ٿو ڏسان تہ سارو ٽر اکين اڳيان آهي. پارڪر ۾ ڏهن پندرهن پُرهن تي پاڻي هو. ويرا واهہ ۾ کوهہ اٽڪل 14، 15 پُرهہ اونها ها. ڇاڇري، اسلام ڪوٽ ۽ مِنيءَ ۾ ويهارو پُرهہ. گڏڙي ۾ سٺ پرهہ اونها ها جن کي سائيڪا ٿي چياٿون. اهي کوهہ ماٿهوءَ جي من وانگر ها، ڪن جي اونهائي ٿوري هئي تہ ڪن جي گهڻي. مون اهڙا ماٿهو بہ ڏٺا آهن جي سائيڪن وانگر اونها هوندا آهن. انهن مان ڪجهہ ڪڍڻ لاءِ چڻ وڏو وَرت ۽ ياري ڪوس ڇڪڻو پوندو آهي. ڪي ماٿهو تہ واريءَ جي گرڻ وانگر ٿيندا آهن، تُهنجو پير اُن ۾ لٿو تہ ڇُٽين. پر ماٿهوءَ جي من ۾ گرڻ مون گهٽو ڪري شهرن ۾ڏٺي آهي، ٽري ماٿهوءَ جو من تہ گهٽو ڪري گڏانگڙي جهڙو آهي.

هي سفرنامو آهي، جغرافيا تي ڪتاب نہ آهي تہ مان ڏيپلي جي حدن،ويڪر ۽ آدمشماريءَ تي لکان. هتي 'ڇيلهاريا ميمڻ' گهڻا آهن جي لاڙ کان لڏي آيا آهن. لُهاٺا، لنگها، ٻجير، مينگهواڙ، گرڙا ۽ ڪَلر بہ رهندا آهن. هڪ ٻجير ڇوڪرو حنيف جو ڪارڊيو ويسڪيولر انسٽيٽيوٽ ۾ ملازم آهي. هن منهنجي بيماريءَ ۾ ڏاڍي خدمت ڪئي هئي، جڏهن ڪجهہ سال اڳ مون کي چار ڀيرا هارٽ اٽيڪون ٿيون هيون. هو مونکي ٽر جي باري ۾ احوال ٻڌائيندو هو. جڏهن مان چاق ٿيندو هوس تہ هو ويل چيئر ۾ ويهاري، ويل چيئر منهنجي ڪمري مان ٻاهر اسپتال جي وڏاوڙي تائين آڻيندو هو. بيماريءَ جي بستري مان نڪري، ٻاهرين دنيا ڪيڏي نہ عجيب ٿي لڳي! ڪيترو نہ تن کي تروتازه ٿي ڪري ڇڏي!

وَڏاوڙي جي هيٺان لان ۾ سائي ڇٻر آهي، جنهن تي سوين عورتون، ٻار ۽ مرد ويٺا هوندا آهن. ڇهل پهل لڳي پئي هوندي آهي. ڪي ايندا آهن، ڪي ويندا آهن. اهي گهٽو ڪري انهن اندرين مريضن (Indoor Patients) سان ملڻ ايندا آهن، جي سندن مائٽ يا واقفڪار هوندا آهن. لان ۾ ناريل جا وڻ بہ آهن، جن تان ڪويليون ڪوڪنديون آهن. اسپتال ۾ انهيءَ ٻجير جي

صحبت مون لاءِ غنيمت هوندي هئي جو منهنجي ننڍڙي ڪمري ۾ وشال واري ۽ آڪاس ڪٿي ايندو هو ۽ اٿين لڳندو هو تہ منهنجي اکين ۾ ڏهرن جا ڏيئا ٽمڪي اُٿيا آهن. مان هن ڪان ٿر جي وڻن ۽ ولين جا نالا پڇندو هوس. هُو چوندو هو:

”سائين! اٿين تہ ڪِپُ، سِڻ، مُرٽ، لاٺا ۽ لاٺيون، گهامُون، گگراڻ، ٻاٺوري، ٿوهر، ٻيرڙي، ڪِرڙ، ڪَنڊا، ڦوگ، آڪ، ٻير، سرنگهو، روهيڙو، نِم، ڪونُيٽ، ٻڙ، سرنهن، گيدوڙي، آمڻ ٻير، سُوانجهڙو وغيره اهي ٿر جا ننڍا ۽ وڏا وڻ آهن، جن مان ڪن وڻن ۾ رڳو رنگارنگ گل ٿيندا آهن پر اُنهن جي ڪاٺ مان بہ ڪيئي ڪم وٺندا آهن. دراصل ٿر جي ماڻهوءَ جا پير ڌرتيءَ ۾ کوڙي، هن جا وار جهنبولا ڪري چڏيو تہ هو بہ ڪنهن وڻ وانگر لڳندو. ٿر ۾ ڪڏهن ماڻهو وڻ جو وڏو پاءُ آهي تہ ڪڏهن ننڍو پاءُ آهي. وَليون جڻ هن جون پينر آهن. ٿر جا وڻ ٽڻ، پکي پکڻ، جيت جٺيا، ماڻهو چيڙهون، سڀ هڪ خاندان جا فرد آهن. جڏهن طوفان ۾ ريت اڏامندي آهي تہ سيني جي مُنهن کي چُميون ڏيندي آهي، جڏهن مينهن ڦڙيون وسنديون آهن تہ سيني جا چپ آسائتا هوندا آهن.“

هي منهنجي ٻولي آهي، پٿائيءَ جي وحدت الوجود جي ٻولي آهي، ابنِ عربيءَ جي فلسفي جو سنڌي ترجمو آهي. حنيف بجير پنهنجي سوليءَ ٻوليءَ ۾ ٿي چيو:

”سائين! هر شيءِ لاءِ نالو آهي. هيءَ تهذيب ايتري قديم آهي جو چپي چپي، چيز چيز لاءِ نالو آهي. هر لڪ لاءِ نالو آهي، لَڪ جي هر حصي جو نالو آهي. هرڪوهہ لاءِ نالو آهي، ڪوهہ جي ذري پرزي لاءِ نالو آهي. ننڍا ٻوٽا بہ اڪيچار ٿين ٿا. انهن جا بہ الڳ نالا ٿيندا آهن. گِرامٽو، جهرڪِلي ڪيت، ويسَ ونِي، ڪَرسڻ، ڪيروَل، اَبَت ڪنبڙي، جوڳيڙو، ڪُنٽي، ساتوڙو، جوئُي، ڀاماسو، هرڻ چَپڙي، سنهاڙي، سونَيل، ٻائيءَ جا ٻاتيا، هاڏو اڪراڙ، لوٺي، رينگٽي، مُنڊيري. سائين چانڊوڪيءَ جا ڪرٽا جڏهن پونم رات جو مُنڊيري تي پوندا آهن تڏهن من موهي وٺندا آهن.“

اِن تي مون کي اسرائيل جي تهذيب ياد آئي، جنهن جو ذڪر عبراني انجيل ۾ آهي ۽ حيرت بہ آئي تہ هن ڌرتيءَ تي پراڻي عهدنامي جهڙي صحيفي

جو نزول ڇو نہ ٿيو هو! اهو بہ سمجهہ ۾ آيو تہ هر صيهونيءَ جي اُن جي پٽ پٽ سان ايتري محبت ڇو آهي ۽ جيئن انهن صحرا کي سرسبز ترتيءَ ۾ تبديل ڪيو آهي ايئن اسان بہ ٿر کي گل و گلزار بڻائي سگهون ٿا. آخر ڪجهہ پنڌ تي ٿي تہ راجستان ۾ ڏهہ هزار اوڏ روز واهہ جي کوٽائيءَ تي مصروف آهن، جو هو مانسرور سان يا ٻي پاڻيءَ جي ذخيري سان ملائي رهيا آهن. مون اهڙو مضمون آمريڪا جي 'ٽائيم' رسالي جي پهرين صفحي تي پڙهيو هو.

هاڻي مان جڏهن هي مضمون لکي رهيو تڏهن ٿر ۾ ڪيئي ارب ٽن ڪوئلا لڌا ويا آهن. وچ ۾ اڳئين وزير جاويد جبار مونکي فون ڪري ٻڌايو هو تہ، هو ٿر کي وسائڻ لاءِ ڪيترين ڪوششون ڪري رهيو آهي ۽ ان متعلق مون کي خبرنامو ۽ اشتهار بہ موڪليا هيائين.

مان پنهنجي سوچ ۾ گم هيس تہ حنيف پنهنجي گفتگو جاري رکندي چيو:

"منديري ڏاڍي فائدي واري ٿيندي آهي."

پوءِ هُن مونکي ويجهو اچي چيو تہ:

"سائين! اوهان کي اهڙي سڪل منديري ڏاڍو فائدو ڏيندي."

"ڇا کي فائدو ڏيندي؟" مون هن کان پڇيو.

"سائين، سمجهي وڃ نہ" هن چيو.

"مون تہ چيو ٿي تہ مون ايلورا ۽ ڪاجو راهوءَ جون گفائون ڏٺيون آهن ۽ ڪام شلپا ۽ ڪام ڪلپا ڪتاب پڙهيا آهن." مون ڳالهہ لنوائيندي چيو.

"ڀلا ٻيون ڪهڙيون وليون ٿينديون آهن؟ اچا ٻيا ڪي نالا ياد اچني ٿا؟"

"ها مَلير ميندي ٿيندي آهي جا اچا گل ڪندي آهي ۽ گرميءَ ۾ گهوٽي پيئبي آهي تہ مٿاني کي فائدو ڏيندي آهي." هو ٿورو کليو ۽ چيائين:

"سائين اِهي شيون بہ تہ زندگيءَ جو حصو آهن. پر ڇا ڪجي، جيستائين ماڻهوءَ کي دل جي بيماري آهي تہ انهن شين جي ويجهو وڃڻ چڱو نہ آهي." مون کي ٻجير چيو:

"ڪڻڪ جي داڻي هوندءَ بہ آدم کي بهشت مان ڪڍايو هو. مون کي تہ سڌو دوزخ ۾ موڪليندو." مون سوچيو.

مان بستري تي ليٽيو پيو هوس. حنيف مٽي کي زور بہ ڏئي رهيو ۽ چئي رهيو هو:

”سائين! هتي تہ ناشتي ۾ توسٽ ۽ چاءِ، منجهند ۽ رات جو دال، ننڍي ڪونهين جو گوشت کائي بيزار ٿي پيو آهيان. چڱو جو تون ماني گهران گهرائيندو آهين. هتان جو چِڪن سوپ (چوزي جو شوروو) بہ واهيات آهي. ٿر جا ڳُلر، مريڙا، ڪنييون، پپون، ميها، هنداڻا، گدريون، چيڙ، متيرا، ڪَدو، ڪريلا، پيا ياد ايندا آهن. ڪهڙا نالا وٺي ڪهڙا نالا وٺان. چاپرو ٻير، سگَر، پيرون، گهانگهيٽا، گولون، ڇا ڇا نہ آهي ٿر ۾! وات ۾ پاڻي پرجي ٿو اچي.

موڪل ملندي آهي تہ گهر پهچندو آهيان. هتي ڪرستان نرسين جو بدن ننڍي ڪونهين جي گوشت وانگر آهي، جنهن جو ذائقو بدن ۾ ترڙي وجهي ڇڏيندو آهي. سائين ڪولهڻ جهڙي رن توکي روءِ زمين تي نہ ملندي. ريڙ هوندا اٿس ريڙا!“

بجير مون کان عمر ۾ گهٽو ننڍو هو ۽ مون هن سان وڌيڪ گستاخ ٿيڻ نہ پئي چاهيو. دل چيو:

”اهي شيون ڏسڻ جا ٿوهہ آهن. وقت گذري ٿو وڃي، هر شيءِ کي فنا آهي. ذائقي کي عمر آهر بدلائڻ گهرجي. هر وقت ست رَڃيءَ تہ هيءَ دل جي بيماري ڏني آهي. مون پڪو پهہ ڪيو تہ هر پرهيز ڪري مان بيماريءَ تي قابو پائيندس، مونکي اجا گهٽو ڪجهہ لکڻو آهي ۽ ان لاءِ زنده رهڻو آهي.“

حنيف بجير جون ڳالهيون مون کي گهٽائن ۾ اڏائي ويون ۽ مان وڃي ڏيپلي ۾ پهتس. جڏهن ڪارا ڪڪر ڏسي ڪي ميمڻياڻيون گهرن ڏانهن تيزيءَ سان وڃي رهيون هيون. مون جيڪي ڏيپلي ۾ ميمڻياڻيون ونديون ڏٺيون اُهي وچين وهيءَ جون هيون. هنن جا پيٽ ۽ پنيون ماسيريون ۽ بيڍوليون هيون.

اوچتو مونکي اها خوبصورت بوري ڇوڪري ٿي ياد اچي جا منهنجي ڪنهن دوست جي زال هئي ۽ مان اسلام آباد ۾ آقاءِ جعفر محجوب، ڪلچرل ڪائونسلر ايران ۽ هن جي زال خانم اقبال، جا منوچهر اقبال، ايران جي آئل چيف (Oil Chief) جي قريبي رشتيدار هئي، جي گهر وينو هوس ۽ هنن ۽ رباني‌ءَ سان گڏ گوناگون شراب پي ۽ ڪاڻا کائي رهيو هوس. خانم اقبال کي ايراني شاعري ڏاڍي ياد هئي جا هوءَ مونکي لڳاتار ٻڌائي رهي هئي. هڪ شعر تہ اجا ياد آهي، جو هن مونکي ڪافي پيتل ڏسي چيو هو. اهو شعر

حسين دوُدي اصفهانيءَ جو هو:

زمن مَپرُس که مست و خراب از چه شدی
از آن بپُرس که داد این پیاله بردستم.

(ترجمو: مون کان نہ پڇ تہ ڇا کان مست ۽ خراب ٿيو آهين،
انهيءَ کان پڇ، جنهن هي پيالو منهنجي هٿ تي رکيو آهي.)

۽ پوءِ وسڪيءَ جو پورو گلاس پري، مون کي ڏنائين، جو مان بہ ساهيون ڪري پي ويس. هن جو ماتحت ثقافتي ڪانسل فرجاد جو بہ اسان سان گڏ پي رهيو هو، تنهن ايران جي پڳل پستن جي پليٽ مون ڏانهن وڌائي، جا مون هن کان وٺي پنهنجي دوست جي زال ڏانهن وڌائي. هن جي صورت ڪُنييءَ ململ جهڙي هئي ۽ جواني هن جي انگ انگ مان ڇُلڪي رهي هئي. هڪ لبريز جام جهڙي صورت ڏسي، مُنهنجون اکيون هن تي ڪُپي ويون. هن پليٽ مون کان وٺي مڙس ڏانهن وڌائي، جنهن جي مُنهن تي رنجيدگيءَ جا آثار ها ۽ جو خود بہ ڪافي پي ويو هو. بهرصورت مون کي پيتي کان پوءِ سقراط وانگر ضابطو هوندو آهي ۽ مان پنهنجي وَهہ ۾ وهي نہ ويندو آهيان. تڏهن بہ منهنجيءَ ڪيفيت جو اندازو ڪري خانمر اقبال مون تي هڪ شعر لپاٽ وانگر وهائي ڏنو:

شراب و مطرب و دلدار در مقابله بود
میان دیده و دلدار شرم فاصله بود.

(ترجمو: شراب، مطرب ۽ دلدار سامهون پر اکين ۽
دلدار جي وچ ۾ شرمر فاصلو پيدا ڪري ڇڏيو هُيو.)

پوءِ جڏهن هوءَ مڙس سان گڏجي مون وٽ ڇامشوري آئي هئي ۽ اسان پيتو ٿي تڏهن مون هن کي اُن شعر جي دهرائڻ لاءِ چيو هو. هِن مونکي نہ رڳو اهو شعر لکايو هو پر چيو هو تہ اهو شعر نوعي خبوشانيءَ جو هو. شعر تہ حاجي محمود خادمر جي ڪنهن شعر وانگر معمولي هو پر وقت تي گليل جو ڪم ڪيو هيائين.

ان ڳالهہ کي ڪيئي سال ٿي ويا. (اها سن ڇاهتر جي ڳالهہ آهي، جڏهن مون ۾ مرزا غالب فقط ساغر ۽ مينا سامهون نہ رکندو هو ۽ نہ رڳو اکين ۾ دمر پر هٿ ۾ جنبش بہ هوندي هئي.) مان هڪ پيري بوري بازار

ڪراچيءَ ۾ ويس ته هوءَ اوچتو مُنهن پئي. ”مارِ“ مون سوچيو: ”هيءَ ڇا مان ڇا تي وٺي آهي؟“ هن جي ٿولهه ضرورت کان زياده هئي ۽ هن جي پُٺ طول ويهائي وانگر ٿي لڳي ۽ هن جي ڇهري ۾ به اها رعنائي نه رهي هئي. مون تڏو ساه پري سوچيو ته ڪنهن وقت هيءَ مير جي شعر وانگر هُئي:

* ميرانِ نيم باز آنکھوں میں
ساری مستی شراب کی سی ہے۔

جيتوڻيڪ هن جي اکين ۾ اڃا به ڪجهه ڪشش هئي پر شراب واري مستي نه رهي هئي. حافظ هونءَ ته صحيح چيو آهي:

** لطیفه ایست نهانی که عشق آزو خیزد،
که نامِ آن نه لبِ لال و خطِ زنگاریست
جمال شخص نه چشم است و زلف و عارض و خال
هزار نکته دراین کاروبارِ دلداریست.

مون جڏهن هن سان ڳالهايو ته هن جو پيارو لهجو دل ۾ پيهي ويو پر هن تي عمر جا پيرا ڏسي، مون هن کان موڪلايو. ڪيئن چئجي ته هوءَ منزل جي ڪيترو قريب پهچي چڪي هئي! شاعر جي حساس دل لاءِ اهڙي چوٽ ٻي ڪائي نه آهي جو هو ڪنهن پرائي محبوبه جي جواني کي جهُرندو ڏسي!

مونکي بمبئيءَ جي اها رات ياد ٿي اچي جڏهن منهنجي هڪ پرائي شاعر دوست پنهنجي گهر منهنجي دعوت ڪئي هئي. هن جي ڏيءَ وهيءَ کان مُڙي چڪي هئي، گهاٽي سانوري رنگ جي هئي ۽ هن جي ڳِٽن ۾ ڪڏون پئجي رهيون هيون، پر جنهن وقت هوءَ ساقي گري ڪري رهي هئي ته هن جا نقرئي ٽهڪ ڦُل ڦُل مينا جيان ٿي لڳا ۽ جڏهن هن مذاق تي کيو ته ڪمري ۾ روشني وڌي ٿي وئي. اهڙي شهد آميز شخصيت مون اڃا تائين نه ڏٺي آهي.

---

* ترجمو: مير هن اڌ کليل اکين ۾،
ساري مستي شراب جهڙي آهي.

** ترجمو: هيءَ ڳجهي ڳالهه آهي ته عشق جتان اُڀري ٿو
ان جاء جو نانءُ نه ڳاڙها چپ آهي نه ڪاري چت آهي،
ماڻهوءَ جي سونهن نه اکيون آهي، نه زلف، نه ڳل ۽ نه تِر،
هن دلداريءَ جي ڪاروبار ۾ هزارين نُڪتا آهن.

وقت هارائي ويو هو ۽ عمر هن کان لطافت ڪسي نہ سگهي هئي. دوست جي ڏيءُ هئي. ڪيتري بہ گهائل مائل ٿي وئي هئي پر حجاب مانع هو ۽ هوءَ اُڌيءَ اک کان محضوظ هئي.

بهرصورت اها ڳالهہ مون کي ڪائيندي رهي آهي تہ سونهن ٿاڪُئين آهي. هن بيماري دوران مان سکر ويس تہ ادبي سنگت مون سان ڪچهري ڪئي ۽ ٻي ڏينهن تي فتاح ملڪ ۽ ڪجهہ ٻين دوستن هڪ فائيو اسٽار هوٽل ۾ دعوت ڪئي، جتي مون کي شعر پڙهڻا پيا. (مان ڪافي وقت کان پوءِ سکر ويو هوس پر طبيعت جي خرابيءَ سبب فقط بہ ڏينهن رهي سگهيو هوس.) ان ڏينهن هوٽل جي خوبصورت هال ۾ ڪلهي گس هئي. ٻہ ٽي سؤ ماڻهو ڪُرسين تي ويٺا ها. جي بنا دعوت جي آيا ها يا دير سان آيا ها سي بيٺا ها. مان هميشه وانگر فقط هڪ شاعر جو مشاعرو هوس ۽ مون ڪلاڪ ڏيڍ شعر پڙهيا. منهنجي سامهون ويهہ پنجويهہ عورتون ويٺيون هيون. رشيد ڀٽيءَ جي گهر سنڌيالي تحريڪ جي گڏجاڻيءَ کان پوءِ اها سکر ۾ پهرين گڏجاڻي هئي، جنهن ۾ ايتريون عورتون برقعي بنان آيون هيون. مون هميشه سوچيو آهي تہ جيستائين عورتون مودوديءَ جي 'پردي' تي ڪتاب کي مسترد ڪري استنبول جي مسلم عورت واري آزادي حاصل نہ ڪنديون، تيستائين مسلم عورتن تي صديون پراڻا غلاميءَ جا زنجير رهندا . حوا آدم جي غلام تہ نہ هُئي. مغربي مصوريءَ ۾ انجير جي پن ڪانسواءِ هن جو ڪوئي مصور هن کي ٻيو لباس نہ ٿو ڏڪي. عورت نہ رڳو مرد جي برابر آهي، پر برابر کان بہ ڪجهہ وڌيڪ آهي. هن کي رڳو ماڊل گرل نہ سمجهيو وڃي، هن ۾ مرد جون سڀ صلاحيتون آهن. مون فتاح ملڪ وارن جي دعوت ۾ هڪ عورت ڏٺي جا نہ رڳو ڪاراٽجي چڪي هئي پر ٽوٽرجي بہ پئي هئي. مونکي شڪ پيو تہ هيءَ فلاڻي آهي، جنهن تي ڪافي سال اڳ مان گهور ويندو هوس ۽ جنهن کي رابيل جهڙا انگ هوندا ها ۽ جنهن جون ڇاتيون ڪاجو راهوءَ جي مورتين جي ياد ڏيارينديون هيون.

منهنجو شاعريءَ تان ارواح ئي پلجي ويو.

هاڻي سکر مان موٽي ڪراچيءَ جي اسپتال ۾ ٿو اچان جتي حنيف بجير منهنجي ڪمري ۾ آهستي ڳائي رهيو آهي:

## بــوند برهہ جي بهار لڳي
### درد ونديءَ جو ديس وَسي پيو.

منهنجي تصور جو شيش محل ٽڙڪي پيو. درد وندي جو ديس به منهنجي شاعريءَ جو حصو آهي. اهو خدا جو بهترين مظهر آهي. منهنجي شاعري اُن جي ڪڻ ڪڻ کي ستارن وانگر چمڪائڻ ٿي چاهي. مون بجير کي چيو: ”تو ٽر ۾ ڪهڙا گل ڏٺا آهن؟“ پوءِ دل ۾ سوچيو ته هتي مغل باغات وارا گل ته نه هيا جن جي باري ۾ اردو ۽ فارسي شاعرن غزل لکيا ها ۽ انهن کي تشبيهن لاءِ استعمال ڪيو هو. اهي ته هيا گلِ لالا، گل نرگس، گلِ شبو، بيدِ مجنون، گلِ بنفشہ، گلِ انار، گلِ سوسن، گل نسرين، گلِ سمن وغيره. ٽر ۾ ته وڻ، ٻوٽا، وليون ۽ گاهہ هوندا آهن جن ۾ قدرتي گل موناليزا جي مرڪ وانگر ڦٽي پوندا آهن.

بجير چيو:

”ڪنڊا بهار ۾ ٻوريا آهن. ڪنڊي جا پن جڏهن ڪچا هوندا آهن، انهن جو رنگ پيلو ٿيندو آهي.“

مون دل ۾ سوچيو:

”ڪاش! اهي وان گوگ ڏسي ها!“

بجير ڳالهہ جاري رکي،

”ڪنڊي کي بهار جي موسم ۾ ٻور لڳندو آهي. اسان ان کي ميِر چوندا آهيون. نِم ۾ به اهو ٻور ٿيندو آهي، جنهن ۾ ننڍا اڇا گل هوندا آهن جي واءُ تي ڇڻي پوندا آهن.“

مون کي ياد آيو ته شڪارپور ۾ منهنجي گهر سان لڳ نِم جو وڻ هوندو هو، جو اسان جي به ماڙ ڪوٺي کان به ٽيهارو فٽ مٿي ويندو هو. مان ان جي ڏارن تي چڙهي ويهندو هوس ۽ ڪڏهن ڪڏهن مرزا قليچ بيگ وانگر انهن تي ويهي ڪتاب پڙهندو هوس. ان مان نِموريون ڪِري ڪڏهن اسان جي آڳر ۾ ڦٽي پونديون هيون. اسان جي پاڙي ۾ ٽي وڻ ها ۽ ٽئي نم جا ها. اُهي جڏهن ٻور سان جهنجهجي پوندا ها ته انهن جي خوشبو چوڌاري ڦهلجي ويندي هئي. مون1686ع ۾ نئشنل جاگرافڪ جي پرچي ۾ ”گهاٽيءَ واس– رس“

(The Intimate sense of smell) تي هڪ 35 صفحا مضمون پڙهيو هو جو * ردیارڊ ڪپلنگ (Ridyard Kipling) جي هيٺين شعر سان شروع ڪيو ويو هو:

Smells are Surer
Than Sounds or Sights
To make Your
Heart Strings Crack.

(واسَ، ڏِسڻ ۽ وَسڻ ڪان وڌيڪ
اَڻ ڳُس آهن،
تنهنجي من- وينا جي تارن کي
ٽڙڪائي ٽوڙڻ لاءِ)

ماضيءَ ۽ مستقبل کي آنءُ تارچ وانگر وسائي، وري وران ٿو تر ڏانهن.
تر ۾ چار ۽ ڪيڙ ۾ مڪ ٿيندي آهي جا اُٿ ڪائيندا آهن ۽ ڳاڙها، پيلا پيرون بہ ٿيندا آهن. ٻہر جا پيلا گل تہ جڻ وَڻ شفق مان چني وٺندا آهن. اهي وڻ هڪ ڏينهن پوءِ اسان نگرپارڪر ۾ جاڻ ڏٺا هئا. جڻ فطرت هڪ ڪُنوار وانگر نڪ ۾ ڦلڙيون پاتيون هيون. اهي اُتر ۾ بہ ٿيندا آهن. مان جڏهن سکر کان گهوٽڪيءَ يا ميرپور ماٿيلي ڪيس هلائڻ ويندو هوس تہ رستي ۾ اُنهن جا پن، پلڙا، چيچڪا مونکي ڏايا وڻندا ها. انهيءَ ئي احساس مونکان هيٺين سِٽ لکائي هئي:

ڪنديءَ نہ سگري، ٻير نہ پلڙو
ڇانگون نہ ڇيلڙا،
مارو اڪيلڙا
مارو اڪيلڙا.

منهنجي شاعري اُتر، وچولي، لاڙ ۽ ٿر، سنڌ جي سيني حصن جي

---

* ردیارڊ ڪپلنگ:- (1865ع کان 1936ع تائين) برٽش ناول نويس، ڪهاڻي ڪار ۽ شاعر. هو هندستان ۾ ڄائو هو ۽ هن جي تعليم انگلنڊ ۾ ٿي هئي. 1882ع کان 1889ع تائين هو هندستان ۾ صحافت ۾ مصروف رهيو. هن جي مضمونن ۽ نظمن جا ڪافي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. جن ۾ هندستانين ۽ برٽش راج جي رسم و رواج جي عڪاسي آهي.

عڪاس آهي، مان گهمي نہ سگهان ها جيڪڏهن چاليهارو سالن کان مون کي هر وقت پنهنجون هڪ يا ٻہ ذاتي ڪارون نہ هجن ها. اوچتو مان سوچيان ٿو تہ مون، جنهن پنج يا ڇهہ لک ميل ڪار ۾ سفر ڪيو آهي ۽ ڪيئي ڪارون ڊنگر وانگر ڦٽي ڪري ڇڏيون آهن. اڄ هڪ پراڻي گنل ڪار وانگر گٺريج جهڙي ڪمري ۾ پيو آهيان! افسوس، صد افسوس!

بجير مونکي پنهنجي پُور مان ڪڍندي چوي ٿو:

”گل تہ روهيڙي جا. سائين، جن سان سارا ڏهر پرچي ويندا آهن. اُنهن کي ڏسي اوهان کي يقين ٿي ويندو تہ خدا عظيم ترين مصور آهي.“ مون مِنيءَ ڏيپلي ۾ بہ روهيڙا ڏٺا هيا ۽ مهراڻي ۽ ڇاڇري ۾ بہ ڏٺا هيا. ڇا نہ ڳاڙها، پيلا ۽ سونهري گل هئا انهن وڻن ۾! جي اسلام مصوريءَ تي بندش نہ وجهي ها تہ هتي، ڪيترا ريمبرانٽ، ڪيترا رونوا (Renior)، ڪيترا پال گوگين (Pall Gaugin)، ڪيترا بوتي چِلي (Botticilli) وغيره پيدا ٿين ها! (ٿهٽي بيٺ تي جي ٿُلهن چپن واريون عورتون پال گوگين ۽ وان گوگ پنهنجي مصوريءَ ۾ آنديون هيون. انهن کان تہ ٿريچاٽيون هزار ڀيرا وڌيڪ خوبصورت هيون!)

ولنديزي فنڪار ويرميئر (Veer mear) جي هڪ ڳنوارڻ جي ڏول ۾ مون اهڙو قدرتي پٽو ڏٺو جهڙو جهنگلي وڻ ۾ هوندو آهي. اي ڪاش ويرميئر ٿر ۾ پيدا ٿئي ها ۽ اسان جون پونهاريون ۽ پاٽياريون مصور ڪري سگهي ها! زورج لاتور (Latour Georges) گهاٽا رنگ دل کولي استعمال ڪيا آهن. ائين ٿو لڳي جيئن ڏيپلي ۾ ٻارن کي گاري ۾ ڪيل سان لطف ٿي آيو!

ساري دنيا جا سارا آرٽسٽ ساريون زندگيون پوريون ڪري ڇڏيندا تہ هو ٿر ۾ جيترا وڻ آهن، انهن ۾ جيتريون ٽاريون، پن ۽ ڏار آهن يا جيترا ٻوٽا آهن، ولبون آهن، گل آهن ۽ گلن جهڙيون ناريون آهن، انهن سڀني جون تصويرون نہ ڪڍي سگهندا. ٿر ازلي نقاش جو حقيقي نقش آهي، ازلي مصور جي مصوري آهي، ازلي صنم تراش جا ٺاهيل سڊول جسم آهي، جي هزارين ليوناردو ڊاونچي گڏجي پيدا ڪري نہ سگهندا آهن. ٿر ازئڊورا ڊنڪن ۽ نيوروفيف جو رقص آهي ۽ اهي لوڪ گيت آهي، جن تي خود يوناني ديوتا ڊايوني سس (Dionysus) بہ رقص ڪري ها ۽ جي شِوُ ڏسي ها تہ هو جنگ بدران امن جو رقص ڪري ها.

بجير منهنجي خيالات جي رَوَ کي ڪٿي چٽي رهيو هو:

”سائين! اوهان نگر پارڪر جي اُتر ۾ ڪنئو ڏٺو؟ چاچرو ڏٺو هو؟ مُهرائو ڏٺو هو؟ ۽ جي اهي ڏٺا ها تہ اوهان ڪونيٽ جا وڻ ڏٺا جي پري کان چٽيءَ وانگر لڳندا آهن. وسڪاري کان پوءِ انهن ۾ اڇيرو پيلو ٻور ٿيندو آهي ۽ اِهي ٻور سان ٻوڪجي ويندا آهن.“

اوچتو مونکي مصور پيٽربليوم (Peter Blume) ياد اچي ٿو. هن پنهنجي تصوير 'لالہ زار' ۾ پنهنجن ٻوٽن ۽ گاهہ جي نوڪيلين پتين کي وڏي احتياط سان مطالعو ڪرڻ کان پوءِ ٺاهيو آهي. جيئن ماڻهن جا چهرا مختلف هوندا آهن، اهڙيون پن ۽ پتيون بہ جدا جدا قسمن جون هونديون آهن. ان تصوير وانگر پِٽَ جو متاچرو کهڙو نہ وَر وڪڙ ۽ جهونو ٿو نظر اچي! ان جي سامهون نازڪ ۽ هوا ۾ جهومندڙ گل آهن، جي گهڙيءَ لاءِ پنهنجو بهار ڏيکارين ٿا.

پيٽربليوم جي تصوير ياد ڪري مونکي ياڪا، بنگلاديش جو هڪ باغ ياد اچي ٿو جو هڪ بنگاليءَ ارب پتيءَ (هن جو نالو منهنجي ڪنهن نوٽ بُڪ ۾ لکيل آهي، پر هاڻي ياد نٿو اچي) ٺهرايو هو ۽ جتي ساري دنيا مان وڻ ڪنا ڪري هٿايا هيائين جن ۾ هڪڙو وڻ اهڙو بہ هيو، جنهن جا بہ پن هڪجهڙا نہ هيا.

وڻا، وشال ميدان، سمندر، آڪاش مون کي ڏاڍو وڻندا آهن. شهر ۾ تہ منهنجو هانءُ گهٽجي رهيو آهي. ايئرڪنڊيشنر ڏسي مونکي هانوَ– ٻوسات ٿي ٿئي. مان شهري ماڻهو نہ آهيان. ٻهراڙي منهنجي نس نس ۾ آهي. مصور پال گوگين پيدا تہ پئرس ۾ ٿيو هو پر اتان جي اونداهي آسمان ۽ پراڻي شهر جي سوڙهين گهٽين مان اهڙو تہ ڪڪ ٿي پيو هو جو بحر اوقيانوس (يونوچ سمنڊ) جي ڏاکڻن ٻيٽن ۾ رهڻ لاءِ هليو ويو هو. ماريڪيز ٻيٽ ۾ هن نوا جي عنوان سان تصوير ٺاهي. مصور ٻيٽ جي ڊگهن وڻن، اتان جي پانت پانت گلن ۽ اُتان جي رهواسين تي موهت ٿي پيو هو، جيئن آءٌ ٿر تي موهت ٿي پيو هوس. هُن پنهنجي ڪم مان هڪ دنيا ٺاهي هئي ۽ ان کي اهڙا رنگ بخشا ها، جي ماڻهن اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺا هيا.

هي تہ مصور آهن، جن کي ڪشاديون فضائون وڻنديون آهن. جن لارنس آف عربيا جو ڪتاب 'سيائپ جا ست ٿنيا' پڙهيو آهي، انهن محسوس

ڪيو هوندو تہ دشت جي پهنائيءَ ۽ آسمان جي بيحد وحساب ڦهلاءَ هُن ڪي ڪيترو نہ متاثر ڪيو هو ۽ هو انهيءَ نتيجي تي پهتو هو تہ صحرائي دنيائي وحدت پرست پيغمبر پيدا ڪري سگهي ٿي. اهو ضروري نہ آهي تہ صحرا پسند شاعر جي طبيعت ۾ ويراني هجي. مصور مائڪل اينجلو (Michel Angelo) تيز ڇيڻيءَ سان سنگ مرمر کي چلي ٻار جو متو ٺاهيو هو جو نهايت نرم ۽ نازڪ ٿو لڳي ۽ چڻ اهو ڪڪرن ۾ ٿو نظر اچي. اهو بي بي مريم ۽ يسوع جي مجسمي جو ٽورو حصو آهي. (اها مصوريءَ سان آشنائي منهنجي عزيز دوست پروفيسر مس مسرت مرزا جي عنايت آهي، جا منهنجي ڳوٺ سکر جي آهي ۽ اڃا تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فائين آرٽس جي پروفيسرياڻي آهي ۽ جنهن سان ڏينهن جا ڏينهن مان فائين آرٽ جي باري ۾ ڳالهائيندو هوس.)

ٽر کي ياد ڪري مونکي فريڊريگو (Fredrigo) جو نقش ياد آيو جو مصور فرانچيا (Francia) ٺاهيو آهي، جنهن کي مخملي لباس پيل آهي ۽ جنهن جي مُٺ ۾ تلوار جو هٿيو آهي. پس منظر ۾ بهار جا نوان گوُنچ ۽ اطالوي پهاڙين جو پس منظر هُن سان زياده ٺهڪي اچي ٿو. مصور اشارن ۾ ظاهر ڪيو آهي تہ اُن ڇوڪري کي آسودگي انسانن جي صحبت کان وڌيڪ رڍن چارڻ ۾ ملي ٿي.

مون ان ڳالهہ تي حيرانيءَ سان سوچيو آهي تہ اسان وٽ گنڌارا ۽ ٽڪسلا وانگر صنم تراشي ڇو نہ آهي؟ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج جناب فيروز نانا جو پوءِ پٽرس ۾ اوچتو گذاري ويو، منهنجو گهرو دوست هو ۽ مون کان سوا ورلي ڪنهن مهمان سان گفتگو ڪندو هو. جڏهن هو سکر ۾ سيشن جج هو تہ هن هڪ ڊچ اسڪالر جي پنهنجي گهر ۾ رات جي ماني ڪئي هئي ۽ ان تي رڳو مونکي دعوت ڏني هيائين. مان هونءَ هن سان هن جي چيمبر ۾ بہ ڪچهري ڪندو هوس. (هُن کي سکر ۾ آئي رڳو بہ مهينا ٿيا ها) مان جڏهن هن جي گهر اندر گهڙيس تہ چوڪاري ڏسي واتڙو ٿي ويس. ان ۾ ٻڌ ۽ شِوَ جا نهايت خوبصورت بُت هيا جي سليقي سان رکيل ها. ديوارن تي تصويرون هيون، سنڌي، فارسي، عربيءَ جا قلمي نسخا هيا ۽ اهڙيون نادر ۽ خوبصورت شيون هيون جي سمنڊ ۾ ۽ پهاڙن تي ملنديون آهن. مون مهمان جي سامهون

فيروز نانا کان اِهو پڇڻ مناسب نہ ڄاتو تہ هن اهي ڪٿان هٽ ڪيا ها، پر هن کان وڌيڪ مهذب ۽ ثقافت دوست جج مون اڃا نہ ڏٺو آهي. مون ان وقت سوچيو تہ سنڌ جا مجسما ڪٿي آهن؟ ڇا هتي صنم تراشي نہ ٿيندي هئي؟ يا اُها ڪيئي سؤ سال عربن جي حڪومت ۾ نيست و نابود ڪئي وئي هئي ۽ ڇاڪاڻ جو سنڌ کي هند کان هاڪڙو ندي جدا ڪندي هئي، ان ڪري هند کي تلف تاراجيءَ جو پتو نہ هيو؟

مون جيڪي بہ مندرن ۾ بُت تراشيءَ جا نمونا ڏٺا ها، اُنهن ۾ ايتري بد ذوقي هئي، جو مون کي ڪنهن بہ مذهب سان نفرت جي عدم موجودگيءَ جي باوجود انهن بتن کان ڪراهت اچي وئي هئي. ساڌ بيلي ۾ جي سنگ مرمر جا بُت ها، اهي ڏسي بہ فني حِس کي ضرب ٿي آئي. صنم تراشن سنگ مرمر مان کهڙا نہ شهپارا پيدا ڪيا ها! جڏهن مان گلف آف فنلئنڊ جي ڪناري پيٽراعظم جو باغ ڏسڻ ويو هوس تڏهن خاص ڪري آدم ۽ حوا جا بُت پورو ڪلاڪ ڏسندو رهيو هوس ۽ سوچي رهيو هوس تہ هوءَ انجير جي پن سان جو ڪجھہ ڍڪي رهي آهي، ڇا انهيءَ پِتڪڙيءَ شيءِ ساري انسان ذات جي تخليق ڪئي آهي. سنڌ ۾ مصوري بہ ڪانہ آهي، جيتوڻيڪ پنجاب ۾ لاهور فورٽ ۽ لاهور ميوزيم ۾ مون ڪيئي راجستاني تصويرون ڏٺيون هيون جي مغليہ دور جون تخليق ٿيل هيون. سنڌ راجستان جي لڳ آهي ۽ راجستان کي الڳ اسڪول آف آرٽ آهي، جنهنجون ڪيئي تصويرون مون بمبئيءَ جي ميوزيم ۾ ڏٺيون هيون. مون اُتان راجستاني آرٽ تي بہ ڪجھہ ڪتاب ورتا هيا پر جڏهن گيتا اهي مونکي پوسٽ ذريعي موڪليا هيا تڏهن مون تائين پهچي نہ سگهيا هيا. رڳو هڪ پيري مان رباني، غالباً تنوير يا جويو ۽ رشيد ڀٽي نئن گاج تي وڃي رهيا هياسين تہ رستي تي اسان کي ڪنهن قبرستان ۾ اونچا گنبذ نظر آيا ها ۽ جڏهن اسان اندر ويا هياسين تڏهن انهن گنبذن ۾ ديوارن تي راجستاني آرٽ جون تصويرون ڏٺيون هيون سيِن جي وقت ڪجھہ زبون ڪري ڇڏيون هيون. سنڌ ۾ ٻيا فنِ لطيف ڪنهن نہ ڪنهن ريت نهوڙيا ويا آهن. فقط شاعريءَ ئي بچي وئي آهي جو اُن جي بچاءَ ۾ لطيف ۽ مون ٻي جگريءَ سان مقابلو ڪيو ۽ ايترو طوفان ڪڙو ڪيو جو مخالف ان جي دَز ۾ دٻجي ويا.

اسپتال ۾ حنيف بجير مُنهنجن پيرن کي زور ڏيئي رهيو هو. اوچتو مون

هن کي چيو:

”بجير! تون ڳالهہ جاري رک. ٻيا تو کهڙا گل ڏٺا؟ جيڪي تو ٻُڌايا اِهي تہ منهنجا اڳ ئي ڏٺل ها.“

موتَ اسان جي قطع ڪلامي نہ ڪئي ۽ مون ڏٺو تہ ڪنهن ڏيوالي وانگر پنهي ڏئي موٽي ويو، جڻ سمجهيائين تہ هن آساميءَ مان ڪجهہ وصول ٿيڻ وارو نہ آهي.

”بجير! مون تر ۾ ڏٺو تہ وڻ آسمان کي چميون ڏئي رهيا ها ۽ هر چُمي هڪ گل ۾ تڙي پئي هئي. مونکي ٻين گلن جا نالا ٻڌاءِ بجير! تر ۾ هر شيءِ لاءِ نانءُ آهي، هر پٽ لاءِ نانءُ آهي، هر واريءَ جي لڪ لاءِ نانءُ آهي، هر کوهہ لاءِ ۽ ان ۾ استعمال ٿيندڙ هر شيءِ لاءِ نانءُ آهي. پکي پسون، نانگ بلائون، جيت جٺيا، هر شيءِ کي نانءُ آهي. توکي شايد معلوم نہ آهي تہ نانءُ ان شيءِ کي ڏنبو آهي، جنهن جي وجود کي تسليم ڪبو آهي. تر جي انسان ساريءَ ڪائنات کي تسليم ڪيو آهي، پر گل منهنجي ڪمزوري آهن. اهي مونکي منهنجين محبوبائن جي ڳلن ۽ چپن وانگر لڳندا آهن. دراصل اُنهن جي انگ انگ کي ڪنهن گل سان تشبيهہ ڏئي سگهبي آهي. مان معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو تہ ڇا مون ڪنهن اهڙي گل جي باري ۾ بہ لکيو آهي ڇا جو مون نہ ڏٺو آهي. آخر مان غالب ۽ اقبال تہ نہ آهيان جن جي الفاظ جو ذخيرو رڳو مطالعي تائين محدود هو.“

بجير چيو:

”سائين! مون اوهان کي روهيڙي ۽ ڪونيٽ جي باري ۾ تہ اڳ ئي ٻڌايو آهي، اوهان ولايتي ٻير تہ ڏٺي هوندي؟ ان ۾ ٻارنهن مهينا ئي ٻور لڳندو آهي. اِها سائي رنگ جون قربون ڪندي آهي جي پچنديون آهن تہ پيليون ٿي وينديون آهن.“

مونکي ياد آيو تہ جڏهن اسان ون- يونٽ ڀاهي رهيا هياسين تہ حفيظ قريشيءَ پنهنجي تقرير ۾ منهنجو شعر پڙهيو هو:

مون مرڪي پنهنجو پاند ڏٺو،
رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي.

۽ چيو هو تہ:

”شاعر جو مشاهدو ڪيترو نہ تيز آهي. جڏهن بهار ايندو آهي تہ پهريون وڻ جو ڦٽندو آهي، اهو پير جو هوندو آهي.“

پر مٿيون شعر تہ مون سنڌي پير جي باري ۾ لکيو هو. حفيظ قريشي پنهنجين ارڏين ۽ اڙٻنگين ڳالهين جي باوجود هڪ نهايت پيارو ۽ منفرد ذهانت وارو محبِ وطن آهي، جنهن جي تقرير ۾ بي انتها رواني، تسلسل، منطق، دور رس نگاهہ ۽ سنڌ د ... ۽ سان بيحد صحبت هوندي آهي. هو اصل خاڪسار هو ۽ مان پانيان ٿو تہ اڃا جمال ابڙي جو دوست آهي. دراصل ون يونٽ واري دؤر ۾ حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجو سنڌ جا بهترين مقرر هوندا هيا، جيتوڻيڪ پوءِ ٻنهي جا دڳ الڳ الڳ ٿي ويا. قريشي ۽ پليجي جي مشترڪ نفرت جي اظهار جو مرڪز هوندا هيا، ڪي ڪارڙا، ٻيندڙا، ڪلوا اشتراڪي. اهو اظهار ميراجيءَ جي هڪ نظم ۾ ’ڪل موا، ڪالا ڪلوٽا، ڪاجل‘ ڪان مختلف مخلوق جي باري ۾ هيو، جنهن ڪي پنجابي نفرت وچان ٽَلير چوندا آهن ۽ جن جي اهميت ڪي ابراهيم جويو هاڻي ٿو محسوس ڪري، ڪيتري تہ دير ٿي وئي آهن هُن ڪي!

”ها بجير، مون ولايتي پيريون پارڪر ۾ ڏٺيون هيون.“ مون حنيف کي جواب ڏنو.

”نہ، نہ، اُهي مٺيءَ ۽ ڇاڇري ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي بہ هيون. بجير! مون کي سرنگهوءَ جي وڻ ۾ تارين جي چيڙي تي سايون مڪڙيون بہ ڏاڍيون وڻيون هيون، انهن ۾ توتارن جهڙا اڃا گل هُيا. اهي اڃا گل جڻ صدين جي امن جا توتارا هيا.“

”تر ٿوهر، گهر جهوپڙا...“ بجير پٺائيءَ جي اڌ سٽ پڙهي. مون کيس چيو تہ:

”ڄامشوري جي وي- سي هائوس ۾ مون بہ ٿوهر جا وڻ پوکايا ها، رکو تہ جي يادگيري محفوظ رکڻ لاءِ. ها ليسوڙي جو وڻ اتي اڳيئي هو.“

مونکي ان وقت ٻاڻوريءَ جون پيليون ڦلڙيون ياد آيون، جي وٽن جڻ لهندي سج ڪان ڪسي ورتيون هيون! پوءِ تہ حنيف بجير گهانگهيٽين، موراڻين، بوهَرَ، ڪِپ، سڻ جو ذڪر ڪيو، جنهن ۾ اڃا پيلا گلڙا ٿيندا آهن. اڃا دل نہ ڍاپي. مون چيو سارو تہ غاليچي وانگر ويڙهي اسپتال ۾ ڪٺي اچان ۽ اتي

پٽاري ڇڏيان. پُرڻ، مُرڻ، پڻ ڪنوار ۽ ٻيا سارا ٻوٽا اڪيڙي اڇان ۽ ڪمري ۾ پوکيان. قدرت جو ايترو گهيراءُ ڏسي موت پڇي ويندو.

مان اسپتال کي پري هٽائي، وري چوان ٿو:

ذرا عمرِ رفته کو آواز دينا.

۽ وري ڏيپلي موٽي ٿو اچان. مون کان هڪ ڳالهہ شايد وسري وئي آهي.

جڏهن ٻهريون پيرو اسان ميرپور خاص کان مٺي ٽي آياسين تہ ڪوئي آواز ڪويل جي ڪوڪ وانگر آسمان کي چيري رهيو هو. اسان ڏٺو تہ ڪجهہ ڀيل ليڏاڻ (ڳڏ) ڪڍي رهيا ها ۽ 'همرچو' بہ ڳائي رهيا ها. مون 'همرچو ڙي' لوڪ گيت لڳي، ان کي پنهنجي ترتيب تہ ڏني آهي پر لوڪ گيت لکڻ لاءِ نہ آهي، ڳائڻ لاءِ آهي، جيتوڻيڪ بيدل مسرور ۽ هن جي مردن ۽ زالن جي ٽولي مون وارو لکيل 'همرچو' ڪراچي پريس ڪلب ۾ نهايت سُريلي لهجي ۾ ڳاتو هو. پر تري همرچي جا لفظ دل مان چيرجي تا نڪرن، انهن کي تراش خراش نہ آهي، قافيا نہ آهن، بحر وزن نہ آهي. جيئن ترتيءَ مان گل ازخود ڦٽي پوندا آهن، اهي ٻول دل مان ڦٽي تا پون. اسان جيپون روڪي انهن ڀيلن سان ڪچهري ڪئي. گيت انهن جي دل ۾ اِئين ٽي آيا جيئن سانوڻ جا بادل آگم ڪري ٽي اُيريا. هو ڳائي رهيا ها:

همرچو، روڪيو ميڙيو لا،
(گڏجي اچڻ جو هي ميڙ آلا)
الا همرچوڙي لا.
ڏورُ رهيو اسان جو ڏيسڙو لا
(منهنجو ديس پري رهيو)
الا همرچوڙي لا.
ڏيسرو آ ڏيسيڙو لا
(ديس کان ڪو ديس پائي ايندو)
الا همرچوڙي لا.
آسي ڪڏهان اوهان اونيڙو لا

(ايندو ڪڏهن اتان اونيڙو)
الا همرچوڙي لا.
ڪاسي ڪبر لاسي ڪاهوڙي لا
(ڪاهڙ جي خاصي خبر آئيندو)
الا همرچوڙي لا.
لاسي مانييڙان راسنيهڙا هو لا
(سانگين جا ڪي سنيها آئيندو)
الا همرچوڙي لا.
آڏيءِ اُٽي اونان ڪَران ڙي لا
(آڏيءِ جو اٽي ورلاپ ٿي ڪيان)
الا همرچوڙي لا.
هوُن ات هيڪلڙي ٿي ڦران لا
(آءٌ هت هيڪلي ٿي گهمان)
الا همرچوڙي لا.
آسي مان جو جانيڙو ڙي لا
(شال منهنجو جاني ايندو)
الا همرچوڙي لا.

آلائي ڪيترن صدين جي پيڙا هئي ان لوڪ گيت ۾! الائي ڪيترن ماڻهن ٻول وتايا ها ان لوڪ گيت ۾! لوڪ گيت جا ٻول ڪو هڪ ڪلاڪار جا نہ هوندا آهن. ان ۾ سوَن ماڻهن جي صدين جو پورهيو هوندو آهي! سيئي هَر- هاري گڏجي چون پيا:

’همر رچوڙي لا‘ پوءِ ٽولي جي مُک پئي چيو:

آئي موسم مِينهان ري لا....

۽ پين وراڻي ٿي ڏني:

’همر رچوڙي لا‘

لوڪ گيت نڙين مان اٿين ٿي ڦٽي نڪرندو آهي، جيئن ڌرتيءَ مان ٻاجهر ڦٽي نڪرندي آهي، جنهن جي سنگن ڪي ٻليءَ جي نرم ۽ نازڪ ٻج هوندي آهي.

انهن هارين کان تر جي ٻين لوڪ گيتن لاءِ پڇيو تہ ورائياٿون:

"زالون ڪوئل ڳائيندڙيون آهن، جڏهن ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائينديون آهن. هر موقعي مهل لاءِ ڪوئي لوڪ گيت آهي. مڱڻي پرڻي لاءِ، ونواهہ ۽ ويهارڻ لاءِ، ڄاڃي ماڃيءَ لاءِ، لانئون لهڻ لاءِ لوڪ گيت آهن. لانئيلي ۾ زيورن جو ذڪر آهي، مور- ڪنورو تڏهن ڳائبو آهي جڏهن گهوٽ اٺ يا گهوڙي تي چڙهندو آهي. ڦوٽاڻي ۾ من موهڻيءَ ڪنوار سان ڇيڙڇاڙ آهي."

ٻين گيتن جو ذڪر پوءِ سيٺ نهال چند اسلام ڪوٽ ۾ ڪيو هو جو پوءِ لکندس. في الحال 'همرچوڙي لا' لوڪ گيت ياد ڪري مون کي اسلام آباد جي اُها شام ياد اچي رهي هئي جڏهن مان وائيس چانسلر جي حيثيت ۾ يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جي ريسٽ هائوس ۾ رهيل هوس. صبح سامهون پهاڙن تي پهچي چڪو هو ۽ مان ريسٽ هائوس ٻاهران وڏي پڌري ۾ ٽهلي رهيو هوس جو خود پهاڙيءَ تي ٺهيل هيو. مون سان هڪ پنجابي چوڪيدار گڏ ٽهلي رهيو هو. ہ تي ڏينهن اڳ يُٽي صاحب کي ڦاسي اچي چڪي هئي ۽ هو ڳوڙها اُگهي مون کان پڇي رهيو هو:

"سر (Sir)! هي ڇا ٿي ويو؟"

مون هن کي چيو تہ:

"موت ڪڏهن ڪيئن ٿو اچي، ڪڏهن ڪيئن ٿو اچي. ان جا ڪيئي بهانا آهن ۽ قدرت اهو انسان جي جمر کان اول طئي ڪري ڇڏيو آهي."

ايتري ۾ ڪجهہ پنڌ تان مڪئي جي کيتن مان ڏاڍو مٺو آواز آيو. اهو ٻڌي مون کي چوڪيدار چيو:

"پختون ڪسان بنيءَ ۾ ٽپا ڳائي رهيا آهن"

'ٽپا' هڪ پشتو لوڪ گيت جو فارم آهي. چوڪيدار جو پشتو ڄاڻندو هو، تنهن مونکي اهي ڪجهہ ٽپا ترجمو ڪري ٻُڌايا. (انهن ۾ بحر وزن ۽ قافئي جي پابندي نہ هئي ۽ پهرين سٽ ٻيءَ سٽ جي اڌ جيتري هئي) اهي ٽپا هيا:

1- آزاديءَ جا ٻہ ڏينهن بہ ڪافي آهن
غلاميءَ جا هزار سال بہ مونکي قبول نہ آهن.

2- جڏهن ڪوئي شخص ڪنهنجي فرياد نہ ٿو ٻڌي
تڏهن دل ۾ اچي ٿو تہ ان جا ڪن ڪٽي وٺان.

3- اي آزاديءَ جا موت، مان توتي خوش آهيان،
غلاميءَ جي زندگي وڏي هجي تڏهن بہ ان تي لعنت آهي.

4- آزاديءَ جي معشوقہ چوي ٿي تہ
مان غلام يار کي چُمي نہ ڏيندس.

5- اي الله مون کي سو پيرا زندگي ڏي تہ
مان ان کي وطن تي قربان ڪيان!

6- منهنجي محبوب وطن جي راهہ ۾ سر ڏنو آهي،
مان پنهنجن زلفن سان هن جو ڪفن سبندس.

بيا بہ ڪجهہ ٽپا هيا جي مون نوٽ نہ ڪيا. اهو آواز ڪيڏو نہ ان آواز سان ملي رهيو هو جو ٽر ۾ مون گڏ ڪيڻ وقت، پيل هارين کي ڪندي ٻُڌو هو. مون چپراسيءَ کان پڇيو:

”چا هن کي بہ پُٽي جي ڦاسيءَ جي خبر آهي؟“ چپراسيءَ جواب ڏنو:

”سر! اِها خبر تہ پاڪستان جي ٻچي ٻچي کي آهي.“

مان موت جي فلسفي تي سوچي رهيو هوس. هڪ ٻوڏي ڪتاب ۾ آهي تہ:

”اسان موت کان ڪهڙيءَ طرح محفوظ رهي ٿا سگهون، جڏهن چارئي پهر هوُ هڪ قاتل وانگر اسان جي خلاف تلوار ڪٽي ٿو ڦري.“

مان پانيان ٿو تہ اهو نظريو گنڌارا تهذيب ۾ جذب ٿي چڪو آهي. اهوئي سبب آهي جو ايتري بي تحاشا پيسي ۽ هٿيارن جي باوجود روس افغانستان ۾ شڪست کائي ويو.

مون کي هينيون ٽپو ٻڌي خليفي نبي بخش جو بيت ياد آيو جو هوبهو ائين هو:

”آواز آيو تہ منهنجي محبوب کي چارپائيءَ تي آڻي رهيا آهن. منهنجي دل ويهڻ لڳي. متان ائين هجي تہ منهنجي محبوب کي پُٺ ۾ زخم هجي!“

شايد اِهو ٽپو ڪرڙيءَ جي ميدانِ جنگ مان شڪست کان پوءِ شاه شجاع جي ڪنهن پٺاڻ سپاهيءَ ڳاتو هو.

بهرصورت منهنجو مطلب اهو آهي تہ لوڪ گيت کي ازلي ۽ ابدي ڪيفيت آهي. ان کي شاعريءَ جا ساز و سامان نہ آهن پر اثر آهي جو ڏاهر جي تنگر تير کي هو، جنهن زنگي سپاهيءَ جي گردن اڏائي ڇڏي هئي، جيڪو 'ڇچ نامي' موجب ارادو ڪري آيو تہ هو اچ ڏاهر جو سرُلاهڻو آهي.

افلاطون جي ڪتاب 'ريپبلڪ' ۾ ڪردار ڏيڪاريل آهن جي پردي پنيان ڏسن ٿا، جيڪي ٻاهران وهي واپري پيو. ماضيءَ ۾ جهاتي بہ ڪجھ ائين پسائي ٿي، حقيقي غيرحقيقي ۽ غيرحقيقي حقيقي لڳي ٿو. اها ٻي ڳالھ آهي تہ مون ازل ۾ اوڪ ٻوڪ ڪانسواءِ ڪڏهن بہ وقت نہ گهاريو آهي ۽ نہ وقت کي ويريءَ وانگر ماريو آهي. عيش توڙي طيش ۾، مونکي اها ڇوراڪورا لڳل هوندي آهي تہ مان ڪير آهيان، مان ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان ۽ منهنجي منزل ڪٿي آهي؟ جڏهن بہ رَهوار سست رفتاري ڏيکاري آهي، تڏهن مان اُنکي اڙيءَ تي آڙي هٽي، آسمان ۾ سج ۽ چنڊ سان شرط پڄائيندو رهيو آهيان. مان جگر مراد آباديءَ وانگر پاڻ سان رَمي ڪيڏِي وقت گذاري نہ سگهندو آهيان ۽ نہ ميراجيءَ وانگر هٿ ۾ لوهي گولا رکي يا فيض وانگر پيالا ڀري ۽ خالي ڪري سارو وقت ڪاٽي سگهندو آهيان. مون لاءِ شاعريءَ ڪانسواءِ ٻي ڪائي تفريح نہ آهي ۽ مطالعي ڪانسواءِ ڪائي مصروفيت نہ آهي، پوءِ اُهو انساني دنيا جو مطالعو هجي يا ڪتابي دنيا جو.

غالب ۽ فيض * سئميوئل بٽلر جي قول جا انمول مثال ها، جنهن چيو هو تہ:

"To do a great work, a man must be very idle as will as very industious."

(ترجمو:- ماڻهوءَ کي ڪوئي بہ عظيم ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ نهايت ڪاهل ۽ نهايت محنتي ٿيڻ ضروري آهي)

مان تہ پٽائيءَ جي 'تتيءَ تڏيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي' جو مثال آهيان. جڏهن رات جا ٻارنهن وڄندا آهن تڏهن گهڙيال جي سُئي مون کي ٻئي هَٿ ٻَڌي وينتي ڪندي آهي تہ "لکندو رهہ! متان سمهين پئين ۽ وري نہ اُٿين." مون سفر ۽ حضر ۾ ڪڏهن نہ وساريو آهي تہ هيءَ زندگي هڪ اَکٽ مطالعو ۽ مشاهدو آهي. منهنجي اکين جي جهول ڪڏهن بہ نہ ڀري آهي ۽ مون سدائين هن ڪائنات کي هڪ لالچي ٻڪاريءَ وانگر ڏٺو آهي. پيريءَ ۾

* سئميوئل بٽلر (1835ع کان1903 تائين): انگريز نثر نويس.

مان پنهنجا ادبي ڪشڪول ائين ڏسي رهيو آهيان، جيئن محمودغزنويءَ موت کان اڳ فرمائش ڪئي هئي تہ اُهي هيرا منهنجي اکين اڳيان آڻي رکو جي مان سومنات جي بُتَن جي اکين مان ڪڍي آيو هيس ۽ ٻيءَ قُرلت ۾ هٿ ڪيا هيم. هن جي فرمائش پوري ڪئي وئي هئي. ٻئي ڏينهن تائين اهي هيرا تڪيندو رهيو هو، جيستائين هن جون اکيون اُجهامي ويون هيون. ڪوهنور ساڳيو آهي، تاج ۽ تاجدار بدلجي ويا آهن ۽ اُن جي چمڪ هنن جي انت تي مُرڪندي رهي آهي. منهنجي ساري زندگي، البيرونيءَ واري هڻ هٽان ۽ ڏوڪ ڏوڪان ۾ گذري آهي. ٻاهريون سفر ايترو گهٽو نہ آهي، جيترو اندريون سفر آهي ۽ يتائيءَ وانگر 'جان جو پيهي پاڻ ۾ ڪَيم روحَ- رهاڻ' منهنجو مرغوب مشغلو رهيو آهي. هاڻي تہ اهو ويتر وڌي ويو آهي جڏهن مان سياست کان ڪناره ڪش ٿي، پنهنجو ڪشڪول اونڌو ڪري پنهنجي ميڙي چونڊي ڏسي رهيو آهيان ۽ حافظ وانگر محسوس ڪيو اٿم تہ:

رمُوزَ مملکت مُلک راشهان دانند،
گدائے کوچہ نشيني تو حافظا مخروش.

(ترجمو:- سلطنت جي رمزن کي بادشاهہ ڄاڻندا آهن
اي حافظ! تون تہ هڪ ڪوچہ نشين فقير آهين تون رڙيون گهٽ ڪر).

ڪنهن چيو هوتہ "ليودر (luther) ٻہ وڏا ڏوهہ ڪيا ها: هڪ پوپ (Pope) جي تاج تي وارُ ڪيو هو ۽ ٻيو پادرين جي ڍِڍَ تي!"

هڏي مٿان هوڏ ڪڏهانَڪر، ڪُتن جي،
هڏي ساڳي لوڏ، چوپيندڙ چلي ويا.

اهو بيت اسانکي هڪ عام تري ٻڌايو هو، جڏهن اسان مٿي ذڪر ڪيل هَمرچو وارو گيت ٻڌي گاڏين ڏانهن موٽيا هياسين، جي هڪ چاڃ جي پڙيءَ پرسان ويهاريون هيون سين. شايد اِهو شعر اسانکي انهيءَ هوٽل جي پڙي واري ٻڌايو هو. دل ۾ اچي ٿو تہ هر سياستدان ۽ مال، دولت ۽ اقتدار جي هوس رکڻ واري جو در ڪڙڪائي، کيس ننڍ مان اُٿاري اِهو شعر ٻڌايان ۽ جي هو سنڌي ٻولي نہ سمجهي تہ کيس اردوءَ يا پنجابيءَ يا انگريزيءَ ۾ ان جو ترجمو ٻُڌايان. ان کان وڌيڪ ڏاهپ وارو شعر مون هن مهل تائين ڪنهن بہ ديس جي ادب ۾ نہ پڙهيو آهي. ڪوئي پتو نہ آهي تہ اُن جو خالق ڪير هو!

ڪوئي ڪائنات جي خالق وانگر اُن کي خلقي پاڻ ڇُپي ويو هو. دراصل عقل جي ميراث دنيا کي آڇي، پاڻ آلوپ ٿي وڃڻ جهڙي عقلمندي ڪائي نہ آهي. غلام رباني ويجهڙائيءَ ۾ مون وٽ آيو هو ۽ ڳالهہ شاعر جي نانو ناموس جي ٿي رهي هئي. مون هن کي چيو تہ: "منهنجي موت کان پوءِ جيڪڏهن ڪوئي ستم ظريف منهنجي لحد تان سنگ لحد لاهي ٻئي ڪنهن جي لحد تي هڻي اچي تہ منهنجي پونجي تہ اِئين وئي جيئن سَنّي ۾ سٺوڙيءَ جي هارائجي ويندي آهي."

وليم شيڪسپيئر پنهنجي ڊراما 'بادشاهہ هينري اٺون' ۾ پنهنجي ڪردار وولزيءَ (Wolsey) کان چورايو آهي:

"الوداع! ڊگهي الوداع، پنهنجي ساري عظمت کي."

هي تہ ٿيو شاعر جو موت جنهن جي شاعري رهجي ٿي وڃي جيتوڻيڪ ان جي ثابتي نہ ٿي رهي تہ ڪهڙي ڏُن هن جي ڪهڙيَ هڏي جي شهنانيءَ جي تخليق آهي. پر سياستدانن جي تہ ڳالهہ ئي ٻي آهي. ٿامس ڪارلايل ڪهڙو نہ ڪنهن سياستدان جي قبر تي چيو هو: "هن مقرر جي زندگي کان وڌيڪ خوفائتي شيءِ ڪهڙي ٿي سگهي ٿي جو هاڻي سچ بہ چئي نہ ٿو سگهي."

ان ڪري مون کي اهو ڏاهو ڇاڄ جي پڙيءَ وارو ياد ڪندي 'حافظ' جو شعر ٿو ياد اچي تہ:

خاڪسارانِ جهان رابه حقارت نَہ نگرَ
توچه دانيَ که دراِين خاڪ سواري باَشد

(ترجمو:- جهان جي خاڪسارن کي حقارت سان نہ ڏس!
توکي ڪهڙي خبر تہ هن دز ۾ ڪوئي سوار ايندو هجي!).

سٺريئن ۾ وري منظر ڦري ٿو اسان ڏيپلي ۾ ڀهراڙيءَ جون ٻايون ڏسي، انهن جي عاج جا ڪنج ۽ چانديءَ جا پنڙا، مٿي تي ٽِڪن لڳل سينهون ۽ انهن تي پاڻيءَ جا دلا ڏسي ۽ ڪِن ڪِن جي پيشانيءَ تي سوني آلي، ڪن ۾ قليون ۽ نڪ ۾ بولو ڏسي، رستي تي گوسِيءَ جو منو، هڙڪاري جو آلاپ ٻُڌي، ڏيپلي کان ڇهن ميلن تي سارڻ ڊنڊ تي آياسين جا ڄڻ سنڌ جي تاريخ وانگر ڪاري هئي، جنهن ۾ ميناج ڳوليو نٿو لڀي، توڙي اسان سنڌين سنڌ تي ست سئو سال حڪومت ڪئي آهي. توهان ٿي ٻڌايو تہ ڪلهوڙا، سما،

سومرا، گهٽيون صديون هيا؟ ممڪن آهي تہ منهنجي حساب ۾ ٿوري غلطي هجي! سارڻ ڏنڌ مان قدرتي لوڻ پيدا ٿئي ٿو. اُتي سالٽ ڪاٽي وارن جي آفيس بہ هئي. ممڪن آهي تہ اهو مون ڪٿي پڙهيو آهي ۽ اهڙي آفيس ان وقت موجود ڪانہ هئي! لوڻ جي ڏنڌ ڪي سَن بہ چوندا آهن، ٿر جي ٽن تعلقن ۾ (ڇاڇري ڪانسواءِ) اهڙيون ڏنڊون آهن ۽ انهن ۾ اَڻ ميو لوڻ آهي پر اسانجي صدين ۾ جيتري نمڪ حرامي، سُتاسور، ۽ ٽِڪاڻ آهي، اوتري اِن ساري لوڻ ۾ نہ آهي. هاڻي تہ اربين ٽن ڪوئلو لڌو ويو آهي. پانيان ٿو تہ اُن جي واپار مان هٿ اڇا رهجي ويندا. سنڌ ۾ ايترو پيٽرول نڪتو آهي پر اسان کي ڪيترو مليو آهي! اِن توانائيءَ جي ذريعي مان ڪيتري توقع رکي سگهجي ٿي؟ دنيا ۾ نيت سان ونڊ وِراهہ جي اصول کان بهتر ڪو اصول ڪونہ آهي، پر هَوَس رانِي هر مُلڪ راني جو اٽوٽ انگ آهي. جي ائين نہ هجي ها تہ يو- ايس- ايس- آر رومن سامراج وانگر ختم نہ ٿي وڃي ها.

ڏيپلي ۾ رهي مرحوم محمد عثمان ڏيپلائيءَ تي نہ لکڻ مان گناهہ برابر ٿو سمجهان. پر مون اڳيئي ڏيپلائيءَ صاحب تي مضمون لکيو آهي جو منهنجي هڪ ڪتاب ۾ ڇپيل آهي.

اسان ان ڏينهن ڦري مٺي آياسين پر مِٺيءَ ۾ ترسياسون ڪونہ. مان ۽ جمال جڏهن هن ڪتاب لاءِ يادگيريون پٽي ڪَنيون ڪيون، تڏهن اسان کان اهو نوٽ وٺڻ وسري ويو تہ ميرپورخاص ۾ اچي، پهرين رات اسان مِٺيءَ ۾ ڪنهن مختيارڪار جا مهمان ٿيا هياسين ۽ ٻي ڏينهن ڏيپلي ويا هياسين. اردوءَ جو مشهور شعر آهي:

غزل اس ني ڇهيڙي مجهي ساز دينا
ذرا عمر رِفته ڪو آواز دينا

پر ’عمرِ رفتہ‘ ڪنهن ڪنهن وقت گوهي ڪري ٿي وڃي ۽ ڪي واقعا وسريو ٿا وڃن. ماضيٰ اُن ڪي ائين ڏڪي ٿو ڇڏي جئين سُڪل ٻوهہ ۾ لُريءَ ڪان مال ڪي ڏڪي ڇڏيندا آهن. اِن ۾ شڪ نہ آهي تہ تخليق ۾ بيحد اُتساہ تڏهن پيدا ٿيندو آهي جڏهن مصنف اُن جو مرڪزي ڪردار هوندو آهي ۽ گهٽو ڪري ماضيءَ جون يادگيريون اَڻ- ڇٽ مان اُپري ايندبون آهن. ڪنهن مهل اونهاري جي يادگيري سياري ۾ ايتري ڇٽائيءَ سان ايندي آهي جو ڇڻ بدن تي پِٽُ نڪري ايندي آهي ۽ ڪنهن وقت سياري جي يادگيري اونهاري ۾

ايتري شدت سان ايندي آهي جو لڳ لڳ ۾ سيٺاندو ٿيندو آهي. سر وليم بئري (Sir William Barrie؛ ١٨٦٠ع کان ١٩٣٧ع تائين) ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي تہ: ”خدا اسان کي يادگيري ڏني ئي انهيءَ لاءِ آهي تہ اسانکي ڊسمبر ۾ گلاب ملي سگهن.“

پر وري بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ وسري ويندو آهي ۽ پوءِ ذهن ۾ ايئن چلانگ ڏئي ايري ايندو آهي، جيئن گڊ کيرٽر تي چنڊ ڏسي مٿي چلانگ ڏيندو آهي. يادگيريون غمگين ڪنديون آهن ۽ عمر جو اذيتناڪ احساس بہ ڏينديون آهن.

اها رات جڏهن اسان مختيارڪار وٽ منيءَ ۾ ماني ڪاڌي، اُن وقت منهنجي ڦوهہ جواني هئي. اڄ ڪلهہ چاليهہ سال ڪائي عمر نہ آهي. ان عمر ۾ تہ هر انگ مان سچ ڦٽندو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ تيستائين پيار مان الهڙپائي ختم ٿي ويندي آهي ۽ اُن ۾ اٿونڊايون نہ رهنديون آهن. انهن جي جاءِ تي سنجيدگي ۽ ديرينائي اچي ويندي آهي. اڳين اُبهري دل- ڦينڪ فطرت تہ نہ رهي آهي، پر اڄ تائين عمر جي باوجود پاڻ ۾ سونهن جو سوداءُ ويو نہ آهي. ڪائونٽ ليوتاستاءِ (١٨٢٨ع کان ١٩١٠ع تائين) هڪ هنڌ چيو آهي تہ: ”اهو چوڻ تہ ڪوئي ڪنهن کي سڄي عمر پيار ڪندو. ائين آهي جيئن چئجي تہ هڪ ئي موم بتي تيستائين ٻرندي رهندي جيستائين اوهان جيئرا آهيو.“ آسڪروائيلڊ بہ ٻنهہ سچ چيو آهي تہ: ”انهن انسانن لاءِ جذبات جو اظهار ڪلڻ ڄاب لڳندو آهي، جڏهن اُنهن سان محبت ختم ٿي ويندي آهي.“ پر ان رات مونکي ڪائي صورت چنڊ جي چٽائيءَ وانگر ياد آئي هئي ۽ مونکي ساري رات ننڊ نہ آئي هئي. هوءَ مونکان ڪيترو نہ دور هئي، ڪيترو نہ مجبور هئي! ’زنجير رمِ آهو‘ اردوءَ جو هڪ عجيب استعارو آهي. هرڻيءَ جي ڊوڙ بہ هڪ زنجير هوندي آهي جا آهيڙيءَ کي پنيان گهليندي آهي. هوءَ ڪيتري نہ مختلف هئي! پهريون پيرو مونکي زندگيءَ ۾ شدت سان پيار جو احساس ٿيو هو. اها موم بتي ٻري رهي هئي، اڌ بہ وساڻي ڪونہ هئي ۽ اُن جي روشنيءَ ۾ ساري ڪائنات هن وانگر ٿي لڳي.

مختيارڪار جي مانيءَ تي اسان کي ٻوڙ پلاءَ سان گڏ نيٺ ٽري ڪاڌو ڪنييون، ڏوئنرا ۽ چيڙ بہ ڪارايا ويا. مان پانيان ٿو تہ ڏوئنرن جي ڪنڻ ۽ چيڙن جون تريل ڪچڙيون بہ هيون. جيتوڻيڪ مانيءَ ڪانپوءِ مونکي جهلپائون تہ ٻاهر

پڌر ۾ نہ وڃ چوتہ ٻاهر ڪنهن لُنڊيءَ، ڪپر، بہ مُنهين، گهوڙيال يا ٻئي سُرٺي جو پوءِ ٿي ٿي سگهيو، پر چند انسان ڪي اٿين چڪي ٿو، جٿين گهنگهر سان ٻانهي ڪي ڇڪبو آهي. مونکي پونم جو چنڊ ڏاڍو وڻندو آهي. ان جا سيتل ڪرڻا من ۾ سُتل سور جاڳائيندا آهن. ڪيڏون نہ سارون انهن ڪرڻن مان تيرن وانگر اينديون آهن جي من ڪي ٻي ڇٽن ڪنديون آهن!

ان ڏينهن الهڙ جواني پٺي ياد آئي. مان جڏهن بہ شڪارپور ۾ بهار جي مند ۾ هن جي گهر ويندو هوس تڏهن لکيدر تان رابيل جون ڪنديون وٺي ويندو هوس ۽ اسان چانڊوڪيءَ ۾ واڻ جي کٽ تي اڪٺ ڳالهيون ڪندا هياسين تان جو رات جا ٻہ وڄندا ها ۽ مان گهر موٽي ويندو هوس. ريشم مونکي گهٽيءَ جي موڙ تائين ڇڏڻ لاءِ ايندي هئي. ساري دنيا ننڊ ۾ آلوٽ هوندي هئي پر ريشم ڪي پوءِ هوندو هو تہ اهڙي اويري وقت مونکي هن جي گهر مان نڪرندو ڏسي، غلط فهميءَ ۾ هن جو ڪوئي مائٽ مونکي ڪارو ڪري نہ ماري وجهي. هُن اِها ڳالهہ مونسان ڪيئي ڀيرا ڪئي هئي ۽ چيو هيائين تہ "ساڄهر گهر ويندو ڪر. اٿين هَتُو مَتُو ٿاري نڪرڻ چڱو نہ آهي"، پر چانڊوڪيءَ ۽ پيار ڪي چقمق جي ڪشش هوندي آهي. انسان ڪٿ جي اِيس تان اُٿي نہ سگهندو آهي ۽ ڪوئي زنجير هن ڪي اُن سان جڪڙي ڇڏيندو آهي. وقت ڪي ڄڻ ڇڪور جا پر هوندا آهن، ڏاڍو تيز اُڏامندو آهي پر ٿڪجي نہ ٿڪبو آهي. گوئٽي جي فائوسٽ تڏهن تہ ميفسٽوفلس جي اڳيان اِها اِڃا ڪئي هئي تہ مونکي جواني موٽائي ڏي! هاڻي تہ مرحومہ مونکي اٿين ياد ايندي آهي جٿين جُهڙ ۾ تارا هوندا آهن. هوءَ هن ڌرتيءَ تي يا ٻئي ڪنهن گرهہ تي آهي يا اُتلو سرشتيءَ ٿي ڪنهن ٻيءَ ۾ آهي، اهو ڪيئن چئجي! ڪوئي وڃي موٽيو تہ نہ آهي جو ڪنهن جو ڏس ڏئي سگهي پر دل چئي ٿي تہ هن ڪان اڳتي بہ اڪٺ زندگيون آهن، جي ڪُٿي نہ ڪٽيون آهن.

مِنيءَ ۾ اُن رات مان ڪافي دير تائين اڱڻ ۾ ٽهلندو رهيس. مون ساري زندگي ننڊ تمام گهٽ ڪئي آهي ۽ هڪ نظم ۾ پنهنجن ڇپرن کي ڪنهن مزدور جي ڳورين ڳوٺين سان تشبيهہ ڏني آهي. ان ڪان وڌيڪ سچي تشبيهہ مون سچي شاعريءَ ۾ نہ ڏني آهي. هن عمر تائين مان رات جي ٻي ٽين بجي تائين لکندو آهيان. تڏهن تہ جواني هئي جڏهن مان مِنيءَ ۾ ٽهلي رهيو هوس ۽ ڪجهہ ڏينهن اڳ مون پنهنجي تازي وائي 'دلڙي ٿي ديواني ڙي' لکي هئي. ان

رات مون کي پڌر ۾ ڪوئي سپ نظر نہ آيو. دراصل مونکي خاطري هئي تہ مقدر منهنجي حصي ۾ جا شاعري ڏني آهي، اُها جيستائين مان لکي پوري نہ ڪندس، تيستائين نہ مرندس. مان ڪيترا ڀيرا موت جي منهن ۾ وڃي بچي ويو آهيان ۽ منهنجو وار بہ ونگو نہ ٿيو آهي. اهڙو ڪجهہ ذڪر 'ڪتين ڪَرَ موڙيا جڏهن' جي پهرين ڀاڱي ۾ (مهاڳ ۾) ڪيو آهي وڌيڪ ہي ڪنهن ڪتاب ۾ لکندس.

انهيءَ مختيارڪار جو نالو وسري ٿو وڃي. نہ وري جمال ۽ ابراهيم ڪي ياد آهي. رشيد ڀٽي وڃي پنهنجي رب کي ڀهتو آهي. هُن اسانکي ٻڌايو تہ جي اسان ساجهر سويري گهران نڪرنداسين تہ کوهن تي نهايت خوبصورت نظارو نظر ايندو. انڪري مان صبح جو چئين بجي اُٿي، ڇهين بجي تائين وهنجي سهنجي تيار ٿي ويو هوس. چار ڪلاڪ ننڊ منهنجي اڳتي سفر لاءِ نئين جَلائو مادي (re-fueling) لاءِ ڪافي هئي. ڪنهن وقت مون سوچيو آهي تہ جي زندگي ايتري مختصر آهي تہ اِنسان ننڊ ڇو ٿو ڪري؟ منهنجو وس پڄي تہ جيڪر ننڊ نہ ڪيان. ننڊ تہ موت جي ڀيڻ آهي. ماٺهو صدين جي پُول پلٽيان ۾ گم ٿي ٿو وڃي، انهيءَ ڳوڙهيءَ ڳجهارت ۾ جنهن جي ڪائي پيڄٽي نہ آهي. پر ڇا ڪجي، ننڊ سمنڊ جي وير وانگر هر شيءِ واري ٿي وڃي. اها تہ موت جي تختي تي بہ اچي وڃي ٿي. مونکي هن وقت شهيد ڀُٽي جي پوئين رات ياد اَچي رهي آهي. چون ٿا تہ هن ڏاڍي گهري ننڊ ڪئي هئي ۽ ڦاسيءَ کان اڳ هن کي فقط هڪ خواهش هئي تہ ڏاڙهي کُوڙي وٺان. هو زندگيءَ ۾ نهايت خوبصورت هو ۽ هُن نہ ٿي چاهيو تہ هُو موت کي ڪوجهو نظر اچي. شايد ڪمال اتاتُرڪ بہ ساڳيءَ حالت ۾ هجي ها تہ اَهڙيءَ خواهش جو اظهار ڪري ها. ملائڪن سان ملاقات لاءِ ماڻهوءَ کي مُنهن تي ملائڪ وارو ڏيکُ هجڻ گهرجي. هُو بہ مون وانگر ننڊ ۾ وقت ضايع نہ ڪندو هو. ايوب خان کي استعفا ڏئي جڏهن هن اليڪشن لاءِ دورا ڪيا، تڏهن هُو ننڊ فقط پنهنجيءَ ڪار ۾ هڪ شهر کان ٻي شهر ڏانهن ويندي ڪندو هو. شايد هو بہ مون وانگر محسوس ڪندو هو تہ ننڊ هڪ فضول شيءِ آهي. زندگي نيٺ تہ ڪنهن ڦاٽل پاٽل وانگر ڦِٽي ڪرڻي آهي. اُن مان جيترو ڊَوڙُ ڪجي، ڪري وٺجي. چون ٿا تہ هن ۾ ڪمزوريون هيُون، هونديون. چون ٿا تہ هن جو نصب العين صحيح نہ هو، هوندو. مون تہ جڏهن بہ هن کي ڏٺو هو، هڪ ترو تازه

گلاب وانگر ڏٺو هو ۽ چون ٿا تہ موت ۾ بہ هو ائين لڳي رهيو هو ڄڻ تازو ڪنهن هن کي تاريءَ تان ڇڳو آهي. ذاتي زندگي اُن دؤر ۾ اسان ڪنهنجي ڏٺي هئي؟ چرچل جي، ڊيگال جي، روزويلٽ جي، اسٽالن جي، مائوءَ جي، سوئڪارنو جي، مارشل ٽيٽو جي؟ ڪهڙي ليڊر جو ڪوئي صحيح اکين ڏٺو شاهد آهي. تاريخ نويسن هنن جون زندگيون ڪنهن رِليءَ وانگر ڏينهن ڏينهن جون ڇَتيون ڳنڍي جوڙيون آهن. پوءِ بہ ڪهڙي تاريخ نويس کي خبر آهي تہ هو رات ڪيئن گذاريندا ها؟ جيڪي ڳالهيون اسان هُن جي باري ۾ ٻُڌيون آهن، ممڪن آهي تہ ڪُوڙيون آهن. هن جي پوئين قيدوبند جي باري ۾ جيڪي ڇاتو ويو آهي. اُنهيءَ مان تہ ظاهر آهي تہ هن عزت جي موت کي ذلت جي زندگيءَ تي ترجيح ڏني هئي.

هو بنيادي طرح هڪ عملي فلاسافر هو. سقراط وانگر مُرڪندي هيملاڪ پي سگهندو هو. اطالوي شاعر ۽ مفڪر برونو وانگر، شعلن جي لپيٽ ۾ اچي، خوشيءَ سان شعلو ٿي سگهندو هو. پروانا پنهنجي تقدير تي نہ روئيندا آهن. قاضي عابد مونکي هن جي سپريم ڪورٽ ۾ ڪيل آخري تقرير ٻُڌائي هئي، جنهنجا پويان لفظ اِهي ها تہ: ”ماءِ لارڊ! جي مان واجب القتل آهيان تہ منهنجي مٽي کي منهنجيءَ ڪمر وٽان ڪپيو وڃي، جيئن هن وقت تائين جيڪي سر ڪپيا ويا آهن، اُنهن کان منهنجو سر اوچو نظر اچي.“

هي آنا هئي يا هماليہ جي چوٽي اٽنا پورنا هئي! مون شاعري لکي آهي، هن جي زندگي شاعري هئي. هن جو موت بہ هڪ شاعر جو موت هيو. نہ، هن جو موت خود هڪ خوبصورت نظم هو، اهڙو نظم جو شيڪسپيئر جي ڪنهن بہ ڊراما ۾ ڳاتو نہ ويو آهي ۽ سياست جي ڊراما جو هڪ اٽوٽ انگ ٿي چُڪو آهي. هر انسان ۾ لڱايون آهن، هُن ۾ بہ هونديون. ماڻهو لڱائيءَ ۽ چڱائيءَ جو تاجي پيٽو آهي. پر مون هن جون فقط چڱايون ڏٺيون هيون، هن سان گڏ ساهيوال جيل ۽ ساهيوال جيل کان ٻاهر، ۽ جي پيو نہ تہ منهنجي هڪ مرثئي جو حقدار هيو، جو مان هن تي لکي چُڪو آهيان، جو پنهنجي نوعيت جو واحد مرثيو آهي ۽ عابده پروين ڳائي چُڪي آهي:

واويلا وٽڪارَ....

وَٽ وَٽ، پَن پن مان واويلا اَچي رهي هئي، جڏهن هن جو لاش نئي ديري آندو هيائون. اها واريءَ جي واويلا نہ هئي، سرسبز زندگيءَ جي واويلا هئي.

پُٺي جي قاسي ڪان ڪجھہ وقت پوءِ مان اسلام آباد ۾ سنڌ هائوس ۾ رهيل هوس جتي مونکي 22 گريڊ جي آفيسر جي حيثيت ۾ رهڻ جي اجازت هئي هڪ صبح جو مان واندو ويٺو هوس ۽ اخبار مان معلوم ٿيو هو تہ اي. ڪي بروهيءَ جي پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ تقرير ڪندي جميعت الطلباءِ وارن سان سخت ڪلامي ٿي هئي ۽ جميعت جي ڪنهن ليڊر هن جي باري ۾ چيو هو: "بروهي صوفي آهي." ڪجھہ ڏينهن ڪانپوءِ مون پڌو بروهي صاحب استعفا ڏني آهي ۽ چيو اٿائين تہ:

"مان وڪالت ڪندس، وزارت جي تنخواه مان منهنجو خرچ پورو نہ ٿو ٿئي."

مون هن سان ملڻ پئي چاهيو. پنهنجي پراڻي دوست صديق گهانگهري کي فون ڪيو جو ان وقت پاڪستان جو ائڊيشنل لا سيڪريٽري هو ۽ جنهنجو نہ رڳو بروهي صاحب سان پاڪستان جي وزيرِقانون جي حيثيت ۾ واسطو هيو پر هن سان ذاتي تعلقات بہ هيا. گهانگهري ۽ منهنجي وچ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ليڪچرر چاند بي بي ائين هئي جيئن نجيب ۽ ناصر جي وچ ۾ نيل درياھہ هو. هوءَ گهانگهري صاحب جي گهري دوست هئي ۽ منهنجي لاڏلي ماتحت هئي. مون ان ڪري صديق گهانگهري کان فون ڪري پڇيو تہ: "ڇا بروهي صاحب چارج ڇڏي چڪو آهي ۽ جي نہ تہ هُن کان ٽائيم وٺي ڏي تہ مان سائس ملان." گهانگهري جواب ڏنو: "هن چارج نہ ڇڏي آهي ۽ بلڪل واندو ويٺو آهي. چيو اٿائين تہ اوهان پلي لا منسٽريءَ ۾ سندس آفيس ۾ اچو."

بروهي ۽ پٺو پاڻ ۾ نہ ٺهندا هيا ۽ مون شهيد پٺي جي قاسيءَ تي هن جو ردِعمل ٿي ڏسڻ چاهيو ۽ ائين بہ هن سان ڪچهري ڪرڻ ٿي گهري. مان جڏهن بروهيءَ سان مليس تہ هن ڳالھہ ئي پٺي جي قاسيءَ سان شروع ڪئي. بروهيءَ کي انگريزي نثر ۽ نظم جي باري ۾ حافظو ايترو ئي تيز هو جيترو منهنجو اردو ۽ فارسي شاعريءَ جي باري ۾ آهي. بروهي فلسفي ۽ نفسيات جو بہ ماهر هو ۽ هن بي- اي ئي انهن موضوعن ۾ ڪئي هئي ۽ غالبا بي-اي هانرس (فلسفي) ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو. ڳالهيون ڪندي هن مونکي سي-جي- جنگ (1975ع کان 1961ع تائين) جي هڪ لکت ڏانهن ڌيان ڏياريو:

"It is just as neurotic in old age not to focus upon the goal death, as it is in youth to repress fantasies which have to do with future."

(ترجمو: پيريءَ ۾ موت جي منزل تي خيال مرڪوز نه ڪرڻ اهڙو ئي تنتياتي مرض آهي، جهڙو جوانيءَ ۾ مستقبل جي باري ۾ تصورات تي روڪ.)
مون جواب ۾ هن کي جيمس باسويل جي ڪتاب مان حوالو ڏنو ته: ”جڏهن هن ڪان مون سوال پڇيو ته ڇا اسان موت ڪان زندگيءَ کي محفوظ رکون؟“ تڏهن هن چيو، ”نه، موت جي ڳالهه کي ڇڏي ڏي. انڪري فرق نه ٿو پوي ته ماڻهو ڪيئن مٿو. پر فرق ته اها ڳالهه تي ڪري ته هو ڪيئن جيئرو رهيو. موت اهڙو اهم نه آهي ڇوته اُهو اڪيوڻ جو معاملو آهي.“ ممڪن آهي ترجمو پورو نه هجي پر بروهي يڪدم سمجهي ويو ۽ چيائين: ”اياز! ڇا اُهو پنهنجي ڪتاب ’جانسن جي زندگيءَ‘ ۾ ڇپيو آتائين؟“ مون ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪئي. وڌيڪ ڳالهين ڪندي مون بروهيءَ کي ٻڌايو ته: ”پٽو هڪ يڪتائي روزگار شخصيت هو. هن سان ڪوئي اتفاق ڪري يا نه ڪري.“ اِن تي بروهي صاحب فرمايو ته: ”اهو ته پنهنجي جاءِ تي، پر اياز مان يقين سان چوان ٿو ته هُو ڏاڍو محنتي انسان هيو. مون پٽي جهڙو محنتي شخص زندگيءَ ۾ نه ڏٺو آهي.“ مون اِن تي چيو: ”سائين، پٽو ننڊ ۾ تمام ٿورو وقت وڃائيندو هو.“ ”اٿين ئي ٿو لڳي،“ بروهيءَ چيو، ”نه ته ايترو ڪم ڪئين ڪري سگهي ها!“ شهيد پٽو ۽ بروهي ٻئي گذاري ويا آهن. هر ڪنهن کي موت جو ذائقو چکڻو آهي، پر مان يقين سان چوان ٿو ته اِهي ئي شهيد پٽي جي باري ۾ بروهي مرحوم جا پويان لفظ ها.

بهر صورت اها ڪيترو وقت پوءِ جي ڳالهه آهي. وقت جي نديءَ ۾ مان ڪڏهن گهڻو اڳتي نڪري ٿو وڃان. وري پٺتي تَري ٿو اچان. هي زندگيءَ جو سفر آهي، اُن ۾ ماضي، مستقبل ۽ حال هڪ ڪشتيءَ ۾ سُوار آهن، مُنڍو منڍي سان جڪڙي ويٺا آهن ۽ جي ساٿ ڇڏن ٿا ته ٿوري وقت لاءِ. وري ساڳي هنڌ تي موٽي اچن ٿا. مان درحقيقت اندريون انسان آهيان، مون ۾ ٻاهريون انسان ته فروعي آهي. بهرصورت مان ٻاهرين انسان جو جامو بيهر ٿو پايان ۽ اُتان شروع ٿو ڪيان، جڏهن مان، جمال ابڙو، ابراهيم جويو ۽ رشيد پٽي گڏجي هڪ ڪوهه تي آياسين. اپ ۾ ڪي ڪارا اڇا ڪڪر اتر اوير پٽي ويا ته ڪي ڏکڻ اولهه پٽي ويا. سيني انهن کي ’اُپ‘ تي ڪونيو ۽ برسات جي اڳڪٿي ٿي ڪياٿون. اهو منظر هڪ تاثراتي تصوير (Impressionistic pairnting) وانگر هو.

آگميل آڪاس هينيان ڪيئي سماٽ عورتون گهڙا مٿي تي رکي بيٺيون هيون ۽ صاف نظر اچي رهيون هيون. هن ڪي پيرن ۾ چانديءَ جون ڪڙيون يا جهانجرا پيا ها. ڪجهه مسلمان عورتون، گُرگيز، ڪورائي، لاشاري وغيره هيون ۽ ڪجهه هندو ناريون سوٿهڙ، جاٽ مينگهواڙ وغيره هيون. کوهه جي هر حصي جو نالو جدا هو. پاڻي ڇڪڻ جو ڪم اُٺن کان ورتو ٿي ويو، جن کي هڪ ٿي پاڄاريءَ ۾ ٻڌو ويو هو. کوهه ۾ چم جو ٻوڪو (ڪوس) چَم جي رسي سان ٻڌي ڪُپيءَ تان هيٺ تي لاٿائون. چم جي رسيءَ کي 'وَرت' ۽ ڪُپيءَ کي 'يَوَڻ' تي چيائون. يَوَڻ ٻن ڪاٺين ۾ مضبوط ٿيل هئي، جنهن کي 'کُهَڙ' تي ڪوٺيائون. ڪنهن فلسفيءَ جي تفڪر وانگر ڪوس يَوَڻ تان. تڪرندو وڃي کوهه جي تري ۾ تي ڪريو. ان ڪانپوءِ پاڻيءَ ڪيندڙ جُهڪي تي ڏِنو ته ڪوس پريو يا نه. پاڻيءَ پرينڌڙ کي 'گوسِي' تي چيائون ۽ وهٽ ڪاهيندڙ کي 'ڪيليو' تي سڏيائون. جڏهن ڪوس پَرجي ٻورو تي لڳو، تڏهن گوسيءَ ڪيلئي کي سڏ تي ڪيو. پوءِ ڪيلئي وهٽن کي هڪليو تي ۽ ڪوس ٻاهر تي ڪڍيائون ۽ ان کي جنهن جاءِ تي پيهارياٺون تي، تنهنکي 'ڦرهڙي' تي چيائون. اهي لفظ انهيءَ ثقافت جون نشانيون آهن، جنهن جون جڙون ڪيئي صديون پراڻيون آهن. نه رڳو ٿر ۾ کوهه جي هر ڀاڱي کي پر هرڳوٺ، پٽ، ڏهر، ٻَنيءَ، گس کي نالو هو، هر وڏي وڻ، هر ننڍي وڻ، ٻوٽي، وڏي، ننڍي يا ڀاڄيءَ واري وَل کي نالو هو، پوءِ اُهي پوکيل هيون يا جهنگلي هيون، ڳنڍ واريون هيون يا بنا ڳنڍ جي هيون. هر گاهه کي ائين نالي سان سڃاتو تي ويو. جيئن قومن ۽ ذاتين کي نالي سان سڃاتو تي ويو، هر ٻاسڻ برتن کي ائين نالو هو جيئن گوُڙتر ۽ نُک کي نالو هو. هر ترائي ۽ تلاءَ کي نالو هو، هر کوهه، وِيريءَ ۽ انهن مان پاڻي پرڻ جي قسم ۽ خاصيت جو نالو هو، هر جانور، جيت جڻئي، پکي پکڻ کي نالو هو. کهڙا تفصيل ڏٺي کهڙا ڏيان! جي مان ٿر ۾ رهان ها ته ڏهن مهينن ۾ ڏهه هزار صفحا اُن جي لغت لکان ها.

مون وٽ هڪ آسٽريلين شاعره اسٽيلا ڊراءِ لئنڊ (Esteila Dryland) ايندي آهي جا ڪراچيءَ ۾ مهاجر تهذيب ۽ اُردو زبان وغيره تي هڪ پورو ڪتاب لکي رهي آهي ۽ گڏوگڏ منهنجي شاعريءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو به ڪري رهي آهي. جڏهن مون هُن کي ٻڌايو ته اسان جي ٻولي هيتري شاهوڪار آهي ۽ ان ۾ ڪيترائي لفظ آهن، تڏهن هن مونسان اتفاق ڪيو ۽ چيو ته مان

هڪ اردو شاعره فاطمه حسن جو نظم پڙهيو. اُن انهيءَ موضوع تي هڪ خوبصورت ننڍو نظم لکيو آهي جو مون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي:

مان هاليجي ڍنڍ تي ويس،
پريان هڪ وڻ بيٺو هو،
اُن وڻ تي هڪ پکي ويٺو هو.
پر اهو ڪهڙو وَڻ هو؟
اهو ڪهڙو پکي هو؟

اهو نظم پاڻ ۾ هڪ وڏي الميہ جو داستان سمائي ٿو. مون هن سان دنيا جي پناه گزينن جي نفسيات تي بحث ڪندي چيو تہ:

”پناهہ گزين گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ سال اُنهيءَ ثقافت کي ڇهنيا پيا هوندا آهن جا هو پنتي ڇڏي ايندا آهن. سفيد روسي (White Russians) جڏهن روس ڇڏي فرانس يا انگلنڊ ۾ آباد ٿيا تڏهن گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ سالن لاءِ هو شعر، ڪهاڻيون ۽ ناول روسيءَ ۾ لکندا رهيا. رڳو نبوڪوف جهڙو ماڻهو جنهن مشهور ناول ’لوليتا‘ لکيو هو، ۽ عالمي ادب ۾ نالو پيدا ڪيو هو، انگريزيءَ کي اپنائي سگهيو هو. اسان وٽ پاڻ کي ڪوئي بہ پناهہ گزين نہ ٿو سمجهي. هو چون ٿا تہ اسان مهاجر آهيون ۽ هي ملڪ اسان ٺاهيو آهي، جي هنن جي دعويٰ تسليم بہ ڪئي وڃي تڏهن بہ ان ڳالهہ کان تہ هو انڪاري نہ ٿي سگهندا تہ اسان هن ترتيءَ جا اصل باشندا آهيون ۽ ثقافت جون ترتيءَ ۾ جڙون ٿينديون آهن ۽ هو پنهنجون جڙون پنهنجي ترتيءَ تان پاڻ پٽي آيا ها ۽ جي هتي هو ڪاٿي آمريڪا وانگر پنهنجي ثقافت ۽ ٻولي پيدا ڪري سگهندا تہ ان ڳالهہ ۾ ڪيئي صديون لڳنديون. في الحال تہ هو انڌي گهوڙيءَ وانگر ڪَل ۾ ڏوڪيندا ٿا رهن.“

وري پنتي، مٽيءَ ۾ کوهہ تي مون جي پيارا چهرا ڏٺا. اُنهن کي پنهنجو رنگ روپ هو ۽ راجستان کان سوا اهڙا چهرا اوهانکي ڪٿي نظر نہ ايندا. حسن پرستي شاعر کي ورثي ۾ ملندي آهي ۽ شاعر کان وڌيڪ حسن جو پارکو صنم تراش تي سگهي ٿو، جو پٿر ۾ جان وجهي سگهي ٿو. اسان اُنهن عورتن کي گهوري انهن جي هر زيور، هر اَدا ۽ هر انگ کي ڏسندا رهياسين. مون کي صائب جو شعر ياد اچي رهيو هو:

حسن و عشقِ پاک را شرم وحيا درکار نيست
پيشِ مردم شمع در بر مي ڪُند پروانه را

(ترجمو:- حسن ۽ عشق جي پاڪ آهي تہ اُن ڪي شرم ۽ حيا درڪار نہ آهي.
ماڻهن اڳيان ميڻ بتي پتنگ کي ڪٽي ڇاتيءَ سان ٿي لڳائي)

خير هي تہ ٻڊش اٺٽيٺنا جو دؤر آهي. بي- بي- سي ۽ زِي (Zee) ٽي
- وي ڏسڻ کانپوءِ چڻ اهڙا شعر فضول لڳي رهيا آهن.

بهر صورت اسان لاءِ خاص ڪري ان وقت مارئيءَ جي ديس ۾ اُڍيءَ
اک سان نهار ناممڪن هئي. گهڙو پريندي اسان کي هر عورت مارئي لڳي رهي
هئي. هونءَ بہ مان جنسي معاملات ۾ مادر پدر آزاديءَ جو قائل نہ آهيان، نہ
مون ڪنهن ماهر نِفسيات وانگر چيو آهي تہ:

"خاندان هڪ خودڪُشيءَ جو مخفي معاهدو آهي"

۽ نہ طنز ڪندي ڪنهن باعصمت عورت کي گيٽ ڪيپر (Gate-keeper)
ڪوٺيو آهي. هن وقت مونکي اُهو احساس آهي تہ جنسي بغاوت جو دؤر مغرب
۾ ختم ٿي رهيو آهي. اُتي نوجوان قربت (Intimacy)، جوڙن جي ڳانڍاپي
(Pair-bonding)، تعلقات قائم رکڻ (Working at relationships) ۾
اعتبار ڪري رهيا آهن. جنسي تعلقات ۽ سُياءُ، گڻ ۽ لڇڻ، جَهجهائيءَ ۾ گهَڻ-
اُڪاس کان وڌيڪ ياري ۽ وَزنائتا سمجهيا ٿا وڃن. جنس جي خسيس - پٽي
خلاف سخت ردِ عمل آهي. ان دؤر ۾ تہ هينري ملر (Henry Miller) ۽
فرانسوا ساگان (Fran coise Sagan) جي آتم ڪهاڻين ۽ ناولن مغرب جي
ذهن کي ڪافي لوڏي وڌو هو، جنهن جو ڪنهن حد تائين برصغير جي پڙهيل
ڳڙهيل طبقي تي بہ اثر پيو هو. جيتوڻيڪ ڪافي وقت پوءِ هينري ملر پنهنجي
انٽرويو ۾ چيو هو تہ: "انسان کي ايتري جنسي آزادي ملي چُڪي آهي جو اِن
تي وڌيڪ لکڻ فضول آهي." ۽ خطِ سرطان (Tropic of Cancer) ۽ خطِ
جدي (Tropic of Capricorn) ۽ جنسي بي راهہ رويءَ جي ٻين ڪتابن جو
عظيم مصنف انڪري خاموش ٿي ويو هو. پاڪستان کان اڳ تہ اسان جي
ذهن ۾ ڪرشن چندر، راجيندر سنگهہ بيدي، عصمت چغتائي ۽ سعادت
حسن منٽو، سرايت ڪري ويا ها ۽ اڃا تائين اُنهن جون نيون، خوبصورت ۽
نهايت مهانگيون اشاعتون نڪري رهيون آهن. ان دؤر ۾ مون ۾ پاڪيزگي ۽
گناهہ لاءِ ڪشمش هڪبئي سان مُندبو اتڪائينديون هيون. ڪڏهن مان مُڙي

ويندو هوس ۽ ڪڏهن ماڪيءَ ۾ مک وانگر ڦاسي پوندو هوس پر مان ايمانداريءَ سان ٿو چوان تہ ٽر ۾ مونکي هر عورت مارئي لڳي رهي هئي، بي بي حوا جي ڌيءَ، جنهن تي انجير جو پَن مونکي وٽي رهيو هو.

جواني ديواني ٿِئي ٿِي. مان ڪو فرشتو نہ آهيان. مون ۾ بہ انساني ڪمزوريون رهيون آهن. هڪ ڀيري مان بنگلاديش ۾ (جو اُن وقت اوڀر پاڪستان هو) رائيٽرس گلڊ جي اجلاس مان اوچتو گم ٿي ويس ۽ ڪيئي سَو ميل دريائي سفر ڪري وڃي کُلنا نڪتو هوس، جنهن جو تفصيلي ذڪر مون پنهنجي ڪتاب 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' ۾ ڪيو آهي. کُلنا کان پوءِ سندر بن گهُمي، جتي نو سو واگهہ هوندا ها، مان موٽي کُلنا آيو هوس ۽ ڊڪوٽا جهاز ۾ چاٽگام هليو ويو هوس. اُتي مون ڊاڪٽر نعيم دريشاٽيءَ کي ميڊيڪل هاسٽل ۾ ڳولي لڌو هو، جو سنڌي شاعر هو ۽ منهنجو مداح هو. چاٽگام ۾ ڏاڍي بارش پئجي رهي هئي. مون نعيم وٽ سامان رکِي، شايد ميڊيڪل هاسٽل ۾ ماني کاڌي. بارش ڪجهہ گهٽجي وئي هئي. مون کي عورت جي جسم جي ڏاڍي بک لڳي هئي، سو نعيم کي پاتر پاڙي (قحبہ خاني) ڏانهن ڇڪي وٺي ويس. اسان اڃان ان جو ڏس پڇي پڇيو تہ بارش زور سان پوڻ لڳي. اُن بہ منهنجي تشنگي دُور نہ ڪئي. نيٺ هڪ جاءِ تي پهتاسون جتي بارش جو پاڻي نالا ڪري وهي رهيو هو ۽ رستي تان اُڪرڻ لاءِ وڏا تختا رکيا ويا ها جن تان ڪي بنگالي اُڪري رهيا ها. ٿوري پنڌ تي لالٽين ٽمڪي رهيا ها، جن جي روشني تختي تي ۽ اُن جي هيٺيان پاڻيءَ ۾ جگنو جلائي رهي هئي. جتي لالٽين ٻري رهيا ها، اُها جاءِ پاتر پاڙو هئي، جنهن جي تلاش ۾ اسان مٿن تي برساتيون رکي خوار خراب ٿيا هياسين. مان تہ ذري گهٽ تختي تان پاڻيءَ ۾ ڪريو هوس، جو هڪ فوٽ ويڪرو هيو ۽ اُن تان هڪ ماڻهو بہ مشڪل سان وڃي ٿي سگهيو. جڏهن اسان تختي تان لٿاسون تہ ٿَلهي تي، پنهنجي پنهنجي ڪمري پرسان بيپساڻون (بنگاليءَ ۾ وڻشيائن کي چئبو آهي) ويٺيون هيون. سانوريون، سلوٽيون، شرت چندر چٽرجيءَ جي ناولن جي ڪردارن وانگر. مون هڪ کان پڇيو "گهٽو ونندينءَ"، چيائين "تي رپيا". اوچتو مون کي هن جي بيوسي ڏسي هن تي ايترو رحم آيو ۽ پاڻ کان ايتري نفرت ٿيڻ لڳي جو مون نعيم کي چيو: "مان ٽئگور جي ديس جي توهين نہ ٿو ڪرڻ چاهيان. هل تہ موٽي هَلون". نعيم منهنجو ردِ عمل ڏسي خاموش ٿي

ويو ۽ اسان وري ساڳي تخني تان، مٿي تي برساتيون وجهي موٽي آياسين. پوءِ مون نعيم کي رخصت ڏني. سکر موٽي مون بنگلاديش جي وڻشيا کي ڪام ڏينوءَ سان تشبيهہ ڏني، هن تي هڪ نظم لکيو هيو، جو منهنجي ڪتاب 'ڪلهي پاتم ڪينرو'، ۾ شايع ٿيو هو.

ان سفر دوران مون کي قدرت الله شهاب جو خط هيو، جو رائيٽرس گلڊ جو سيڪريٽري جنرل ۽ صدر ايوب جو سيڪريٽري هيو، تہ هر ڊپٽي ڪمشنر مون لاءِ رهائش جو بندوبست ڪري، ڇو تہ مان پاڪستان رائيٽرس گلڊ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهيان. سو آنءَ چاٽگام جي اُنهيءَ ڊپٽي ڪمشنر سان ملاقات ڪئي، جنهن کي چڪما ۽ ماگهہ قوم جي ماڻهن کي انهن جي گهرن ۽ ٻنين لاءِ عيوضو ڏيڻو هو، جن جا گهر ۽ ٻنيون ڪرنافليءَ نديءَ مان ٺاهيل ڊئم (Dam) جي وچ ۾ اچي ويا ها. رات مون هن جي بنگلي تي ڪاٽي. ڪچهري ڪندي هن مونکي ٻڌايو تہ هتي ڪرنافليءَ جي ٻيءَ پر تي چڪما ۽ ماگهہ قوم جا قبائلي ماڻهو رهندا آهن. هن کي صبح سان ساجهري سمپان (ٻيڙيءَ) تي ٻي پر وڃڻو پوندو. ڇو تہ هن کي ڪجهہ ماڻهن کي عيوضو ڏيڻو آهي، جن جا گهر پاڻيءَ ۾ ويا آهن. هن مونکي هلڻ لاءِ دعوت ڏني پر فقط هڪ ڳالهہ کان جهليو ۽ چيائين: "ڪنهن عورت کان هن جو نالو نہ پڇجانءِ"

ٻي ڏينهن تي اسان سمپان ۾ سوير 7 بجي نڪتاسين. جڏهن سمپان (پورو ياد نہ اهي تہ سمپان هئي يا نَوڪا هئي) ۾ ٻي پر چڪما ڳوٺڙي جي ڪناري پهتاسين ۽ جڏهن سمپان مان ڪناري تي لٿاسين تڏهن مان اهو ڏسي حيران ٿي ويس تہ ڪي ننگيون عورتون ڪناري تي سنان ڪري رهيون هيون ۽ ٻيون وري ڪپڙا ڌوئي رهيون هيون پر انهن کي بہ رڳو ننڍڙو پوتڙو ٻڌل هيو ۽ هنن جو ٻيو سارو بدن ننگو هو. اسان هنن ڏانهن ڏٺو پر هنن اسان ڏي ڌيان نہ ڏنو ۽ پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهيون. اُهي سورنهن کان ويهن ورهين جون گوري رنگ جون ڇوڪريون هيون، جن جا نڪ برمي ڇوڪرين جي نڪن کان ڪجهہ بينا ها پر بُرا نہ ٿي لڳا. هنن جون ڇاتيون پڪل * الفنسو انبن وانگر هيون. اسان ٿورو اڳتي وياسين تہ هڪ سورنهن سترهن سالن جي ڇوڪري ڏٺي، جنهن کي رڳو هيٺ تي پوتڙو ٻڌل هو. هوءَ زيتوني رنگ جي هئي ۽ جنهن

* نوٽ: الفنسو انب خاص ڪري بمبئيءَ ۾ ٿيندو آهي. ورهاڱي کان اڳ اهي انب شڪارپور جا آڙ هتي گهرائيندا هيا ۽ نہ رڳو مهانگيءَ مهانگا انب هوندا هيا پر سارو سال ملي بہ سگهندا هيا. اسان شڪارپور ۾ انهن کي 'هاپوسي' انب چوندا هياسين.

جون ڇاتيون لاڙڪاڻي جي پڪل زيتونن وانگر ٿي لڳيون، چرخو چوري ڪجھ ڪَتي رهي هئي. اسان هن کي گھوري ڏسندا رهياسين. پر هُن تي ڪوئي اثر نہ ٿيو. مون ڊپٽي ڪمشنر کي چيو تہ ”مونکي بنگلاديش جي باري ۾ ڪجھ لکڻو آهي، سو تون هن ڇوڪريءَ کان هن جو نالو پُڇا“ ڊپٽي ڪمشنر وراڻيو: ”مون توکي اڳ ۾ چيو هيو تہ ڪنهن بہ ڇوڪري کان نالو نہ پڇجانءِ“ مون ضد ڪيو تہ هُن ڇوڪريءَ کي بنگاليءَ ۾ ڪجھ چيو. هوءَ اسان کي گھوري وٺي ڀڄي. مان واڻڙو ٿي ويس ۽ ڊپٽي ڪمشنر کان پڇيم تہ: ”تو هن کي بنگاليءَ ۾ ڇا چيو جو هيءَ وٺي ڀڳي.“

هن جواب ڏنو تہ: ”تنهنجي اصرار تي مون ڪيس چيو تہ مهمان تنهنجو نالو پڇي رهيو آهي. ان مان هن سمجهو تہ تون هن ۾ دلچسپي وٺي رهيو آهين، انڪري هوءَ ڀڄي وئي. ٻي ڪنهن ڇوڪريءَ کان نالو نہ پڇجانءِ“

ايتري ۾ اُتان جي چڪما قوم جو مُکي اچي ويو. ڊپٽي ڪمشنر هن کي چيو تہ: ”هُو تري ديوراءِ کي گھرائي.“ جو چڪما ۾ ماگھہ قوم جو مها منتري هيو (هن کي پوءِ پاڪستان ۾ اقليتن جو وزير ڪيو ويو ۽ شايد بنگلاديش جي قيام کانپوءِ بہ ڪجھ وقت پاڪستان جو وزير هيو.) تري ديو راءِ هڪ ٽوُنگ (لڪڙين جي اڏيل ڇپري) تان ڇوڌاري نظارو ڏيکاريو. سيئي ننڍيون وڏيون ناريون پوتڙا ٻڌل هيون. اسان بہ انهن جي برهنگيءَ تي هري ويا هياسين. در اصل لباس کي عيب ڍڪڻ لاءِ ايجاد ڪيو ويو هو پر اُهوئي انسان جو وڏو عيب آهي ۽ هن ۾ غلط جذبات جو باني آهي. انسان ننگو آيو آهي، ننگو ويڃڻو آهي، جي ننگو زندگي گذاري تہ ڪهڙو فرق پوي ٿو؟ درخت لباس نہ ٿا پائن، پکي پکڻ لباس نہ ٿا پائن، جيت جڻيا لباس نہ ٿا پائن ۽ نہ ٻيو ڪوئي ساهوارو آهي جو لباس پائي ٿو. مان پنهنجي ٽِري پيس سوٽ کي نفرت سان ڏٺو. تري ديوراءِ مونکي مقامي شراب جون ٻہ بوتلون تحفي طور ڏنيون. اهو اتان جي جَڙي ٻوٽين جو شراب جڏهن مون پيتو تڏھ خمار تہ ڪيائين پر صبح جو مونکي ڇٽين بجي جاڳ ٿي، مون ايئن محسوس ڪيو تہ مون تان ساري سفر جو ٿڪ لهي چڪو هو ۽ مون ۾ نئين جواني اچي وئي هئي. مون ڊپٽي ڪمشنر کي چيو تہ هو مونکي ڪريٽ بوتلن جو گهرائي ڏئي پر هن چيو تہ چاٽگام تائين پهچڻ لاءِ مون کي 45 ميل پهاڙي علائقي مان ويڃڻو پوندو ۽ ڇپي ڇپي تي ايڪسائيز پوليس وارا نہ رڳو اهو شراب ضبط ڪري وٺندا پر مونکي

بہ تڪليف ۾ آئيندا. بنگلاديش جون ڪجھ ڳالهيون مون پنهنجي ڪتاب ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ‘ ۾ لکيون آهن.

جڏهن مان چاٽگام جي پهاڙي علائقي مان موٽي رهيو هوس تہ مونکي ڪلپنا دت ياد آئي هئي، جنهن ’چاٽگام جا انقلابي‘ ڪتاب لکيو آهي. منهنجي دوست لڇمڻ ڪومل آمريڪا ويندي جڏهن پاڪستان ۾ ٽرئنزٽ ويزا تي ترسيو هو تڏهن منهنجي گهر آيو هو ۽ مونکي ٻڌايو هيائين تہ قراة العين حيدر ۽ ڪلپنا دت ٻئي پوڙهيون ٿي چڪيون هيون ۽ هن جون پاڙيسري هيون. ڪلپنا تہ غالباً85 ورهين جي هئي ۽ پنهنجي ماضيءَ ۾ رهندي هئي. مان اڄ سوچان ٿو تہ ڪير ٿو چوي تہ ماضي مري ٿو وڃي؟ در اصل ماضيءَ جي ياد اسان جي وجود جو حصو ٿي وڃي ٿِي ۽ اسانجي حال ۽ مستقبل کي آسان بنائي ٿي. انت تہ حال ۽ مستقبل بہ ماضي ٿي وڃن ٿا ۽ تنها ياد رهجي وڃي ٿي. اڪثر اوقات تہ اُها بہ نہ ٿي رهي. سَمنڊ برهمپُترا وانگر گجگات ڪندو وڃي رهيو آهي جا هر شيءِ کي پاڻ سان لوڙهي، انت سمنڊ ۾ سمائي ڇڏي ٿي. ”انسان فاني، الله باقي“ الا! مون اِها سٽ ’يونر پري آڪاس‘ ۾ ڦيرائي ڇو هئي؟

بهتر آهي تہ وري ٽُبي ڏئي، تر جي ڪنهن ڳِرڻ مان ٻاهر نڪران! لارنس آف عريبيا کي اها خبر نہ هئي تہ وقت بہ ڳِرڻ وانگر آهي جا ڪي ڪي انسان ڳڙڪائي نہ سگهندي آهي ۽ هُو اُن ۾ ٽپو ڏئي، آسانيءَ سان ٻاهر نڪري سگهندا آهن!

اسان پوءِ مٺي کان اُسلام ڪوٽ وياسين. اُن ’اسان‘ لفظ جو ڦهلاءُ بہ ضروري آهي. رشيد ڀٽي مون سان ان سفر ۾ گڏ هيو. سکر ۾ وڪالت ڪندو هو. هن جا نقرئي ٽهڪها اسٽاڪ مارڪيٽ ٽرٽلي ۾ وڃهي سگهند اها. هو مون سان نہ رڳو هندسان ۾ 1963ع واري سفر ۾ ساڻ هو پر پاڪستان ۽ سنڌ ۾ بہ ڪيئي پيرا سفر ۾ ساڻ هيو. هن راتين جو پورهيو ڪري منهنجي ڪتاب ’خط، انٽرويو ۽ تقريرون‘ جي پاڳي ہي تي ڏگهو مهاڳ لکي پاڻ کي ٽڪائي وڌو. اڳ ئي هو ذيابطيس جو مريض هو پوءِ تہ هن جي شگر ليول ايترو ڪِري پئي جو هو ائمبيولنس ۾ ڪراچي پهتو مَس تہ گذاري ويو. هن جي موت تي مان ڍانڊيون ڪري رنو هوس. هو منهنجو، ربانيءَ ۽ تنوير جو گهرو دوست هو ۽ ماهتاب محبوب سان بہ هن جي عليڪ سليڪ هئي ۽ جڏهن

حيدرآباد ويندو هو تہ هن جي گھرِ رهندو هو. هن جي ڪردار نگاريءَ لاءِ هڪ پوري ڪتاب جي ضرورت آهي.

محمد ابراهيم جويو ڇاتل سڃاتل شخصيت آهي. هن 'شاهہ، سچل، سامي' ڪتاب لکي سنڌ تي ٿورو ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ بي بها ڪم ڪيو آهي. ڪيئي ٻيا ڪتاب هن سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن ۽ جي - ايم - سيد جي ڪتابن کي بہ نظر ثاني ڪري، انهن کي ترتيب ڏني آهي. منهنجي ڌيءَ ياسمين هن جي فرزند مظفر علي جويو سان پرڻيل آهي جو آبپاشيءَ جي محڪمي ۾ ايڪس - اِي- اين آهي. جويو صاحب هن وقت اُنياسي ورهين جو آهي، اسان سن ڇائيتاليهن کان دوست رهيا آهيون ۽ اميد آهي تہ آخري دم تائين نڀائي ويندا سين. تازو هن ساميءَ تي بہ نهايت خوبصورت جلد ڇپايا آهن، (وقت وٽي ڏني تہ تفصيل اڳتي لکندم) جي ٽڙڪي جي باڪس ۾ بند ڪيا ويا آهن ۽ جن تي خرچ سمورو راڪ هائوس واري شري دولت مهتاڻيءَ ڪيو آهي. دولت جي جاءِ تي ان ڪتاب جي باري ۾ هڪ نشست رکي وئي، جتي مون ڪلاڪ کان مٿي تقرير ڪئي، جا منهنجي ڀرين اٽلڪيل تقرير هئي ڀريون پيرو مونکي احساس ٿيو تہ مان سنڌيءَ ۾ بہ ايتريءَ روانيءَ سان ڳالهائي ٿو سگهان، جيتري روانيءَ سان عدالتن ۾ انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو هوس.

هڪ ڀيري مون هڪ خون جي ڪيس ۾ رها ٿيل ملزمن خلاف ڪيل اپيل ۾ هاءِ ڪورٽ جي جسٽس تنزيل رحمان وٽ ٽي ڏينهن سانده تقرير ڪئي تہ هن مونکي چيو تہ خدا جو شڪر ڪر جو توکي هن عمر ۾ بہ ايتري سگهہ ڏني اٿائين جو سانده ٽي ڏينهن ڳالهائي سگھيو آهين. ٻي طرف کان وڪيل جناب آفتاب آخوند هو جو نواز شريف جي حڪومت ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو ائڊوڪيٽ جنرل هو. اپيل مون کٽي، جيتوڻيڪ آفتاب هڪ نهايت تيز ماهرِ قانون آهي ۽ هن جي تقرير ۾ نہ رڳو رواني پر گهرائي بہ آهي. قضا الاهي مان ٽين ڏينهن تي بيمار ٿيس، وڪالت تالان والان ٿي وئي ۽ گذريل پنجن سالن کان ڪراچيءَ ۾ گوشہ نشين آهيان. رڳو لکندو پڙهندو آهيان. اهو 'قضا الاهي' مون هڪ گهوٽڪي جي رائيٽر ڪنسٽبل جون لکيل ايف - آءِ- آر پڙهي سکيو هوس. جڏهن بہ ڪوئي خون ٿيندو هو تہ واقعي کان اول 'قضا الاهي' لفظ ايف - آءِ - ار ۾ ڪم آڻيندو هو، "مثلاً:

”جوابدر ڪمند جي پوک ۾ لڪا ويٺا ها. قضا الاهي سان، مقتول بہ انهيءَ جاءِ وٽان لنگيو ۽ جوابدارن هُن تي آسانيءَ سان فير ڪيو......“

جڏهن مون اخبار ۾ تازو پنهنجي نوجوان دوستن فقير محمد لاشاري ۽ اسماعيل اُديجي جي حادثي ۾ موت جي خبر پڙهي تہ ٿڌو ساهہ ڀري اهي اڌ اکري پوليس منشيءَ جا لفظ اُچاريا، ”قضا الاهي....“ ۽ پوءِ منهنجي اکين ۾ ڳوڙها اَچي ويا.

منهنجي وڪالت جي تجربن لاءِ هڪ جُدا ڪتاب جي ضرورت آهي، انڪري زيرِ تصنيف موضوع تي موٽي ٿو اچان. اسان ٻي ڀيري مٺيءَ نہ ترسياسين ۽ سڌو اسلام ڪوٽ مکي نهال چند وٽ وياسين جو اُتي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو چيئرمئن هيو ۽ ڊپٽي ڪمشنر محمد اسماعيل نون جو دوست هو، جيڪو اُن ٿر جو زميندار هو ۽ منهنجو بہ واقف هو. آگسٽ جو مهينو هو. ٿر ۾ برساتيون پئجي رهيون هيون. اُتر ۾ بڪرار ڪنوڻ ڪجي رهي هئي. ساري زمين واريءَ سي هئي ۽ پاڻي ايئن تي ڇُهي وئي جيئن ڪنهن محبوبا جا چپ چُمندي ڪوئي ڪک نہ ٿيندو آهي. هڪ ڀيري مون ڪنهن کي اونهي گهري چمي ڏني هئي ۽ اهو سوچي منهنجون اکيون ڀرجي آيون هُيون تہ هن جو ساٿ ڪيستائين رهندو!

اسلام ڪوٽ ڏانهن رستي تي برسات ٻنيون لوڙهي رهي هئي تہ ڪنهن چيو ٻنيون لڙهيون تہ ڇا، گاهہ تہ ٿيندو! بارش جي تيز وهڪري پٽن جي پاسن ۾ ڏرڙ ڪري ڇڏيا ها. پوءِ بہ پٽ جي مُنهن وٽان شروع ٿيندڙ زمين جنهن کي 'ٻڪڙ' تي چيائون ۽ 'پوچاندبو' جتي پٽ پڇاڙي تي ڪٽي يا اُڀي پِٽَ جنهن کي 'نوڻ' تي چيائون، گاڏين هينيان ائين لڳي رهيون هُيون چڻ گاڏيون ڪنهن قالين تان وڃي رهيون هُيون. اُن ڪان هڪ ڏينهن اڳ جڏهن ڏيپلي ڪان موٽيا هُياسين تڏهن سج ڪجهہ دير سان اُڀريو هيو ۽ اسان 'ٽڙڪول' ۽ 'گوچار' جا نظارا ڏٺا هئا. 'ٽڙڪول'، پٽ جي اُنهيءَ پاسي کي ٿي چيائون جتي سج اُڀرڻ سان اُس جو ٽڙڪو ٿي پيو ۽ 'گوچار' پٽ جي اُن پاسي کي ٿي چيائون جنهن جو سج لٿي مهل پويون شعاع پئي پيو. اسلام ڪوٽ ڏانهن ويندي اسان ڏٺو تہ ترايون ۽ ٽوبا ۽ ڏُبا پاڻيءَ سان ڀرجي ويا ها. اسانجي ساٿيءَ چانگَ اسان کي ٻڌايو تہ ماڻهو اُهو پاڻي پيئندا رهندا آهن توڙي اهو ڪِنو ٿي ويندو آهي ۽ اُن ۾ ڪيڙا پئجي ويندا آهن. ڪيڏي نہ ڏک جهڙي ڳالهہ آهي!

اسلام ڪوٽ ۾ نهال چند سان هُن جي اوطاق تي ڪچهري ٿي. هن چيو تہ ڪلهہ کان ’آپوميو‘ آهي يعني آڪاس جو رنگ گهاٽو نيرو ٿي ويو آهي ۽ ڪڪر هيٺ ٿا نظر اچن. اهي ٽري لفظ مونکي ايترو وڻيا جو منهنجي شعور کي ’جرهيڙيءَ‘ وانگر پڙ ڏئي ويا. ’جرهيڙي‘ قوسِ قزح کي چوندا آهن. پوءِ اُنهن لفظن مان ڪجهہ لفظ مون ’وچون وسڻ آئيون‘ ۾ ڪم آندا ۽ ڪجهہ اڃا تائين ڪم آئيندو رهيو آهيان ۽ منهنجي لغت جو حصو ٿي چُڪا آهن. شاعري هوندءَ تہ شاعر جي تصور تي مدار رکندي آهي، پر هن جيڪي ڏيک ڏٺا هوندا آهن يا هن کي جيڪي تجربا ٿيندا آهن سي اُن تصور جي پس منظر ۾ لازمي طور هوندا آهن. جرمن شاعر رلڪي چيو هو تہ:

”ڪڏهن ڪڏهن شاعر جي تجربن کي شاعريءَ ۾ اظهار لاءِ ٽيهہ سال لڳي ويندا آهن.“

فرينچ شاعر بودليئر کي هڪ پيرو شوق ٿيو ۽ هو هندستان ۾ فرينچ ڪالوني ’پانديچري‘ ڏسي. پوءِ هو ان سفر لاءِ پاڻيءَ جي جهاز ۾ نڪتو پر پونوچ سمنڊ ۾ جڏهن هن جو جهاز ماريشس وٽ پهتو تڏهن هو اُتي لهي پيو ۽ فرانس موٽي ويو. هن کي سفر سُفر ٿي نظر آيو، پر سمنڊ تي هن سج اُڀارَ جا جيڪي نظارا ڏٺا يا پاڻيءَ ۾ سج ٽُٻڙڪو ڏيندي ڏٺو، اهي هن جي شاعريءَ ۾ واري واري سان تشبيهہ ۽ استعاري جو يا بيو روپ وٺي، اظهاريا رهيا. ٽر ۾ غروب ۽ طلوع سان منهنجي شاعري بہ سٽي پئي آهي. ’ٿر سيمينار‘ تي ٽيپ ڪرايل پنهنجي تقرير ۾ بہ مون ڪجهہ اهڙي ڳالهہ ڪئي هئي. جڏهن مان وائيس چانسلر هوس تہ منهنجو من وارياسي وانگر هو جو برسات لاءِ سِڪندو آهي. چارئي سال آسمان ۾ آڇاڻ تي مائل اوچائي نظر آئي هئي پر شعر جي برسات نہ پئي هئي. ڪڏهن ڪڏهن روح ۾ تاڙو تواريندو هو ۽ مور دانهون ڪندا ها، پر روح مينهن ڦُڙيءَ لاءِ واجهائيندو هو. اهي نوڪريءَ وارا چارئي سال مون لاءِ اگهاڙا سال هيا ۽ اِهو محاورو ٿر ۾ ڏڪار لاءِ استعمال ڪندا آهن. مان هوندءَ تہ ڪڏهن بہ پٽائيءَ وانگر محسوس نہ ڪيو هو تہ:

”مون کي ڏنءُ ڏئي، ڍوليو ڍٽ قراريو“

آخر ميندرو مومل کان سواءِ ڇا آهي؟ ڇا هو ڪيس ڏنءُ ڏئي، ڍٽ ۾ قرار پائي سگهندو آهي؟ ڇا شاعر ذات کي ڇڏي ڇٽن پائي سگهندو آهي. پر اهي چارئي سال مون تي مٿين سٽ چانيل رهي. مون پنهنجو ڏاڍو وَس ڪيو پر

نوڪري منهنجي وَسَ جي ڳالهہ نہ هئي. وڪالت ۾ ڪيتريون بہ مجبوريون هيون پر مان آزاد هوس، منهنجو روح آزاد هو، منهنجي شاعري آزاد هئي ۽ بقولِ حافظ:

فاش مي گويم واز گفتهء خود دلشادم
بندهء عشقم واز هر دوجهان آزادم.

(ترجمو:- مان کليو ڳالهائي رهيو آهيان ۽ پنهنجي ڳالهہ ۾ خوش آهيان،
مان عشق جو بندو آهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان.)

ڪيترا نہ وڪيل ۽ جج منهنجا وڪالت ۾ دوست هيا. ڪيترا نہ پوليس ۽ جيل جا ۽ ٻيا آفيسر جي سکر جيمخاني جا ميمبر ها، منهنجا واقفڪار يا يار ها! ڪيترا نہ هاري ۽ وڏيرا ۽ شهري ڏنڌوڙي ۽ ڏڪاريل، لوبل لتاڙيل عورتون منهنجون موُڪل هيون. هو منهنجو جونيئر غلام مصطفيٰ شاهہ جو پوءِ سنڌ جو لا سيڪريٽري ٿيو ۽ جوانيءَ ۾ گذاري وَيو، هو علي بخش ميمڻ جو انهيءَ سان گڏ رهندو هو ۽ هاڻي غالبا خيرپور يونيورسٽيءَ ۾ سيڪريسي آفيسر آهي. جمال صديقي جو منهنجو ڪلاس فيلو ۽ ڪراچيءَ ۾ پارٽنر هو. جمال صديقيءَ جي ذڪر نڪرڻ سان مون کي اها رات ياد اچي رهي آهي جا اسان ٺٽي ۾ ابراهيم جوئي جي جاءِ تي گذاري هئي، جڏهن هو اُتي هيڊ ماستر هو. اسان شام جو مڪليءَ تان ڦري ڪنهن تلاءَ وٽ آيا هياسين جڏهن اُن ۾ سج ٻڏي رهيو هو. پر تي وڻ بينا هيا جن جا پاڇاوان تلاءَ ۾ پئجي رهيا ها. پوءِ مون ۽ جمال ٺٽي جي موتئي جا هار ورتا، ڏهين بجي رات تائين ڊنل ڳلين ۾ آواره گردي ڪئي هئي ۽ نيٺ هڪ ڳليءَ ۾ پنهنجي منزلِ مقصود تي پڳا هُياسين ۽ بہ چند جهڙا ڇهرا ساٿ ڪنياهياسين. وڌيڪ ڇا چئجي؟ هن عمر ۾ تہ جوانيءَ جون ڳالهيون زبان تي بہ آڻي نہ ٿا سگهون! پر اها چانڊوڪي رات ۽ اُن ۾ تيل حادثا منهنجي شاعريءَ جو اَتوٽ انگ آهن. ڪيترا حادثا مونکي زندگيءَ ۾ پيش آيا آهن ڳهٽ ۾ ڳهٽ انهن تي پنجي بولي رهيو آهي ۽ پنهنجا رنگين پَر پسائي رهيو آهي. ٺٽي ۾ مون کي ٻيو بہ ڏينهن نہ وسرندو جڏهن مون جمعيت الشعراءِ ۾ ٻاويهن ورهين جي عمر ۾ بہ ڪلاڪ جديد شعرو ادب تي تقرير ڪري اُن وقت حاضر غزل گو شاعرن کي چيو هو تہ ”اوهان وقت وڃائي رهيا آهيو.“ تڏهن ابراهيم جي ڦوهہ جواني هئي. هن جي ڀهرين زال گذاري چُڪي هئي ۽ اڃا ٻي شادي نہ ڪئي هيائين. هڪ شاگرد پنهنجي

ڪافي خوبصورت بيوه ماءُ سان هن وٽ ايندو هو. پر مان هن سان زيادتي ڪري رهيو آهيان، پل هو پنهنجي آتم ڪهاڻي پاڻ لکي).

مرحوم جمال صديقيءَ کي ياد ڪري مون کي هن جو ڀاءُ قادر صديقي ته ياد اچي جو هن وقت سنڌ گورنمينٽ ۾ لاسيڪريٽري آهي ۽ شمس صديقيءَ جو ڀاءُ آهي جا اردو اديب باقر رضوي چوائيءَ "اردو زبان جي نهايت باشعور ماهر آهي ۽ شايد واحد سنڌي عورت آهي، جنهن کي اردوءَ تي ايترو عبور حاصل آهي". قادر سان گڏ حبيب الله، نظام بلوچ (جي ٻئي سکر هاءِ ڪورٽ بار جا پريزيڊنٽ رهيا آهن. نظام تہ پوءِ پليجي صاحب جو عوامي تحريڪ جو جنرل سيڪريٽري هو ۽ ويڇهڙائيءَ ۾ اُن تان استعفا ڏني اٿائين) حبيب الله منهنجي پڦاٽ مرحوم صبغت الله جو پٽ آهي ۽ هن جو دوست محمود صديقي جو هاڻي مشهور ٿي – وي ايڪٽر آهي ۽ پياري سنڌي لهجي ۾ اردو ڳالهائيندو آهي، اُهي ڪڏهن مونسان ڪچهريون ڪندا ها. انهن سان بہ پنجابي پيئڙرون بہ صحبت ۾ شريڪ هونديون هيون، جي پنهنجيءَ ذات ۾ ڪائنات هونديون هيون ۽ مجسم هير وارث شاهہ لڳنديون هيون.

مرحوم حنيف منگي جو بہ هاءِ ڪورٽ جي بار جو صدر هو ۽ تقرير اثين ڪندو هو جڻ يتيم جو مٿو ڪوڙي رهيو آهي ۽ جنهن مونسان صلاح ڪري پاڪستان جي اڳين پريزيڊنٽ ۽ هاڻوڪي سينٽ جي چيئرمن وسيم سجاد کي سکر بار ۾ گهرايو هو ۽ هن جو دوست ٿي ويو هو. منهنجو مرحوم دوست رشيد پٽي، جو وڪالت گهٽ ڪندوهو ۽ جنهنجون پيون مصروفيتون گهٽيون هونديون هيون. آغا بدر، جو منهنجو شاگرد رهيو هو ۽ سکر جو مسولني هو، جنهن جو ذڪر مون 'ساهيوال جيل جي ڊائريءَ' ۾ ڪيو آهي. هن جو ڀاءُ آغا سيف الدين جو سکر پيپلزپارٽيءَ جو اهم رڪن آهي. هن کي عجيب طنز ۽ مزاح جي حس آهي. جڏهن مونکي ون يونٽ دوران ساهيوال جيل تي موڪليائون تہ سکر پوليس اڳيان پيش ٿيڻ کان اڳ مان سکر بار ۾ تقرير ڪري رهيو هوس، تڏهن هن چيو هو: "شيخ صاحب، تون بہ بجليءَ جي تار تي گٽار هلائي رهيو هئين! جهٽڪو اچي ويندءِ."

هن جي والد مرحوم خانبهادر نظام الدين خان کي بہ ساڳيو طنز جو حس هوندو هو، جو سلطان ڪوٽ جو وڏو زميندار هوندو هو. سنڌ جي پهرين

گورنر سر غلام حسين جو رشتيدار هو ۽ سکر ۾ نهايت خوشحال زندگي گذاريندو هو. هو وسڪي متيءَ جي ڪُمري ۾ پيئندو هو تہ جيئن ڪنهن کي پتو نہ پئي تہ هو ڇا پي رهيو آهي. هڪ ڀيري منهنجو ۽ رشيد ڀٽيءَ جو دوست مقبول صديقي جنهن سکر مان اخبار 'محفل' ڪڍي هئي ۽ پوءِ روسي سفارت خاني ۾ ملازم ٿيو هو جو ڪافي ٿلهو هوندو هو، جڏهن مون سان گڏجي مرحوم آغا نظام دين وٽ چندي لاءِ هليو، تڏهن مرحوم هن کان پڇيو: "پٽ! تون ڇا ڪندو آهين؟"

مقبول جواب ڏنو: "سائين! مان سکر ميونسپالٽيءَ ۾ ڪلارڪ آهيان."

"ڪلرڪ؟" مرحوم آغا چرڪ ڀري چيو: "ايڏو ٿُلهو!" جواب ٻڌي مقبول کي همت ئي نہ ٿي تہ هن کان محفل لاءِ چندو وٺي.

هڪ ڀيري مان آغا صاحب وٽ ويٺو هوس. مون کان اڳ هُن وٽ هن جو هڪ هاري ويٺو هو جو سلطان ڪوٽ مان هُن سان ملڻ آيو هو. اوچتو انهيءَ هاريءَ مرحوم خانبهادر کي چيو: "سائين! ڏاڍي بک لڳي آهي، چار آنا ڏيو تہ پڪڙا وٺي کاوان"

خانبهادر ٺاهوڪي موڙي تي ويٺو هو، تنهن کيسي مان پائلي ڪڍي، هُن ڏانهن ڦِٽي ڪئي، جا رڙهندي وڃي پٽ سان لڳي. خانبهادر ڏاڍو ڳورو مڙس هو پر پوءِ بہ پاڻ موڙي تان اٿي، هن اها پائلي کڻي هاريءَ کي هٿ ۾ ڏني هئي. مون کي سندس نهٺائي ڏاڍي وڻي هئي. جڏهن هاري پائلي کڻي هليو ويو تڏهن مون خانبهادر کي چيو: "سائين! اوهان پاڻ تڪليف ڇو ڪئي، پائلي هاريءَ جي ويجهو تہ پئي هئي. هو پاڻ کڻي وٺا ها." خانبهادر ٽهڪ ڏئي چيو: "بابا! مون تڪليف پٽ جي رنگ بچائڻ لاءِ ڪئي. هاري هو بُکيو، سو رانيوٽا پائي پائلي کڻي ها ۽ منهنجي پٽ تي نئون ڏنل رنگ خراب ڪري وجها ها." پوءِ هن نڪر جي ڪُمري ۾ اڌ پيگ وسڪيءَ جو وجهي، اُن ۾ پاڻي وڌو ۽ مونکي ڏنو.

خدا جي مرحوم تي رحمت هجي؛ هڪ نهايت خوش طبع انسان هو.

آغا سيف الدين جو ڀيو ياءُ آغا نظر علي، جو سلطان ڪوٽ ۾ پنهنجي فصل جو حصو وٺي لنڊن هليو ويندو هو ۽ باقي سال اُتي گذاريندو هو. جنهن سان گڏ مون سال ١٩٧٦ع ۾ لنڊن جي هائيڊ پارڪ ۾ ڪافي بيئر پيتو هو ۽ بين الاقوامي سياست تي بحث ڪيو هو. ڪهڙا نالا وٺي ڪهڙا وٺان. سائين

شمس الدين، جنهن جي باري ۾ مون اڳيئي لکيو آهي، جو ڏهن سالن کان اٽندي ويهندي اسٽالن تي هڪ گار لاهيندو ۽ چاڙهيندو هو. هو ڀهريائين ولي خان جي نيشنل عوامي پارٽي سکر جو صدر هو ۽ پوءِ سکر جي ڊسٽرڪٽ پيپلزپارٽيءَ جو پريزيڊنٽ ٿيو هو ۽ ساڳي وقت نهايت مصروف وڪيل پڻ هوندو هو. هن ۾ سنڪي پڻو، طعنه زنيءَ لاءِ رغبت هوندي هئي. تاريخ ۽ فلسفو هن جو مرغوب مطالعو هوندو هو. هن کي پنهنجي به سٺي لئبرري هوندي هئي، وِل ڊيورانٽ جو مداح هو ۽ گهڻو ڪري هن جا سڀ ڪتاب پڙهيا هيائين. هن مونکا راڌا ڪرشن جا هندي فلسفي تي انگريزي ڪتاب وٺي پڙهيا ۽ انهن کان بيحد متاثر ٿيو. جڏهن اسان ڪيس هلائي اچي بار روم ۾ ويهندا هياسين. تڏهن هو گهڻو ڪري سياست، تاريخ ۽ فلسفي تي ڳالهائيندو هو، جو ٻيا ٻُڌي بور ٿيندا ها. جيتوڻيڪ مان ڪيس نهايت دلچسپيءَ سان ٻڌندو هوس. شروع ۾ مون هن سان گڏجي 'روشني' اخبار ڪڍي هئي، جنهن ۾ پنهنجي ڪهاڻي 'فيروزان' شايع ڪئي هئي. اها اخبار 'المنار' پريس سکر مان نڪرندي هئي، جنهن جو مالڪ رشيد پٺيءَ جو پيءُ مرحوم مولوي عبدالحميد هوندو هو.

فتاح ملڪ جو مشهور شاعر ۽ منهنجو پاڙيسري وڪيل هو ۽ جو اجا تائين منهنجي آفيس جي پرسان وڪالت ڪري رهيو آهي. سندراڻي وڪيل هوندو هو، جو چڱو زميندار هو ۽ تفريحا وڪالت ڪندو هو. مان ڪيس مرڪندي چوندو هوس: "هن پاڪستان ۾ به عجوبهءَ روزگار آهن. هڪ سندراڻي، ٻي جنرل راڻي (جا يحيٰ خان جي محبوبه هئي)" هو اها ڳالهه خوش خلقي سان لنوائي ڇڏيندو هو. حليم پيرزادو جو اڳيئنءَ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو، هينئر تازو ڪيس سنڌ هاءِ ڪورٽ جو ائڊووڪيٽ جنرل جي عهدي تان هٽايو ويو آهي ۽ هن جو دوست امداد اعوان جو ڪيئي ڀيرا ڊسٽرڪٽ بار ائسوسئيشن جو پريزيڊنٽ ٿيو هو ۽ پراوينشل بار ڪائونسل جو ميمبر هوندو هو ۽ هاڻي سينيٽر چونڊيو ويو آهي سي به اهم وڪيل ها. انڪم ٽئڪس جو ماهر مرحوم ڪامريڊ عثماني جو سکر نئشنل عوامي پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل هو، نهايت پڙهيل ڳڙهيل مهاجر هو جو اسان وانگر سنڌي ڳالهائيندو هو ۽ پنهجي گهر جو نالو 'شانتي ڪُنج' رکيو هيائين. هو ڪميونسٽ هو ۽ ون

يونٽ وقت ۾ ٽي پيرا ڪامريڊ جتوئيءَ جي دعوت ڪئي هيائين. گل خان نصيرهن جودوست هو ۽ ڪامريڊ نازش به ان جو دوست هو جو سدائين انڊر گرائونڊ هوندو هو ۽ جنهن کي لينن ڪٽ ڏاڙهي هئي ۽ هن وانگر لڳاتار پائيپ پيندو هو. هميشه مزدور تحريڪ جا قصا ڪهاڻيون ايئن ٻڌائيندو هو ڄڻ ته اسان اندران در کي ڪڙو ڏئي ويٺا آهيون ۽ ٻاهران لينن در کڙڪائي رهيو آهي ڇڙو در کولڻ جي دير آهي. هن وٽ ڊاڪٽر اعجاز، برڪت علي آزاد ۽ ٻيا ڪامريڊ به ايندا ها ۽ هو پنهنجي گهٽي ڪمائي ڪميونسٽ پارٽيءَ تي وجائي ڇڏيندو هو.

غالبا ڪامريڊ عثمانيءَ جي ذريعي منهنجي واقفيت عبدالغفور عابد جوٽيجي سان ٿي هئي، جو ان وقت سکر ۾ انڪم ٽئڪس آفيسر هو. هو سٺو شاعر آهي ۽ علم ادب سان هن جو لڳاءُ رهندو آيو آهي، سندس والد مرحوم مولوي احمد ملاح جو دوست هيو جو بدين جو هڪ صاحب طِرز شاعر هو ۽ جنهن جي شاعريءَ ۾ درياهه جي رواني هئي. جوٽيجي صاحب مون کي احمد ملاح جا سيئي ڪتاب تحفي طور ڏنا ها، جي مون غور سان مطالع ڪيا ها. هو هڪ موحد هو. حيرت جي ڳالهه ته اِها آهي هن قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو هو ۽ سو به بيتن ۾! پر اُهو ترجمو جوٽيجي صاحب مونکي نه ڏنو چو ته اُن وقت هن وٽ اُن جي ڪاپي نه هئي. هاڻي جڏهن جوٽيجو صاحب، سنڌ جو انڪم ٽئڪس ڪمسنر ٿي ڪراچيءَ آيو ته هو ڪجهه وقت اڳ مون وٽ آيو هو. مون ڏٺو ته هن جو مذهبي مطالعو نهايت گهرو ٿي ويو آهي ۽ هو نبيءَ اڪرم صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت علي ڪرم الله وجه کان وٺي امام الهند شاهه ولي الله ۽ هن جي فرزند شاهه عبدالرحيم تائين نهايت فصاحت سان ڳالهائي ٿي سگهيو.

هن مون کي ڳالهه جو ذري گهٽ تسلي بخش جواب ڏنو، جڏهن مون هن کي چيو:

”جوٽيجا صاحب! مون قرآن شريف ۾ ٻه پيرا پڙهيو آهي ته ’مان اوهان کي بار بار زنده ٿو ڪيان‘ مذهبن جي تقابلي مطالعي وارا ان کي تناسخ جي نظرئي جي تائيد ٿا سمجهن. اوهان جو ڇا خيال آهي.“

هن يڪدم جواب ڏنو،

”ائين نه آهي ته نند نندو موت آهي! ڪنهن کي خاطري آهي ته هو نند مان اٿندو به يا نه. سو الله تعاليٰ انسان کي جڏهن بار بار نند مان اٿاري ٿو،

تڏهن جڏهن هن کي بار بار زنده ڪري ٿو."

ڪائنات جي وسعت تي ڳالهائيندي هن وڌيڪ چيو تہ "جيڪو قادرِ مطلق آهي، اهو هڪ ڌرتيءَ سان مطمئن هوندو؟ انهيءَ ڪروڙين ڌرتيون پيدا ڪيون هونديون جتي ذي شعور مخلوق رهندي هوندي."

مون ٿورا سرڪاري آفيسر ڏٺا آهن جي هن وانگر مذهب تي ڳالهائيندا هجن. هن جي وڃڻ کان اڳ مونکي اوچتو خيال آيو: "جو قادرِمطلق آهي، اهو وڏي موت مان بہ تہ بار بار اٿاري سگهي ٿو!!

پر هن چيو تہ، ".نہ اسلام تناسخ کي نہ ٿو مڃي."

ڪامريڊ رڪن الدين قاسمي بہ سکر ۾ وڪالت ڪندو هو. هن پوءِ پنهنجي نياڻي ڄام ساقيءَ کي نڪاح ۾ ڏني. ڪامريڊ حسن حميدي، جو نہ فقط هڪ چڱو وڪيل هو پر اردوءَ جو ڪافي چڱو ترقي پسند شاعر هو. هن کي اردوءَ تشبيهہ ۽ استعاري تي وڏي مهارت هئي ۽ هن هڪ پورو نظم جو ڪتاب ڪامريڊ نذير عباسيءَ جي شهادت تي لکيو آهي. ڪراچيءَ مان نڪرندڙ رسالي 'طلوعِ افڪار' جنهن فيض ۽ سبطِ حسن نمبر ڪڍيو هو، تنهن حسن حميدي نمبر بہ ساڳي آب تاب سان ڪڍيو آهي. 'طلوعِ افڪار' مظهر جميل، مسلم شميم ۽ نڪهت بريلوي ڪڍندا آهن جي منهنجا پراڻا دوست آهن. هاڻي مظهر جميل مون سان گڏ سکر ۾ وڪالت ڪندو هو يو- بي- ايل جو وائيس پريزيڊنٽ آهي، جنهن جو ڪنهن وقت صدر مقبول سومرو هيو، جو بہ پهريائين سکر ۾ وڪالت ڪندو هو" رشيد ڀٽي ۽ حنيف منگيءَ جو گهرو دوست هو.

'طلوعِ افڪار' مظهر جميل، مسلم شميم ۽ نڪهت بريلوي ڪڍندا آهن جي منهنجا پراڻا دوست آهن. مظهر جميل مون سان گڏ سکر ۾ وڪالت ڪندو هو ۽ هاڻي يو - بي -ايل جو وائيس پريزيڊنٽ آهي، جنهن جو ڪنهن وقت صدر مقبول سومرو هيو، جو بہ پهريائين سکر ۾ وڪالت ڪندو هو، رشيد ڀٽي ۽ حنيف منگيءَ جو گهرو دوست هو.

حسن حميدي منهنجو دوست ۽ ساٿي هو ۽ سٺو شاعر بہ هو. انڪري هن جا ڪجهہ شعر هيٺ ڏيان ٿو:

* ھہے ششدر وقت کا بوڑھا مورخ،
نئی تاریخ کے اوراق ہیں یہ.

** میں اُن سے ملتا ھوں اکثر
پسینے کے ھری کھیتی سے جو نغمہ اُگاتے ہیں
زمیں کا بوجھ اُٹھاکر موسموں کے ساتھ کھلتے ھیں
ھمیں لکھنا سکھاتے ہیں.

● ھم ایک اندھے کنویں کے قیدی
گرفتِ دیوار اتنی محکم
خیالِ جنبش سے جاں نکلے

انھيءَ ساڳي نظم ۾ آھي:

اسی کنویں کی منڈیر پر اب
نئے درختوں کے بازؤں میں
دھنک، شفق، تتلیاں شگوفے
نئی فضا باثمر بنی ھے
زمیں قدموں کی ھم سفر ہیں.

---

ترجما: * وقت جو ٻڍو تاريخ نويس ششدر آھي،
ھي نئينءَ تاريخ جا ورق آھن.

* * مان انھن سان اڪثرملندو رھندو آھيان
پنھنجي پگھر جي سائي پوک ۾ جي گيت پوکن ٿا
۽ ڌرتيءَ جو بوجھ کڻي ھر رُت سان گڏ ڦٽي پون ٿا
۽ اسان کي لکڻ سيکارن ٿا.

● اسان ھڪ انڌي کوھہ ٿا قيدي
پٽ جي پڪڙ ايتري ڪٺن آھي
جو ڏيان جي چورپُر سان ساھہ ٿو نڪري
انھيءَ کوھہ جي ڀني تي
نون وڻن جي ٻانھن
۾ وَن، جرھيڙي، پوپٽ، مکڙيون
نئون وايو منڊلَ ڦلندو ڏنو آھي
۽ ڌرتي وِکنُ سان گڏ واتھڙو آھي.”

* موت جس کو کہتے ہے
اک فریب محمل ھے
موت ایک لمحہ ہے
زندگی مسلسل ہے
میں تمھارے پیکر میں
کائناتِ فردا ہوں
میں ثباتِ عالم ہوں
میں حیاتِ فردا ہوں
میرے پھوَل سے بَچو!

** تمھارے دادا، تمھارے نانا، تمھارے اَبو نے
سب نے مل کر

---

* جنهن کي موت چون ٿا
هڪ دوکو آهي
موت تہ هڪ پل آهي
زندگي سانده آهي.
مان اوهان جي سرير ۾

سپاڻي جي سرشٽي آهيان
مان هن سنسار جي امرتا آهيان
مان ئي نؤ جيون آهيان،
منهنجا گلن جهڙا ٻارڙؤ

** اوهانجي ڏاڏي، اوهانجي ناني ۽ اوهانجي پيءُ
سڀني گڏجي
نہ ڄاڻان ڪيترن ڏينهن جون پيڙائون سٺيون هيون
لهوءَ جي درياهن ڪان، جهرڻن ڪان
پنهنجي وڏڙن جي ٻئين ڪان
بس، هڪ جهڙڪڙي دعا ۾ گهري وتي.

پرھہ جي هِير جهڙي
ڦلواڙيءَ جي مَرڪ جهڙي
سَو ٻَريلين جي لاڏجهڙي

ڪتي آهي آها جِهرڪڙي
انوکي جِهرڪڙي
سون ٻَريلين جي لاڏ جهڙي لاڏلي جهڙڪڙي
اسان کي آن جي جهلڪ ڏيکار.

نہ جانے کتنے دنون کي اذیتوں سے
لھو کے دریا کے آبشاروں سے
اپنے اسلاف کے مزارون سے
بس ایک چڑیا دعا میں مانگی

نسیمِ بھارِ جیسي
تبسمِ لالہ زار جیسي
تَرنم صد ھزار جیسي

کھاں ھے چڑیا
انوکھي چڑیا
ترنمِ صد ھزار جیسي حسین چڑیا
ھمیں بھي اُس کی جھلک دکھادو

* میں آج زنداں کی تنگ کھولی مین سوچتا ھوں
نہ جانے ذھنون کي سادگی کو
کھانیون کي خمار آلودہ خواب گاھون سے
کس صدي میں اماں ملے گي.

** نظامِ جمھور کیا یھي ھے ؟ سروں پہ تلوار ناجتي ھے ،
ھر ایک در پر، ھر ایک گھر میں بلائے خونخوار ناجتي ھے.

• لب ھون خاموش، تو زخمون کي دھن بولتے ھیں
بولنے والے سرِ دارو رسن بولتے ھیں.

---

* مان بندي خاني جي تنگ کوليءَ ۾ سوچان ٿو
نہ ڄاڻان چِت من جي ڀورڙائيءَ کي
مذماتن سپنن جي سيج کان
ڪھڙي صَديءَ ۾ سَرَن ملندي؟

** جمھور جو نظام ڇا اِھو آھي؟ سِرَن تي تلوار نچي ٿي
ھرھڪ در تي، ھرھڪ گھر تي ھڪ خونخوار بَلانچي ٿي.

• چَپَ چُپ ھوندا آھن تہ ڦٽن جا مُنھن ڳالھائيندا آھن،
ڳالھائيندڙ ڦاسي جي رسي تان بہ ڳالھائيندا آھن.

حسن حميدي نه رڳو منهنجو دوست هو پر منهنجو پاڙيسري به هو. هُن جو گهر ۽ آفس منهنجي پراڻي سکر واري گهر کان پنجاه قدمن تي هو. هو ون يونٽ واري دؤر ۾ ولي خان ۽ محمود علي قصوريءَ جي آل پاڪستان نيشنل عوامي پارٽيءَ جو جوائنٽ سيڪريٽري هو ۽ اُن وقت ولي خان ۽ قصوريءَ جا مون سان ڪافي تعلقات هئا. مرحوم ڊاڪٽر حُسان (ڪراچيءَ ۾ فيض واري اُردو ڪاليج جي وائس پرنسپال)، اجمل خٽڪ، گل خان نصير، حسن حميديءَ، مون ۽ ابراهيم جوئي عوامي ادبي انجمن جو سکر ۾ گڏجي منشور ٺاهيو هو، جو ضميمي جي حيثيت ۾ هن ڪتاب سان گڏ آهي.

پراڻي سکر ۾ منهنجو گهر مهاجرن جي پاڙي ۾ هو. چوڌاري پنج هزار مهاجر رهندا ها. هونءَ ته انهن سان رستو چڱو هوندو هو، وڪالت جي معاملي ۾ يا ٻيءَ ڪم ڪار ۾ منهنجي مدد وٺندا ها. جيتوڻيڪ منهنجي خلاف پروپئگنڊا اها هوندي هئي ته مان دهريو آهيان ۽ پراڻي سکر جي مسجد ۾ ڪڏهن به نماز نه پڙهي اٿم ۽ نه ڪڏهن عيدگاهه ۾ ڏٺو ويو آهيان. ها! ڪڏهن ڪڏهن نماز جنازه ۾ شريڪ ٿيندو آهيان، جنهن ۾ جُهڪڻو نه پوندو آهي. دراصل مونکي جوانيءَ ۾ ٿي گوڏن ۾ سور پوندو هو ۽ نماز پڙهندي جهڪڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئي. هونءَ به مان مذهبي رسومات کي زياده اهميت نه ڏيندو هوس ۽ ڪائنات ڏانهن منهنجي نڪتہِ نگاهه هڪ صوفيءَ واري هئي. مٿي- ٿيڪ نه مون ڪلهه ڪٿي هئي نه اڄ ڪندو آهيان، منهنجو خدا جو تصور صوفيانه ۽ فلسفيانه آهي. مان مڃان ٿو ته اهو تصور قلب کي ايتري تسڪين نه ٿو آڇي ۽ اُن جو ايترو پرجهلو نه آهي، جيترو مصلي تي ڪنهنجي حضور ۾ سجده ريزي آهي پر مان ڇا ڪيان، مان پنهنجي فطرت بدلائي نه ٿو سگهان.

مون ڳالهه ٿي ڪئي ته جڏهن ايم- ڪيو- ايم جا جلسا پراڻي سکر ۾ ٿيڻ لڳا ته پهريون ته اُهي خاموشيءَ سان ڪيا ويندا ها، پر پوءِ ايم- ڪيو- ايم جو اصل مقصد ظاهر ٿي پيو ڇو ته اُنهن بي انداز هٿيار ڪٺا ڪيا. هڪ پيري مان حسن حميديءَ جي گهر ويس. هن جي سورنهين سترنهين ورهين جي ڌيءَ، جنهن جي ڪراچيءَ ۾ شادي ٿيل هئي ۽ شايد مونکي نه ٿي سڃاڻائين، پيءُ کي چئي رهي هئي: "ابو! اسان هنن سنڌين کي ايئن ختم ڪري ڇڏينداسين، جيئن ريڊ انڊين ختم ڪيا ويا ها. هونءَ به هي ڪائي مهذب قوم

نہ آهن.“ حسن حميديءَ منهنجو هن سان تعارف ڪرائي چيو: ”اياز! هن کي خبر نہ آهي تہ اسان گڏجي سنڌ جي صوبي جي بحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪئي آهي ۽ هتي ڪابہ فاشزم برداشت نہ ڪنداسون.“ هوءَ چرڪي چُپ ٿي وئي. مان حسن حميديءَ کان ٿوريءَ دير ۾ موڪلائي گهر آيس. هو اُن وقت ڪراچيءَ مان چوٿين هارٽ اٽيڪ جو علاج ڪرائي گهر آيو هو. ڪجهہ مهينا پوءِ مون ڪيس هاءِ ڪورٽ ۾ ڏنو، جنهن بعد هو پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هو تہ هن کي دل ۾ سور پيو ۽ گهر ويو تہ گذاري ويو. مان هن جي تڏي تي ويو هوس.

چڱو جو حسن حميدي، فيض ۽ سبطِ حسن وانگر يو- ايس- ايس- آر جي ٽٽڻ کان اڳ مري ويو. هو خوابن جي دنيا جو رهواسي هو، هن پنهنجي آدرش لاءِ قيد بند ڏٺا ها ۽ صعوبتون سَٺيون هيون. هن جا سڀ خواب چڪنا چور ٿي وڃن ها ۽ هو دلشڪستو ٿي مري وڃي ها. ڪامريڊ عثماني بہ پوري وقت تي مري ويو. جيتوڻيڪ اُن وقت ۾ گورباچوف جو ڪتاب ’پيرسٽرائڪا‘ اچي چڪو هو ۽ جنهن وقت هو ان باري ۾ ڊاڪٽر اعزاز سان ڳالهائي رهيو هو تہ مان ويٺو هوس. مونکي ائين محسوس ٿيو تہ هو اجا ڌنڌ جي دنيا ۾ آهي ۽ ٻين ڪميونسٽن وانگر حقيقت کي نہ ٿو ڏسي. اُن وقت ڪنهن بہ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبر جي خواب خيال ۾ بہ نہ ٿي اچي سگهيو تہ ڪميونزم ڦڙڪي جي گهر وانگر ٺهڪو ڏئي ڊهي ڍير ٿي پوندي. جي ماياڪوفسڪي ختم ٿي ويو، پال اليوار، لوئي آراگون ۽ ڪٿاسي مودو جي ڪميونسٽ شاعري ختم ٿي وئي ۽ وڃي سرئيلسٽ شاعري رهي، جي اتيلاجوزف جي شاعري بي معنيٰ ٿي وئي، شولوخوف ۽ اليڪسي ٽالسٽاءِ جا ڪميونسٽ ناول اهميت وڃائي ويٺا تہ اُنهن جي پيٽ ۾ حسن حميدي ۽ فتح الله عثماني ڇا ها! (فتح الله عثماني نثر نويس هو) ائين آهي تہ ٽين دنيا ۾ استحصال اُئين ئي آهي ۽ انسان اجا ساهہ نہ پٽيو آهي، تنهنڪري اهڙي نثر ۽ نظم جا پڙاڏا ڪجهہ وقت رهندا. اُتي بہ جڏهن ماٺهو لڪ لتاڙي، اڳتي وڌيا تڏهن اِهي پڙاڏا گم ٿي ويندا ۽ فيض جي سٽ ’هم تو تاريڪ راهون ميں مارے گئے‘ هڪ ابدي الميو ٿي اُڀري ايندي جو ڪربلا جي اهميت جو حامل نہ آهي.

مجيب پيرزادو، جو هن وقت ڪراچيءَ جو مشهور وڪيل آهي ۽ برک سياستدان حفيظ پيرزادي جو ڀاءُ آهي ۽ سنڌ جي سابق چيف منسٽر مرحوم

عبدالستار پيرزادي جو پٽ آهي، منهنجو جونير ۽ پاڙيسري هو. نبي بخش ڪوسو، جو ڪجھہ وقت اڳ سنڌ ۾ سيڪريٽري انفرميشن هيو ۽ هاڻي پاڪستان گورنمينٽ ۾ جٺائنٽ سيڪريٽري آهي، اهو بہ منهنجو جونير هو پر رنگين راتيون منهنجو غلام مصطفيٰ شاھہ، علي بخش، حبيب الله شيخ، نظام بلوچ، غني شيخ (ڳاڙهي موري، تعلقي خيرپور وارو ۽ پاڪستان جي اڳئين ڊفينس منسٽر جناب غوث علي شاھہ جو پاڙيسري) ۽ فتاح ملڪ سان گذرنديون هيون، جي سيئي بلا نوش ها ۽ ساڳي وقت سياست ۾ ڪافي فهم و فراست رکندا ها ۽ هنن جي ادب سان بہ خاص ڪري نظام ۽ فتاح جي گهري دلچسپي هئي.

مونکي سکر ڇڏي چار پنج سال ٿي ويا. مان جتي ٻيا سير سفر لکي سگهان ٿو اُتي سکر کي بہ پنتي ڏسي سگهان ٿو. ساڳي طرح پنهنجي ڳوٺ شڪارپور ۽ اتر جي ٻي هر انهيءَ شهر کي تصور ۾ موٽي ڏسي سگهان ٿو، جنهن سان منهنجو واسطو رهيو هو. اهو تہ وقت ۾ سفر آهي جو انسان ڪهڙي وقت بہ ڪهڙيءَ جاءِ تي بہ ڪري سگهي ٿو. آخر اُهي تنا ڏينهن جڏهن ڪانو جي اک نڪرندي هئي، تڏهن جيڪب آباد، گهوٽڪي، ميرپور ماٿيلي، نوابشاھہ، سانگهڙ، حيدرآباد وغيره کان موٽندي منهنجي ڪار تپي باھہ تي ويندي هئي، جڏهن سفر ۾ نم، سرنهن، پپل، يوڪلپٽس، ڪنديون ۽ ڪِرڙَ اونهاري جي تاڪ منجهند ۾ اٿين پرندا ها، جٿين موم بتين جا جهار ٻرندا آهن ۽ اٿين لڳندو هو تہ اُنهن مان نڪرندڙ اُلا اُپ ڏانهن اُڏامي رهيا آهن. تڏهن پکي پکڻ اس جي تَوَ کان آکيرن ۾ وجي لڪندا ها. مون کان اهي ڏينهن ڪيئن وسري سگهندا! ڪيئن وسري سگهندا اُهي ڏينهڙا جڏهن رستي تي پاڻيءَ جي کَسِين ۾ ڪنول جا گل نڙي پوندا ها ۽ چوڏاري سارين جي اوبر ۾ ڪنگ، ٽيٽيهر، ٽپٽيون نظر اينديون هيون، جڏهن لُرڻي لڳندي هئي ۽ ڊانديڙن جا آکيڙا ڪندين ۾ خالي لڙڪندا ها ۽ هوا ۾ ايڻن لڏندا ها ڄڻ انهن موسمي پکين کي الوداع ڪري رهيا ها جي سائبيريا ڏانهن وڃي رهيا ها. تڏهن شڪارپور مان موٽندي مان پنهنجي دوست عبدالستار جي لکيءَ واري باغ ۾ ڪجھہ وقت زيتونن جي ڇانو ۾ ويهندو هوس ۽ ماٺهوءَ جي روپ ۾ هڪ تاري نظر ايندي هئي جنهن تي بہ زيتون لڏندا ها. مون پنهنجي دوست کان ڪڏهن بہ هن جو نالو نہ پڇيو هو. اهو معلوم هو تہ هوءَ ڪائي پاڙيسرڻ هارياڻي هئي. هڪ پيري

هن جي باغ جي ٻاهران اسان هڪ ڪاري جهنگ ڪُڪڙ ڏٺي جا ملڪ سبا وانگر ٿي ٽهلي. عبدالستار پنهنجي بندوق ۾ ٻه ڪارتوس وڌا. مون هن کي جهليو. ايتري ۾ جهنگ ڪڪڙ ڪنهن ٻوٽي ۾ لڪي وئي. هن خار ۾ هڪ ٽي فير سان باغ جي پرسان تلاءَ ۾ ٽيٽو ماري وڌو، جو هن جا هاري کڻي آيا. "ڏس ته اهو نر آهي يا مادي آهي؟" توکي پتو پوندو؟ ڪائنات بندوق جي آواز سان سوال وانگر گونجي اُٿي. "ستار! تو اِهو ٽيٽو ڇو ماريو؟ انهيءَ تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو؟"

اٽڪل ٻه ٽي سال اڳ ستارخان جي پٽ جي شادي هئي. هُن ڪنهن فائيوِ اسٽار هوٽل ۾ دعوت ڪئي هئي، جتي اسانجو پورو خاندان هليو هو. زالون زرق برق لباس پائي آيون هيون. هاڻي پردي جو رسم و رواج ته رهيو نه آهي. پرسان منهنجي ستار جو ماڻٽ ۽ ڳوٺائي هاءِ ڪورٽ جو رٽائرڊ جج مغل منورعلي بيٺو هو، جو منهنجو ڪلاس فيلو به رهيو هو ۽ مون ڪان ٻه سال پوءِ سکر ۾ وڪالت ڪئي هيائين. ستار جي پُٽ جي شادي سنڌ هاءِ ڪورٽ جي اڳين چيف جسٽس عبدالحي قريشيءَ جي ڏوهٽيءَ سان ٿي رهي هئي. جسٽس عبدالحي منهنجو ڪراچيءَ ۾ سال 1947ع ۾ جمال صديقيءَ سان گڏ وڪالت ۾ پارٽنر هو ۽ جڏهن مون وائيس چانسلرشپ تان رٽائر ڪيو هو تڏهن مون کي هاءِ ڪورٽ جي جج ڪري ڪڻڻ جي سفارش ڪئي هيائين.

ستار مونکي ڏسي چيو: "اياز صاحب، هي جيڪي هار سينگار ڏسين ٿو انهن تي بيوٽي پارلر جو ڪيترو خرچ ٿيو هوندو؟ تو اسان به ڏينهن گذاريا ها. هي ته سارو ڪيد آهي." "ستار خان! هي ساري زندگي ئي ڪيد آهي." مون جواب ڏنو. اها ڳالهه ستار کي واهولي جي ڏک وانگر لڳي. ان ڪان اٽڪل ڏهاڪو مهينا پوءِ ستار مون وٽ آيو هو ۽ ٻڌايو هيائين ته هن جي زال کي جيري جي ڪئنسر ٿي پئي آهي ۽ هوءَ ڳري ڪک ٿي وئي آهي. "هي ساري زندگي ئي ڪيد آهي" مون دل ۾ ورجايو ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ستارخان جي پُٽ ٻڌايو ته هن جي والده گذاري وئي آهي. اِناللهُ واِنا عليه راجعون. ستار خان هن لاءِ سکر شهر جي ٻاهران ڪيڏو نه وڏو بنگلو ٺهرايو هيو ۽ اُن ۾ طرح طرح جا ميويدار وڻ لڳايا ها ۽ مون مائيءَ کي ڏيءَ جي مڱڻي تي ڪيڏو نه خوش ڏٺو هو.

ستار خان جيتوڻيڪ وڪيل نه هو پر هو منهنجي ساري وڪيل لڏي

جو دوست هو، جنهن ۾ غلام مصطفيٰ شاهہ، علي بخش، رشيد پٽي ۽ حبيب الله شريڪ هوندا ها. اهڙو هڪ ٻيو دوست شريف خان بہ هيو جو هيو تہ مهاجر پر هن جي دوستي اسانجي سنڌي لڏي سان هئي، جنهن ۾ فتاح ملڪ بہ شامل هو پر هن جي باري ۾ پوءِ ٿو لکان. پهريون ستار خان جي باري ۾ لکان. ستار خان سنڌو درياهہ واهن، ڍنڍن ۾ مڇيءَ جا ٺيڪا ڪٺدو هيو ۽ پيرزادي عبدالستار صاحب جي مائهوءَ سيٺ سلامتراءِ خلاف درخواستون ۽ تارون ڪري، پوسٽر ڪڍي ۽ اشتهار ورهائي، هُن کان سنڌو درياهہ ۾ مڇي مارڻ جو ٺيڪو کسيو هيائين ۽ اِن معاملي ۾ مون سان قانوني مشورو ڪندو هو. دوستيءَ سبب نہ رڳو مونکي هو انهن هنڌن تي وٺي هلندو هو، جتي هن جا مهاڻا ۽ مهاڻيون مڇي ماري ايندا ها، پر مڇي توري ٺيڪي دار سان پنهنجي ڦاندڻي بہ ڪندا ها. مڇيون گهڻو ڪري ڏنيرا، سينگاريون، پوٽڪيون ۽ ڪڳا هونديون هيون ۽ جڏهن ميربحر ڄار ڪڍندا هئا تہ مڇيون ڄار ۾ ائين ٽٽڪنديون هيون، جيئن ڪتيون ڪائنات ۾ ٽٽڪنديون آهن.

هڪ ڀيري منهنجي نئين جونير شاهہ بخش شاهہ اسانجي پنهنجي ڳوٺ ٻلهاريءَ ۾ دعوت ڪئي هئي جو ڪڇي جي ڪناري تي سکر کان ڏهہ ميل پري آهي. مون ڪنهن انجنيئر دوست کان لانچ ورتي هئي ۽ شاهہ بخش شاهہ ڪانسواءِ ستار خان، رشيد پٽي، علي بخش، غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ شريف خان ساڻ ها. لانچ ۾ اسان وسڪي ۽ بيئر ڪافي پيتو هو باقي ستار خان تہ پيئندو ئي نہ هو. جيستائين اسان منزل تي پهتاسين، تيستائين سڄ پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويو هو ۽ ميٺاوان پاڇاوان ڇيريندي لانچ ڪنڌيءَ تي پهتي هئي. اتي ڪڇي جو ڳوٺڙو هو جو بہ پيرا پائيندڙ پائي وٺي هئي. شاهہ بخش شاهہ هڪ چيلي جي سَڄي ڪرائي هئي ۽ ٻي جو ٻوڙ رڌايو هيائين. انڪانسواءِ نان، پلاءُ ۽ سوجيءَ جو حلوو ڪرايو هيائين. اسان ڪنڌيءَ تي نڙ جا بيت ٻڌا، جي اُتان جي شوقين ڳائڻن ڳاتا. سنڌي شهري شاعري ڪجهہ سالن کان شروع ٿي آهي نہ تہ لوڪ ادب ئي اسان جي شاعريءَ جو ورثو رهيو آهي. هتي اسان ڪي ساتوڻ خاصخيليءَ ۽ مولابخش خاصخيليءَ جا نڙ بيت ٻڌايا. جڏهن مولابخش جي هيٺين سٽ ٻڌايائون: "اُتي ڏونگر ٻريون ڏياتيون، لڳي لَڪن کي لالاڻ"
تڏهن مون علي بخش کي چيو تہ توري ڦيرگهير ۽ ڪَٽ سَٽ سان هن شاعريءَ کي خوبصورت بڻائي سگهبو آهي ۽ اها سٽ هيئن بہ چئي سگهجي

ٿي: ”ڏونگر ڏياتيون ہَريون، لڪَن ٿِي لالاڻ“
جيڪڏهن ايئن پڙهي، ڪنهنڪي چئجي تہ اِها سِٽ پٺائي جي آهي تہ اعتبار ڪري ويندو! اِن سٽ ۾ شام جي ڪيڏي نہ دلڪش منظرڪشي آهي! پرسان باهہ جا ڏانڊ ٻري رهيا ها، جن تي ديگڙا چڙهيل ها ۽ انهن جون چڻنگون اُڏامي ٻاڻ انداري ۾ ستارن ڪي چئي رهي هيون: ”جهڻ لاءِ ٿي سهي، اسان اوهان کان وڌيڪ ڪاراٽيون آهيون“ آخر انسان جي حياتي چڻنگ جو چٽاءُ ٿي تہ آهي! بلڪل ويجهو شريف خان داروڻہ جا ڏنگ پي رهيو هو، جيتوڻيڪ مان جام مان سِپ سپ ٿي پيتي. ائين نشي ۾ اَلوڻ ٽيڻ ۾ ڪهڙو لطف آهي! جڏهن هن جي ڪَل ٽڙندي هئي تہ ”پِنيءَ“ کي ڏسي ڪوئي ڳاسليٽي شعر پڙهندو هو:

ساقي! تجهے بنانا تهي بهٹي شراب کي
انسان بناکے کيون مري مٹي خراب کي.

۽ پوءِ ٺهڪ ائين ڏيندو هو جڻ هن کي چابي اچي وئي هئي هن جا ٺهڪ ياد ڪري مون کي پريزيڊنٽ هائوس روالپنڊيءَ جي رات ياد ٿي اچي.

جڏهن ٻوليءَ وارا فساد ٿيا ها تڏهن مونکي پٺي صاحب سنڌي ٻوليءَ جي نمائندگيءَ لاءِ اسلام آباد گهرايو هو تہ جيئن صلاح مشورو ڪري سگهي. مان، پاڪستان جو ان دؤر ۾ لامنسٽر جناب حفيظ پيرزادو، اڳوڻو سنڌ جو وڏو وزير جناب قائم علي شاهہ ۽ درمحمد اوستو، جو ان وقت سنڌ گورنمينٽ ۾ وزير هو، ان ٻوليءَ جي بل جي هر شق ٿي بحث ڪري رهيا هياسون. مير رسول بخش ٽالپر جو ان وقت سنڌ جو گورنر هو ۽ منهنجو يار هو، اُهو بہ اُتي هيو. يحييٰ خان جي دؤر ۾ اسان ٻئي ڪراچي جيل ۾ ساڳي سيل ۾ رهندا هياسون ۽ ڪنهن نموني ٻاهران اسڪاچ وسڪيءَ جي بوتل هٿ ڪري پيئندا هياسون. پيئڻ ڪائڻ ڪانپوءِ معلوم نہ آهي مير صاحب کي حيدرآباد جي ڪهڙي عامليائي جمنا ياد ايندي هئي ۽ هو پاڪستان کان اڳ واري دؤر جو ذڪر ڪندو هو. جڏهن سنڌ ۾ ٻوليءَ جي مسئلي تي فساد ٿيا ها تڏهن هو رهيل ٿي پنڊيءَ ۾ پاڪستان جي پريزيڊنٽ هائوس ۾ هيو ۽ هو انهيءَ ڪمري ۾ موجود هو جتي اسان بل تي بحث ڪري رهيا هياسين. دراصل اهو ڪمرو سندس بيڊ روم هو. مير صاحب جي اسان جي قانوني بحث ۾ ڪائي دلچسپي ڪانہ هئي. اوچتو هن مونکي ٻانهن کان ڇڪي چيو: ”هن پلنگ تي بہ تي منٽ ليٽي پَٽُ“ اسان اهو دخل درمعقولات ڏسي واترا ٿي

وياسين. اوچتو ميرصاحب مونکي ٻانهن کان جهلي اٿاريو ۽ پلنگ تائين ڇڪي آئي ڇپائين هتي بہ منٿ ليٿي پئہ. مون مجبورا ائين ڪيو. ٻن منٽن کان پوءِ هن مونکي ٻانهن کان جهلي پڇيو، "اياز! ڪوئي مزو آيئہ؟" مون فقط هن کي حيران ٿي ڏٺو. ايتري ۾ هن ٿهڪ ڏئي چيو: "اياز! انهيءَ پلنگ تي يحيٰ خان بلئڪ بيوٽي (Black Beauty) سان گڏ سمهندو هيو. مون چاهيو تہ تون بہ ان جو مزو وٺي ڏس!"

اسان سيني مرڪي ڏٺو ۽ وري پنهنجي ڪم ۾ جنبي وياسين. گهڙي نہ گذري تہ ٿهہ ٿهہ ٿي وئي. اسان مير صاحب ڏانهن ڏٺو تہ هو خاموش هو ۽ ٿهہ ٿهہ مسلسل اچي رهي هئي. اوچتو حفيظ پيرزادي کي ڪوئي خيال آيو ۽ دور رکيل ٽيپ رڪارڊر بند ڪيائين. مير صاحب هونءَ تههايت سنجيده انسان هو پر ڪنهن ڪنهن وقت هن خوش مزاجي حيران ڪري ڇڏيندي هئي. اُن ۾ ٿهڪن سان ڀريل ٽيپ هلي رهي هئي. مون کي هائي ائين لڳي ٿو تہ شريف خان بہ اُنهن ٿهڪن وانگر ٿهڪ ڏيندو هو. گهٽي وسڪي هن کي ٽيپ رڪارڊر ٺاٺي ڇڏيندي هئي. هن تي غلام مصطفيٰ شاهہ آلائي چو 'ٽيٽڪ خان' نالو رکيو هو؟ شايد هو قد جو ننڍو هو، ان ڪري.

هڪ ڀيري اسان ناري واهہ جي ڀهاڙين ڏانهن هرڻن جي شڪار لاءِ ويا هياسين. مونکي پنهنجي زيڪوسلواڪيا جي دونالي بندوق هئي. دعوت ڪنهن ڪئي هئي، ياد نہ آهي. مان پانيان ٿو منهنجو ٿي ڪو اصيل هو. شاهہ بخش شاهہ ڪانسوا ٻيا سيئي هياسون ڀهرين تہ ڪار ۾ ناري واهہ جي ڪناري سان ويا هياسون. نهايت خوشگوار موسم هئي. ڪناري تي ٽالهيءَ، پپل ۽ سرينهن جا وڻ بيٺا ها. اسان ڪار هڪ ڳوٺ وٽ روڪي ۽ ميزبان جي جيپ ڪنئي هئي. ڪجهہ پنڌ تي واهيون هيون ۽ اڳتي اوچيون ڀهاڙيون، جتي هرڻ جي شڪار لاءِ لڪي ويهڻو هو. واهن ٽپڻ لاءِ ۽ ڀهاڙين تي چڙهڻ لاءِ اسانکي اُٺن ۽ گهوڙن تي چڙهڻو پيو. مان هڪ اُٺ تي ويٺو هوس جو هڪ واهيءَ جي مٿان ناهيل نهايت تنگ پيچري تان وڃي رهيو هو. مونکي ان وقت پَڙُ ٿيو تہ جي اُٺ جو پير تِرڪيو تہ منهنجي جنگهہ ٻانهن جو خير نہ آهي. مان ڪوئي عادي شڪاري نہ هوس ۽ شوقيہ ويو هوس. دراصل مونکي شڪار سان ايتري دلچسپي نہ هئي جيتري فطري نظارن سان هئي. اهڙي طرح مان ڏهرن جي سردار عبدالرزاق ڏهر جي دعوت تي اُباوڙي کان پري ڪينجوءَ ويو هوس جو

هندستان جي سرحد کان ڪجھ اوري آهي. ماڇين جي سردار ماڇي خان جا ڪيئي ڪيس هلايا ها. هن جي دعوت تي مڇ ڏانهن ويو هوس جو سنڌ ۽ پنجاب جي بارڊر تي آهي. مون سان گڏ الهورايو مرڪاس ۽ هن جو سوٽ حاجي جاويد، (جو وڪيل هو) بہ هيا. اٿين مان ڪنڊڪوٽ ۽ ڪشمور تہ ڪيئي ڀيرا ڪيسن سان ويو هوس پر بخشاپور جي ڏنڊ تائين مونکي هڪ مائٽ جناب محمد قاسم گهمائي آيو هو جو، گڊو بئرج ۾ ايڪس- اي- اين هو ۽ جو هاڻي غالبا ڄامشوري ۾ ايس- اِي آهي.

بهرصورت مونکي اهو ڏينهن چٽيءَ طرح ياد آهي جڏهن اسان ناري کان ٿورو پري هرڻ جي شڪار لاءِ اٺن ۽ گهوڙن تي وياهياسين. شريف خان هڪ ٽٽوءَ گهوڙي تي سوار هو ۽ هن کي هٿ ۾ بندوق هئي ۽ مونکي اٺين تي لڳو تہ اسان اتر سنڌ ۾ نہ پر تبت ۾ ٽيننگ سان ڦري رهيا آهيون. آخر اسان پهاڙيءَ تي چست پچائي ويناسين. مون دل ۾ دعا گهري تہ ڪوئي هرڻ پاڻي پيئڻ نہ اچي. مون کي ڪافي بک لڳي هئي پر بين کي هرڻ جي خون جي پياس ايتري هئي جو ڪين بک ۽ اڄ جو احساس ئي ڪونہ هو. مون سوچيو، اهو هرڻ تہ هيو جنهن دشينت کي شڪنتلا سان ملايو هو ۽ ڪاليداس جو ڊرامو هن ڪانسواءِ نامڪمل رهجي وڃي ها. هرڻ- اکي عورت مون کي ڪيڏو نہ وڻندي آهي. اهو ناممڪن آهي تہ مان هرڻ کي بندوق هڻان! سج پهاڙين تي هيٺ لهي آيو ۽ اتفاق سان هرڻ ان ڏينهن پاڻي پيئڻ نہ آيا ۽ اسان کي بک بہ ڏاڍو ستايو هو، انڪري اسان ڳوٺ موٽي وياسين ۽ ماني ڪاڏيسين جا وڏيري اسان لئہ ڪرائي هئي. ياد نہ آهي تہ ڇڪي پيتي سين يا نہ، ضرور پيتي هوندي.

سومر خان چوهاڻ ۽ هنجو ڀاءُ سچل خان چوهاڻ ٻئي منهنجا دوست ها. هنجو مائٽ عبدالستار چوهاڻ منهنجو جونيئر هو ۽ هيئنر ڪيس ائڊوڪيٽ جنرل جو عهدو ڏنو ويو آهي. سچل خان جو گهر تہ بندر روڊ تي سنڌوءَ جي سامهون هو پر هو ٻيلن جا نيڪا باگڙجيءَ ۾ ڪٽندو هو. سيئي چوهاڻ گهڻو ڪري منهنجا مُوڪل هيا. سچل خان مون کي باگڙجي جي ٻيلي ۾ وٺي هلندو هو. مون اُن باري ۾ هڪ ڪهاڻي بہ لکي هئي.

انهن جوان وڪيلن سان گڏ پوڙها وڪيل هولارام، ساڌو رام، پيرزادو عبدالمجيد، شيخ غوث بخش، ڊي- پي- پي غلام قادر بلوچ، جي سي

ڪافي وقت اڳ راهہ رباني وٺي چُڪا ها. سي بہ ڪڏهن ڪڏهن ياد ايندا آهن. ساڌو رامر جي آفيس واليس روڊ تي هئي جو ڪُئينس روڊ جي پٺيان هيو، جتي منهنجي آفس هئي. هن لاءِ مشهور هو تہ جي اونهاري ۾ ڪوئي ڀهراڙيءَ جو اصيل اچي هن کي منجهند جو سڏ ڪندو هو تہ ساڌو رامر ڀهرين ماڙ تان پڇندو هوس تہ: "في آندي اٿئي؟" جي اصيل چوندو هو تہ "نہ آندي اٿمر" تہ ساڌو چوندو هوس: "ساڌو هيٺنر هيٺ نہ لهندو. ساڌوءَ جي ننڊ جو وقت آهي." ۽ جي اصيل چوندو تہ هن في پاڻ سان آندي آهي تہ ساڌو رامر ورندي ڏيندو هو: "بُڌو، بابا، بُڌو! ساڌو ڪيئن نہ لهندو، ساڌوءَ جو پيءُ بہ لهندو!" ساڌو رامر طنزومزاح وارو وڪيل هو. شمس الدين شاهہ هن کي ڪيفِ ايران ۾ ڪيڪ پيسٽري ڪارائيندو هو تہ ڪيس چوندو هيو: "شاهہ! جيستائين تون ڪيڪ پيسٽري ڪارائيندين، تيستائين مان گانڌي ۽ نهروءَ کي نہ، توکي نمستي ڪندس. مونکي ڪهڙي پئي آهي تہ مان هندستان وڃي گجراتي مونيون ۽ مدراسي ڊوسا کاوان." هو ڪڏهن ڪڏهن اسان جي آفس ۾ ايندو هو ۽ جي هولارامر نہ هوندو هو تہ هولارامر جي زال سگهيءَ سان چرچا ڪندو هو ۽ چرچي چرچي ۾ هن جي سٿر تي زور سان ڌڪ هڻي چوندو هو: "سگهِي! وڃائي وِڌءِ! پيهر تہ اها ڳالهہ ٻڌاءِ" اِهو چئي هو سگهيءَ جي سٿر کي هٿ سان زور ڏيندو هو. شايد ساڌو رامر جي پنهنجي زال مري وئي هئي يا هندستان موڪلي ڇڏي هيائين.

ٻيو عجيب ڪردار منهنجو منشي ڏيون هو. هو گهوٽڪيءَ جي مکيءَ جو پٽ آهي، پيدائشي تيمورلنگ آهي، ۽ مان هن کي منشي بدران 'مُنو شينهن' ۽ ڏيون بدران 'اي- ون' (A-one) ڪوٺيندو هوس. هو اڄاتائين منهنجي آفس جي نظرداري ڪندو آهي.

انهن مان ڪيترا وڪيل ۽ جج جيمر- خانہ ڪلب جا ميمبر ها. هو ڪرسمس تي ڪاغذ جون ٽوپيون پائيندا ها، ٻارنهين وڳي رات تائين وسڪي پيئندا ها ۽ ٻارنهين بجي ميري ڪرسمس (Merry X'mas) ڪندا ها. ڪلب جا بہ ٽي ميمبر انگلو انڊين هئا جي آزاديءَ کان پوءِ پاڻ کي ڇورا ڇنا سمجهندا ها، پر ڪجهہ جج ۽ وڪيل انهن جي اڳيان احساسِ ڪمتريءَ ۾ مبتلا هوندا ها. هڪ پيري ڪارڊيرو، جو سپرنٽنڊنٽ سکر جيل هو ۽ پوءِ سنڌ جو آءِ- جي پرزنس ٿيو، منهنجي پرسان ڪائونٽر تي وسڪي پي رهيو هو. مان جنهن

وقت ڪافي خمار ۾ هوس تنهن وقت منهنجي اک هنجي نوجوان ڌيءَ تي پئي جا نهايت خوبصورت هئي. منهنجون اکيون هن تي ائين کُپي ويون ڄڻ مان هن تي مسميريزم ڪري رهيو هوس. جڏهن هن ڏٺو تہ مان هن تان اکيون هٽايان ئي نہ ٿو تہ هوءَ رڙ ڪري اچي پيءُ کي چنبڙي.

ٻي ڀيري مان هڪ سي- ايس- پي ڊپٽي ڪمشنر سان گڏ سکر جي جم خاني ڪلب ۾ پي رهيو هوس تہ منهنجون اکيون هن جي نوجوان زال ۾ ٽڪ ٻڌي کُپي ويون. ڊپٽي ڪمشنر کي بہ طنز و مزاج جو حس هو. هن وسڪيءَ جو ٻيو گلاس ٺاهي مونکي ڏنو ۽ چيائين: "ٻئي گلاس هڪ ڳيت ۾ پي وڃ تہ وڌيڪ چڱي طرح ڏسي سگهندين" مان هن کي ڪيئن سمجهايان تہ حسن مونکي مُندي ڇڏيندو آهي. اها ڳالهہ مون پنهنجي هڪ دوست کي ٻُڌائي هئي، جنهن مون تي خاڪو لکيو آهي.

ڳالهين مان ڳالهہ ياد آئي. هڪ ڀيري بنگلاديش ۾ مان پاڻيءَ جي جهاز ۾ نارائڻ گنج کان کُلنا وڃي رهيو هوس. جهاز ۾ بہ فرسٽ ڪلاس ڪئبن هيون. صبح جو مان ننڊ مان اٿي اچي جهاز جي ريلنگ سان بيٺو هوس تہ اوچتو مونکي پيءَ ڪئبن ۾ لٿل جهاز جي مالڪ ۽ هن جي فرينچ زال تي نظر پئي هئي، جنهن هُن سان انگريزيءَ ۾ تي ڳالهايو. مون هن جي زال کي ڏٺو تہ ڄڻ رِوٽ لڳي وئي. ٿوڙي دير ڪانپوءِ هن پنهنجي مڙس کي چيو: "ڊيئر! مونکي هن شخص مان جان ڇڏائڻ لاءِ سمنڊ ۾ ٽپو ڏيڻو پوندو." مان لڄي ٿي ڪئبن ۾ هليو ويو هوس.

لنڊن جي هائيڊ پارڪ ۾ مون هڪ جهونيءَ آشنا کي چيو هو تہ وڻ سان ٽيڪ ڏئي ويهہ تہ منهنجو اکيون توکي ڪئميرا وانگر ڏسن ۽ تنهنجا هزارين فوٽو گراف ڪڍن. آلاجي ڇو حسن مونکي مسحور ڪري ڇڏيندو آهي، پوءِ اهو انسان جو هجي يا فطرت جو! بمبئيءَ ۾ منهنجي دوست ڳُني سامتانيءَ مون کي چيو هو:

> "چند لفظ جيترا پيرا تو شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي،
> اوترا پيرا دنيا جي ڪنهن بہ شاعر ڪم نہ آندو آهي."

مون تي تنقيد ڪندي ڪنهن نيم نقاد، نيم شاعر لکيو هو تہ "اياز هن دورِ جديد ۾ چند سان گفتگو ٿو ڪري". مونکي جنهن اِها ڳالهہ ٻڌائي هئي، ان کي مون چيو هو: "انهيءَ کي ڇَوُ تہ چند حسن جي شاعرانہ علامت آهي.

جي ھي غالب کي پڙھي نہ تو سگھي تہ لورکا کي پڙھي ڏسي.“

انساني جسم ۾ ڪائي برقي رَوُ ٿئي ٿي جا ھئي انسان تي يڪدم اثرانداز ٿئي ٿي. مون سان بہ ائين ٿيندو آھي ۽ علمِ سابقہ جيان پھرينءَ نظر ۾ محسوس ٿيندو آھي تہ ھي ماڻھو مون لاءِ آھي. ھُن کي ڏسي مان اڪيون جھڪائي ڇڏيندو آھيان پر مون تي ڪُٺل ھن جون اکيون مون کي ڪڍھن مجبور ڪنديون آھن تہ مان ھُن ڏانھن ڏسان ۽ پوءِ ڪَڙو ڪَڙي ۾ جڙجي ويندو آھي ۽ ڪوئي صدين جو زنجير مونکي پاڻ ڏانھن ڇڪيندو آھي. منھنجي ڪيفيت سودا جي ھيئين شعر وانگر ھوندي آھي:

کيفيت چشم اُس کي مجھے ياد ھے سودا،
ساغر کَو ميرے ھاتھ سے لينا کے چلا ميں.

جم خاني ۾ منھنجو مائٹ شيخ عباس مونکي ھوش ۾ آڻڻ لاءِ ڪافي ھوندو ھو. ھو اُن وقت ايڪس- اِي- اين ھوندو ھو ۽ انت پي- آءِ- ڊي- سيءَ ۾ چيف انجنيئر تي رٽائر ڪيائين. اجا تائين ڪراچيءَ ۾ پرائيويٽ ڪنسلٽنٽ جو ڪم ڪندو آھي ۽ جيستائين مان بيمار تيس، تيستائين ھن سان ۽ ڪجھ ٻين مائٽن سان رنگين شامون گذرنديون ھيون. ھو جڏھن آمريڪا ۾ طبيعيات ۾ ڊاڪٽوريٽ ڪندو ھو تڏھن آئن اسٽائن سان ڪجھ وقت گفتگو ڪئي ھيائين ۽ فلسفو اجا تائين ھن جو مرغوب مطالعو آھي. شيخ عباس ’چُلھ تي سو دل تي‘ جو بھترين مثال آھي. ھو دوستي ۽ دوريءَ ۾ توازن رکي سگھندو آھي ۽ ڪنھنکي بہ گگ تي نہ چنبڙندو آھي. جڏھن اسان پڙھندا ھياسين تڏھن ڪراچيءَ ۾ روپ وِلاس ھاسٽل ۾ لڳو لڳ ڪمري ۾ رھندا ھياسين. ھڪ رات ٻي بجي ننڊ مان منھنجي اک کلي. پرسان واري بالڪنيءَ ۾ عباس ھڪ ماھر قوال وانگر پلٿا ھڻي رھيو ھو ۽ مون اکيون مھٽي ھن کي غور سان ٻڌو تہ ھو ڪلاسيڪي انداز ۾ ڳائي رھيو ھو: ”منگھن جي گھر ۾ بہ ڪارا ڪُتا ھيا.“ مونکي ڪنن تي ويساھ نہ آيو ۽ ھِن کي چيو تہ: ”عباس! ھي ڪھڙو مکو لڳو اٿئي؟“ جواب ۾ چيائين: ”چو بابا! توکي جڏھن شاعري جنبيءَ تي چاڙھيندي آھي تہ تون چوندو آھين ’ڪارا ڪارا بادل آيا‘ مونکي منگھن جي گھر ۾ ٻن ڪارن ڪتن جو تصور اھڙو مزو ڏئي رھيو آھي، جھڙو ساوڻ ۾ توکي بہ ڪارا بادل ڏيندا آھن. ياد اٿئي تہ ٻي درجي سنڌي ۾ سبق پڙھندا ھياسين ”منگھن جي گھر ۾ بہ ڪارا ڪُتا ھيا“ مونکي اھو سبق ئو ياد اچي“.

سڪر جم خانا ۾ هڪ ماءُ ۽ ڌي؛ اينديون هيون. ٻئي خصوبصورت هيون. مان جڏهن انهن ڏانهن ڏسندو هوس تڏهن عباس مون کي ڏونڌاڙي چوندو هو: ”گيدوڙي ۾ اٽڪيو آهين، ليسوڙي ۾؟“ منهنجا نشا ٽٽي ويندا ها. هو آمريڪا مان ڪنهن آمريڪن ڊرامانويس ڇوڪريءَ سان شادي ڪري آيو هو. هڪ ڏينهن هو ڪيس منهنجيءَ آفيس ۾ وٺي آيو ۽ مون سان تعارف ڪرائيندي چيائين: ”روز! هي منهنجو فلاسافر دوست بہ آهي ۽ مائٽ بہ آهي. هن ارسطو پڙهيو آهي پر هن کي خبر نہ آهي ليوڪريشيا ڪير هئي؟“ شايد هن جي زال روز کي خبر نہ هئي تہ * ليوڪريشيا ڪير هئي ۽ هوءَ عباس جي مزاحيہ طبعيت جي عادي ٿي چُڪي هئي، انڪري هوءَ خاموش ٿي وئي.

هڪ عجيب ڪردار جو جم خانہ ڪلب ۾ ايندو هو، سو هو برڏَر خداداد خان هو. •Free Mason's Lodge جو ميمبر هو ۽ ڇاڪاڻ جو لاج

---

* ليوڪريشيا:
ارسطوءَ لاءِ چيو ويندو آهي تہ هڪ پيري هن جي شاگردن ٻَڌي ڪري هن کي ڏاڍو پياريو. جڏهن هو نشي ۾ هو تہ هن کي چيائون:
”استاد! اڄ تنهنجي عيش لاءِ يونان جي خوبصورت ترين ڇوڪري ليوڪريشيا وٺي اچون؟“
استاد هائو ڪئي تہ شاگرد ليوڪريشيا کي نقاب پارائي وٺي آيا ۽ جئين هوءَ آئي تيئن بتي وسائي ڇڏيائون. مُنهن انڌيري ۾ هئن ليوڪريشيا کي ڪِڏي ڇڏيو. جڏهن صبح ٿيو ۽ ارسطوءَ کي هوش آيو تڏهن ڪائنس شاگردن پڇيو:
”استاد! توکي ليوڪريشيا وڻي؟“
ارسطوءَ ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪئي. ان تي سيني شاگردن ٽهڪ ڏئي چيو: ”استاد! اِها ليوڪريشيا نہ هئي. اها تہ نقاب ۾ يونان جي قبيح ترين عورت هئي پر توکي اونده ۾ پتو نہ پيو.“
ان تي ارسطوءَ جواب ڏنو: ”برخوردارؤ! هر عورت اونده ۾ ليوڪريشيا لڳندي آهي.“

• فري مئسن لاج (Free Mason Lodge) ’لاج‘ انگريزيءَ ۾ ڪونڙي، جهوپڙيءَ يا ڇني کي چوندا آهن. فري مئسن لاج ۾ ويهارو ڪان سوين ميمبرن ٽائين هوندا ها. اهو هڪ بين الاقوامي ادارو آهي پر ڪجهہ سال اڳ ان تي پاڪستان ۾ بندش وڌي هئي ڇوتہ ان کي صيهوني ايجنٽ سمجهيو ٿي ويو. ٻي جنگِ عظيم جي خاتمي ڪانپوءِ جڏهن يو- ايس- ايس- آر نازي رڪارڊ هٿ ڪيا ها تڏهن ڪميونسٽن ۽ يين سان گڏ فري مئسن بہ ان لسٽ ۾ لڌا ويا ها، جنهن ۾ ڄاڻايل ماڻهن کي هر نازيءَ کي ڳولي مارڻو هو. نازي رپورٽ موجب هو انگريزي سامراج جا ايجنٽ ها. فري مئسزي جي اهڙي ڪا ڪا وضاحت نہ آهي جا سڀ کي قبول پئي. ان لاءِ چيو ويو آهي تہ ”اها انهي اخلاقيات جو نظام آهي، جنهن تي قصن ۽ تمثيلن جو نقاب آهي ۽ جنهنڪي علامتن سان چٽو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.“
ان ۾ رازدريءَ جو سخت تاڪيد هوندو آهي. ظاهري طرح تہ اها تحريڪ فرقي واريت ڪان دور هوندي آهي ۽ انسان ذات جي ڀلائيءَ، ۽ ڀائپيءَ سان واسطو رکندي آهي. ان جو تعداد پنج ملين کان زياده آهي، جنهن جي اڪثريت انگريزي ڳالهائيندڙ ملڪن ۾ آهي. رڳو يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۾ اها چار ملين آهي. ائين برابر آهي تہ ٻي جنگِ عظيم جي خاتمي ڪانپوءِ تعداد ڪجهہ گهٽيو آهي.

جي هر ميمبر کي بِردَر ڪوٺيندا ها. تنهن ڪري هِن کي بہ بردر ڪوٺيو ويندو هو. هن جو چاچو عبدالحميد خان جيئي شاھہ جي سامهون ۽ مرحوم پيرزادي عبدالستار (سابق وزيراعليٰ سنڌ) کان ٿيهارو قدم پري ۽ مون کان اٽڪل200 قدم پري رهندو هو. عبدالحميد خان جو سنڌ جي تاريخ جو پارسيءَ ۾ مصنف هو، اهو وائيسراءِ جي ڪائونسل جو ميمبر بہ رهيو هو. هو سکر جو پهريون سنڌي آنرري مئجسٽريٽ هو ۽ هن جي جيئي شاھہ جي سامهون تمام وڏي پر بوسيده جاءِ هئي. مان جڏهن گهر کان آفيس ويندو هوس تڏهن هو لڪڻ ٽيڪيندو پنڌ ويندو هيو. مان بہ ڪڏهن هن سان گڏجي پنڌ ويندو هوس ۽ رستي تان موڪلائيندا هياسين. هو لڳ ڀڳ اسي ورهين جو هو ۽ مونکي لنڊن جا احوال ٻڌائيندو هو جتي هو پڙهيو هو. علامہ اقبال هُن سان ساڳي ڪمري ۾ رهندو هو ۽ علامہ جي باري ۾ مون کي عجيب غريب ڳالهيون ٻُڌائيندو هو.

بِرَدر خداداد خان گهڻو ڪري هر آچر تي پنهنجيءَ زمين تان سڌو جمخانہ ڪلب ۾ ايندو هو. هن کي پتلون ۽ قميص پيل هوندي هئي ۽ هو ٻانهون ڪُنجي بار جي ڪائونٽر تي ويهندو هو ۽ بيئر جو پنهنجي لاءِ ۽ منهنجي لاءِ آرڊر ڏيندو هو ۽ مونکي چوندو هو تہ "مان هن وقت پنهنجيءَ زمين تان موٽيو آهيان ۽ هڪ برٽش فارمر (ڪسان) وانگر پيئڻ ٿو چاهيان". هو انگريز تهذيب جو دلداده هو ۽ هڪ پيري ڪرسمس نائيٽ تي انگريزن وانگر ڪاري ٽاپ هئٽ جا فوٽ کن اوچي هئي، ڌاريدار ڪاري پتلون، ڳچيءَ ۾ اسڪارف ۽ هٿن ۾ ٺونٺ تائين دستانا پاتي آيو هو ۽ وائيس ريگل لاج ۽ بڪهنگم پيلس جي باري ۾ ڳالهيون ڪري رهيو هو. آغا آصف جنهنجو مون مٿي ذڪر ڪيو آهي، تنهن لنڊن مان بارائٽ لا ڪيو هو ۽ هن سان ڏاڍا چرچا ڪندو هو. مون هنن کي هڪ پيري فرينچ شاعر رچرڊ دي گئلينی (Richard de Galliene) جو هيئيون شعر ٻڌايو:

Ah London! London! our delight
Great flower that opens but at night

(ترجمو: او لنڊن! لنڊن، اسان جي سرخوشي،
وڏو گُل جو رڳو رات جو ٽڙندو آهي.)

تڏهن خدادد خان چيو: "واھہ وا! پيهر تہ ٻڌائجانءِ!"

ان تي آغا آصف کيس چيو: "بِرَدر خان کهڙي نائٽ ڪلب پسند ڪندو هئين؟"

”سيئي نائٽ ڪلبون چڱيون هيون، نالو تہ هاڻي ڪوئي ياد نہ ٿو اچي!“
”پلا هائيڊ پارڪ ڪارنر ۾ هائيڊ پارڪ ڪئفي ۾ تو بيئر پيتو يا لاگر؟“
”بيئر آغا، بيئر منهنجو مرغوب مشروب آهي“
”پلا تو تہ پوش لنڊن (Posh London) ڏٺي هوندي؟“
”ها“
”پلا ڪنهن جاءِ جو نالو ٻُڌاءِ؟“
”هيلي هاڻي ايتري وقت ڪانپوءِ ڪيئن ياد ايندو!“
”مان تو ٻڌايانءِ بيل گريو اسڪائر (Belgrave Square) سلون اسڪائر (Sloane Square)، رايل ڪورٽ ٿيئٽر (Royal Court Theater) ايٽن اسڪائر (Eaton Square)، ڪنگس روڊ (Kings Road). ڪجھ تہ ٻڌاءِ اهي ڪيئن ها؟“
”بابا، چوانءِ تہ اٿو، ڪيئي سال ٿيا، وسري ويا آهن.“

اٿين آغا آصف جي هن ڪان آڏي پچا ڪافي وقت هلندي هئي ۽ پوءِ آغا ٿي ۽ مان بہ ٽي ٽي بوتلون گهرائيندا هئاسين جڏهن مان بيئر پي گهر وڃڻ لاءِ نڪرندو هوس تہ آغا ڪجھ مون کي ڪن ۾ چوندو هو ۽ مان اردوءَ جو هينئون شعر ياد ڪري مرڪندو هوس.

پي کے هم تم جو چلے جهومتے ميخانے سے
جهک کے اک بات کهي شيشے نے پيمانے سے.

انهيءَ دؤر ۾ جم خانا ڪلب ۾ مرحوم حيدربخش عرف منو سومرو بہ ايندو هو، جو مرحوم خانبهادر الله بخش جو پيو پٽ، رحيم بخش سومري جو ننڍو ڀاءُ ۽ مرحوم صمد سومري جو وڏو ڀاءُ هو. صمد سومرو منهنجو هم-زلف هو ۽ هُن جي منهنجيءَ ڀيءَ زال اقبال جي ڀيڻ سان شادي ٿيل هئي. اقبال کي پوءِ مون1965ع ۾ طلاق ڏني هئي ۽ هن مان مونکي ٽي ٻار آهن، مونس، سرمد ۽ وينگس. مونس آمريڪا ۾ پڙهي رهيو آهي، جتان ڪجھ وقت اڳ مون کي شاعريءَ تي نوان ڪتاب جناب اشفاق قاضيءَ معرفت موڪليا هيائين. هن کي انگريزي ادب تي ڪافي دسترس آهي ۽ هن منهنجي شاعريءَ جا ڪجھ ترجما انگريزيءَ ۾ ڪيا آهن، جن مان ڪجھ تہ وِيو پائنٽ (View Point) هفتيوار جي پهرين صفحي تي ڇپيا ها، جنهنجو ايڊيٽر مشهور اديب ٽراٽسڪائيٽ طارق عليءَ جو پيءُ مرحوم مظهرعلي خان هو، جو فيض جو

گھرو دوست هو. وينگس نوابشاھہ ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ سرمد بہ نئشنل بئنڪ آف پاڪستان ۾ ڪوئي چوٿو موٿو آفيسر آهي.

منو سومرو ڪڏهن صمد سان جمر خاني ۾ ايندو هو ۽ ڪڏهن هُن سان بئريسٽر افضل ڪوسو، هن جي انگريز زال، حيدرآباد جو ڪرستان ايس پي (نالو وسري ٿو وڃي) ۽ سڪندر ڀٽو (شهيد ذوالفقارعلي ڀٽي جو ڀاءُ جو هن ڪان اڳ ۾ گذاري ويو هو) ايندو هو. انهن سينِي ۾ مرحوم سڪندر نهايت دلچسپ انسان هو. هن غالبا انگلنڊ ۾ تعليم ورتي هئي ۽ نہ رڳو هن کي انگريزي شاعريءَ جو شوق هو پر هن کي ڪيئي انگريزي شعر بہ ياد هوندا ها. هو جڏهن جمر خاني ايندا ها ۽ مونکي ڏسندا ها تہ پنهنجيءَ صحبت ۾ سڏي وٺندا ها. مان گهڻو ڪري اڪيلو ڪائونٽر تي ورهاڱي کان اڳ جي يادگيرين ۾ غرق هوندو هوس. ان وقت مان سياست ۾ ملوث نہ هوس ۽ فراريت جي ڪيفيت محسوس ڪندو هوس.

مون جڏهن * هوريس جي هيٺين چوٽي مرحوم سڪندر کي ٻڌائي هئي تہ هو منهنجو دوست بڻجي پيو هو:

"No poems can please for long or live
that are written by water drinkers."

(ترجمو: ڪي بہ نظمر دلپذير تي نہ ٿا سگهن ۽ نہ زنده
رهي ٿا سگهن، جيڪڏهن اُهي پاڻيءَ پيا ڪن لکيا آهن)

سڪندرُ اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ موٽ ۾ مون کي ** فٽزجيرالڊ جو هيٺيون شعر ٻڌايو هيائين:

The Grape that can with logic absolute,
The Two and Seventy warring Sects confute.

(ترجمو: انگور جيڪو پنهنجي قطعي منطق سان
ٻاهتر سمع خراش فرقن جي ترديد ڪري سگهي ٿو.)

سڪندر کي فٽزجيرالڊ جو رباعياتِ عمرخيامر جو انگريزيءَ ۾ منظومر ترجمو ڏاڍو وڻندو هو. هڪ ڀيري هو رات جو ڏهين بجي لاڙڪاڻي مان ڪار

* هوريس (Horace) 65 ق-مر يا 68 قبلِ مسيح ۾ ڄائو هو. هن جي موت جي تاريخ معلومر نہ آهي. هو عظيمر رومن شاعر هو.

** فٽزجيرالڊ (Fits Gerald) (1809ع کان 1883ع) تائين. انگريزي مترجمر ۽ محقق، انگريزي ۾ رباعيات عمرخيامر جو مصنف.

۾ جمر خانا پهتو. مان ڪائونٽر تي اڪيلو ويٺو هوس ۽ جمر خاني جو پنجابي آبدار جو خود هڪ دلچسپ ڪردار هو، اُن سان گفتگو ڪري رهيو هوس تہ سڪندر اچي نڪتو. مون کي هُن فٽزجيرالڊ جي موضوع تي آندو ۽ مون هن کي ٻڌايو تہ ”مونکي فارسيءَ جي تعليم ننڍيءَ عمر ۾ ئي ڏني وئي هئي ۽ جڏهن آنءُ پنجون يا ڇهون درجو انگريزي پڙهندو هوس تہ مون کي عمر خيام جون سڀ فارسي رباعيون ياد هونديون هيون“

”سڀ رباعيون؟“ هن حيرت سان چيو. ”ها سڀ رباعيون“ مون جواب ڏنو. ”ڪائي رباعي فارسيءَ ۾ پڙهہ“

مون هن کي هيٺين رباعي ٻڌائي:

آمد سحري ندا ز ميخانہٴ ما
که اي رندِ خراباتيء ديوانه ما
برخيز که پُر کنيم پيمانه زمي
زان پيش که پُر کنند پيمانه ما

(ترجمو: باک جو اسان جي ميخاني مان آواز آيو تہ
’اي منهنجا رند، منهنجا خراباتي، منهنجا ديوانا!
اُٿ تہ شراب سان پئمانا پريون
ان کان اڳ ۾ جو اسان جي (زندگيءَ جو) پئمانو پرجي وڃي)

هن حافظي تي زور ڏئي فٽزجيرالڊ جو ترجمو ٻڌايو پر اُهو ترجمو نہ ڪي تُزهو نہ ڪي صحيح هو. اهو پنهنجي ليکي هڪ خوبصورت انگريزي رباعي(Quatrain) هئي. مان هن کي فٽز جيرالڊ ۽ عمرخيام جي باري ۾ پنهنجا تاثرات ٻڌائيندو رهيس. مون هن کي چيو تہ:

”عمرخيام ٻين فارسي شاعرين جي ڀيٽ ۾ ايڏو وڏو شاعر نہ هو ۽ هن جي شاعريءَ کي مغرب ۾ گهڻو اڇاليو ويو آهي. ائين آهي تہ پيغمبر- شاعر پنهنجي ملڪ ۾ ورلي يا دير سان مڃيا ويندا آهن پر فردوسي، رومي، سعدي، حافظ، جامي وغيره جي پنهنجي ملڪ ۾ ڪافي مڃتا آهي. خيام انهن کان گهٽ ڪونہ هو پر هُن جي شاعري تمام ٿوري آهي. مان پانيان ٿو تہ فٽزجيرالڊ خيام جو گهرو مطالعو نہ ڪيو هو ۽ جئين ڪراچيءَ ۾ پئراڊائيز پائنٽ وٽان پهاڙي سوراخ مان سمنڊ ڏانهن ڏسبو آهي. ايئن هن جون رباعيون ڏٺيون هيائين. صدي اڳي فٽز جيرالڊ جي شاعريءَ جي هڪ شاهڪار لاءِ بنياد پيدا

ڪيو. توهان غور سان ڏسندا تہ فٽزجيرالڊ جي رباعيءَ جي هيئت علحده آهي. نہ وري هن هر رباعيءَ جو الڳ الڳ ترجمو ڪيو آهي، پر هن پنهنجي تخليق کي پاڻ ترتيب ڏني، جو اُها ڄڻ خيام جي زندگيءَ جي هڪ ڏينهن جي حالات جو اظهار ڪري رهي آهي ۽ جنهن مان خيام جي جذبات ۽ زندگيءَ ڏانهن ردِعمل جي تصوير اُڀري اچي ٿي. سج اڀري ٿو ۽ مئخاني جو دروازو کُلي ٿو. خيام بيدار آهي ۽ ڪجهہ سوچي رهيو آهي. درجي بَدرجي هو پنهنجي خيالات جي بحر ۾ غرق ٿي وڃي ٿو ۽ سارو وقت شراب نوش ڪري ٿو. هن کي ان ڳالهہ تي تشويش ٿئي ٿي تہ هي زندگي مختصر آهي ۽ انسان جو عقل وجود جي معمي (ڳجهارت) کي حل نہ ٿو ڪري سگهي ۽ هو لکي ٿو:

اسرارِ ازل رانه تو داني و نه من
وين حرفِ معميٰ نه تو خواني و نه من
هست از پس ماپردهٔ من وتو
چون پرده بر اُفتد نه تو ماني ونه من

(ترجمو: ازل جي اسرار کي نہ تون ڄاڻي سگهين ٿو نہ مان،
هي ڳجهارت نہ تو پڙهي آهي نہ مون،
اسان جي پٺيان مان ۽ تون جو پردو آهي،
جڏهن پردو ڪِرِي ٿو، تڏهن نہ تون رهين ٿو نہ مان)

ڪيئي مونجهارا هُن جي من کي ويڙهي وڃن ٿا ۽ ڪيئي مسئلا هُن جي آڏو اچن ٿا، جي هُو حل ڪري نہ ٿو سگهي. پوءِ غمزده ٿي وڃي ٿو ۽ بغاوت تي لهي اچي ٿو ۽ هو پنهنجي محسوسات کي اظهاري ٿو. دير سان هن تان خمار هٽي ٿو ۽ جڏهن رات لهي ٿي ۽ چند اُڀري ٿو تہ هو غم جي بحر بيڪران ۾ غرق ٿي وڃي ٿو ۽ فٽزجيرالڊ جو ڪتاب پورو ٿئي ٿو جڏهن خيام آخري وصيت ڪري ٿو.

خيام جي زندگيءَ جو اهو تصوراتي ڏينهن ڏيکارڻ لاءِ فٽزجيرالڊ کي نہ رڳو خيام جو پر ٻين جي رباعين جو مطالع بہ ڪرڻو پوي ٿو جن جي باري ۾ پڪ نہ آهي تہ اُهي خيام جون آهن بہ يا نہ. اهي رباعيون چونڊي هن پنهنجي خيالات ۾ پنهنجي ڪتاب کي ترتيب ڏني. فارسيءَ ۾ رباعياتِ عمرخيام کي اها ترتيب نہ اهي. ترجمو بنهہ آزاد آهي ۽ فٽز جيرالڊ تہ ڪنهن وقت پنهنجي هڪ رباعيءَ ۾ خيام جون ڪيئي رُباعيون سمايون آهن.

باقي مونکي فارسيءَ ۾ فٽزجيرالڊ جي رُباعياتِ خيام ۾ اهي تصويرون نہ وڻنديون آهن جن ۾ ڪائي نوجوان عورت ڪنهن معمر شخص جي ساغر ڪي ڀري رهي آهي. اُن ۾ اُهو تصور، اُهو ڪائنات جي اسرار تي غور ۽ فڪر ڪونہ آهي. باقي فٽزجيرالڊ ترجمو نہ ڪيو آهي، اُها ھن جي پنھنجي تخليق آهي."٭

اسان اڌ رات تائين ويٺا هياسين. سڪندر مون کي جيڪو آخري شعر ٻُڌايو اهو مون کي اڄ بہ ياد آهي:

Malt does more than Milton can
To Justify God's ways to man.

(ترجمو: ڳُڙ جو شراب ملٽن کان وڌيڪ اثرائتو آهي،
خدا جي رَوَش جو جواز پيدا ڪري ٿو.)

ٻي بجي تائين اسان مسلسل ڳالهائيندا ۽ بحث ڪندا رهياسين. آبدار ڪرسيءَ تي ڪونگھرا هڻي رهيو هو. اسان دوست ٿي ويا هياسين. پر ان رات ڪانپوءِ هو مون کي وري نہ مليو. ڪجھ مهينا پوءِ مون کي پتو پيو تہ هو گذاري ويو هو. هن زندگي خيام جي رباعيءَ وانگر ڪاٽي ۽ ختم ڪئي. مون ڪيئي سال اڳ مرحوم ذوالفقارعلي ڀٽي سان ملاقاتين ۾ ان ڳالھ جو ڪڏهن بہ ذڪر نہ ڪيو هو تہ هن جو وڏو ڀاءُ منھنجو دوست هيو.

ان ڪانپوءِ ون يونٽ لڳو هو. مان حيدرآباد ويندو هيس ۽ اتي چڪتاڻ ڪيئن وڌي هئي، ان جو ذڪر مان پوءِ ڪندس. تيستائين مان رڳو اهو چوڻ ٿو چاهيان تہ 1949ع ۾ جڏهن مان ڪراچيءَ کان سکر آيس تہ منھنجون اردوءَ ۾ ادبي سرگرميون وڌي ويون چوتہ منھنجا سنڌي دوست جي شاعر ۽ اديب ها، سڀ هندو ها ۽ سڀئي ڪانسواءِ اُهي سڀ هندستان هليا ويا. مان ۽ ٻيا سکر جا اردو اديب ڪيفِ ايران ۽ ڪيفِ نشاط ۾ ڪٺا ٿيندا هياسين جي ليوڪس پارڪ جي پرسانَ هيا. آگسٽ 1962ع ۾ آفاق صديقيءَ پاڪستان رائٽرس گلڊ سب ريجن سکر پاران <ریگذار کے موتی> ڪتاب ڇپايو هو، جنھن ۾ سر فِهرست نالو منھنجو هو ۽ باقي ٻيا خيرپور ريجن جا شاعر حميد عظيم آبادي، شهزادو اياز، اشتياق اظهر (هائي سينيئر ۽ پيرجيءَ الطاف جي جاءِ تي ايم- ڪيو- ايم جو سربراھ ان وقت غالبا خيرپور ۾ انفرميشن آفيسر هو)، حسن حميدي، منظر ايوبي، آفاق صديقي، شيخ راز ۽ صمد رضوي هيا، جن جو منتخب ڪلام مجموعي ۾ شامل ڪيو ويو هو. منھنجي ڪلام اڳيان منھنجا هيٺيان مشغلا ڏيکاريا ويا ها:

”صدرِ مجلس استقباليہ اردو سنڌي ادبي ڪانفرنس1953ع، صدر سنڌي ادبي سرڪل1952ع کان1955ع تائين، صدر مجلسِ استقباليہ ادبي ۽ ثقافتي ڪانفرنس 1956ع، رڪن مرڪزي مجلسِ عاملہ پاڪستان رائٽرس گلڊ (1959ع کان 1962ع تائين)، صدرِ استقباليہ اجتماع مصنفين، زير اهتمام پاڪستان رائٽرس گلڊ.“

صفحي16 تي مصنف آفاق صديقيءَ لکيو آهي:

گذريل ٽن سالن ۾ سکر سب ريجن جي اهتمام هيٺ جي نشستون، مذاڪرا ۽ وڏا اجتماع ٿيا آهن انهن ۾ شريڪ ٿيڻ وارن ۾ باباءِ اردو مولوي عبدالحق، سيد وقار عظيم، ڪوي غلام مصطفيٰ (بنگلاديش جو بنگلا ٻوليءَ جو ڪوي)، احسان دانش، جميل الدين عالي، طفيل احمد جمالي، اديب سهارن پوري، نظر حيدرآبادي، حمايت علي شاعر، ڪرار نوري، عبدالڪريم گدائي، قمر جلالوي، خالد عليگ، بيربل جبلپوري، بشير مورياڻي، تاج صحرائي، حڪيم شمس الحسن اختر، نظر جعفري، نڪهت بريلوي، مظهرجميل، مسعود بريلوي، خاور بلگرامي، عاشق ڪيرانوي، ظهير سهواني ۽ عبدالحميد صبر آهن. اهي انهن شاعرن جا نالا آهن جي ڪتاب ’ريگذار کے موتی‘ ۾ شامل آهن“.

انهيءَ ڪتاب جي شروعات ڪندي مصنف لکيو آهي:

”شيخ اياز نہ صرف سنڌيءَ جو صاحبِ طرز شاعر ۽ اديب آهي پر گذريل پندرهن سالن کان اردوءَ ۾ بہ لکي رهيو آهي. تازو هن جي ڪلام جو مجموعو ’پونر پري آڪاس‘ گلڊ جي مرڪزي دارالاشاعت طرفان شايع ٿيو آهي. شيخ اياز جي تصنيفن سان گڏ هن جو پهريون اردو مجموعو ‹بوئے گل نالہ دل›1952ع ۾ شايع ٿيو هو ۽ ٻيو مجموعو ’کفِ گلفروش‘ جي نالي سان جلدئي شايع ٿيڻ وارو آهي. طبعزاد شعري تخليق سان گڏ اياز جي منظوم ترجمن کي بہ خاص مقبوليت حاصل ٿي آهي (دراصل اهي ترجما نہ ها ۽ مون اهي پنهنجا تخليقي نظم سچل، ساميءَ ۽ سانگيءَ جي تخلص سان انهن جي شاعريءَ مان اتساه وٺي، اردوءَ ۾ لکيا ها، جيئن فٽز جيرالڊ، عمر خيام جي رباعين مان اتساه ورتو هو). 1947ع کان 1959ع تائين اياز جا نظم اڪثر منظوم ثقافتي ورثي طور ممتاز ادبي جريدن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.1955ع ۾ اياز شاهہ لطيف، سچل سرمست، چئن راءِ سامي، مير عبدالحسين سانگيءَ جهڙن وڏي پائي جي سنڌي شاعرن جي ڪلام کي اردو شاعريءَ ۾ منتقل

ڪرڻ شروع ڪيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي طرفان شاهہ لطيف ڀٽائي رحہ جي پوري، مجموعہ ڪلام يعني ’شاهہ جو رسالو‘ جي منظوم اردو ترجمي جو ڪم بہ اياز کي سونپيو ويو. شاهہ جي ڪلام جو هي منظوم ترجمو عنقريب ظاهر ٿيڻ وارو آهي. منظوم ترجمي ۾ تخليقي ’اُپج‘ جو بانڪي پڻو، هڪ طرف اياز جي اعليٰ شاعرائين صلاحيتن کي ظاهر ڪري ٿو تہ ٻي طرف سنڌي شاعريءَ جي راهہ رسم اردو شاعريءَ سان وڌائي ٿو.

شاعري وانگر اياز جي نثر نگاري ۾ بہ هڪ اهڙي نواڻ آهي جنهن ۾ وڏي معنيٰ خيز سادگيءَ ۽ پُرڪاري ملي ٿي. ابتدائي دؤر ۾ اياز جيڪي افسانا لکيا، انهن افسانن ۽ هن جي گذريل ٻن ٽن سالن جي تحريرن کي ڏٺو وڃي تہ حيرت انگيز تبديلي نظر اچي ٿي."

اهو هو آفاق صديقي جو پراڻي سکر ۾ رهندو هو ۽ جنهن لاءِ تشڪر جو اظهار مون شاهہ لطيف جي منظوم ترجمي ۾ ڪيو آهي. ان مجموعي ۾ صفحي 27 کان صفحي 48 تائين فقط منهنجي اردو شاعري آهي:

نموني طور سچل مست جي نالي ۾ پنهنجو هڪ اصلوڪو نظم پيش ڪيان ٿو. ٻهريون نظم، جنهنجو عنوان تخليقِ آهي، اُهو هيٺينءَ ريت آهي:

* پھر کوئي سنگ بدست آتا ھے
خانهء شیشه گراں کي جانب
پھر کوئي نعرهٔ مستانه بڑھا
لرزشِ کوئے امان کي جانب

** پھر کوئي شبنمِ تخئیل لئے
چھرهٔ گل په مھکنے آیا
پھر کوئي فطرت قندیل لئے
صبحِ کاذب مین دھکنے آیا

---

* وري ڪوئي شيشي ٺاهيندڙن جي گهر ڏانهن پٿر هٿ ۾ کڻي اچي ٿو
وري ڪوئي مستانو نعرو وڌيو
ان ڪنبڻيءَ ڏانهن جا صلح سانت جي گهٽيءَ ۾ آهي.

** وري ڪوئي تخيل جي ماڪ کڻي، گل جي مک تي مهڪڻ آيو. وري ڪوئي فانوس جي فطرت کڻي، جهونجهڪڙي ۾ جهرمرائڻ آيو.
(هلندڙ)

پھر کوئي گردنِ مینا پہ جھکا
پھر لبِ جام کسي نے چومے
پھر نہاں خانہء اصنام کھلا
پھر صنم زندہ ھوئے اور جھومے

پھر نگاہ صنم افروز کوئي
سینہء سنگ مین پیوستہ ھوئي
پھر کوئي تشنگيء صھبا ساز
تہِ ساغر مین چھنکتي پھونچي

پھر جٹاؤن مین گھٹائین جھومین
پھر کوئي میکدہ بردوش آیا
لبِ فردا پہ تبسم نکھرا
جب کوئي مستِ مئے دوش آیا

متلاطم ھوئي وہ تاریکي
جس کي گھرائي نہ ھوگي معلوم

ماہ وانجم کي حروف زرین
جس کي ھر موج پہ ھونگے مرقوم

---

وري ڪوئي مينا جي ڪردن تي جهڪيو
وري ڪنهن جام جا چپ چميا
وري مورتين جو ڀھروپ کليو
وري مورتيون جيئريون ٿي پيون ۽ جهوميون.

وري ڪائي مورتيون ٻاھر چمڪي ايندڙ نھار
پٿر جي ڇاتيءَ ۾ کُپي وئي،
وري ڪائي مڌ ٿاھيندڙ اُسات
پيالي جي تَري ۾ ڇم ڇم ڪندي پھتي.

* وري جٽائن ۾ گھٽائون جھومي
جڏھن مڌ شالائون ڪلھن تي کڻي آيون.
سڀاڻي جي چپن تي مرڪ ٽڙي پئي،
جڏھن ڪوئي ڪالھوڪي مڌ جي ڪيف ۾ الوٽ آيو.
(هلندڙ)

* راهِ طلب مين
طبلِ تمنا گونج رها هے
اهلِ سلاسل چنگ به لب رنجير به
پاهيں سارے غرفهء زندان
واهيں شور بپا هے

** سازِنفس هر ضربِ صبا سے
ولولے خيز آهنگِ صدا هے
سينهء گيتي شعله نوا هے
لو اَب سَارے رشتهء هستي ٽوٹ چکے هيں
اهل سلاسل چهوٹ چکے هيں
فرشِ زميں سے عرشِ بريں تک
اک طرفه سيلابِ ضيا هے
جس مين عالم گيا هے
راه طلب مين
طبلِ تمنا گونج رها هے

هي نظم 1952ع کان اڳ لکيا ويا ها جي رائيٽرس گلڊ جي رسالي 'هم قلم' ۾ شايع ٿيا ها ۽ مون کي انهن تي سال جي بهترين اردو نظمن لکڻ ڪري 'هم قلم' ايوارڊ مليو هو.

مٿين نظم مان ظاهر آهي تہ چاليهہ سال اڳ بہ مون ۾ تصوف سان لڳاءُ هو ۽ ڪائنات کي پنهنجيءَ منفرد نکتہ نگاہ سان ڏسندو هوس. هن نظم ۾ نہ

اُنهيءَ اونده ۾ وير آلڙ آئي
جنهن جي اونهائيءَ جو پتو پئجي نہ سگهندو.
چنڊ تارن جا سونهري اکر
جنهن جي لهر لهر تي لکيا ويندا.

* ترجمو: طلب جي راهہ ۾ ساهہ
تمنا طبلي وانگر وڄي رهي آهي
قيد- ڪڙين ۾ رهندڙن جي چپن تي چنگ ۽ پيرن تي زنجير آهن
۽ قيد جون ساريون ڪڙڪيون کليل آهن
هُل ٿي ويو آهي.

** ساهہ جو ساز پرہ جي هير جي هر چوٹ سان. (هلندڙ)

لفظ سچل جا آهن، نہ ترنم هُن جو آهي پر ان نظم لاءِ اُتساه مون کي سچل جي شاعريءَ ڏنو هو.

اها مشترڪہ تهذيب جا اسان ناهي رهيا هياسون اُن کي پوءِ ايوب خان وڏو ڇيهو رسايو، جيئن مان اڳتي هلي ذڪر ڪندس

منهنجا بيا بہ جونير وڪيل نبي بخش ڪوسو، جو هاڻي پاڪستان سرڪار ۾ جوائنٽ سيڪريٽري آهي ۽ عبدالمجيب پيرزادو جو هاڻي سنڌ هاءِ ڪورٽ جو مصروف وڪيل آهي، هيا. دراصل انهن سکر ۾ 'سنڌي شام' ملهائي هئي، جنهن مون لاءِ وڏيڪ مصيبت پاري هئي. هونءَ تہ سال 1963ع ۾ منهنجي ڪتاب 'يونر پري آڪاس' ۽ سال 1964ع ۾ 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي' ۽ 'ڪلهي پاتم ڪينرو' تي بندش پئجي چڪي هئي ۽ مان زيرِ عتاب هوس. مجيب پيرزادو حيدرآباد ۾ شاگرد تحريڪ جو سرگرم اڳواڻ هو ۽ غلام رباني آگري (هاڻي ميمبر فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن) ۽ نبي بخش ڪوسي جو دوست هو. انهن ليوڪس پارڪ ۾ سنڌي شام ملهائي. پهريون ڀيرو سکر شهر ۾ هڪ سنڌي جلسي ۾ ڇهہ هزار ماڻهو ڪٺا ٿيا. ان وقت فصيح دين وردگ سکر جو ڊپٽي ڪمشنر ۽ آغا علي حيدر سيشن جج (جو پوءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس ٿيو ۽ انت شريعت بينچ تي جج هُئو جڏهن رٽائر ڪيو هيائين) بہ موجود هيا. انهن ٻنهي جي ذاتي خوشامد لاءِ انهن کي ڪجهہ وڪيلن دعوت نامون موڪليو ۽ هو پاڻ سان هڪ هاءِ ڪورٽ جو جج بہ وٺي آيا جو انهن ڏينهن ۾ سکر آيل هو. منهنجو دوست مقصود احمد حميدي، جيڪو حيدرآباد دکن جو مهاجر هو، اردو ادب جو سنو پارکو هو ۽ فيض احمد فيض ۽ الطاف گوهر جو دوست هو. جڏهن تہ الطاف گوهر ان

---

هڪ ولولي وارو مڌر ميلاپ آهي،
ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ مان ڇپيون لڪري رهيون آهن،
تمنا طبلي وانگر وڄي رهي آهي.
ڏسو، هاڻي هستيءَ سان سڀ ناتا ٽٽي چڪا آهن
۽ قيدي آزاد ٿي چُڪا آهن.
زمين جي فرش کان اُتاهين عرش تائين
هڪ عجيب روشنيءَ جي لس ليٽ آهي
جنهن ۾ سنسار ٻڏي ويو آهي
طلب جي راهہ ۾
تمنا طبلي وانگر وڄي رهي آهي.

وقت صدر ايوب خان جو انفرميشن سيڪريٽري هو، اهي به انهيءَ شام ۾ ويٺا ها. مقصود احمد حميدي جو سي- ايس- پي هو، اُنوقت سکر ميونسپالٽيءَ جو ائڊمنسٽرير هو ۽ ويجهڙائي ۾ سنڌ جو ائڊيشنل چيف سيڪريٽري هو.

سنڌي شام جي ڪاروائي مجيب پيرزادي تي هلائي. حفيظ قريشي، حيدربخش جتوئي، رسول بخش پليجو ۽ ٻيا اهم ماڻهو اسٽيج تي تقرير ڪري ويا ته فصيح دين وردگ جو هر سي- ايس- پي آفيسر وانگر پنهنجي ضلعي کي جاگير سمجهندو هو، اتي اَسٽيج تي اوچتو آيو ۽ چيائين ته ”مونکي به اکر چوڻا آهن.“ پوءِ هن چيو ته ”هتي ڪهڙو اصل سنڌي آهي. مان ته چوان ٿو ته شاهه لطيف جا وڏا به مهاجر هيا“. اِن تي مجيب پيرزادي هن کي وچ ۾ ڪَٽي چيو: ”جي سڀ مهاجر شاهه لطيف جهڙا ٿين ته اسان کي قبول آهن.“

سنڌي قوم پرستيءَ جو اهڙو زبردست اظهار ڪڏهن به نه ٿيو هو. وردگ مون تي غصي هو ته جلسو مون ڪرايو آهي. مقصود احمد حميدي، جنهن کي منهنجن اردو منظوم ترجمن جي خبر هئي، ان مونکي چيو ته مان ڪين سچل سرمست ۽ سانگيءَ جا منظوم ترجما ڏيان. دراصل انهن ترجمن ۾ وسڪي منهنجي هئي ۽ سوڍا سچل ۽ ساميءَ جي هئي. پر ان جي باوجود هاءِ ڪورٽ جو مهاجر جج ٽڏو نه ٿيو ۽ هُن وڃي خيرپور جي ڪمشنر کي دانهن ڏني ته هي ساري آگ اياز جي لڳايل آهي. ٻي يا ٽين ڏينهن تي مون کي ڪمشنر خيرپور گهرايو ۽ چيو ته اهو ”’نارائڻ شيام وارو نظم‘ پڙهي، اردوءَ جو ترجمو ڪري ٻڌاءِ!“ مون هن کي نظم پڙهي ترجمو ڪري ٻڌايو. هن پڇيو ته:

”اهو نارائڻ شيام ڪير آهي؟“ ”هندستان ۾ هڪ سنڌيءَ جو شاعر آهي.“ مون ڪنڌ ڌوڻ ڪري هائو ڪئي. هن چيو: ”تون وڃين سگهين ٿو، پر ڊي- آءِ- جي خيرپور سان ملندو وڃ“. مان ڊي- آءِ- جي خيرپور سان مليس، جنهن جو نالو ياد نه آهي. ڊي- آءِ- جي مون هُن کي اطلاع ڏنو ته: ”تنهنجي خلاف سي- آءِ- ڊِي جون خطرناڪ رپورٽون آهن.“ مون هن کي جواب ڏنو ته: ”تنهنجي سي- آءِ - ڊيءَ ۾ ايس- پي جي عهدي تائين سڀ ادب سان ناآشنا آهن. اهي منهنجي شاعري ڇا سمجهي سگهندا؟ اهي عوام ۾ منهنجي مقبوليت ڏسي گهبرائجي ويا آهن. هونءَ به شاعر آمريت لاءِ وڏي ۾ وڏو خطرو ٿيندا آهن.“ ڊي- آءِ- جي چيو: ”تون واقعي خطرناڪ ماڻهو ٿو

لڳين. مان تنهنجي خلاف رپورٽ ڪندس." هو پنجابي هو. پوءِ ڪجهه سوچي چيائين: "واقعي اهي مهاجر سي- آءِ- ڊي وارا سنڌي ٻوليءَ جون نزاڪتون ڪيئن سمجهي سگهندا هوندا؟" پوءِ مونکي هيٺيون لطيفو ٻڌايائين:

"هڪ ڀيري لنڊن ۾ هڪ انگريز ۽ هڪ سک وڙهي پيا. انگريز هن کي خوب انگريزيءَ ۾ گاريون ڏنيون. سک به هُن کي انگريزي ۾ گاريون ڏنيون ۽ جڏهن انگريزيءَ ۾ گاريون ڏئي ٿڪو ته پوئين گار هن کي پنجابيءَ ۾ ڏنائين "مور اوور (More over) تيري پَڻ نون (تنهنجي پيڻ کي)..... " انگريز واڻڙو ٿي ويو ته هي ڇا ٿو چوي ۽ ائين جهيڙو ختم ٿي ويو. ها.... ها..... ها...." هُن ٺهڪ ڏيندي چيو.

"واقعي هي مُهاجر تنهنجي ٻوليءَ کي ڪيئن سمجهي سگهندا. تون وڃي سگهين ٿو. مان تنهنجي رپورٽ نه ڪندس."

مونکي ڪيئي سال پوءِ اها ڳالهه ياد آئي هئي جڏهن مان وائيس چانسلر هوس. ڪنهن سائنس جي پروفيسر اچي منهنجو مٿو کاڌو ۽ چيو ته "انسان آدم جي نه پر باندر جي اولاد آهي" مون هن کي ڏاڍو سمجهايو ته هر انسان آدم جي اولاد ٿي نٿو سگهي. آدم جي اولاد ٿيڻ لاءِ نفس سان جهاد جي ضرورت آهي ۽ اهو انسان جي روحاني ارتقا جي حاصلات آهي. مان توسان ڪنهن حد تائين متفق آهيان ته اڪثريت باندر جي اولاد آهي پر هڪ ڳالهه نه وسارجانءِ، انسان ذات ۾ ڪي اهڙا به انسان آهن، جي گڏهه جي اولاد آهن. مون جڏهن هن کي اهو لطيفو ٻُڌايو ته مون کي خيرپور جو مٽيون ڊي- آءِ- جي ياد آيو، جنهن کان اهو وسري ويو هو ته هن ملڪ لاءِ جدوجهد اتساهي ئي علامه اقبال جي شاعري هئي ۽ هتي شاعري سياست کان زياده اهم آهي.

ڪيئي سال پوءِ مان 1970ع ۾ اوير پاڪستان ۾ شيخ مجيب جي گرفتاريءَ کانپوءِ ڀھريائين سکر جيل ۾ ڇهه مهينا رکيو ويو هوس. ان وقت منهنجي زال زرينا ۽ منهنجي ڌيءَ روحيءَ جي ذهن کي ڪافي لوڏو آيو هو. مڪتي باهنيءَ سان جنگ اڃا هلي رهي هئي. مون هوم سيڪريٽري کي لکيو ته منهنجي نظربنديءَ جو مدو نه وڌايو وڃي. ان وقت غالبا مقصود حميدي سنڌ جو هوم سيڪريٽري هو. منهنجو مدو ٽن مهينن لاءِ وڌايو ويو، ڇو وڌايو ويو ۽ ڪنهن وڌايو؟ اهو هاڻي ڪٿين ڇڄي! ٽي مهينا پورائي نه ٿيا ته پاڪستان ٽٽي ويو ۽ ممتاز علي ڀٽي، جيڪو ان وقت سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو هو، تنهن

غالبا پٽي صاحب جي چوڻ تي سپرنٽينڊنٽ جيل کي فون ڪيو تہ: "شيخ اياز کي يڪدم رها ڪيو وڃي ۽ رهائيءَ جا آرڊر جيل تي لکت ۾ پوءِ پهچندا."

ٻاهر نڪري مونکي معلوم ٿيو تہ سنڌ ڪلب ۾ حميدي صاحب جي پُٽي صاحب سان ڪجھ وقت اڳ تلخ گفتگو ٿي هئي ۽ پٽي صاحب گورنر کي چٺي هن کي نوڪريءَ تان استعفا ڏياري هئي. اها خبر غلط بہ ٿي سگهي ٿي.

1976ع ۾ يا 1977ع ۾ جڏهن مان وائيس چانسلر هوس، مان سنڌ هاءِ ڪورٽ جي وڪيل ايم. ايم پيرزادي سان ڪراچيءَ جيم خاني ۾ ويو هوس. پيرزادو صاحب سکر ۾ منهنجو جونيئر رهي چڪو هو ۽ رهندو ٿي منهنجي آفيس ۾ هو. هونءَ تہ هو شاگرديءَ واري زماني کان وٺي منهنجو دوست هو. مان جڏهن ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪندو هوس ۽ حشوءَ جي فليٽ ۾ رهندو هوس، تڏهن شام جو مان ۽ پيرزادو اٺ ڏهہ بيئر جون بوتلون پي صدر ۾ ڏيڍ بہ سير دُنبي جو تريل گوشت کائي، هومر جا بہ ڪردار لڳندا هياسين جن جو ناوونوش عقل و هوش تي اثرانداز نہ ٿيندو هو. هن پيري اسان جڏهن ڪراچي جم خاني ۾ گهڙياسين تہ مون ڏٺو مقصود احمد حميدي جناب حاڪم علي زرداريءَ سان گڏ ويٺو هو ۽ ڳالهائي رهيو هو. زرداري صاحب بہ ٻہ ٽي ڀيرا مون وٽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪم ڪار سان آيو هو. مان ۽ پيرزادو وڃي ٻي ميز تي ويٺاسين. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ حميدي صاحب اٿي آيو ۽ اچي مون کي چيائين:

"مونکي سڃاڻو نہ ٿا"

مون ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪئي تہ هو ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ۽ چيائين:

"مان ڪجھ وقت روزگار جي سلسلي ۾ وچ اوڀر هليو ويو هوس. پُٽي صاحب کي منهنجي باري ۾ ڪا غلط فهمي ٿي هئي ۽ هن مونکي نوڪريءَ مان ڪڍائي ڇڏيو هو." اهو چوندي اداس بڻجي پيو.

مون کيس چيو:

"زرداري صاحب سان بہ منهنجي عليڪ سليڪ آهي. مون دراصل دخل در معقولات ڏيڻ نہ ٿي چاهيو ۽ ان ڪري اسان الڳ ميز تي اچي ويٺاسين. اوهان جي ميز تي ٿاهلون. مون کي ائين بُرو ٿو لڳي تہ زرداري صاحب کي نہ ڪيڪاريان."

پوءِ مان ايم. ايم پيرزادي کان اجازت وٺي هن سان گڏجي ويس.

حميدي صاحب کي پوءِ ٻيهر نوڪري ملي هئي. جڏهن مان وائيس چانسلر هوس سندس بيگم اسان وٽ ڄامشوري هڪ ٻہ ڀيرا مهمان ٿي هئي. تازو بيگم راشدي (ممتاز راشدي) منهنجي گهر آئي هئي، جنهن ٻڌايو تہ حميدي صاحب جي بيگم گذاري وئي. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هوءَ هڪ نهايت نيڪ عورت هئي. مان بہ ذري گهٽ صاحبِ فراش آهيان هُن ڏانهن تعزيت لاءِ بہ نہ وڃي نہ سگهيو آهيان. هاڻي ٻڌو اٿم تہ ڪيس اسلام آباد ٽرانسفر ڪيو ويو آهي. هونءَ مان حميديءَ جي گهر ڪراچيءَ ويندو هوس ۽ ڪڏهن ڪڏهن هن وٽ ماني کائيندو هوس.

هڪ ڀيري منجهند جو هُن وٽ ويس تہ هن چيو تہ ماني کائي، پوءِ وڃ. هو تازو هندستان مان موٽيو هو ۽ اتان جا تاثرات ٻُڌائي رهيو هو. الائجي ڪيئن شعر و شاعري جي ڳالهہ تي مون هن کي پنهنجو اردو نظم:

دور کيلاش سي
چاند هيمنت کا
ميري من کو هميشہ بلاتا رها.....

ٻڌايو تہ هن بيگم صاحبہ کي سڏي چيو:

”هي اردو نظم بہ ٻُڌ. مون اهڙو اردو نظم اڄ تائين نہ ٻڌو آهي.“

حميدي صاحب کي ادب لاءِ ڏاڍو چڱو ذوق اهي. مون کي هن جي تحسين پسند آئي ۽ مون هن جي فرمائش تي هن کي نظم ٻيهر ٻڌايو.

سکر ۾ ڪيئي سيشن جج ۽ هاءِ ڪورٽ جا جج منهنجا واقفڪار رهيا آهن. ڪي تہ دوست بہ رهيا آهن. علي نواز ٻڊائي جڏهن سکر ۾ سول جج هوندو هو ۽ پوءِ هاءِ ڪورٽ ۾ جج ٿي ويو، تڏهن اُنهي وٽ ڪنهن ڪنهن وقت مان چيمبر ۾ هليو ويندو هوس. هو طبيعتاً فلاسافر هو ۽ ڪائنات جي رموز ۽ اسرار تي گفتگو هن جو مرغوب موضوع هو. هن وقت خبر نہ آهي تہ هو رٽائر ٿي ويو آهي يا ڪنهن نوڪريءَ ۾ آهي! اسان فلسفي جي موضوعن تي ڊگها بحث ڪندا هياسين ۽ ٻنهي کان وسري ويندو هو تہ اسانجون ڪي ڪاروبار ي مصروفيتون بہ آهن.

تاج محمد ابڙو، جمال ابڙي جو گهرو دوست ۽ شايد مائٽ بہ هو. هو ڪامريڊ ماٺهو هو ۽ ڪامريڊ نذير جتوئي، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ سوڀي گيانچندانيءَ جو دوست هو. منهنجي بہ هن سان ڪافي گهرائپ هوندي هئي.

هو لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪندو هو ۽ جڏهن مان لاڙڪاڻي ويو هوس تہ هُن فراخدليءَ سان بہ ٿي پيرا منهنجي ماني ڪئي هئي. مانيءَ تي جمال صاحب جو وڏو ڀاءُ شمس الدين ابڙو بہ آيو هو، جو ڪجهہ سال پوءِ گذاري، جمال صاحب کي ڏاڍي غم ۾ ڇڏي ويو. هاڻي تہ جمال صاحب جو ننڍو ڀاءُ ڪمال ابڙو بہ گذاري چڪو آهي، جنهن جو ذڪر مان حيدرآباد جي سلسليوار احوال ۾ ڪندس. في الحال مون تاج محمد ابڙي جي ڳالهہ ٿي ڪئي. جڏهن پتو صاحب چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ٿي آيو تڏهن تاج محمد کي ائڊيشنل سيشن جج ڪيو هيائين ۽ هن جي پهرين تقرري سکر ۾ ٿي هئي. هو اڳي ئي مون سان گهايل مايل هوندو هو. تن ڏينهن ۾ مون وٽ بہ موٽرون هونديون هيون، ٽويوٽا ڪارونا ۽ ٽويوٽا ڪارولا. تقرريءَ کان ڏهہ پندرنهن ڏينهن پوءِ هُن لاڙڪاڻي وڃڻ لاءِ مون کان هڪ ڏينهن لاءِ ڪار گهري. تن ڏينهن ۾ اڪثر جج وڪيل جي ڪار تي پنهنجو حق سمجهندا ها، جيتوڻيڪ مون کان ڪار گهُرندي ڪنهن کي ورلي همت ٿيندي هئي. مون خوشيءَ سان تاج محمد کي پنهنجي ٽويوٽا ڪارونا ڏني. فقط اِن ڪري جو هُو مون لاءِ "ڪامريڊ تاجو" هيو ۽ ان ڪري نہ تہ هو سکر جو ائڊيشنل سيشن جج هو. هن ٽي چار ڏينهن لاڙڪاڻي بنا اطلاع جي ڪار روڪي ڇڏي ۽ جڏهن موٽي آيو تہ ڪار کي وڏو چِبُ هيو. مون ڊرائيور کي چيو تہ ڪار ڏوٿاري ڪارخاني ۾ ٺهرائڻ لاءِ ڏئي اچي. پندرنهن ڏينهن پوءِ هن مون کان وري لاڙڪاڻي لاءِ ڪار گهري. مون کيس چيو تہ:

"ڪارولا ۾ ڪجهہ خرابي آهي ۽ اُن جي ٺيڪ ٿيڻ ۾ بہ ٽي ڏينهن لڳندا، باقي ڪارونا تي آنءُ پاڻ ڪورٽن ۾ ويندس."

هن سمجهيو تہ مان کيس ٽاري واٽي انڪار ٿو ڪيان. بهرصورت جڏهن لاڙڪاڻي مان موٽي آيو تہ مان هن جي چيمبر ۾ ويس تہ هُن نٽڙي ڏئي چيو.

"منهنجي چيمبر ۾ اچين تہ اطلاع ڏئي ايندو ڪر."

مون بہ غصي ۾ کيس چيو:

"تاج محمد صاحب! تون يقين ڪر تہ مان نہ رڳو تنهنجي چيمبر ۾ بنا اطلاع جي نہ ايندس پر اطلاع سان بہ نہ ايندس ۽ تنهنجي ڪورٽ ۾ نئون ڪيس بہ نہ ڪٽندس ۽ جيڪي تو وٽ پراڻا ڪيس آهن، اُهي بہ ڪوشش ڪري منهنجو جونيئر تو وٽ هلائيندو يا ٻي ڪنهن وڪيل کي سُپردڪندس."

ڪجهہ مهينن کان پوءِ جمال ابڙي مون کي فون ڪيو تہ هو سکر آيو اهي. هو غالباً اُن وقت سنڌ پراونشل اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هو. مون هن کان پڇيو:

"ڪٿان ٿو ڳالهائين؟"

جواب ڏنائين تہ:

"هتي تاج محمد جي بنگلي تي لٿل آهيان."

مون کيس چيو تہ:

"رات جي ماني تاج محمد سوڌو مون وٽ ڪائجانءِ"

رات جو هو مون وٽ تاج محمد سان گڏجي پراڻي سکر آيو. هن کي خبر نہ هئي تہ تاج محمد ۽ منهنجي وچ ۾ ڪائي بہ رنجش آهي. تاج محمد جڏهن ٽي پيگ پيتا تہ وڃي آسمان تي پهتو ۽ پُٺي سان پنهنجي دوستيءَ جون ڳالهيون شروع ڪري ڏنائين. (مان پانيان ٿو تہ اُهي ڪنهن حد تائين سچيون هيون ۽ ڪجهہ وڌايل هيون.) رات جو اٽڪل هڪ بجي هو مون وٽان ڪِل خوشيءَ سان ويا. ڪجهہ مهينن کان پوءِ مون ٻڌو تہ تاج محمد جي ٽرانسفر ٿي آهي. هن جي پٽيوالي مون کي اچي چيو تہ:

"تاج محمد صاحب اوهان کي سڏي ٿو."

مونکي دل ۾ آيو تہ هن کي انڪار ڪيان پر مون هن جي پٽيوالہ کي ڪجهہ چئي هُن جي توهين ڪرڻ نہ ٿي چاهي ۽ هن وٽ چيمبر ۾ هليو ويس. هو اُٿي بيٺو ۽ مون سان هٿ ملائي چيائين:

"اياز! تون مون سان ناراض آهين."

مون کيس چيو تہ "هائو"

ان تي چيائين:

"مان ٽرانسفر ٿيو آهيان ۽ توسان ڪجهہ وضاحت ڪرڻ ٿو چاهيان. جڏهن پٽو وزيراعظم ٿيو تہ لاڙڪاڻي ۾ مون کي چيائين "تاجو، مان تنهنجي لاءِ ڇا ڪيان؟" مان ساري عُمر اي. پي. پي تي رهيو هوس، سو هن کي يڪدم چيم تہ "مون کي ائڊيشنل سيشن جج ڪَر. جي هن کي چوان ها تہ هاءِ ڪورٽ جو جج ڪر تہ اهو بہ ڪري ها" پٽي مون کي چيو تہ "تاجو، تون هفتي ۾ ائڊيشنل جج ٿيندين." پوءِ جڏهن مان سکر ۾ ائڊيشنل سيشن جج ٿي آيس ۽ ڏٺم تہ قلم جي هڪ صحيءَ سان ماڻهوءَ کي ڦاسي ڏئي ٿو سگهان تڏهن مان ٽڙو ٿي پيس. معاف ڪجانءِ جو مان توسان بہ ٽرڙائپ سان پيش

آيو هوس."

مون سندس ڪلهي تي هٿ رکي چيو:

"تاجو، وڌيڪ ڪُجهه نه چئجانءِ! اهو ڪافي آهي. تون منهنجي لاءِ ساڳيو ڪامريڊ تاجو آهين، مونکي ڪابه غلط فهمي نه آهي."

تاج محمد پوءِ خيرپور ۾ سيشن جج مقرر ٿيو ۽ غالبا نٿي ۾ سيشن جج هيو ته هن رٽاير ڪيو ۽ پوءِ جلدئي گذاري ويو.

انا لله وانا اِليه راجعون

هن جهڙا صاف گو ۽ صاف دل انسان مون ٿورا ڏٺا آهن.

جڏهن جمال ابڙي جي ڳالهه نڪتي هئي ته مان هُن سان وري تر جي سفر تي اسلام ڪوٽ موٽان ها پر سکر ۽ خيرپور جو احوال رهيل آهي. ان ڪري اهو به ٿورو گهڻو لکندو هلان. زندگي هونءَ به مسلسل سفر آهي ۽ وقت جي گهوڙي جي واڳ منهنجي هٿ ۾ آهي، جيڏانهن وٽي ان کي ڦيرايان. هونءَ ته مونکي شڪارپور، ڳڙهي ياسين ۽ جيڪب آباد جي سفر جي باري ۾ به ڪجهه لکڻو آهي پر اهو پوءِ موقعي ۽ مناسبت جي احوال سان لکندس. مون ۾ غالب واري ڪيفيت نه آهي ته:

**هي رَو مين رخش عمر، کهان ديکهئي تهمي**
**نے هاتهه باگ پر هَي نه پاهي رکاب مين.**

(عمر جو گهوڙو ڊُڪي رهيو آهي، ڏسجي ته ڪٿي ٿو رڪجي، نه هٿ واڳ تي آهي نه پير رڪاب ۾.)

منهنجو ته هٿ به اُن جي واڳ ۾ آهي ۽ پير به اُن جي رڪاب ۾ آهن. جيڏانهن وٽي اُن کي موڙي ٿو سگهان پر في الحال سکر ۽ خيرپور وٽ اُن جون واڳون ڇڪي، وري نظر ڊوڙايان ٿو.

ڪجهه وقت اڳ پاڪستان جو ڊفينس سيڪريٽري سليم عباس جيلاني به سکر ۾ سيشن جج هو. جو مقصود اِحمد حميديءَ جو گهرو دوست هوندو هو، ٻئي سِي- ايس- پي ها. هڪ ڀيرو ته هو حميدي صاحب سان گڏ منهنجي گهر آيو ۽ گڏجي ماني کاڌي هئيسين. ان کان پوءِ هو عدليا ڇڏي، انتظاميا ۾ هليو ويو. هو نهايت فهميدو ۽ سمجهدار انسان آهي پر مان هن سان دوستيءَ جي دعويٰ نه ٿو ڪري سگهان. ان کانپوءِ هڪ ڀيرو مون سان ڪراچيءَ ۾ مليو، جڏهن هو ڪي- اي- ايس- سيءَ جو چيئرمن هو ۽

مون کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏنائين پر مونکي ٿوريءَ دير ۾ حيدرآباد موٽڻو هو ۽ هن ڏانهن وڃي نہ سگهيس. بعد ۾ هن سان ڪا ملاقات ٿي نہ سگهي.

سکر ۾ سمندرخان منهنجو جونيئر هو. هو عمر ۾ مون کان وڏو هو. هن جون ڳالهيون گل محمد شيخ مون سان ڪندو هو جو مون سان گڏ روپ ولاس هاسٽل ۾ رهندو هو ۽ پوءِ نٿي جو ڊپٽي ڪمشنر ٿي رٽاير ٿيو هو. هو سنڌ جي سنڌ باد جهازيءَ ۽ مشهور مصنف انجنيئرالطاف شيخ جو پيءُ آهي. (اُميد تہ هو بقيد حيات هوندو.) ٻئي خاڪسار هوندا ها ۽ ان ڪري هڪ ٻئي جا دوست هوندا ها. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (سنڌي لينگويج اٿارٽيءَ جو اڳوڻو چيئرمن ۽ لوڪ ادب جو ماهر) بہ هن جو دوست هوندو هو، ڇوتہ اُنهيءَ کي بہ جمال ابڙي وانگر خاڪسار تحريڪ جو پس منظر آهي ۽ مون کي ياد اچي ٿو تہ جڏهن هو سکر بہ پيرا آيو هو تہ سمندر خان جي اوطاق تي لٿو هو. سمندر خان اوچتو دل جي دؤري سبب گذاري ويو. هو مختيارڪار هو پر پوءِ پنهنجي عهدي تان استعفا ڏئي وڪالت شروع ڪئي هيائين ۽ ڪجهہ وقت ٽريننگ لاءِ مون سان رهيو. هن کي فقط اها عادت هوندي هئي تہ هو هر ڳالهہ تي کلندو هو. هن لاءِ مشهور هو تہ ڪنهنجي تڏي تي ويو تہ ٽهڪ ڏئي چيائين:

"ها..... ها..... ها... ويچارو مري ويو!"

مان پانيانَ ٿو، اها ڳالهہ ڪوڙي هئي ڇو تہ هو هڪ خدا ترس انسان هو ۽ صوم و صلوات جو پابند هو، پر مون سان هڪ پيري ساڳي تعدي ڪيائين. مان 1965ع واري جنگ دوران سکر جيل ۾ ٽي مهينا نظربند هيس. اها منهنجي خلاف سازش رٿي وئي هئي ۽ اُهي سازش رٿڻ وارا يا منهنجي آڏو اچڻ وارا، ان وقت يا اُن کان ڪجهہ وقت پوءِ، ازخود نيست ونابود ٿي ويا. رشيد ڀٽيءَ وٽ اهڙين بہ سئو مائهن جي لسٽ هوندي هئي، جن کي موت ناري واهہ جي واڳوءَ وانگر ڳڙڪائي ورتو ۽ جي اُها ڪوئي پڙهي ها تہ مون کي صاحبِ ڪرامت سمجهي ها. مون ڳالهہ تي ڪئي 1965ع ۾ سکر جيل مان ڇُٽي اچڻ جي. ان جو ڪي قدر احوال مون "ساهيوال جيل جي ڊائري" ۾ ڏنو اهي ۽ باقي مناسب وقت تي ڏيندس. هتي رڳو مرحوم سمندرخان جي باري ۾ ٿو لکان!

مان ٽانگي تي ليوڪس پارڪ وٽان وڃي رهيو هوس (غالباً منهنجو

ڊرائيور بيمار هو) ۽ سمندر خان ليوڪس پارڪ وٽان پنڌ اچي رهيو هو. مون کي ٽانگي تي ڏسي وڏو ٽهڪ ڏنائين ۽ پڇيائين:

"ها... ها... ها... جيل مان ڇُٽي آئين؟"

مون هن جو ٽهڪ ٻُڌي ٽهڪ ڏنو ۽ ڪيس جواب ۾ چيو:

"ها... ها... ها... سمندرخان تنهنجي دعا سان ڇُٽي آيس، وار ئي وِنگو نه ٿيو."

سمندرخان وري ٽهڪ ڏنو جو جڻ سنڌ جي تاريخ تي ٽٽولِيءَ وانگر هو.

مرحوم سمندرخان ڪنهن وقت پاڻ تي به ٽهڪ ڏيندو هو. هڪ دفعي هن مونکي ٻڌايو ته هو لاهور مان ريل ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ اچي رهيو هو. هن جي پرسان هڪ شخص ويٺو هو، جو شڪل صورت ۾ سنڌي ٿي لڳو. سمندرخان هُن کان نالو پڇيو. هن جواب ڏنو "درياخان" هو درياخان کوسو هو، جو اسيمبليءَ جو ميمبر هو. دريا خان موٽ ۾ سمندرخان کان نالو پڇيو. هن چيو "سمندر خان". درياخان ان تي ڪاوڙجي ويو ۽ هن سمجهو ته هُن جو همسفر هُن تي ٽوڪ ڪري رهيو آهي. سمندرخان ٽهڪ ڏئي مون کي ٻڌايو:

"ها... ها... ها.... مونکي هن کي مطمئن ڪرڻ ۾ ڪلاڪ لڳو ته واقعي منهنجو نالو "سمندرخان" آهي."

سمندرخان منهنجو پاڙيسري هو ۽ هن جو پٽ مقصود مغل منهنجو جونيئر هو. هُو به ڪلٽو ۽ رلٽو ملٽو آهي. هو صادق پٽيءَ سان گڏ منهنجو ٽيسٽائين جونيئر هيو جيسٽائين مون سکر ڇڏيو. هن پنهنجي فرشتا صفت ماءُ جي ڏاڍي خدمت ڪئي هئي جا وفات کان اول سانده پنج سال فالج ۾ مبتلا هئي ۽ هڪ کٽ تي سُتي پئي هوندي هئي. ماءُ جي پيرن هيٺان هڪ بهشت نه، ست ئي بهشت آهن. بيمار ماءُ جي خدمت کان ڪوئي به ثواب وڏو ٿي نه ٿو سگهي. مان هن وقت تائين ان ڪري زنده آهيان جو مونکي ماءُ جون دعائون اهن. ماءُ جي دعا هر بديءَ خلاف ديوار هوندي آهي. اها غيب جي هر يلغار کي روڪي سگهندي آهي. ساڳي طرح هن جي پِٽ لوح محفوظ تي ليڪ هوندي آهي. ان کي ڪوبه مٽائي نه سگهندو آهي. پر مون ماءُ جي ٿوري خدمت ڪئي هئي، جي اجا وڏيڪ ڪيان ها ته "سئو سالن جي عمر تائين

پنهنجي گهر ۾ ”عزرائيل جي داخلا ممنوع آهي“ جو بورڊ درجي ٻاهران هڻي سگهان ها.

صادق پٽي بہ هڪ خوش گفتار انسان آهي. هن جي والد سڪندر پٽيءَ سان منهنجي نيازمندي رهي آهي، جنهن جي عمر هاڻي پنجاسي ورهين کان وڌيڪ آهي هو بہ اسانجي جم خانا ڪلب جو ميمبر هوندو هو پر ٽينس راند کيڏي گهر هليو ويندو هو ۽ شراب کي هٿ نہ لائيندو هو. هو پروفيسر مسرت مرزا (مصوره) جي مرحوم والد مرزا فضل حسين صاحب جو گهرو دوست هو ۽ اڪثر ان جي صحبت ۾ نظر ايندو هو. مرحوم مرزا صاحب جا پيرپاڳاري سان گهرا تعلق هوندا ها ۽ هو هن جي باري ۾ اڪثر مون سان ذڪر ڪندو هو. جڏهن بہ مان خيرپور ڪيس هلائڻ ويندو هوس تہ منهنجي ڪار صادق پٽي هلائيندو هو. هن جو پيٽويو آرمي ۾ ڪرنل هوندو هو ۽ اسان سياست ۾ آرميءَ جي ڪردار تي بحث ڪندا ويندا هياسين.

مان دراصل ڪيترن ئي سالن کان خيرپور ۾ ڪجهہ ڪيس ڪٽندو هوس، ڇو تہ سکر کان خيرپور تائين خوبصرت رستو ٻنهي پاسن کان کجورين جي باغن سان جهنجهيل هوندو هو، جن ۾ جهومڪن وانگر ڏوڪن جا ڇڳا لڙڪندا ها. باغن ۾ ڪجهہ انبن جا وڻ بہ هوندا ها. کجين جي وچ ۾ لوسڻ ۽ برسيم لهرائيندو هو ۽ ساوڪ اکين کي ٿڌاڻ پهچائيندي هئي. هونءَ تہ جڏهن جَهولا لڳندا ها، ڏنگ ڏوڪا ۽ انب پچندا ها تڏهن واءُ لونءَ کي لهسائيندي هئي ۽ مُنهن تپي ٽامٽي هڻي ويندو هو. پوءِ بہ مان ڪار جو ايئرڪنڊيشنر نہ هلائيندو هوس ۽ انهيءَ ڪوسي هوا جو لطف وٺندو هوس جا ننڍي هوندي کان منهنجي روم روم ۾ سمايل آهي. سکر کان خيرپور تائين ڪار ۾ سفر مون کي نئين زندگي ڏئي ڇڏيندو هو. منهنجي وائيس چانسلر ٿيڻ کان پوءِ خيرپور ۾ اڳ کنيل ڪيس جناب غوث علي شاهہ هلائي پورا ڪيا جو گذريل گورنمينٽ ۾ ڊفينس منسٽر (وزيرِدفاع) هو ۽ ٻي پيري منهنجي موجوده بيماريءَ کان پوءِ سکر هاءِ ڪورٽ جي مشهور وڪيل اسلم جعفري هلائي پورا ڪيا، جنهن لاءِ مان ٻنهي جو بيحد ٿورائتو آهيان.

ڪڏهن ڪڏهن مان ڪيس هلائي تنوير عباسيءَ ۽ سندس بيگم قمر عباسيءَ جو سلام پري ايندو هوس. هنن سان منهنجا تعلقات ٽڏا ٿي ويا ها، اُن ۾ سراسر منهنجو قصور آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ تنوير کي ادبي دنيا ۾

منهنجي ايتري پذيرائي پسند نہ ايندي آهي. پر تنوير جو مرحوم پياءُ الطاف عباسي منهنجو ۽ نعيم دريشاڻي جو گهرو دوست هو ۽ هنن سان منهنجون ڪيئي راتيون گڏ گذريون هيون. هو جڏهن گذاري ويو تہ مان تنوير وٽ فاتحہ لاءِ نہ ويس ۽ رڳو هن جي پياءُ عبدالنبي عباسيءَ وٽ فاتحہ لاءِ ويس جو اُن وقت حيدرآباد ۾ ايس- اي هيو ۽ ان کي ڪافي سمجهيم ڇوتہ مرحوم الطاف جي گهر واري بہ هُن وٽ رهيل هئي.

تنوير جي زال قمر عباسيءَ جي والده گذاري وئي تہ ڪيتري وقت ڪانپوءِ مان هن جي گهر فاتحہ لاءِ ويس، سو بہ جڏهن خيرپور ڪئمپس جي انسپيڪشن لاءِ ويو هوس. اُن وقت شايد شهيد پٽي کي ڦاسي اچي چُڪي هئي. قمر مون سان گهر ۾ ايترو سختيءَ سان ڳالهايو، (۽ اُن ۾ هوءَ ڪنهن حد تائين حق بجانب بہ هئي) جو مان ان کان پوءِ هن وٽ ڪيئي سال نہ ويس ۽ پهريون پيرو تڏهن ويس جڏهن نوڪريءَ جي خاتمي ڪانپوءِ منهنجو نئون ڪتاب ڇپيو هو، جنهن جي ڪاپي تحفي طور ڪٽي مان تنوير کي پهچائي هئي.

خيرپور ۾ ڪيس مان اِنڪري بہ ڪٺندو هوس جو مون کي سکر وانگر خيرپور جي هاري طبقي سان واسطو پوندو هو. اُترَ سنڌ جا هاري مونکي سنڌ جي هر بي گهر هاريءَ وانگر لڳندا ها ۽ سکر، خيرپور، نئري ميرواهہ، شڪارپور، ڳڙهي ياسين، جيڪب آباد، ميرپور ماٿيلي، اُباوڙي ۽ انهن جي پسگردائيءَ جي ڳوٺن جا ڪيترائي ڪيس گهٽ فيءَ تي ڪٺندو هوس ڇو تہ اتان جا ماڻهو نہ رڳو مظلوم ها پر اُنهن سان ڪچهريون ڪري مون کي نہ رڳو ڳوٺائي جيون جي باري ۾ پتو پوندو هو پر سنڌيءَ جا سوين لفظ ڏيان تي ايندا ها، جي پرمانند ميوارام جي ڊڪشنريءَ ۾ بہ ڪونہ ها، جنهن جي مون وٽ هڪ پراڻي ڪاپي هئي. منهنجو خيال هو تہ صحيح معنيٰ ۾ جي انسان ڏسڻو هجي، جنهن ۾ ماڻهپو آهي، مريادا آهي، پر آبي پٽو ڪونہ آهي، شهر جي دغا ۽ فريب جي ماحول کان دوري آهي، ويساهہ آهي، خدا ۽ تقدير تي مڪمل پروسو آهي ۽ جو رضا تي راضي آهي تہ اهو سنڌي هاري آهي.

ائين آهي تہ هن ۾ ساٿ ساٿ دهشت گرديءَ جو عنصر بہ آهي. هو وڏيري جا ظلم، سماج جي رسم و رواج جا ظلم، ڪاموري ڪَڙي جا ظلم، بيلي ڪاتي ۽ آبپاشيءَ وارن جا ظلم ۽ بيا طرح طرح جا ظلم ڏسي اندر ۾ چور چور تي پيو آهي ۽ پوءِ جڏهن هن کي ڪڏهن بندوق ملي وڃي ٿي تہ پاڻيءَ

جي واري تي، آواندن جي رکواليءَ تي، ٻنيءَ جي ڪَڙٽي سان ڪوٺس تي ڪوڙي آنا جي تسلي لاءِ، پيڻ، ماءُ، سئوٽ جي چادر ۽ چوڏيواريءَ لاءِ، پاڻ جهڙي مظلوم ياءُ جي سيني ۾ گولي هڻي ٿو يا گهر جي ياتيءَ جي رت ۾ هٿ رڱي ٿو ۽ پوءِ جڏهن هن جو روح پٿر ٿي وڃي ٿو هُو ڪلاشنڪوف ڪڻي ٿو، ڌاڙا هڻي ٿو، ماڻهو اغوا ۽ قتل ڪري ٿو.

مون کي انهن هارين جي زندگين جا قصا ڪهاڻيون وڻندا ها، مان انهن سان ڪافي وقت رهائيون ڪندو هوس، هنن کان ڀهراڙيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ ۽ اتان جي وڻن ٽڻن، ڍنڍن- ڍورن، پکين پسن، مڙسن زالن، اُنهن جي چڱاين مَناين، ڏکن سکن، رسمن ريتن جي باري ۾ پڇندو هوس. ڇيخوف شهر ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو پر هن کي ڀهراڙي جي ماڻهوءَ جي پوري خبر هئي ڇو ته هن جا مريض ڀهراڙيءَ جا هوندا ها. پاڪستان ۾ اردوءَ جو شاعر بنيادي طرح شهري آهي ۽ هن جو ڀهراڙيءَ جي ماڻهو سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. مون پنهنجي موَڪلن سان ڪچهريون ڪري تترن جي شڪار جي طريقن جي ۽ ڪارن، پورن، ايراني تترن جي عادتن جي معلومات حاصل ڪئي، ڍيٻيءَ جي شڪار جي باري ۾ تفصيل بہ ورتا، بگهڙن ۽ هرڻن کي ڦاسائڻ جا طريقا ڄاتا، هرڻن جي شڪار کي شڪاريءَ جي اکين سان ڏٺو، پلن جي ٻَن جي شڪار ۾ بہ شريڪ رهيو آهيان.

پراڻي سکر ۾ اسان وٽ ڪوئي مهاجر شڪاري هو، جيڪو پکين مارڻ واري بندوق ۽ ڇرا کڻي ساري پراڻي سکر جا چڪر ڏيندو هو ۽ جڏهن بہ ڪوئي ڪبوتر ڏسندو هو تڏهن ان تي فير ڪري ان کي ماري ڇڏيندو هو. مهاجر ڇوڪرا جن کي بندوق نہ هوندي هئي اهي منهنجا سارا ڪبوتر گليل سان ماري ويا. جي منهنجي گهر جي ڇوٽين ماڙيءَ تي ويٺا هوندا ها. اٿين جڏهن مهاجر نوان نوان آيا ها، تڏهن اُنهن ڪراچيءَ جي ٿياسافيڪل هال ۽ ٻين جڳهن تي سارا ڪبوتر ماري کاڌا ها. ڇو تہ اهي حلال هوندا ها. سنڌ ۾ ڪبوتر کي سيد سمجهندا آهن ۽ هن کي مارڻ بُرو لڳندو اهي. مون نہ رڳو ٽرافلگر اسڪوائر لنڊن ۾ پر ٻين ڪيترن جڳهن تي ڪئي ماڻهو ڏٺا آهن، جي ڪبوترن کي ڍير سارو چوڳو وجهندا آهن ۽ اُنهن کي مارڻ جو تصور بہ نہ ڪندا آهن. مان ڀانيان ٿو چيني بنيادي طرح بي رحم قوم آهي. ماڻوءَ جڏهن ڏٺو تہ جهرڪين جي وِٺين سان بيجنگ جي ٻٽين جو رنگ خراب ٿي رهيو آهي،

تہ هن حڪم ڏنو تہ بيجنگ ۾ ساريون جهرڪيون ماريون وڃن. نتيجو اهو نڪتو تہ ڳاڙها ڳيرو جهرڪين جي ڪاهي ڪڍ پيا ۽ بيجنگ ۾ هڪ جهرڪي بہ نہ ڇڏيائون. اسان جي رسول اڪرم سان هڪ روايت منسوب آهي تہ هن وٽ هڪ ماڻهو غاليچو کڻي آيو ۽ چيائين:

"يا رسولِ خدا! مان هڪ جهنگ مان وڃي رهيو هوس تہ ننڍڙن پکيڙن جا آواز ٻڌم. مون انهن کي غاليچي ۾ ويڙهيو. ايتري ۾ هنن جي ماءُ پرڙا ڦڙڪائيندي آئي مون هُن جي ٻچن کي غاليچي ۾ وري ويڙهيو ۽ اهي توهان لاءِ آندا اٿم."

رسولِ خدا فرمايو تہ:

"انهن کي هيٺ ڌرتيءَ تي رک!"

انهيءَ ماڻهو جڏهن ائين ڪيو، تڏهن انهن پکيڙن جي ماءُ انهن وٽ اچي پهتي. ان تي رسول ڪريم چيو:

"توکي ٻچن لاءِ ماءُ جي پيار تي تعجب نٿو ٿئي!

مون کي خدائي ذوالجلال جو قسم آهي تہ خدا پنهنجي مخلوق سان انهيءَ ماءُ کان بہ وڌيڪ پيار ڪري ٿو. انهن پکيڙن کي اُتي موٽائي رکي آءُ، جتان تو اهي کنيا آهن ۽ انهن کي انهن جي ماءُ سان رهڻ ڏي."

گهڻا ماڻهو اِها روايت هانوَ سان هنڊائي سگهيا آهن؟

اسان جي گهر جي بالڪنيءَ ۾ ڪبوتري ڪک ڪنا ڪري انهن تي آنا لاهيندي آهي ۽ اهي اتي پيل صندليءَ جي هيٺان رکي، انهن تي آرو ڪندي آهي. جيستائين اُها آنا ڦوڙي، ٻچا وڏا نہ ڪندي آهي، تيستائين منهنجي زال زرينا ڪنهن ٻار کي بالڪنيءَ ۾ وڃڻ نہ ڏيندي آهي. هو ٻن ٽن پاڻن ۾ پاڻي ۽ چوڳو بہ وجهي رکندي آهي، جنهن تي ڍير سارا پکي اچي مڙندا آهن. مان پانيان ٿو تہ انسانيت جي بهترين نشاني پکين سان پيار آهي. مون مِرن جي شڪار جي باري ۾ تفصيل معلوم ڪيا آهن ۽ نهايت غور سان ڏٺو آهي تہ انسان ڪيتريءَ حد تائين اشرف المخلوقات نہ آهي.

مان هتي هڪ غير معمولي سنڌي ڪسان سان پوري ڪچهري لکان ٿو جيئن پڙهندڙ اندازو لڳائي سگهن تہ منهنجو کهڙن ماڻهن سان ڪم پوندو هو! وڪالت جي پيشي ۾ رهي بہ منهنجي ڪيفيت اُها هئي جا غالب هينئين شعر ۾ اظهاري آهي:

گو مين رها رهينِ ستم هائي روزگار،
ليڪن تري خيالَ سي غافل نهين رها.

(ترجمو: جيتوڻيڪ مان زماني جي ڏکن ڏاڪڙن ۾ جڪڙيل هوس،
تڏهن بہ تنهنجي خيال کان غافل نہ هوس.)

الهوڏايو اندهڙ ميل اندهڙ، تعلقي پني عاقل جو وينل هو. سعدپور ۽ صالحاڻي ٻيلي جي دنگ تي هن جو گهر هو. هن جي سڄي خاندان کي 35 ايڪڙ زمين هئي جا ديهہ سعدپور، صالحاڻي ۽ هنگورجا ٻيلي ۾ ٻين جي زمين سان گڏ سرڪار پنهنجي مقصد لاءِ ڪنئي هئي. مون انهي زبردستي قبضي خلاف سيني جي هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن داخل ڪئي هئي، جنهن ۾ تر جا ڪيئي هاري عرضدار هيا.

الهوڏائي اندهڙ جي عمر سٺ سالن کان مٿي هئي ۽ اتر جي هر سنڌي هاريءَ وانگر هو مٿي تي سنڌي ٽوپي، بدن تي ساده چولو، گوڏ ۽ پيرن ۾ چمپل پائندو هو.

مرحوم عبدالقادر اندهڙ هاري ليڊر هوندو هو ۽ انهيءَ کان الله وڏائي ٻڌو هو تہ اِهي ٻيلا انگريزن 1884ع ۾ رکايا ها. اُنهن ۾ ڪَنڊا، لَوا، ڪبڙ، ڦاڙهہ، ڪانڊيرا، اڪ وغيره ٿيندا هيا. صدر ايوب جي زماني ۾ اهي ٻيلا ڪٽيا ويا ها ۽ اُتي زمينون ناهيون ويون هيون، جي رٽائر ٿيل فوجين ۽ ٻين سرڪاري آفيسرن کي الاٽ ڪيون ويون هيون. مارشل لا ريگيوليشن 115 هيٺ پٽي صاحب انهن زمينن مان هر هاريءَ کي سورنهن ايڪڙ ڏنا هيا پر دراصل ڪامورن اُنهن سورنهن ايڪڙن جو قبضو ڪين نہ ڏنو هو. الهوڏائي ۽ هن جي هاري دوستن جا انهن ٻيلن ۾ گهر هيا. (مون تہ هي نوٽ ڪهاڻيءَ لاءِ ورتا ها پر ڪهاڻيءَ لکڻ کانسواءِ اهي اکر بہ اکر تو ڏيان ۽ جيڪڏهن انهن ۾ هن سفرنامي سان تسلسل نہ ملي تہ ان ڳالهہ کي نظرانداز ڪيو وڃي. مان اهو ڏيکارڻ ٿو چاهيان تہ سنڌ مان مون کي شاعريءَ لاءِ مواد ڪيئن مليو آهي.)

انهن ٻيلن ۾ پالتو جانورَ تہ اُٺ، ٻڪريون، رڍون ۽ مينهون هونديون هيون. ڪجهہ ڳئون بہ هونديون هيون ۽ جهنگلي جانور ٻگهڙ، گدڙ، سِهڙ، سوئر، چانگها، ڦاڙها، سيڙهہ، لونبڙ، ڪٽورُ ٻلو (ان جي جسم ۾ خوشبو ٿيندي آهي ۽ جتان لنگهي ويندو آهي تہ اتان ڪافي وقت اها نہ ويندي آهي) ٿين. ٻيلن ۾ پکي ڳيرا، ڪبريون، ڪانوَ، باز، وَهيا، سرٽيون، (جي ڪنڊيءَ

يا لٺيءَ تي آکيرا ٺاهينديون هيون.) ڪار ڪٿچي، هيڙها، ڊانڊيٽڙا، پُوريون، تتر، (بگڙا، ڪارڙا ۽ ٻاٽيرا) چبرا، مَتاءَ پکي، هد هد، تيٺيهر، چاپاڪي پکي هوندا آهن. پکين جون عادتون ٻُڌائيندي هن چيو ته:

"چبرو وڻ جي پور يا ڏرڙ ۾ آکيرو ٺاهيندو آهي جيڪڏهن ماڻهو هن کي اکيون ڦوٽاري ڏسندو آهي ته هو به موٽ ۾ ماڻهوءَ کي اکيون ڦوٽاري ڏسندو. ماڻهو هن کي شوڪي ڏسندو آهي ته هُو به ماڻهوءَ کي شوڪي ڏسندو آهي ۽ جي ماڻهو هن جا ويچارا ڪيندو آهي ته هو به ماڻهوءَ جا ويچارا ڪيندو آهي. ٽيٽيهر لاءِ عام ماڻهو چوندا آهن ته اها ٽنگون مٿي ڪري سمجهندي آهي ته جيئن آسمان مٿانئس ڪِري نه پوي. هَرَ ڪاهيل زمين ۾ ڦوڙن يا پيندڻ ۾ جاءِ ٺاهي آنا لاهيندي آهي ۽ ٻچن کي ڪُڪڙين وانگر چڳائيندي آهي."

هن جي پوئين عادت ڏسي، هن کي ڪميونسٽ پکي نه ٿو چوان، نه ته پهريون به عادتون هن ۾ اشتراڪي فطرت جي نشاندهي ڪن ٿيون.

"چاپاڪِي رات جو ماڻهوءَ جي اڳيان اچي ويهندي آهي. رنگ مٽيءَ وانگر ميرڙو ٿيندو اٿس. ماڻهو سولو ايندس ته شُو ڪري اڏامي ويندي.

ڪار ڪٿچي جتي باهه لڳي اتي پهچي ويندي آهي. چون ٿا ته حضرت ابراهيم کي جڏهن باهه ۾ وڌو هٿائون تڏهن هُن چهنب ۾ پاڻيءَ جي بوند آڻي باهه وسائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هُد هُد کي ڊِڪڻ پکي به چوندا آهن. اُن جي نظر ترتيءَ مر ويندي آهي. اهو به چيو ويو آهي ته هد هد حضرت سليمان سان گڏ هوندو هو ۽ حضرت سليمان کي ان جاءِ ڏانهن نيندو هو، جتي به پاڻي هوندو هو."

الهوڏائي اندھڙ جو گهر وچ ٻيلي ۾ هوندو هو، جو ٻيلو ڪِپي سرڪار چانوٺي ٺاهي رهي هئي. هن جو پيءُ به هاري هو ۽ ننڍي هوندي خناق جي بيماريءَ ۾ گذاري ويو هو. سندس وڏو ياءُ ۽ ڏاڏو به هاري هيا. هن کي ٽالسٽاءِ يارجنيش جهڙي ڏاڙهي هئي جا هو وڻائيندو هو ته غريبيءَ جي باوجود رعبدار مڙس لڳندو هو.

انهن ٻيلن ۾ بگهڙ تمام گهڻا هوندا ها. مان جڏهن به پيرا لنبڻ ويو هوس تڏهن پهرين پيري پنهنجن دوستن راج ۽ گيتا سان ٻي پيري ٻي دوست مگسيءَ سان چڙياگهر ويو هوس. جتي مضبوط خاردار جهاڙين پٺتان سٺو ڪن

بگهڙ واڙيل ها، جي سچ کي لهندو ڏسي اوناڙيندا ها ۽ اوناڙ ڪائنات کي چيري ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهچندي هئي. الهوڏائي جنهن جي جوانيءَ واري ڏؤر ڪان وٺي عمر بگهڙن سان گذري هئي، انهن جو عاشق بہ هو ۽ قاتل بہ هو. جيئن هيمنگوي جي ناول پوڙهو ۽ سمنڊ (Old man and the sea) ۾ پوڙهو ماهيگير مڇ جو عاشق بہ هو ۽ قاتل بہ هو، اندهڙ وڏيڪ ٻڌايو تہ:

”نر بگهڙ جو ڪنڌ ٿلهو ٿيندو آهي ۽ نرڙ ۾ عزرائيل جو وارو ٿيندو اٿس. ٻهگڙ کي سامهون ڏسڻ سان ڏنار کي دهشت وٺي ويندي آهي ۽ هن جي نڙي گهٽجي ويندي آهي. بگهڙ جو رنگ ڪَتو ۽ ميرانجهڙو ٿئي، هن جي ڪنن ۽ منهن تي ڪارا ليڪا ٿيندا آهن. هن جي پانچ (ڊيگهہ) ڪافي ڊگهي ٿيندي آهي، ڪن اُڀا ۽ پُڇ پوئتي ڊرو ڇڏيل، (ڪتي جو پڇ گول هوندو آهي ۽ وَرِي ويندو آهي) اڪيون شيريون ۽ ٻوٿ سنهو هوندو آهي. نر بگهڙ جو ٿلهو ڪنڌ ڪانڌاريل هوندو آهي تہ شير جي ڏِڪ ڏيندو آهي. بگهڙ پڇڻ جو ڏاڍو تکو هوندو آهي ۽ وڏي ڇال ڏيندو اهي. ڏينهن جو گهاٽي جهنگ ۾ گڏجي بہ ٿي بگهڙ ڏنار کي تاڙيندا آهن. جي ڏنار اڳ ۾ هوندو آهي تہ بگهڙ هُن جي ٻَڪرِي چوريءَ ڪٽي ويندو آهي ۽ جي مال جي پويان هوندو آهي تہ زوريءَ ڪٽي ويندو آهي. (آمريت لاءِ اها نهايت خصوبصورت تشبيهہ آهي) پهرين بگهڙ ٻڪريءَ کي نڙيءَ ۾ چڪ هڻندو آهي ۽ هوءَ دانهن نہ ڪري سگهندي آهي ۽ پوءِ ان کي گِهلي ويندو آهي. جي ڏنار کي سٽس پوندي آهي ۽ مُنهن ڦيرائيندو آهي تہ پيٽ ڦاڙي ڇڏيندو اٿس، جي ڏنار کي خبر نہ پئي تہ هن کي گهلي، صفا ماري پهرين هانءُ، ٻڪيون، جيرا ۽ ڪوڙي واو گوشت کائيندو اٿس ۽ باقي جيڪي بچندو اٿس سو ڇڏي ويندو آهي. اُن کي گدڙ ۽ ٻَجهون کائي ڇڏيندا آهن. جڏهن اهي هليا ويندا آهن تہ ڪيڙا ماڪوڙا اچي هڏن تي مڙندا آهن. انهن ٻَجهن کي ٻَارها لُڙڪا (موڙ) بہ هوندا آهن ۽ انهن کي ٻَرڙيل ٻَجهون چوندا اهن. اُهي بگهڙ جي کائي وڃڻ ڪانپوءِ يڪدم اچِي لهنديون آهن. (اسانجي ملڪ ۾ آمريت هيٺ بورجوازيءَ جي ساڳي حالت آهي.) ڏنار ٻَرڙيل ٻَجهن کي لهندي ڏسندو تہ ڀائيندو بگهڙ شڪار ڪري ويو آهي. بگهڙ ٻڪريءَ يا رڍ کي رات جو واڙ مان بہ ڪڍندو آهي، انڪري ڏنار واڙ کي ڍنگهرن جو لوڙهو ڏئي ڇڏيندا آهن ۽ مالڪ لوڙهي جي ڳِلي وٽ سمهندا آهن. ڳِلي کي تاڙين (پٽين) جو در هوندو آهي ۽ در کي بند ڪرڻ لاءِ مُچ يا ڏاس جي واڳ وجهندا

آهن. بگهڙ تاڙيندو آهي تہ اڳيان ٽنار تہ ناهي ۽ جي نہ هوندو آهي تہ لوڙهو ٽپي ويندو آهي. ٽنار گهٽو ڪري ڪٽ يا منجي تي ڳلي کان ڪجهہ پري سمهندو آهي. جي لوڙهو پنجن ڇهن فٽن کان مٿي هوندو آهي تہ بگهڙ ڏرتيءَ ۾ ڏر هٽي لوڙهي جي ٻي پاسي نڪري ويندو آهي ۽ ٻڪريءَ کي ڇَڪُ هڻي، ڪٽي ويندو آهي. بگهڙ انهيءَ معاملي ۾ ڏاڍو ٿيندو آهي ۽ ڏٻري ڇيلي يا جانور جي ويجهو نہ ويندو آهي ۽ سوکي ۾ سوکو ڇيلو ڪڍندو آهي. هو جانور ڇڪ ۾ ڪٽي يا تہ لوڙهو ٽپي ويندو آهي يا ڏر ۾ گهري ويندو آهي."

الهوڏائي جو تجربو هو تہ ڪن ڳالهين ۾ بهگڙ انسان کان وڌيڪ سمجهو ٿيندو آهي. جهنگ ۾ سيڙهہ جون وڏيون ڏريون هونديون آهن. بگهڙ سيڙهہ کي ماري ڇڏيندو آهي ۽ بگهاڙي اُن جي ڏر ۾ ٻچا وڏا ڪندي آهي. هو ڏر پاڻ نہ کوٽيندو اهي ۽ سيڙهہ جي ڏر کي رکو ويڪرو ڪندو آهي. رات جو ڪوئي اويرو ويندو ڏسندو آهي تہ ان تي حملو ڪندو آهي. بگهڙ جي ڪَلَ ڊيجڙي لاءِ تعويذ ۾ پوئي ٻانهن ۾ ٻڌندا آهن يا ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن. الهوڏائي جو چوڻ هو تہ:

"بگهڙ جنات کي سَٽ ڏئي کائيندو آهي. جنات شايد جانورن کي نظر ايندي آهي. جِن واري ماڻهوءَ کي بگهڙ جي کل سڪائي، پاڪ ڪري تعويذ لکي ڏيندا آهن تہ هن کي وري جِن نہ ٿيندو آهي."

الهوڏائي جنهن راتين جون راتيون گهاٽن جهنگن ۾ گذاريون هيون، اُن جو چوڻ هو تہ:

"جِن کي هَڏ نہ ٿيندو اهي. آڱوٺا ۽ ننهن بہ نہ هوندا آهن. صرف ماس هوند آهي. اکيون اُبيون ٿينديون اٿس ۽ هر شڪل ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. جنهن وقت حياتيءَ مان ڪڪ ٿيندو آهي، اُن وقت پاڻ کي نانگ جي شڪل ۾ بدلائيندو آهي ۽ رستي تان اهڙي طرح ويندو آهي جيئن ڪوئي هن کي لٺ هڻي ماريٰ وجهي. بگهڙ کي ڪلين وانگر چار ڏند پاسن کان ٿيندا آهن."

مون الهوڏائي ڏانهن ڇتائي ڏٺو. هونءَ تہ هن جي ڏاڙهي ڇاپئين هئي پر هن وقت چَرل ڏاڙهي لڳي رهي هئي ۽ ڀروان اڇيون ٿي ويون هيس. هن جا وارَ بہ چرل ها ۽ هو ڇهہ- فُٽو، قداور مڙس هو. هن ڪجهہ ياد ڪري چيو تہ:

"جڏهن جِنُ نانگ ٿي پوندو آهي ۽ هن کي لٺ هڻبي آهي تہ هن مان رت نڪرندي آهي، اصل نانگ مان رت نہ نڪرندي آهي. جِن گهٽو ڪري

ڪاري نانگ ۾ تبديل ٿيندو آهي، جنهن جو پيٽ اڇو ٿيندو آهي.“
الهوڏائي وڌيڪ ٻڌائيندي چيو تہ:
”بگهڙ گهڻو ڪري لڳ ڀڳ جي منڊ ۾ ماڻهوءَ سان وڙهندو آهي. ننڍي هوندي هن جون ٻڪريون بگهڙ ماري ويندو هو. هو وڏو ٿيو تہ ڌهرڪيءَ ۾ هن لوهر کان ڪوڙڪيون ٺهرايون. بگهڙ جي لنگهہ تي هو مٽي ۾ لوهہ جي ڪوڙڪي پوري ڇڏيندو هو. مٽيءَ تي بگهڙ جو پير ايندو هو تہ ٺُڪو نڪري اٽڪي پوندو هو ۽ بگهڙ جي ٽنگهہ ڪوڙڪيءَ ۾ قابو ٿي ويندي هئي. ان وقت الهوڏائي جي عمر ويهہ سال هئي ۽ شادي بہ نہ ڪئي هيائين.“
هڪ ڀيري بگهڙن هن جي ٻڪري ماري وڌي. الهوڏائي وارن ٻڪريءَ جي ڊونڊَ جي چوڌاري ڪوڙڪا پوريا. اُن جاءِ تان مٽي ڪڍي پري اڇلي ۽ پريان گس جي مٽي ڪٽي اچي ڪوڙڪيءَ تي لٽي. جي ائين نہ ڪن ها تہ بگهڙن کي شڪ پوي ها ۽ هو ڊونڊ کي ڇڏي هليا وڃن ها. اهو چئي اندبهڙ وري ورجايو تہ:
”بگهڙ کي عقل انسان کان وڌيڪ آهي. توبچي بگهڙ کي ماري نہ سگهندو آهي، جي ڪنهن بہ ڊونڊ تي يا گهٽ تي توبچي ويهندو آهي تہ بگهڙ هشيار ٿي پڇي ويندا آهن.“
انهن ڪوڙڪين ۾، جي الهوڏائي وارن آڏيون هيون، ڪيئي بگهڙ ڦاٿا. هڪ ڀيري ڪوئي بگهڙ ڦاٿن ۽ اُن کي صبح سان ٻڌائون ۽ ڳوٺ ۾ ڪتن سان ويڙهاياڻون. ڪوڙڪيءَ ۾ بگهڙ جي هڪ ٽنگهہ جي نري پڇي پٽي تہ ساڄي ٽنگهہ کي ٿورو مٽي ڪري وري ڪوڙڪو وڌائونس پر اهو ٻوهجي نڪري ويو ۽ بگهڙ ڪتن کي ماري پڇي ويو. اهو بگهڙ شايد انهن بگهڙن جو وڏو هو. هن جي پڇي وڃڻ کان پوءِ ڏاڪو بگهڙ آيا ۽ اچي ڇَريان (ڪوٺڙا) ڪياڻون. الهوڏائي پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيو:
”هڪ ڇهہ ماهيءَ ۾ بگهڙ منهنجون ٻارنهن ٻڪريون ماري ويا ۽ مون ڇهہ بگهڙ ڦاسايا. هڪ ڀيري گهر ۾ ڇيلو وَري ۾ هيو، ڇيلي ۾ زنجير پيو هو. ڇيلي کي ڪنيائين تہ ورو بہ گهلي ويو. مان پوءِ ٻڪريون ڪڇي تي ويهہ ميل پري درياهہ تي ڪاهي ويس. مون بگهڙ کي هر رنگ ۾ جاچيو اهي. هو جڻ منهنجي وجود جو حصو ٿي چڪو اهي. اوهان کي اهو ٻڌي حيرت ايندي تہ ڪنهن وقت هو خوشيءَ جي پڪار ڪندو آهي جا هن جي رڳ رڳ مان

هارمُنيءَ وانگر نڪرندي آهي ۽ ڪنهن وقت هو غم واري روڄهہ ڪندو آهي جا هن جي هانوَ مان نڪرندي آهي. پايل هوندو آهي تہ خوشيءَ واري روڄهہ ۾ بگهڙ جون ست نڙيون ٿيندون آهن."

الهوڏائي ٿڏو ساهہ پري چيو تہ:

"بگهڙ تہ رات جو لڪي چوريءَ ايندو آهي، اڄڪلهہ ماڻهو تہ ڏينهن ڏٺي جو ڊِينا داستيءَ ٿا ڦُر ڪَن."

مون الهوڏائي ۽ هن جي دوستن ڪامريڊ رشيد احمد ۽ ٻين لاءِ چاءِ گهرائي ۽ هنن کي وڏيڪ ڪوٺڻ چاهيو. دراصل منهنجو مقصد اهو ڄاڻڻ هو تہ سنڌي ٻولي ڪيتري نہ شاهوڪار آهي. رائيٽرس گلڊ جي جڏهن ڍاڪا ۾ پهرينءَ ڪانفرنس ۾ ويا هُياسون تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ اسان گڏ هو. هن سنڌيءَ ٻوليءَ جي وسعت ۽ اهميت تي ڪافي زوردار تقرير ڪئي هئي. انڪان پوءِ سلهٽ گهمڻ لاءِ هليو ويو هو جو هن اڳ نہ ڏٺو هو. هن جي پريٽ ڪي اردوءَ جا اديب هن تي سنڌي شاونزم جو الزام هڻي رهيا ها.

مان هن سان متفق آهيان تہ سنڌي هڪ نهايت وسيع زبان آهي ۽ ان جي تحفظ لاءِ هر جواز موجود آهي اسان کي ان تي جهيڙو نہ آهي تہ رابطي جي زبان، مشترڪہ زبان يا قومي زبان ڪهڙيءَ زبان کي ٿا ڪن. ظاهر آهي تہ مان جي پشاور ويندس تہ بازار ۾ پختون دڪاندار منهنجي سنڌي نہ سمجهندو ۽ مان پختون جي پشتو نہ سمجهي سگهندس. رابطي لاءِ اسان کي انگريزيءَ يا اردوءَ ۾ ڳالهائڻو پوندو. ان ڪري سنڌي تہ پاڪستان جي قومي زبان يا رابطي جي زبان ٿي نہ ٿي سگهي. باقي هن وقت تہ اها حالت اهي تہ دفتري زبان انگريزي آهي ۽ رابطي جي زبان اردو آهي. اُها اردو اهلِ زبان واري اردو ڪان مختلف آهي جا هو لڪنئو، الله آباد، دليءَ، دکن وغيره ۾ ڇڏي آيا آهن.

مون سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ڄاڻن لاءِ الهوڏائي سان گفتگو جاري رکي جو پڙهيل ڳڙهيل بہ نہ هو. هن چيو:

"مان پني عاقل کان 6 ميل پري ڪچي جي ٻيلي ۾ ٻڪريون چاريندو هوس. اڳ ٽي مهينا ڪچو درياهہ جي وچ ۾ هو ۽ اُتي بگهڙ ڪونہ ايندا ها."

منهنجي وڏيڪ پُڇا تي هُن ٻڌايو تہ:

"ٻرِي ٻڪري جا ڪَنَ متي ڪيٽڙا ٿيندا آهن، ڪُريءَ جا ڪَن ڏاڍا ننڍا ٿيندا آهن (پاڙَ جڻ چچڙ وانگر چنبڙيل هوندي اٿن)، لُهريءَ جا ڪن

سنهڙا پنڙا ۽ ڊگها ٿيندا اهن. ٿيڙيءَ جا ڪن ويڪرا ۽ ننڍيءَ جا چنبي جيترا ٿيندا آهن. ليڙي جا ڪَن ويڪرا پر ڊگها ٿيندا آهن. ڪٽڃيءَ جا ڪَن ڊگها پر وينل هوندا آهن ۽ ڪاموري تمام سپر. پانچ جي ڊگهي ٿيندي آهي. باقي ٽاڪرو ٻڪري اسان وٽ نه ٿيندي آهي. اها قد جي هلڪڙي، پانچ جي ننڍڙي ٿيندي آهي ۽ اُن جا سڱَ گولائيءَ تي وريل هوندا آهن. رڍ ٽاڪرو ۽ ٽري به ٿيندي آهي."

مان پانيان ٿو ايترو لفظن جو ذخيرو جيترو سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ آهي اوترو دنيا جي ڪنهن ٻوليءَ ۾ نه اهي. مون جڏهن هن کان پڇيو ته:

"تو بگهڙن جو شڪار ڪيئن ۽ ڪڏهن سکيو؟"

هن جواب ڏنو:

"هڪ پيري بگهڙ ٻڪريءَ جا ننڍڙا ڦر ڪٽي ويو. مون کي جڏهن مائٽن ٻڪرين چارڻ لاءِ چيو تڏهن هڪ مَندو بگهڙ ڏڻ ئي ماري ويندو هو. هن کي ٽي چنگهون هونديون هيون ۽ انهيءَ جا نشان پري کان ظاهر هوندا هُيا. مون هن جا پيرا کنيا ۽ ڳوٺ کان ٻن ميلن جي پنڌ تي هُن جي ڏر ڳولي لڌي. رات جو ڪوڙڪا اڏيم ته هڪ بگهاڙي (مادي) ڦاسي پئي. ڪوڙڪو زور هيو ۽ اُن ۾ هُن جي نري ڀڄي پئي. پوءِ مون اڪيلي هن جي ڏرِ ڪوٽي ۽ پنجاهه سٺ فوٽن تي هن جا ٻچا پيا ها. ڏر اٽڪل 12 فوٽ اونهي هئي. ڏينهن جو هن جي ڏر کوٽيندو هوس ۽ رات جو گهَٽن تي ڪوڙڪا وجهي ڏر جو در ڍنگهرن سان بند ڪري ويندو هوس. پنج ڏينهن ائين گذاري، ڏر ۾ لڪڙو وڌم ته بگهاڙيءَ جا ٻچا ڪوڪرائيون ڪرڻ لڳا. پوءِ اندهڙ (مائٽ) ۽ ٻيا اٺ ڏهه ڄڻا پاڻ سان وٺي آيس ۽ انهن کي چيم ته اوهان ڏر تي پهرو ڏيو ته مان اُن مان بگهاڙيءَ جا ٻچا ڪڍان. منهنجو ٻُت پريل هو ۽ ڏر مان لنگهي نه سگهيس. علادين اندهڙ ڏر ۾ ويو ۽ بگهاڙي جا ڇهه ٻچا پاڻ سان ڪٽي آيو. اُنهن مان ٻن کي مون ماريو، ٽي ٻچا نگر نالي ڪلوڙ کي ڏنم ۽ هڪڙو ٻچو ٻڌي، چوڏاري ڪوڙڪا اڏيم. ٻچي ڪوڪران ڪيون ته بگهاڙي ڍنگرن کي ڏندن سان ڪُتري ٻچو ڪٽي وئي. مون ٻچي جي ڳچيءَ ۾ زنجير وجهي، اُن کي ٻڌو هيو. بگهاڙيءَ اهو زنجير به ڪُتري اُن کي ڇڏائي وئي.

پوءِ مندو بگهڙ ڳوٺ جي چوڌاري چڪر ڏيندو هو ۽ مان رات جو موٽي ايندو هوس ته منهنجو پيرو کنيو ايندو هو. ماريل شڪار جي پرسان منهنجو

پير ڏسندو هو تہ پڇي ويندو هو ڇو تہ ٻوءِ ٿيندو هيس تہ اِتي ڪوڙڪو اڏيل هوندو. ان ڪان پوءِ مون ڳوٺ جي گهٽ تي ڪوڙڪا اڏيا. هو پندرنهن ويهہ ڏينهن نہ ڦاٿو. نيٺ هڪ رات ڦاٿو پر ڪوڙڪو ڄنگهہ ۾ گهلي سيڙهہ جي ڏر ۾ لنگهي ويو. اُتي نانگ هيا هڻ ڪڻ، جن هن کي ڪاٽو ۽ هو مري ويو. اسان هن کي گهلي ٻاهر ڪڍيو."

"جڏهن بگهڙ ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسندو آهي."

مون کي الهوڏائي ٿوري دير رکي ٻڌايو ۽ چيو:

"تہ ڪائيءَ جي ڪائي ٽوٽي هن جي ڪنڌ ۾ ڏئي، هُن کي زمين تي ليٽائي، ڦابو ڪبو آهي ۽ پوءِ هن جون ڄنگهون ۽ هن جو ٻوٿ ٻڌي، هن کي ڳچيءَ ۾ ڊگهو زنجير وجهي، ڪنهن وڻ سان ٻڌبو آهي. پوءِ هن جو ٻوٿ ۽ ڄنگهون کولي هُن تي ڪتا ڇڏبا آهن ۽ ڪُتا بہ بلتري ۽ تازي هوندا آهن."

مون هن کي غور سان ڏسي چيو:

"بگهڙ بہ بگهڙ آهي پر ماڻهو بہ ماڻهو آهي."

پوءِ مون هن کان پڇيو تہ:

"بيلي ۾ تو نانگ ڏٺا هوندا؟"

هن چيو:

"هائو. هڪ ڪُنياريو ٿيندو آهي. اُن تي ڳاڙها، ڪارا، هيڊا، ڇٽڪا ٿيندا آهن. پڇڻ جو ڏاڍو تکو ٿيندو آهي. اڪثر وڻ جي پور يا پوراڻي ڏڙي ۾ ٻچا ڪندو آهي. ڪاريهر نانگ اصيل يا ڇُهڙو ٿيندو آهي ۽ گهٽو ڪري زمين جي ڏارن ۾ رهندو اهي. سياري ۾ اتي هوندو اهي ۽ اونهاري ۾ ٻاهر ايندو آهي. ٻاهر ڪوٺا ۽ ڏيڏر ڪائيندو آهي."

مون هن کي ٻڌايو تہ:

"لکنئو جي نواب واجد علي شاهہ تلاءَ ۾ نانگ پاليا ها ۽ اُنهنکي جيئرا ڏيڏر اُڇليندو هو. جڏهن اُهي ڏيڏر جهپيندا هيا تہ هو خوشيءَ ۾ نہ سمائبو هو."

"انهيءَ جو انت ڇا ٿيو؟" الهوڏائي پڇيو.

"انت؟ قدرت ڇڻ هن کي ڏيڏر وانگر نانگ جي مُنهن ۾ اڇلايو جو هن کي ڳڙڪائي ويو." مون جواب ڏنو.

"ڇُهڙي نانگ جو پيٽ اڇو ٿيندو آهي."

الهوڏائي ڳالهه جاري رکندي چيو:

”اهو ماڻهوءَ سان وڙهندو اهي. اصيل ڪاريهر ماڻهوءَ سان نه وڙهندو آهي. باقي لڳ جي موسم ۾ وير رکندو آهي.“

”الهوڏايا! مون سان هن وقت تائين ڇُهڙا نانگ مليا آهن. مون کي ڪيئي پيرا ڏنگيو به اٿائون پر قدرت مون کي بچائي ورتو آهي. عجب ته اِن ڳالهه تي آهي ته اهي ڇُهڙا چوندا آهن ته اسان جهڙو اصيل آهي ئي ڪونه ۽ ڪي ماڻهو ان ڳالهه تي اعتبار به ڪندا آهن. بهرصورت نانگ نانگ آهي، ڇهڙو هجي يا اصيل هجي.“

”گهوڙيلو به هڪ نانگ ٿيندو آهي. ميرانجهڙو اڇو، سنهڙو، ڊگهو، پڇڻ جو تکو، ماڻهوءَ سان زوريءَ وڙهندو آهي ۽ تمام گهڻو زهريلو ٿيندو آهي. کپر به نانگ جو قسم اهي. اهو ميرانجهڙو اڇو ٿيندو آهي ۽ فُوٽ کان ڏيڍ فُٽ تائين ڊگهو ٿيندو آهي. هو آڪ جي ننڍي موري تي مٿي چڙهي ويندو آهي يا رستن تي ويهي چوريءَ ڏڪ هڻندو آهي. هڻ ڪڻ ڪرڙيءَ جهڙو ٿيندو آهي ۽ ٽپو ڏئي ڏڪ هڻندو آهي.“

اهو ٻڌي مون کي پنهنجو مائٽ مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد ياد آيو، جنهن جي شڪارپور ۾ اسپتال هئي. هن هڻ ڪڻ ماري هڪ بوتل ۾ تيزاب (Sulphuric Acid) ۾ وجهي رکي هئي جا هن جي اسپتال ۾ آيو ويو مريض حيرت سان ڏسندو هو. هو اسانجي مائٽن مان پهريون شخص هو جنهن ڪنهن انگريز عورت سان شادي ڪئي هئي. مان جڏهن هن جي زال جي ڪمري ۾ ويو هوس ته بجليءَ جا جَهارَ جن ۾ شيشي جون سوجيون هونديون هيون، شمع دان، پلنگ ۽ ريشمي دَر پَردا ڏسي حيران ٿي ويو هوس. ان وقت مان پهريون درجو انگريزي پڙهندو هوس. هن شفقت سان منهنجن خوبصورت گهنڊيدار وارن تي هٿ ڦيريندي چيو هو:

”هائو آر يو؟ (How are you?)“

مون هن کي جواب ۾ Fine چيو هو ته هوءَ حيران ٿي وئي هئي ۽ مون کي ڏاڍو پيائيندي هئي.

هڪ پيري سنڌ جو انگريز گورنر (شايد لانسي لاٽ گرهام) هن سان ملڻ آيو هو. تڏهن چوڇاڪين (وڪٽوريا) گاڏين جو رواج هو. انگريزن جي رسم موجب گورنر جي زال عطا محمد شيخ سان چوڇاڪيءَ ۾ هڪ طرف

ويٺي ۽ عطا محمد جي زال گورنر سان ٻيءَ سيٽ تي ويٺي. جڏهن گاڏي پاڙي مان هلي وئي ته منهنجي پيءُ چيو: ”عطا محمد ته وڏن جي پڳ ٿي لاهي وڌي. ڏنئه پنهنجي زال گورنر سان گڏ ويهارياڻين.“

اوچتو منهنجو ڌيان الهوائي ڏانهن ويو جنهن چيو پئي ته:

”هڻ ڪڻ مٿان ٽارو اچلي، اُن کي مٿان ڏڪ هٿي ماريندا آهن. ڏڪ سان هوءَ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندي آهي ۽ جي ٽڪرو به ماڻهوءَ کي لڳندو آهي ته هو زهر جي اثر ڪان مري ويندو آهي.“

”ممڪن آهي عطا محمد ڪوئي سانڊو ماري تيزاب ۾ وڌو هجي ۽ ماڻهن تي رعب رکندو هجي.“ مون سوچيو. هن جو پٽ خورشيد منهنجو دوست هو ۽ جمال صديقي جو پارٽنر هو. هو نهايت خوبصورت جوان هوندو هو ۽ اسان سکر جم خانا ۾ گڏ پيئندا هئاسين. هڪ ڏينهن اوچتو ڪلب ۾ خبر پئي ته هو گهوٽڪيءَ ڪان ڪيس هلائي ڪار ۾ موٽيو ٿي ته حادثي ۾ گذاري ويو هو. موت جهڙي هَڻ ڪڻ ڪائي نه آهي.

مرحوم خورشيد شيخ راز جو دوست هو جو ان وقت سکر ميونسپالٽيءَ جو چيف آفيسر هو. هن مرحوم خورشيد ۽ عطا محمد جي ماني ڪئي هئي ۽ مون کي به گهر گهُرايو هيائين ۽ جيستائين هن کي اسلامي لڙهو نه آيو ۽ هن سردار علي شاهه وارن سان منهنجي خلاف شامل ٿي روزاني مهراڻ ۾ اسي قسطون نه لکيون هيون، تيستائين منهنجو گهرو دوست هو. ماني کائيندي عطا محمد ٻڌايو:

”جڏهن هو ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو ۽ هلڪي بارش پوندي هئي تڏهن هن جا دوست ڳچيءَ ۾ ٻنجو وجهي ۽ ڪلهي تي گٽار کڻي، ملير ۽ لانڍيءَ هليا ويندا ها ۽ ڪنهن به در اڳيان ٻنجو ۽ گٽار وڄائي چوندا ها:

”اسان کي بک لڳي آهي، اڄ توهان جا مهمان آهيون.“ عطا محمد 75 ورهين جو ٿي چڪو هو. جڏهن اسان هن کي حيرت سان ڏٺو ته خورشيد اک ٻجي مون کي چيو:

”بابو، اهڙيون ڳالهيون ڪندو آهي. تون ماني کاءُ!“

اُن وقت مونکي تيزاب ۾ هڻ ڪڻ اڪائجي جو ياد آئي هئي؟

”هڻ ڪڻ ذرڙن ۾ رهندي آهي.“

الهوڌائي پنهنجا نانگن جي باري ۾ تجربا پورا ڪيا. پوءِ چيائين:

”اياز صاحب! هي شهر جي زندگي ڇاهي؟ رڳو پئسو، پئسو، پئسو. اڳي ته ٽامي ۽ چانديءَ جا سڪا هوندا ها، جن کي ڪجهه وزن هوندو هو. هاڻي ته ڪاغذ جا نوٽ آهن. شهري زندگي انهن جي ڪاغذ وانگر ناپائدار، بي وزن ۽ بي معنيٰ آهي، اسان ته جهنگ ۾ خوش هوندا آهيون پر هيءَ حڪومت اسان کان جهنگ به ٿي ڪسي!“

هن وڌيڪ چيو:

”اسان جا دوست ته اهي جهنگ جا جانور هوندا آهن. ڳوهه جون چار جنگهون هونديون آهن ۽ اُها به ڏرڙ ۾ رهندي آهي پر پوءِ به اها شهري ماڻهوءَ کان چڱي ۽ وڌيڪ بي ضرور لڳندي آهي. هڪ نور مَري ويندو آهي ته سمورا نور ڪٺا ٿيندا اهن، پٽيندا آهن ۽ مٽي کي مٽي هٽندا آهن ۽ پوءِ مُئل نور کي کڏ کوٽي پوريندا آهن، ان ڪري چوندا آهن ته نور ماڻهوءَ جو ڪريل آهي. نور ماکي لاهيندو آهي، هو ڪاريهر ۽ تتر ٻنهي کي کائيندو آهي. پکين جا ٻچا به کائيندو اهي هن جو پيءُ اُيو ٿيندو آهي ته مکيون پڄي وينديون آهن.“

”ڪامريڊ نورُ“ مون چپن ۾ چيو:

”هو بلڪل بالشيوڪ ٿو لڳي.“

پوءِ هن چاهي جي باري ۾ به ٻڌايو جو چانڊني راتين ۾ ٽالهي وڄائڻ تي نچندو اهي. چاهي بعد نوريٽڙي جي باري ۾ به ٻڌايائين جنهن کي جمعيت العلماءِ جي جهنڊي جهڙو پٽاپٽي رنگ هوندو آهي. مون هن کان آخري سوال پڇيو:

”ڪجهه منهنجي ذات جي باري ۾ به ٻڌاءِ!“

”يعني؟“ هن پڇيو.

مون جواب ڏنو:

”پاڻيءَ جي پکين جي باري ۾ ڪجهه ٻڌاءِ، پرديسي پکين جي باري ۾.“

هن جواب ڏنو:

”سائين! جنهنجي ڳچي وڏي ٿيندي آهي، آڙيون، ٽيٽيون....“

جيستائين هو جواب ڏئي، تيستائين ڏَنب اصيلن جا اچي ويا جن جا ڪيس ٻي ڏينهن تي رکيل ها. الهوڏائي سان گفتگو اُتي ۾ رهجي وئي.

هي الهوڏايو ته هڪ مثال هو. اهڙا سوين ڪردار وڪالت ۾ منهنجي زندگيءَ ۾ آيا جن سان مان ڏکيون ڪچهريون ڪيون. اهي جي لکڻ تي اچان ته ٽالسٽاءِ، چيخوف ۽ هيمنگوي کان وڌيڪ ڪهاڻيون لکي وڃان، جي عمر

وٽي ڏني تہ ضرور لکندس. في الحال مان ايترو ٿو چوان تہ شهري زندگي ٿَيِ آهي، ٻهراڙيءَ جي زندگي سڀ ڪُجهہ آهي. شهري من جا گدلا ميرا آهن، ٻهراڙيءَ جا ماڻهو من جا اڇا اُجلا آهن، پوءِ خوني، رهزن ۽ ڌاڙيل ڇو نہ هجن. جئين ڪنول تي سج جا ترورا پوندا آهن، تيئن هنن جي من ۾ اُجلائپ آهي. هو ڌرتي ڪيڙن تا، اُن جو حصو آهن ۽ ڄاڻن ٿا تہ موت ۾ اُها ماءُ وانگر ڪين گود ۾ ڇڪي وٺندي. هو رضا تي راضي آهن ۽ تقدير هنن جي هر تدبير ۾ شامل آهي. ان ڪري ٿي صديون هنن کي لتاڙي تہ سگهيون آهن، نهوڙي نہ سگهيون آهن. هنن کي تقدير جي درخشندگي آهي، جنهن کي ڪابہ تدبير جهڪو نہ ڪري سگهندي، بُجهائي نہ سگهندي.

اهي مظلوم هاري ڪنهن وقت شَڪري وانگر ڪيئن انسان جو شڪار ڪن ٿا، انهن جون بہ سوين ڳالهيون منهنجي ڌيان تي آيون آهن. روسي هاريءَ جي باري ۾ مون جيڪي ٽالسٽاءِ ۽ گوگول ۾ پڙهيو اهي، اهو سنڌيءَ هاريءَ ۾ ڏسي ڇڪو آهيان. مون کي هاڻي تہ انهيءَ فلسفي ۾ اعتبار رهيو ناهي تہ رڳو عوام ڪي چڱا مڙس آهن، چڱا مڙس خواص بہ ٿي سگهن ٿا. مون ڪيئي دولت مند ماڻهو نرم سياءَ ۽ کهڪاءُ وارا ڏٺا آهن. اهي دان پنج ڪري آتما جو سک پائيندا آهن. مون غريبن ۾ بگهڙ ۽ چيتا بہ ڏٺا آهن. جي ٻئي کي چيرڻ ڦاڙڻ چاهن ٿا. عوام جي درد ۾ ڳرندڙ ۽ جُهرندڙ اڳواڻ پنهنجي آرام سان گذاريندا رهيا آهن، انهن جو وار بہ وِنگو نہ ٿيو آهي، رڳو ٻيا، اُنهن لاءِ ڪَٽبا مرندا آهن ۽ رهبر انهن جي پونئرن کي رسمي فاتحہ ڏيڻ لاءِ ويندا آهن، ڪوڙي همدردي ڏيکاريندي فوٽن جي خاندان سان پنهنجو فوٽو ڇپائيندا آهن ۽ انهن جي گهران موٽي سڌو پنهنجي عيش آرام جي آغوش ۾ ويندا آهن. انهن جا نعرا تہ فلاح و بهبود لاءِ هوندا آهن پر هنن عوام لاءِ ڇا ڪيو آهي ۽ پنهنجي فلاح و بهبود لاءِ هنن ڇا نہ ناهيو آهي؟

مهاتما گانڌي مرڻ وقت پنهنجو قميتي ۾ قيمتي سرمايو هڪ نهايت سستي واچ، ٻڪري، لٺ، لنگوٽي، لوٽو ۽ چاکڙي ڇڏي. سويي مون کي ٻڌايو هو تہ ڪامريڊ ڊاڪٽر اشرف مهاتما گانڌيءَ سان سوشلزم تي گفتگو ڪري رهيو هو تہ اوچتو مهاتما گانڌيءَ هن کان پڇيو:

"توکي گهڻا ايڪڙ زمين آهي؟"

"پنج سئو ايڪڙ" هن جواب ڏنو.

”تو اُهي پنهنجن هارين ۾ ورهايا آهن.“ مهاتما گانڌيءَ پڇيو.

ڊاڪٽر جواب ڏنو:

”منهنجن پنجن سَوَن ايڪڙن سان جي اقتصادي مسئلو حل ٿي سگهي ها تہ اُهي مان هاڻي ئي ورهايان ها.“

ان تي گانڌي چيو تہ:

”مان توکان بهتر ڪميونسٽ آهيان، ڇو جو مون وٽ تہ ڪجهہ بہ نہ آهي.“

ڪميونزم جي ناڪاميءَ جو سبب اهو هو، تہ هو گفتار جا غازي هيا، ڪردار جا غازي نہ هيا. خُروشيف لاءِ هڪ چرچو مشهور آهي تہ جڏهن هو پريزيڊنٽ ٿيو تہ ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ هن جي پوڙهي ماءُ ڳوٺ مان اچي ماسڪو ۾ پريزيڊنٽ هائوس ڏٺو. (جيڪو مون بہ ڏٺو هو.) هوءَ حيرانيءَ سان وڏا شانڊليئر، سوفا، الماريون، تصويرون، بُت وغيره ڏسندي رهي ۽ هن جون اکيون جهانورجي ويون. پٽ ڪيڏو بہ رهزن هجي پر ماءُ ۾ پيار جي ڪمي نہ ٿيندي آهي. هن جي سادڙيءَ ماءُ ڪرسچوف کي ڪن ۾ چيو:

”پُٽ خيال سان رهجانءِ. متان اهو سڀ ڪجهہ ڪميونسٽ توکان کسي نہ وٺن!“

مونکي هندستان ۾ هڪ ڪامريڊ لاءِ دانهن ڏناٺون تہ هن ڪاني ٺيڪا نڙا ڪنيا آهن. پوءِ تہ خبرون آيون تہ ساري ماسڪو چورن، ٺڳن ۽ نشي دار شين جي گهورڙين سان پري پئي آهي. هونءَ تہ جڏهن مان 1976ع ۾ لينن گراڊ هوٽل ۾ رهيل هوس تہ هڪ اڌ ڄاتل روسيءَ مون کي پاسيرو ڪري چيو هو:

”توکي ڊالر آهن؟ جي اٿئي تہ مان توکي هڪ ڊالر جي عيوض چار روبل ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.“

ان وقت روبل جي پاڪستاني رپين ۾ سرڪاري قيمت 13 رپيا هئي ۽ ڊالر جي 10 رپيا هئي ۽ مون کي خيال آيو تہ هُن کان ڊالر مٽايان پر مون ٻڌو هو تہ روسي جاسوس پرديسين کي آترائي ڦاسائڻ لاءِ بہ ائين ڪندا آهن، سو مون هن کان ڊالر نہ مٽايا.

انهن مائهن کان تہ اڳيان اهلِ الله لک ڀيرا چڱا ها، جي فريد شڪر گنج وانگر چوندا ها:

”رکا سُڪا کاءِ ڪي ٺنڍا پاڻي پي

نہ ڏيک پرائي چوپڙي، نہ ترسا اپنا جي"

پڇاڙيءَ جڏهن ڏٺو تہ ڪوئي مريد هن جي زال لاءِ پلو ڪٺي اچي رهيو آهي، تہ زال کي پٽيو هيائين چو تہ هن سندس مُريدن کي رولي ماريو هو. بايزيد بسطامي ۽ رابعہ بصري وغيره ڏينهن رات ۾ ڪِن مانيءَ تي گذاريندا هيا. ۽ پوءِ بہ پرپور زندگي گذاريندا ها. ماضيءَ ۾ اهڙا ڪيئي شخص ٿيا آهن، جن پوري زندگي ڪنهن ڏِن ۾ گذاري هئي ڏَن هن لاءِ ڪائي معنيٰ نہ رکندو هو.

"تنور ۾ بہ گذري وئي. سمور بہ گذري وئي."

اهو ڪنهن دؤر جو مشهور پهاڪو هو. ڪوئي شخص سمور جو پهراڻ پائي، پنهنجي سرخي گهوڙي جون واڳون وٺي اچي رهيو هو. واڳون بہ سونين تارن سان پريل هُيون. گهوڙي جو توبرو بہ سونين تارن سان اُڻيل هو. اُن وقت لُري تي لڳي ۽ گهوڙي سوار جنهن کي سمور جو پريل رنگارنگ ڪُرتو پاتل هو تنهن پرسان لنگهندڙ پيادي شخص کي ڏسي لنوائي ڇڏيو هو. پيادي چوڌاري نهاريو تہ ڏٺائين هڪ نانوائي اگر ڪڍي پنهنجو تنور صاف ڪري رهيو هو. جڏهن نانوائي هليو ويو تہ اهو پيادو درويش تنور ۾ گهڙي ويو ۽ خوبُ مزي سان ننڊ ڪيائين. صبح سان جڏهن ننڊ مان اٿيو تہ ڪنهن هن کان پڇيو:

"رات ڪيئن گذري؟" چيائين تہ:

"بس سمور ۾ بہ گذري وئي، تنور ۾ بہ گذري وئي"

هي عارفين جو دؤر نہ آهي، صارفين جو دؤر آهي. هرڪو مرد ۽ عورت شام جو پلاسٽڪ جون پريل ڳوٿريون ڪار مان لاهي لفٽ ۾ چڙهي ٿو ۽ هن جي منهن تي اهڙي سرهائي نظر اچي ٿي، جڻ تہ تهجد جي نماز پڙهي اٿائين. دراصل مادي حاصلات ئي ماڻهوءَ جي منزل مقصود ٿي چڪي آهي. منهنجو پيءُ پئسي کي "هٿن جي مَرُ" ڪوٺيندو هو، پر هاڻي تہ ماڻهوءَ لاءِ انهن جهڙي ڪٿوري خوشبوءِ ڪائي نہ آهي. هن جو دل ۽ دماغ پيلي پالها هجن، ڪيسو پريل هجي تہ اُهو هن کي گدگد ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. مون هڪ دوست کان پڇيو تہ:

"ڪافي وقت کان ڪجهہ نہ لکيو اٿي؟"

هن جواب ڏنو: "ڏوڪڙ پٺي ناهيم"

مون کيس چيو تہ:

"ڏوڪڙ اُهو واهڙ آهي، جنهن کي ڪڙ نہ آهي. اُهو توکي لوڙهي

ويندو ۽ ڪڏهن ٻوڙي مارينديو."

مونکي گرونانڪ جي زندگيءَ مان هڪ واقعو ياد آيو. هو پنهنجي هڪ شش سان سفر تي وڃي رهيو هو. جڏهن ٻه واٽون آيون ته گرونانڪ انهيءَ واٽ تان هليو، جا ڇوٽي هئي پر هن جي شش هن کي ٻي واٽ جي صلاح ڏني جا ڊگهي هئي. گرونانڪ اُن تي هن کان پڇيو ته:

"تون ڇوٽي راهه تان ڇونٿو هلين؟ اِها ته منزل تي جلد پهچائيندي؟"

شش جواب ڏنو: "انهيءَ راهه تي ڌاڙ ڪو آهن"

گرونانڪ شش کي ڇتائي ڏنو ته هُن کي شش جي مٺي تي هڙ نظر آئي. کيس چيائين ته: "اِها هڙ کول!"

جڏهن شش هڙ کولي ته سندس پراڻن ڪپڙن ۾ هڪ ننڍڙي ڳنڍ پئي هئي، جڏهن اُها هن کولي ته ان ۾ سون جي هڪ ننڍڙي ريٽي هئي. گرونانڪ اُها ريٽي ڪٽي پري ڏوڙ ۾ ڦٽي ڪئي ۽ شش کي چيو:

"هاڻي ڌاڙ ڪو اسان کان پراڻا ڪپڙا ته نه کسيندا. اچ ته ڇوٽي رستي تان هلون، اُهو آسان آهي."

سنڌ ۾ دولت لاءِ هڪ صوفيءَ واري نفرت هئي پر هاڻي ته ريڙهه ريڙهان ۽ ميڙ ميڙان لڳي پئي آهي ۽ هر ڪوئي لارڊ بائرن وانگر چئي رهيو آهي ته:

"دولت عَلاءِ دين جو چراغ اهي"

هرڪوئي سمرسيٽ ماهم (Somerset Magham 1874-1966) وانگر چئي رهيو آهي ته:

"جي تو وٽ دولت آهي ته ٻئي ڪنهن کي ٻه چئي ٿو سگهين ته "وڃي ڪَڏ ۾ پَوُ." پيسو انسان جو ڇهون حس آهي، جنهن سان باقي پنج حس رهجي پون ٿا"

سنڌ ۾ ماڻهو سمجهن ٿا ته پئسو ماڻهوءَ لاءِ ڪجهه به ڪري سگهي ٿو. نتيجو اِهو آهي ته ماڻهو پئسي لاءِ ڪجهه به ڪري ٿو سگهي. گنجن کي نئين سر وار ڄمن ٿا جي هو نوٽن جي هڙ مٿي تيَ رکي گهمن ٿا. انقلابي جڏهن شرابي ڪبابي ٿين ٿا ته هنن ۾ خلوص نه ٿو رهي، فقط فلوس ٿو رهي. مُلان پلاٽن جي ڪڍ دربدر آهن ۽ اهو وساري ڇڏن ٿا ته هو رڳو 4 فٽ 6 فٽ قبر تي جنازي نماز پڙهائن ٿا. پارسيءَ ۾ ڪنهن جو شعر آهي:

دست برداشتنِ ما وقتِ دعا ايمائيست
که شفاعت گرِما پيش خدا دست تهي است

(ترجمو: اسان جا دعا مهل هٿ کڻڻ ان ڳالهہ جو اشارو آهي.
تہ خدا جي اڳيان جيڪو هٿ اسانجي شفاعت ڪندو سو خالي آهي)
حضرت عيسيٰ وانگر سڀ جي پاڪڙي مان اُٺ جي نڪري وڃڻ واري ڳالهہ نئو ورجايان چوتہ اُها بار بار ورجائي وئي آهي. مون کي هڪ انقلابي دوست جي هوَسناڪي ڏسي هڪ عربيءَ جو پهاڪو ياد ايندو آهي تہ:
"جي بدنصيباً توکي ڏيڻو ٿي آهي تہ وڏي دروازي تي دستڪ ڏي."
مان جڏهن نثون شعر لکندو آهيان تڏهن مونکي ائين لڳندو آهي تہ مونکي ڪائنات جو خزانو مليو آهي. جڻ انهي ڪيفيت جي خوشبو ايندي آهي:
"مان هڪ خزانو هوس ۽ چيم تہ پاڻ کي ڪائنات تي ظاهر ڪيان."
مان ساريون ساريون راتيون لکندو رهندو آهيان ۽ نہ مون کي ٿڪ جو ۽ نہ ننڊ جو احساس ٿيندو آهي. صبح جو جڏهن مان مُنهن ڌوئيندو آهيان تڏهن مون کي ائين لڳندو آهي تہ اڄا مان ويهن وريهن جو نوجوان آهيان جو سخت سيءَ ۾ شڪارپور شهر ۾ واڌل لوهر جي آڪاڙي ۾ ململ جو چولو پائي ويندو هو ۽ پٽڙ جون ڳريون پيچريون ڪٽندو هو. مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي تہ مون ۾ اڄا ايتري طاقت آهي جو ڪيلاش پربت ترڪيءَ تي کٽي اچان يا نعره حق هڻي ڪنهن دره، خيبر کي ڍاهي وجهان. سچ کي وڏي سگهہ آهي ۽ سونهن آرٽسٽ لاءِ سڀ کان وڏو سچ آهي. اِها سگهہ جيتري مون هينئر محسوس ڪئي آهي، اڳي ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪئي هئي.
ننڊ مان جو بہ وقت بچندو آهي. مان لکندو رهندو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن پيٿائيءَ سان ڪچهري ڪندو آهيان. هڪ ڀيري مون هن کي چيو تہ:
"پيٿائي! تو تہ چيو هو، "پالڪ سُوٺا، چوُڪا" (اها ڳالهہ پيٿائيءَ هڪ گهورڙئي جو هوڪو ٻڌي چئي هئي) پر مان ادب سان تنهنجيءَ ان ڳالهہ ۾ ترميم ٿو ڪيان ۽ چوان ٿو "سوٺا، پالڪ، چوُنڪا" يعني پلڪ سمهي چرڪُ پري اُٿ!" پوءِ ڪجهہ هُن کان وري پڇيم:
"پيٿائي! انسان جيڪي بہ هن جندڙيءَ ۾ پاتو آهي اهو هتان کٽي وڃي ٿو؟"

علامہ اقبال تہ چيو هو:

اهلِ دوزخ يهان جو آتي هين
اپنيِ انگار ساتهہ لاتے هين

پر بهشت تہ گل ٿي گل آهي. ڇا ماڻهو هتان ڌرتيءَ جي خوشبو کڻي وڃي ٿو، اها هن جي روح ۾ محفوظ رهي ٿي ۽ ڇا اهڙي خوشبو بهشت جي ڪنهن بہ گل ۾ نہ آهي؟ مون اهڙي خوشبو نہ رڳو سُنگهي آهي پر ڪيئي پيرا ڏٺي بہ آهي. ان ڪي هر وقت جدا جدا جسم هوندو آهي پر منهنجو ڇهون حس هن کي هر لباس ۾ سڃاڻي وٺندو آهي.

پٺاڻيءَ جي ڳالهہ مان پوءِ لکندس. هتي مان رڳو ايترو لکان ٿو تہ جنهن وقت مان چاهيندو آهيان، مان هن کي سڏي وٺندو آهيان. مون سکر جي وڪيلن جي ڳالهہ ٿي اڃا نہ ڪئاڻي آهي، ڪجهہ وڪالت جي تجربن تي لکڻو اٿم. داستان وڃي ٿو ڊگهو ٿيندو. ائين نہ ٿئي تہ اوچتو ڪُٽي وڃي ۽ داستان ٿي اڌ ۾ رهجي.

صديق ڪرل منهنجو جونيئر رهيو هو. پوءِ بينظير واري اڳئين زماني ۾ هاءِ ڪورٽ جو ائڊيشنل ائڊوڪيٽ جنرل ٿيو هو. هو جمال رند ۽ عمر ميمڻ جو دوست هو ۽ ڪيئي سال اڳ هو مون وٽ اُنهن جو حوالو ڏئي سکر منهنجي آفيس ۾ آيو. هو جڏهن لنڊن ۾ هيو تڏهن هن جا پٽي صاحب سان چڱا مراسم هوندا هئا. هڪ بئريسٽر (نالو وسري ٿو وڃي) جنهن جي غالبا ساڳي وقت پٽي صاحب سان رسم وراهہ هئي ۽ انهيءَ ڪي پوءِ پٽي صاحب اسلام آباد ۾ او- ايس- ڊي مقرر ڪيو هو ۽ هن جي انگريز زال، ٻئي منهنجا هم پيالا هيا. ڪاش مان سڀري حافظي کي موٽائي سگهان. ڪنهن وقت مون سان لڪ ڇپ ٿو ڪيڏي. ڪنهن وقت ڪنهن ڪنوار وانگر گهونگٽ هٽائي ٿو ۽ ڪنهن وقت منهن ڍڪي مٽي نہ ٿو ڏسي!

اهو بئريسٽر بہ ڪري مونکي فٽز جيرالڊ جون رباعياتِ عمرخيام ٻڌائيندو هو. باقي ڪرل جي دلچسپي فقط سياست ۾ هئي. جڏهن مان وائيس چانسلر هوس ۽ پٽي صاحب کي جنرل ضياءُ الحق گرفتار ڪري ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڇڏي ڏنو هو، تڏهن پٽي صاحب هڪ بيان ڏنو هو تہ:

"منهنجا مخالف ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ ۾ شاگردن کي مخاطب ٿا ٿين، جي مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وڃان تہ پوءِ؟"

ڪرل مون کان پڇيو:
”جي پنهنجو صاحب يونيورسٽيءَ ۾ آيو تہ تنهنجو ردِعمل ڇا ٿيندو؟“
مون هن کي غور سان ڇتائي ڏٺو ۽ پوءِ چيم:
”هيءُ نوڪري پنهنجي صاحب ڏني هئي جي انهي جي ڪري وئي تہ ڪوئي ارمان نہ ٿيندو.“

منهنجا نہ پنهنجي سان سياسي تعلقات هيا نہ جتوئيءَ سان. منهنجا اُنهن سان فقط ذاتي تعلقات هيا ۽ ذاتي تعلقات کي مان سياسي تعلقات تي ترجيح ڏيندو آهيان. جتوئي جڏهن چيف منسٽر نہ رهيو هو تڏهن هن ڪنهن ماڻهوءَ کي مون لاءِ چٺي ڏني هئي. مون نہ رڳو ان ماڻهوءَ جو مسئلو حل ڪيو پر هن جي معرفت جتوئي صاحب کي چوائي موڪليو هو تہ:
”اوهان کي جيڪڏهن مون ۾ ڪوئي ڪم هجي تہ بنا حجاب جي چٺي موڪليندا ڪيو.“

پر اُن ڪانپوءِ هن مونکي ڪوئي ڪم نہ چيو ۽ نہ مُنهنجي هُن سان ڪڏهن ڪائي ملاقات ٿي.

وڪيلن مان ٻيو ماڻهو مون کي آغا عبدالنبي ٿو ياد اچي جو حيدرآباد جو نهايت چڱو وڪيل هو. جنهن سان منهنجي پهرين ملاقات حيدرآباد ۾ ٿي هئي. هو اصل ڪوٽ سلطان جو هو. مرحوم امان الله خان جو ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ جو رشتيدار هو ۽ منهنجي جونيئر غلام مصطفيٰ شاهہ جا امان الله خان ۽ آغا عبدالنبي ٻئي دوست ۽ ڳوٺائي هيا. جڏهن مان يونيورسٽي ۾ مدو پورو ڪيو ۽ سکر ويس تہ ٻن ايائي سالن کان پوءِ آغا عبدالنبي هاءِ ڪورٽ جو جج ٿي آيو. هن کي ڪافي محنت سبب هاءِ بلڊ پريشر رهندو هو پر مون هن ۾ غصو ڪڏهن بہ نہ ڏٺو. هو مون سان ڏاڍيءَ عزت سان هلندو هو.

جيستائين ڪورٽ ۾ منهنجو ڪيس ڪڇندو هو. تيستائين مان پنهنجي ٿي بيت لکندو هوس. اڪثر بيت مون ڪورٽ ۾ لکيا ها. ٻيا وڪيل اٿين سمجهندا ها تہ مان پنهنجو ڪيس تيار ڪري رهيو آهيان ۽ نوٽ وٺي رهيو آهيان. هنن کي اِها خبر نہ هوندي هئي تہ مان پنهنجي تخليق جي ڪم ۾ مصروف آهيان. اِن تي مونکي هڪ لطيفو ياد ايندو هو جو مرحوم اي- کي بروهيءَ ٽي چار ڀيرا ٻڌايو هو. پهريون ڀيرو هن تڏهن ٻُڌايو هو جڏهن مونکي انگريزيءَ ۾ پنهنجي مضمونن جو مجموعو ”پنهنجي اظهار جي سرگذشت“

(Adventures in Self-expression) ڏنو هو. اهو هيئن هيو:

جڏهن حضرت نوح پنهنجي ڪشتيءَ ۾ جاندارن جي هر جنس ڪنئي ۽ جڏهن هن جي ڪشتي ڪوهِ ارارط تي پهتي تڏهن هن ڏٺو تہ ڪشتيءَ مر ٻليءَ سان گڏ هن جا پونگڙا بہ هيا. حضرت نوح حيرت ۾ ٻلي ۽ ٻليءَ کان پڇيو:

”هي تہ مون ڪونہ کنيا ها. هي ڪٿان آيا“

ٻلي ۽ ٻليءَ چيو:

”اي پيغمبر! تو ڪيترو نہ ساده لوح آهين. تو اهو ٿي سمجهيو تہ اسان ٻيئي ڪائي راند ڪري رهيا آهيون.“

مرحوم اي- ڪي بروهيءَ کي ڏاڍو چڱو مزاح جو حس هوندو هو. اي- ڪي بروهيءَ وانگر مزاح جو حس تہ شرف الدين ادا کي بہ هو، جو هاءِ ڪورٽ جو سنو وڪيل هوندو هو.

سميع الله وڪيل کي بہ چڱو مزاح جو حس هوندو هو، جنهن سان شرط تي هو ڪُڪڙ ويڙهائيندو هو. سميع الله هڪ ڀيري پنهنجي زمين تي منهنجي دعوت ڪئي هئي ۽ ڪڪڙن جي ويڙهہ ڏيکاري هئي. بہ دوست جڏهن وڙهي هڪ ٻئي کي ڦٽي وجهندا آهن ۽ ٻيا ڇُرچ ڏيندڙ ڦوهارا هڻي، هنن کي اڀاريندا رهندا آهن تڏهن مون کي اها ويڙهہ ياد ايندي آهي. مان گهڻو ڪري ويڙهہ ۾ موشو ڪري ويندو آهيان ۽ ماڻهو ان کي منهنجي ڪمزوري سمجهندا آهن.

شرف الدين تن ڏينهن ۾ جيئي سنڌ تحريڪ ۾ هوندو هو جڏهن مان ساهيوال جيل مان رِها ٿي ريل ۾ سکر آيو هوس ۽ سکر اسٽيشن تي سوين ماڻهو مڙيا ها. شرف الدين ادا جو انهي ميڙ ۾ هو، مون کي ڪلهن تي کڻي انهي ميڙ سان گڏ پراڻي سکر آيو هو ۽ مون کي منهنجي گهر جي ڏاڪڻ وٽ ڇڏي، ميڙ سان گڏ موٽي ويو هو. شرف الدين ادا ڀُٽي جي ڳالهہ برداشت نہ ڪري سگهندو هو. هڪ ڀيري جاڻي واڻي هن منهنجي ڪتاب ”ڪَپر تو ڪُن ڪري“ کي ”ڪپر تو ڪِنُ ڪري“ چيو هو، ڇوتہ مان ڀُٽي جي سڏ تي سکر سرڪٽ هائوس ۾ ويو هوس. اهو ڇٽي وڏو ٺهڪ ڏنو هيائين. ٺهڪ ۾ ڪا بہ بدنيتي ۽ طنز نہ هئي. هو مونکي ”استاد“ ڪري سڏيندو هو ڇو تہ هو منهنجي شاگرد حبيب الله جو شاگرد هو. پر ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ هن جي طنز راڄسي چاقوءَ وانگر تيز هوندي هئي ۽ اُن جو ڇهہُ ڪافي وقت

ڪُرندو هيو.

مرحوم عبدالرؤف، مرحوم رحمان نقوي منهنجا مهاجر دوست هوندا ها، جن سان ون يونٽ جي معاملي تي ٽڪراءُ رهندو هو. حسن ميان لياقت علي خان، اجلال حيدر زيديءَ وغيره جا نالا ونندو هو تہ اهي سندس اترپرديش ۾ دوست ها ۽ هو اتان جي مسلم ليگ جو پريزيڊنٽ هو ۽ قائداعظم کي اڳيئءَ يو-پي جي عوام سان آشنا ڪرائڻ ۾ هن جو هٿ هيو. نواب وحيد احمد جو غيرسياسي ماڻهو هوندو هو، اهو چوندو هو تہ الهہ آباد ۾ موتي لال نهرو هن کان ٿوري پنڌ تي رهندو هو ۽ موڪل موتي لال کي ائين ڳولي لهندا ها جيئن ڪيس پراڻي سکر ۾ ڳولي لهندا ها. سکر جا مهاجر ”پدرم سلطان بود“ (منهنجو پيءُ سلطان هو) نہ چوندا ها پر ”پدرم ٽيپو سلطان بود“ چوندا ها. هرڪو ٺي اتي وڏيون حويليون ۽ هزارين ايڪڙ جاگيرون ڇڏي آيو هو. ڪوئي نواب رامپور جو مائٽ هو، ڪوئي نواب ڀوپال جو. منهنجي هڪ مُوَڪل تي ايوب خان واري زمان ۾ مارشل لا ريگيوليشن هيٺ ملٽري ڪورٽ ۾ ڪيس ٿيو هو. هن ڪنهن چيپل ڪتاب تان سنگ مرمر جي محل جو فوٽو ڪڍي، سترنهين لکين جو ڪليم منظور ڪرايو هو. مون هن کان بيان اهو ڏياريو تہ هاڻي هن کي خبر پئي آهي تہ فوٽو واقعي جعلي آهي. اِهو ڪليم تہ هن جي چاچي داخل ڪرايو هو، جڏهن هن جي عمر 5 سال هئي ۽ فوٽو بہ هن جي چاچي پيش ڪيو هو، سو اصل ڏوهاري اهو آهي. ملٽري ڪورٽ هن کي بري ڪري ڇڏيو.

جيڪب آباد جي سيٺ دوارڪا داس تي مارشل لا جي زماني ۾ ڪيس ٿيو تہ هن پريزيڊنٽ ايوب کي گاريون ڏنيون آهن. اهڙو ٽيپ رڪارڊ ٿيل ڪئسيٽ هن جي ڪنهن دشمن جو ذات جو جمالي هو، شاهديءَ ۾ هن جي خلاف پيش ڪيو هو. ڪيس ڪوئي ڪرنل هلائي رهيو هو. مون ڪئسيٽ پيش ڪندڙ کان فقط ٽي سوال ڪيا:

”چا توکي خبر هئي تہ دوراڪا داس مارشل لا جو دشمن آهي؟“

”هائو“، هن جواب ڏنو.

”چا توکي خبر هئي تہ هو مارشل لا جي خلاف ڳالهائيندو آهي ۽ پريزيڊنٽ ايوب کي گاريون ڏيندو آهي؟“

”چا تو چاڻي واڻي هن کي ٽيپ ڪرڻ کان اول هن سان مارشل لا جي

خلاف ڳالهايو ۽ اُڪسايو تہ جيئن هو مارشل لا کي گاريون ڏئي؟"

هن چيو: "ها ائين صحيح آهي."

"ائين صحيح آهي!" پنجابي ڪرنل هن کي زور سان مٽي جي ڏنڊڪي هٿندي چيو:

"تو مارشل لا کي هت سان گاريون ڏياريون آهن. نِڪر ڪورٽ مان يڪدم نڪر. نہ تہ توکي تو هتڪڙيون هٿايان مان ملزم ڪني بري ٿو ڪيان پر فتويٰ جڏهن متان منظور تي ايندي، تڏهن اُن جو آخري اعلان ڪيو ويندو."

مبين خان منهنجو جونيئر رهيو هو ۽ پوءِ هاءِ ڪورٽ جو سنو وڪيل هوندو هو. هو "خلافت معاويہ و يزيد" جي مُصنف جو گهرو واقفڪار ۽ معتقد آهي ۽ ڪٽر سُني آهي. مرحوم مقصود حسن خان وڪيل وڏو ڦڏئي مڙس هو پر مون سان دل هوندي هيس ۽ مرڻ کان اول اولاد کي وصيت ڪئي هيائين تہ:

"جيڪڏهن ڪنهن سان اوهان کي مشوري جي ضرورت پوي تہ شيخ اياز سان ڪجو ڇو تہ هن جهڙو سچو دوست مون کي نہ مليو اهي."

مولا بخش ابڙو تبليغي جماعت جو رڪن هو ۽ مُلن سان گڏجي راءِ ونڊ ويندو هو ۽ ويلي تي چار آنا پريندو هو. هن جي چوڻ تي سندس جماعت جا ڪجهہ ماڻهو مون وٽ آيا ها ۽ مون کي نماز پڙهڻ لاءِ چيو هيائون پر مون گوڏن جي سور سبب مجبوري ڏيکاري هئي، جا واقعي سچي مجبوري هئي. هنن مون کي چيو هو تہ ان حالت ۾ مان صندلي يا ڪرسي رکي پڙهي سگهان ٿو پر مونکي ائين ڪرڻ مسجد ۾ مناسب نہ لڳو هو ۽ مون هنن سان وعدو ڪيو هو تہ گهر ۾ اوچي صندلي رکي نماز پڙهندس. منهنجي زال زرينا تہ باقاعدگيءَ سان پنج ئي وقت نماز پڙهندي آهي ۽ جيڪڏهن هڪ پيرو نماز جو وقت گذري ويندو اٿس تہ بي چئن تي ويندي آهي. جڏهن اسان بمبئي ۾ ٺاڪر چاولا جي گهر رهندا هياسين تڏهن بہ هوءَ پنج ئي وقت نماز پڙهندي هئي. هڪ پيري ٺاڪر جي ننهن سونيا هن کي سربسجود ڏسي حيران تي وئي ۽ هن کان پڇيائين:

"تون متو ڪنهن جي اڳيان تي جهڪائين؟ تنهنجي اڳيان ڪائي مورتي تہ نہ آهي!"

زرينا کيس چيو تہ:

”اسان جنهن خدا جي پرستش ڪندا آهيون، ان کي ڪائي شبيهہ نہ هوندي آهي.“

ٺاڪر جي گهر ۾ ستيہ سائين بابا ۽ ان جي اڳئين جنم سائين بابا شرڊيءَ واري جون تصويرون رکيون هونديون هيون. ممڪن آهي تہ هو انهن جي اڳيان مٿو ٽيڪندا هيا.

هندستان جڏهن بي پيري ويو هوس تڏهن مون کي ڊي- ڪي- آزاد جو سنڌيءَ ۾ ستيہ سائين بابا تي هڪ ڪتاب پارو چاولا ڏنو هو، جا خود پڳتي تحريڪ جي شاعره آهي ۽ جنهن جو ڪتاب ”آءُ اڪيلي“ هتي پاڪستان ۾ ڇپيو آهي، مُهاڳ منهنجو لکيل آهي. ڊي- ڪي- آزاد جي ڪتاب ۾ ستيہ سائين بابا جون ڪيئي ڪرامتون ڏنل آهن، جنهن مان هڪ ڪرامت اِها هئي تہ هو هوا مان ڀڀوتي (رک) ڪڍي ماڻهوءَ کي ڏيندو آهي. ڪرناٽڪ جي ڏکڻ ۾، تامل ناڊو جي سرحد ويجهو، بنگلور کان ٽي ڪلاڪ ٽئڪسيءَ ۾ سفر تي هن جو ڳوٺ پُٽا پارٿي آهي، جو آنڌراپرديش جي سرحد تي آهي ۽ جنهن جي پرسان ستيہ سائين بابا هڪ اسڪول ۽ يونيورسٽي ٺهرائي آهي ۽ پاڻ ڊزني لئنڊ (Disney land) جهڙي محل سرا ۾ رهندو آهي ۽ جتي ڀيون ڪيئي جايون ياترين لاءِ ٺهيل آهن. هو پاڻ کي وشنوءَ جو اوتار چوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن لِموزينن (Limousines) ۾ بنگلور ڏانهن اچا بہ وڏيءَ عمارت ۾ هليو ويندو آهي جا سندس آهي. بنگلور منهنجي بزرگ يار ڊاڪٽر مهڪريءَ جو اصل وطن آهي ۽ انڪري هو پاڻ کي بنگلور مهڪري لکندو آهي.

پاڪستان ۾ اچي مون جان مچنر (John Mitchners) جو انگريزيءَ ۾ ڪتاب ”گرو“ خريد ڪيو، جنهن ۾ صفحي 51 تي سائين ستيہ بابا جو فلسفو هيٺين ريت ڏنل آهي:

”خدا هر هنڌ آهي ۽ هر شيءِ ۾ آهي ۽ هو ئي ساري تخليق آهي. خدا کي ذات آهي بہ ۽ نہ بہ آهي. هن جي ڪائي بہ صورت نہ آهي، پوءِ بہ هن کي صورت آهي. هو تخليق ۾ اندر آهي ۽ ساڳي وقت ان کان نهايت دور آهي. باطني بہ آهي ۽ لامحدود بہ آهي. آتما جا انسان جي ماهيت (تَت) آهي، اها خدا جي ماهيت آهي پر آتما خدا تي مدار رکي ٿي، خدا آتماتي مدار نٿو رکي. سمنڊ جي مٿاڇري تي لهرن جو پنهنجو وجود نہ آهي، جي سمنڊ نہ هجي تہ

انهن جو وجود نہ رهي پر سمنڊ پوءِ بہ رهندو جي لهرون ميٽجي بہ ويندیون. لهر اهو چئي سگهي ٿي تہ ”مان تنهنجي آهيان“ ڇاڪاڻ اها سمنڊ کان الڳ رهي نہ ٿي سگهي، پر سمنڊ لهر کي نہ ٿو چئي سگهي تہ ”مان تنهنجو آهيان“ ڇو تہ اهو لهرن کان سوا رهي سگهي ٿو. فرد لهر وانگر آهي ۽ خدا سمنڊ وانگر آهي پر ٻنهي ۾ ناتو اتوٽ آهي.“

جڏهن زرينا ستيہ بابا جي باري ۾ سندريءَ اتم چنڊائيءَ کان پڇيو تہ هن ڪيس چيو:

”هو رڳو جادوگر آهي، ٻيو ڪجهہ نہ آهي.“

مون ڏٺو تہ اڪثر سنڌي اديب هن جي مڃتا ڪن ٿا.

جڏهن مان ڊي-جي- سنڌ ڪاليج ۾ پڙهندو هوس تہ پڙهيل ڳڙهيل هندو مسلمان ٿيا سافيڪل لاج ۾ ويندا هُيا ۽ مئڊم بليو ويٽسڪيءَ جا معتقد هوندا ها. جنهن پنهنجو ڪتاب خفيہ نظريو (Secret Doctrine) لکيو هو. مرحوم اي- ڪي بروهي بہ اُتي ويندو هو ۽ تقريرون ڪندو هو. صوفي جيٺمل بہ ٿياسافٽ هو. دراصل ٿياسافٽ تحريڪ، اٿني بيسنٽ جي شموليت ڪري قوم پرستيءَ کي اپاري رهي هئي ۽ اُن ۾ گهڻو ڪري قوم پرست هوندا ها. اڃا تائين ڪراچيءَ ۾ ٿياسافيڪل لاج آهي. تازو نرگس هودڀائي جا منهنجي شاعريءَ جي مداح آهي ۽ مون کي ڳائيندي آهي، انهيءَ جي پيءُ دولت مهتائي جي گهر ساميءَ تي منهنجي تقرير ٻڌي مون کي ٿياسافيڪل هال ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ چيو. تقرير مونکي دل جي تڪليف ڏئي ٿي. دولت مهتائيءَ جي گهر بہ تقرير ڪندي مون Isodril 5mg جي گوري زبان هيٺان رکي هئي. ان ڪري مون نرگس جي پيءُ کي انڪار ڪيو.

هندستان ۾ ٻيا گرو بہ ٿيا آهن وويڪ آنند، رام ڪرشن، رمنا مهارشي، رشي مهيش يوگي، رام داس، مُڪت آنند ۽ گرومائي، اربندو گهوش ۽ ماتا ميرا (جن جو جئسنگهاڻي ”سام“ اڪثر ذڪر ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ اربندو گهوش پنرجنم جا ڏٺا ڏئي ميرا کان پنهنجو مڙس ڇڏايو هو ۽ پانديچريءَ ۾ هن کي پنهنجي آشرم ۾ رهايو هيائين جتي هو 1973ع ۾ گذاري ويو.) سنڌ ۾ دادا ليکراج پيدا ٿيو هو، جنهن جي اوم منڊليءَ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي هندو سماج ۾ مهي ولوڙ وجهي ڇڏي هئي ۽ هن کان برهما ڪماريون متاثر آهن، جن جو مرڪز آبو پهاڙ تي آهي- ويجهڙائي ۾

وڏو گرو رجنيش ٿيو آهي، جنهن انگريزيءَ ۾ ڪيئي ڪتاب لکيا آهن. دنيا ڀڻائي چوائيءَ "درسن ڏارٿون ڏار" وارو معاملو تي لڳي.

اهڙيءَ طرح مون برصغير ۾ اسلامي مشايخ بہ پڙهيا آهن ۽ انهن جي طريقن جي باري ۾ پڙهيو آهي. داتا گنج بخش هجويري، فرقہ سلطانيہ، اميرخسرو دهلوي، حضرت خواجا معين الدين چشتي اجميري، شيخ العالم فريد شڪر گنج، سلطان المشايخ خواجا نظام الدين اوليا، سهروردي سلسلو، شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، شيخ رڪن الدين ملتاني، مخدوم جهانيان جهان گشت سُهروردي، شيخ جلال الدين تبريزي سهروردي، شاهہ جلال ديني سلهٽي سهروردي، حضرت مظهر ولي ترِچنا پلي، حضرت سيد گيسو دراز، حضرت چراغ دهلوي، شيخ محمد غوث گوالياري، مهدوي تحريڪ، قادريہ سلسلو، چشتيہ صابريہ، نواب مرتضيٰ خان، شيخ فريد، حضرت خواجا باقي الله، حضرت مجدد الف ثاني، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، شيخ ميان مير لاهوري، سرمد، امام الهند شاهہ ولي الله وغيره (دوُر اڪبريءَ ۾ مون کي اهو پڙهي کل آئي تہ اڪبر عمرڪوٽ ۾ پيدا ٿيو هو، ابوالفضل ۽ فيضي سيوهڻ ۾ پيدا ٿيا ها ۽ شيخ مبارڪ جا پٽ ها، جو منهنجو نالو آهي.) انهن جي باري ۾ الڳ ڪتاب آهن ۽ اڪرام الله جي اسلامي هند جي مذهبي ۽ روحاني تاريخ جي ٽن جلدن آبِ ڪوثر، موجِ ڪوثر ۽ رودِ ڪوثر ۾ بہ اُنهن جو تفصيلي بيان آهي.

هڪ قادياني وڪيل جو انڪم ٽئڪس ايڪسپرٽ هو ۽ جنهن تي اُن وقت حملو ڪيو ويو هو جڏهن قاديانن خلاف پاڪستان ۾ فساد ٿيا (نالو ذهن تي نٿو چڙهي) مونکي قاديانين جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. مون کي اڳيئي غلام محمد قاديانيءَ ۽ علامہ اقبال جي ردوقد جي باري ۾ معلوم هو ۽ اها بہ ڄاڻ هئي تہ غلام محمد پيش گوئي ڪئي هئي تہ فلاڻي شادي شده عورت هن جي منڪوحہ ٿيندي ۽ ان جي باري ۾ مقدمي بازي بہ ٿي هئي پر اُن عورت کي پنهنجي مڙس کان عدالت طلاق نہ ڏياري هئي (پورو ياد نٿو اچي).

سکر ۾ هوٽل ڪيفِ ايران وارو بهائي هو ۽ هن بهاء الدين ۽ قراة العين طاهره تي مونکي ڪجهہ ڪتاب ڏنا ها جي مون مطالع ڪيا ها. اهي سڀ خمينيءَ جي اچڻ سان پوءِ ايران ۾ ختم ڪيا ويا.

سير سفر جون ڳالهيون ڪندي ۽ ماضيءَ جا ورق ورائيندي جڏهن

سڪر جي ساروٽين ۾ واسطيدار وڪيلن، ججن ۽ ڪورٽن جو ذڪر نڪتو آهي ته چاهيان ٿو ذهن تي زور ڏيندي وڪالت جا ڪجهه ياد تي تري ايندڙ واقعا ۽ تجربا پنهنجي پڙهندڙن وٽ پهچائيندو هلان ته بهتر ٿيندو.

ڪيس ته مون هزارين هلايا آهن ۽ نوانوي فيصد ڪيس چُٽي ويا آهن. پيسي جي ڏيتي ليتي، مسواڙ گروي، وڪري تي ڦڏي، ڪاپي رائيٽ ۽ ٽريڊ مارڪ، ٻئي جي نالي ۾ خريد و فروخت جا بنامي (Benami) ڪيس وغيره مونکي بور ڪندا ها. اصل بورن جو طاهر سيف الدين ٻڌائي وجهندا ها. سِول وڪالت ڪان مونکي نفرت هوندي هئي. پراڻا منشي چوندا ها ته:

”سِوِل آهي ڪِول، ٻئي هلندي.“

اهو ناهي ته سِول قانون مونکي نه ايندو هو پر پيسن تي ڇيڇاڙ ۽ ڇتڪُٽائي جا ڪيس، ڏيوالي پٽي ۽ ڏينهن جي ڏِيئي ٻارڻ جا ڪيس، جاءِ جي وِري ۽ ورهاڱي جا ڪيس، ٻيڙي مارڪا ۽ تماڪو مارڪا جي ٽريڊ مارڪ تي معرڪا مونکي اُگرا لڳندا ها. مان اِهي ڪيس به ڪڏهن ڪڏهن ڪٺندو هوس پر گهڻو ڪري فوجداري ڪيس ڪٺندو هوس. قتل هڪ نجات جو ذريعو هوندو آهي. قاتل ننڊ ته چڱي ڪري سگهندو آهي! دشمن کي غارت ڪري هو بي فڪرو ٿي لت ڏئي ته سمهندو آهي. هڪ خائن يا راشي ڪاموري يا ڏيوالي وانگر هن جي ننڊ ڦِٽل نه هوندي آهي. قتلَ زن، زمين يا زر تي ٿيندا آهن. زن تي قتل عام آهي.

مون هڪ ڪيس هلايو جنهن ۾ پُٽُ جنهن ڇوڪريءَ سان عشق ڪندو هو، اُن سان هن جي پوڙهي پيءُ چوٿين زال ڪري شادي ڪئي. پٽ کي ايترو غصو آيو جو جڏهن هن جو پيءُ مسجد ۾ نماز پڙهي رهيو هو، هُن کيس گولي هڻي ماريو. ڪورٽ ته هن کي ڇڏيو پر ازلي عدالت هن کي سزا ڏني ۽ شايد هن کي نانگ ڏنگي ماريو. مون وٽ ڪيئي ڪاري ڪاريءَ جا ڪيس ايندا ها. هڪ ڪيس ياد ٿو اچي. ياءُ ڀيڻ کي ڪارو ڪري جهنگ ۾ وٺي ويو ۽ هنکي پٽڪي سان ٻڌي ويهارِيائين. پوءِ ڪوڙر سان هن لاءِ کڏ کنيائين هن ڏاڍو ٻاڏايو ته:

”ادا! مان بي گناهه آهيان.“

پر هن جي هڪ به نه ٻڌائين. هن کي کِهلي کڏ ۾ وڌائين ۽ ڪُهاڙيءَ سان منڊي لاهي، هن کي ساڳي ڪوٽيل مٽيءَ سان پوري ڇڏيائين. پوليس

ڪيس مار موچڙا ڪري ڏوھہ جي باس ڪرائي.

جيڪب آباد جي ھڪ وڏيري جي ٽين زال مون وٽ آئي. ھن مونکي ٻڌايو تہ ڏني پر پنھنجي خوبصورت ۽ جوان ڀانھي بہ مون کي رات لاءِ ڏيڻ واسطي تيار ھئي. مون پوٽيڻ جي ڪان انڪار ڪيو ۽ ايف- آءِ- آر ڏيکارڻ لاءِ چيو، جنھن ۾ درج ٿيل ھو تہ ھن ٻن پوليس وارن جي مدد سان پنھنجي چوٿين زال جو خون ڪيو آھي. ھڪ پوليس واري پنھنجي باس ڏٺي چيو ھو تہ وڏيري جي چوٿين زال پنھنجي ڊرائيور سان جيڪب آباد مان ڪوٽڙا ڀڄي وئي، جتان جيڪب آباد پوليس ڪيس گرفتار ڪري آئي. جڏھن جھنگ مان پوليس وارا ھن کي گرفتار ڪري ڳوٺ وٺي وڃي رھيا ھا تڏھن ھن کي وڻ سان ٻڌائون. پوءِ ھڪ پوليس واري بندوق سڌي ڪئي تہ اُن ڪاريءَ ٻروچيائيءَ چيو:

”ادا پوليس وارا! مون کي چوٽا ماريو. منھنجو مڙس ڪراڙو ھو ۽ مون کي ھن سان زوريءَ شادي ڪرائي ھيائون. جڏھن مان ڊرائيور سان ڀڄي وئي ھيس تڏھن بہ مان ڪُنواري ئي ھيس.“

پر ھنن ڪيس ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري بندوق ھڻي ماري وڌو. پوءِ مٽيءَ تان رت مِٽائي ھن جو لاش پوري ڇڏيائون.

ڪنھن کي پرائي ڏيءُ تي اک ھوندي ھئي تہ ھنجي پاءُ سان پنھنجي ڀيڻ ڪاري ڪري ماريندو ھو ۽ عيوضي ۾ محبوبہ جو سڱ گھرندو ھو. ڪڏھن زمين جي دنگ، پاڻيءَ جي واري، آواندن جي پيچ ڊاھہ، پَراون ڍورن جي فصل کي ڀيل ڪرڻ، گھوڙيءَ ڏاند، ٻڪريءَ جي چوريءَ ڪرڻ سبب خون ٿي پوندا ھا. ڪنھن جي پڳ ڊِڪي سبب ڪِري پوندي ھئي تہ ڪُھاڙيون سر لٿي ڇڏينديون ھيون، ڪنھنجي ڏاڙھيءَ يا مڇ ۾ ھٿ پئجي ويندو ھو تہ رتوچاڻ ٿي ويندي ھئي. ڪيترا نہ خون ٿيندا ھا اتر سنڌ ۾! ماڻھوءَ جي موت لاءِ ھُن ۾ زنا جو شڪ ڪافي ھو، واتان ويٺي ڪوئي ورجاءُ، جڪ يا جوجڪڙيءَ سان ورتاءُ، ان لاءِ ڪافي ھو تہ لنيون ھلن ۽ مٿا ڦاٽن.

انھن ڪيسن ڪان سوا چوري ۽ ڌاڙي جا ڪيس ھوندا ھيا. ڪي چوريون ۽ ڌاڙا ماڻھو بک ڪان چِتا تي ھٽندا ھا. ڪي مڙسيءَ جي ڏيکاءُ لاءِ ھٽندا ھا، ڪي وڏيري جي چُرچ تي ھٽندا ھا ۽ ڪي انھيءَ ڪري ھٽندا ھا تہ ھن کي ڌاڙن ڪان سوا ننڊ نہ ايندي ھئي. مون ھڪ چور کان پڇيو تہ:

”توکي ڪافي ٻني آھي، چو اُھا ياءُ کي ڏئي پاڻ چوريءَ تي ياڙيو آئين؟“

هن جواب ڏنو:

"وڪيل صاحب! توکي ڪهڙي خبر تہ پوئين پهر جڏهن چنڊ اجا آسمان ۾ هوندو آهي ۽ اسان لوڙهي جو ڳلو ٽپندا آهيون ۽ ياڳٺي کي جاڳ ٿيندي آهي ۽ هو اکيون مهٽيندو گهر کان ٻاهر نڪرندو آهي، تڏهن هن کي مُنهن واري چا پڙڪ ٺڪاءُ ڪرڻ ۾ ڪيڏو نہ مزو ايندو آهي!"

توکي ڪهڙي خبر تہ اسان جڏهن مينهن چوري ڪري، اُن کي درياهہ مان ٻي پار نيندا آهيون تڏهن اُن جي پيچ کي چنبڙي، ان سان گڏ ترندا ويندا آهيون ۽ جڏهن مينهن ٻي ڏينڌي آهي ۽ اسان هن کي گردن ۾ سوٽو هڻندا آهيون ۽ ان تي هوءَ ٻاهر ايندي آهي تڏهن ڪيڏو نہ مزو ايندو آهي! چاندوڪي رات ۾ ڪڏهن مينهن جي پيچ کي جهلي درياهہ جي ٻي پار وڃي ڏس تہ توکان شاعري وسري ويندي.

چوري ۽ ڌاڙو مڙسيءَ جي ڳالهہ آهي. ڪڏهن تو ڌاڙيلن سان بندوق بازي نہ ڪري ڏٺي آهي. گولين جا زوڪاٽ اٿين ٿيندا آهن جڻ سانوڻي وچ ڪڙڪي رهي آهي. رن جو چور ياڙيو ضرور ٿيندو آهي پر پرائي رن سان جوئر جي ڪانن ۾ رات گذارڻ ۾ جو مزو آهي، اهو ڪنهن ريشمي اڳٺ واريءَ کان پڇ! ڪاريون تہ دعا گهرنديون آهن، "يا خدا اسانکي ڪٽ جو نہ ڪهاڙيءَ جو موت مارجانءِ."

مال ملڪيت تي جهيڙو سو تہ ماڻهوءَ مان وڃڻو ئي ناهي. جي هڏو يا ڍونڍ هڪڙوئي هوندو آهي تہ اُتي ڪتا ضرور هڪٻئي تي گُرڪندا ۽ ٻاهوڙبا آهن. هڪ ٻئي جون چَڪين پوٽيون ڪاٽيندا آهن. ڪُتي کي اجا ڍؤ تہ ٿيندو آهي پر ماڻهوءَ کي ڍؤ نہ ٿيندو آهي ۽ نہ ٿيڻو آهي. لالچ اها گرڻ آهي جا هر چڱي اُميجاڻ کي ڳڙڪائي ويندي آهي.

ٻئي اصيل کي هڪ پيري چيو هيم:

"اجا پندرنهن ڏينهن اگ ضامن تي ڇڏايو اٿي مانءِ، وري ٻي ڪيس ۾ قبل از گرفتاريءَ ضامن لاءِ آيو آهين."

"وڪيل صاحب! مڙسن تان جُهڙ جهيڙا نہ لهندا آهن" هن جواب ڏنو هو.

"توکي ٻي في ٽا ڏيون، الهہ توهار ڪر."

"ڪيس وڙهڻ" وڪالت جو محاورو هو. هڪ پيري ديوان پرمانند،

جو هڪ وڪيل هو ۽ ڳڙهي ياسين جو رهندڙ هو، تنهن ڳالهه ڪئي؛

"شڪارپور مان ڳڙهي ياسين بس ۾ . ڪي اصيل تنهنجي تقرير جي ساراهه ٿي ڪندا ويا. انهن مان هڪ چيو: "سرڪاري وڪيل جو آواز ڏاڍو سنهو هو ۽ تنهنجي وڪيل جو گرجندڙ. هڪ مسافر ٻي کي چيو: "يار مان انگريزي ته نه ڄاڻان پر جڏهن سرڪاري وڪيل تقرير ٿي ڪئي ته هن ڪئي پئي "ڪيٽ، پيٽ، ڪيٽ پيٽ" باقي اسان جو وڪيل واهه جو هو. هن تقرير پئي ڪئي ته ڄڻ ڪيائين پئي "ڪاٽ پاٽ، ڪاٽ پاٽ"

مون اُنهيءَ مسافر کان پڇيو ته "بچاءَ جو وڪيل ڪير آئو؟" موٽ ۾ تنهنجو نالو ٻڌايائين"

مان شڪي ٿي ويس. ڇا قدرت منهنجي عمر ائين ٿي ضايع ڪرڻ ٿي گهري! ڪاٽ پاٽ ۽ ڪَنڌُ ڪاٽ جي چَڪر ۾؟ مان جڏهن ٽيون درجو انگريزي پڙهندو هوس ته مونکي اثر صهبائي جو هڪ شعر ياد هوندو هو، جو پوءِ ڏيان جي ڪَنهن چور خاني ۾ ڇُپي ويو هو. اوچتو اهو شعر ٻاهر نڪري آيو، جو ڪجهه هيئن هو:

کيا بنانا تها مصور کو بنا کيا آخر،
اپني بگڙي هوئي تصوير پہ خندان هو ميں.

(ترجمو: مصور کي ڇا بڻائڻو هو ۽ آخر ڇا بڻيو،
پنهنجيءَ بگڙيل تصوير تي مان حيران آهيان.)

علي عباس ڪاني وقت لاءِ خيرپور جو ڊي- ايس- پي هو ۽ مون هن جي خلاف ڪاني ڪيس هلايا ها، جي گهڻو ڪري مون کٽيا ها. علي عباس شيعو هو ۽ هن نهج البلاغہ جي مون لاءِ ڪاپي گهرائي هئي، جيڪا پوءِ ڪوئي شيعو دوست کڻي ويو هو ته ڪونہ موٽائي هيائين. جڏهن خيرپور ۽ سکر جي وچ تي نيڙهي ڳوٺ ۾ شيعا سُني فساد ٿيا ته منهنجيءَ زال زرينا جو سڳو چاچو مظهرعلي شيخ خيرپور جو ڊپٽي ڪمشنر هو پر هو ڪوئي اثرائتو قدم کڻي نہ سگهيو ۽ اٽڪل ٽي سو شيعا ماريا ويا. نيڙهي ۾ سُني فرقي جو اڏو هو ۽ اتي ٻن شيعن جا گهر هيا، جتي عَلم لهرائيندو هو. واقعي واري محرم جي مهيني ۾ شيعن آلائي جو خيرپور مان جلوس ڪڍيو هو ۽ نيڙهيءَ تائين پِنڪو ڪندا آيا ها. نيڙهي ۾ بہ سُني ڪهاڙيون تکيون ڪَيون ويٺا ها ۽ وَٽ وَٽ تي وٺي هئي. اٽڪل ٽي سئو شيعا بي گناهه ماريا ويا ها ۽ ڄڻ ٻيو

ڪربلا جو واقعو ٿيو هو.

اهي شيعا سني فساد اسان وٽ مهاجرن جي اچڻ کان اڳ نہ ٿيندا ها. اردوءَ جي مير انيس ۽ دبير جي طرز تي ثابت علي شاهہ جا مرثيا ڇپيا ويندا ها پر اهي ڦِڪا، بي ڇسا ۽ الوڻا هوندا ها ۽ اردو مرثئي جي دز کي بہ نہ ڇهندا ها. سنڌي سني بہ ڪارا ڪپڙا ڪري محرم ۾ شريڪ ٿيندا ها ۽ جيتوڻيڪ اُهي پاڻ کي زنجيرين سان سَٽ ڪُٽ نہ ڪندا ها، تڏهن بہ هانوَ تي هٿ هڻي هاءِ هاءِ ڪندا ها. روهڙيءَ ۾ محرم زور شور سان ملهايو ويندو هو ۽ ڪيترائي سني بہ روُنشي ڪاڻ، ڪارا ڪپڙا پائي اُتي ويندا ها. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ شيعا سني راهہ ويندي نوڪ جهوُنڪ ڪندا ها. مون کي روهڙي واري قاضي پريل وڪيل (جو بہ منهنجو دوست هو) ٻڌايو هو تہ شيعا وڏيون مڇيون رکندا آهن ۽ سُني ننڍيون رکندا آهن. روهڙيءَ جي ڪنهن بہ گهٽيءَ ۾ جڏهن ڪوئي سُني شيعي جي پاسي لگهندو هو تہ هن کي ٽونڪ سان چوندو آهي ”هٺہ مُڇڙو (او وڏين مُڇن وارا!) تہ شيعو ڪيس جواب ۾ ٽونڪ سان چوندو آهي ”هٺہ ڪَتڙو!“ يعني ”او ڪتيل مُڇن وارا.“

لکنئو ۾ ائين نہ ٿيندو هو. اُتي ماه محرم ۾ چاقو ڇري ضرور هلندي هئي. باقي محرم کي ادبي ماحول بہ هوندو هو. انيس ۽ دبير جي شاعري مجلسن کي گرمائيندي هئي. پيو تہ نهيو پر جوش مليح آبادي، جنهن جي ڪفريا ايمان تي ماٿهو متّفق نہ هوندا ها ۽ اڪثر هُن کي دهريو چوندا ها. محرم ۾ پنهنجو طويل نظم ”حسين اور انقلاب“ پڙهندو هو جو ٻڌي سامعين هاءِ هاءِ ڪندا ها ۽ ڳوڙها ڳاڙيندا ها. امام حسين کي جوش سامراج دشمني جي علامت ٺاهي پڌيو هو. ڊاڪٽر عاليا امام، جا بہ منهنجي دوست آهي ۽ پاڻ بہ اهلِ شيعہ آهي. مون کي شيعن جي باري ۾ اکث لطيفا ٻُڌائيندي هئي، جي مونکي ياد نہ رهيا آهن. هندستان جا اڪثر دانشور ۽ شاعر شيعا هوندا ها. جوش مليح آبادي، سجاد ظهير، اسرارالحق، مجاز، سبطِ حسن وغيره سڀ شيعا ها. ان جي برعڪس سنڌ جا اڪثر دانشور ۽ شاعر سُني ٿيا آهن.

مون ڳالهہ تي ڪٿي نيڙهي جي فساد ۽ ڊي. پي. پي خيرپور علي عباس هُن سان جڏهن ڪنهن شيعي ليڊر مشورو ڪيو تہ ”ڪيس ۾ ڪهڙو وڪيل ڪجي؟“ تہ يڪدم چيائين:

”شيخ اياز“

جنهن تي ڪن اعتراض وٺندي چيو ته:

”هو سني آهي!“

”هو سني به آهي، شيعو به آهي.“ ڪين علي عباس چيو:

”هن مونکان نهج البلاغه خريد ڪيو هو. اهو تي سگهي ٿو ته هو نه شيعو آهي، نه سُني آهي باقي مان اوهانکي ايتري خاطري ٿو ڏيان ته هن کان وڌيڪ ديانتداريءَ ۽ قابليت سان اوهانجو ڪيس ٻيو ڪوبه وڪيل نه هلائي سگهندو.“

نتيجو اهو ٿيو ته شيعن مونکي وڪيل ڪيو. نه رڳو اهو پر جڏهن نيڙهي مدرسي جو مدارالمهام قتل ٿي ويو ۽ ڪيس ۾ به شيعا چالان ٿيا تڏهن به جوابدارن مون کي وڪيل ڪيو.

منهنجو هڪ دوست، جنهن کي ننڍي نڪاوَ جو اجاتائين شوق اهي، اهو عوامي ادب جي تخليق لاءِ هڪ پان بيڙيءَ واري سان به دوستي رکندو هو. هڪ ڀيري پان بيڙيءَ وارو وٽس ويو ۽ چيائينس:

”پنج سئو روپيا ميڙيا اٿم. ٻڌاءِ ته اهي ڪيئن خرچ ڪيان.“ (تن ڏينهن ۾ پنج سئو رپيا گهٽي رقم هوندي هئي.)

”ٻي شادي ڪر. تي چئين سوين ۾ نوجوان ڇوڪري ملي ويندي.“ منهنجي دوست کيس چيو.

”اُون هون! مان هڪ مان ٿي بيزار آهيان.“ پان بيڙي واري چيو.

”ڏاندن جي گوءِ تي شرط رک.“ منهنجي دوست کيس ٻي صلاح ڏني.

”هن منهنجو کهڙو ڏوهه ڪيو آهي جو انهن کي سهڪائي ماريان.“ پان بيڙيءَ واري چيو.

”ڀلا ڪو دشمن اٿئي؟“ منهنجي دوست هن کان پڇيو.

”ها، فلاڻي سان پراڻي دشمني آهي.“ پان بيڙيءَ واري چيو.

”ته پوءِ شيخ اياز کي وڪيل ڪَر، دشمن تي ڪيس ڪَر ۽ اياز کي اِهي پئسا فيءَ ۾ ڏي.“

منهنجي دوست کيس آخري صلاح ڏني.

”صلاح ته سُٺي آهي، پر جي ڪيس هارايان ته...“

منهنجي دوست کيس چيو ته:

"پوءِ مان ضامن آهيان. توکي في مان پري ڏيندس."

پان ٻيڙيءَ وارو مون وٽ منهنجي دوست جي چٺي کڻي آيو، جنهن ۾ ساري گفتگو درج هئي. مون جڏهن چٺي پڙهي تڏهن ٺهڪ ڏئي هن کي چيو؛

"بابا، جيئي شاهہ تي نذرانو ڏئي اچ. هو ئي جهان ۾ تنهنجي وڪالت ڪندو."

"اها صلاح تہ سڀ ڪان سٺي آهي." پان ٻيڙيءَ واري چيو ۽ سڌو جيئي شاهہ ڏانهن پنڌ پيرُيائين.

ان ڪان اڳ ۾ جڏهن مان ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪندو هوس تڏهن ٻهريون تہ مرحوم جمال صديقي ۽ عبدالحي قريشيءَ جو پاڻيوار هوندو هوس. هو ٻئي منهنجا ڪلاس فيلو بہ رهيا ها. (عبدالحي قريشي پوءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چيف جج جي عهدي تان ڪجهہ سال اڳ رٽائر ڪيو.) اسان وٽ هڪ طلاق جو ڪيس آيو. (طلاق جا ڪيس مان آخر تائين ڪٿندو هوس توڙي اُهي سِولِ ڪيس هوندا ها، ڇو تہ اُنهن ۾ ٻاهر رک رکاوَ واري گهرو تعلقات ۾ اندر جو تناءُ ۽ ڪنچاوٽ هوندي هئي، اها ڏسي مون کي مزو ايندو هو.) انهي ڪيس ۾ مرحوم جمال جو خيال هو تہ اسان دعويٰ ۾ اهو سبب ڏيکاريون تہ ڇوڪريءَ جي شادي کي ٽي سال ٿيا آهن پر اجا ڪنواري آهي ۽ هن جي مڙس ۾ ڪائي خامي آهي. هاڻي هوءَ ارڙهين ورهيٺن جي ٿي آهي ۽ قانون موجب طلاق گهري سگهي ٿي. ان لاءِ ڇوڪريءَ جي ڪنوارپ جي ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ جي ضرورت آهي. هن مونکي چيو تہ سول اسپتال جي ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ مسٽر يمينانيءَ جا توسان تعلقات آهن ۽ هن کي ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ وٺي ڏي. (هو ماڏوءَ جو مائٽ هو، جو مون سان گڏ ساڳيءَ فليٽ ۾ رهندو هو، جڏهن حشوءَ کي جلاوطن ڪيو هيائون.)

ڇوڪري سان گڏ هُن جي ماءُ بہ وينٺي هئي.

مون جڏهن ڇوڪريءَ ڪان پڇيو تہ:

"تون اجا ڪنواري آهين؟"

تڏهن هن جي ماءُ رڙ ڪري چيو؛

"ڇو ڪُنواري آهي. جوانن جهڙي جوان آهي!"

مون ڪان ڪل نڪري وئي. جمال ڇوڪري کي چيو تہ هوءَ مون سان رڪشا ۾ وڃي تہ هن کي آنءُ ڪلاڪ اندر سرٽيفڪيٽ وٺي ڏيندم. رڪشا

۾ فقط ٻه ماڻهو پوئين سيٽ تي ويهي ٿي سگهيا. جڏهن هوءَ ۽ مان رڪشا ۾ ويٺاسين تڏهن رڪشا واري پنيان پلاسٽڪ جا پردا لاهي ڇڏيا. مون کان ڪلِ نه ٿي بيٺي ۽ مون هن کي ٺهڪ ڏئي چيو:

”تون ڪنواري آهين يا جوانن جهڙي جوان آهين.“

هن منهنجيءَ ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي چيو:

”اهڙي جوانن جهڙي جوان آهيان، جهڙو تون آهين.“

هوءَ قداور، سانوري سلوڻي صورت واري سترنهن ارڙهن ورهين جي ڇوڪري هئي. مشڪل سان مون هن جي ٻانهن ڳچيءَ مان ڪڍي.

سکر ۾ جڏهن مون وڪالت جي شروعات ڪئي ته مونکي طلاق جي ڪيس ۾ هڪ اپيل ملي. منهنجي سنڌي مُوڪل هيٺين ڪورٽ ۾ ڪيس هارايو هو ۽ پنهنجي وڪيل مان مطمئن نه هئي. هن ۾ بلا جي خوبصورتي هئي ۽ گهڙيءَ ۾ پيڻ نانگ وانگر منهنجون اکيون جهانورائي ڇڏيون هيائين. هن پنهنجي حقيقت ٻڌائي چيو:

”وڪيل صاحب! مان آهيان ته غريب پر جيڪا في چوندين، مان توکي پَنِي سَنِي ڏيندس“، هن ٿڌو ساهه ڀري چيو.

”في؟“ مون هن کي گهوريندي چيو:

”نه، هي ڪيس مان في سبيل الله ڪندس.“

هوءَ کلي ۽ هن جي کل ائين هئي، جڻ ڪوئي ٻُڪ ۾ چانديءَ جا رپيا کڙڪائي رهيو هو.

ٻي ڀيري هڪ مئجسٽريٽ وٽ ڪنهن پرٽيل زال مڙس جي خلاف خرچ لاءِ ڪيس وڌو.

منهنجي ڦوهه جواني هئي ۽ ان وقت هيٺين ڪورٽن ۾ ڪجهه ڪيس به ڪندو هوس. مون جڏهن عرضدار جي زال کي شاهديءَ واري پڃري ۾ ڏٺو ته چنڊ جو ٽڪرو ٿي لڳي. هن شاهديءَ جي وچ ۾ مئجسٽريٽ کي چيو:

”سائين! مان هن کي ٻانهون ٿي ٻڌان، مونکي گهر وٺي هلي، مون کي خرچ نه گهرجي.“

مئجسٽريٽ عرضدار کي ڏسي چيو:

”ههڙيءَ جوان زال کي گهر ڇو نٿو وٺي وڃين؟“

اِن تي عرضدار چيو:

"هن کان اڳي منهنجي ٻي زال آهي. مان هن جوئي خرچ پري نٿو سگهان. مان هن کي هتي ڪورٽ ۾ ئي طلاق ٿو ڏيان."

اِن تي شاهدن جي پٺيري مان نڪري ڇوڪري هن جي پيرن تي اچي ڪِري ۽ چيائينس:

"مونکي طلاق نہ ڏي، مان رُکي سُکيءَ تي گذر ڪندس. هن جي مڙس جواب ۾ مئجسٽريٽ کي چيو:

"صاحب! هيءَ هتي ايڏي معصوم ٿي لڳي. گهر ۾ ٻليءَ وانگر رانيوتا پائيندي آهي."

مئجسٽريٽ ڪيس ملتوي ڪري ڇڏيو.

مون تي خود هڪ ڪيس الف 123 پ-پ-ڪ هيٺ ٿيو هو، جو پاڪستان خلاف بغاوت سبب ڪيو ويندو آهي ۽ جو مون کان اڳ رڳو خان عبدالغفارخان تي ٿيو هو. ان وقت سکر جي ايس-پي ۽ ڊپٽي ڪمشنر ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو هو تہ هي وٽ ۾ نٿو اچي ۽ هن کي ڪائي سيڪت ڏني وڃي. پوليس مون تي بغاوت جي ايف- آءِ- آر لکي جاچ شروع ڪئي هئي. هڪ سنڌي سي- آءِ- ڊي وارو جنهن جي جيئي سنڌ تحريڪ سان دلچسپي هئي ۽ جو پنهنجي بالا عملدارن سان سخت ناراض هو ڇوتہ اهي سڀ غيرسنڌي هيا، تنهن مونکي آفيس ۾ اچي ٻڌايو تہ:

"سازش سٽي وئي آهي تہ اوهان کي هٿ ڪڙيون هٽي ساري سکر شهر ۾ پيرين پنڌ گهمايو وڃي، جيئن ماڻهو اوهان مان بدظن ٿين ۽ تنهنجي وڪالت ختم ٿي وڃي."

ان وقت نورخان اولهہ پاڪستان جو گورنر هيو، جنهن سان سائين جي-ايم سيد جو ڪافي رستو هيو ۽ مونکي پتو هو تہ سائين هن وٽ لاهور وڃڻ وارو آهي. سي-آءِ-ڊيءَ واري کي رخصت ڪري مون چيو تہ:

"فڪر نہ ڪر، مان معاملي کي سنڀالي وٺندس، تون مون کي خبر ڏجانءِ تہ هو مونکي گرفتار ڪڏهن ٿا ڪن."

هو ويو تہ مون هيٺيون پارسيءَ جو شعر جهونگاريو:

بہ جرمِ عشق توام میکُشند و غوغا ایست.
تونیز برلبِ بامر آکه خوش تماشا ایست.

(ترجمو: تنهنجي عشق جي ڏوهہ ۾ آهيان، مون کي ٻيرا ٿا ڪن ۽

غوغاءُ آهي،

تون بہ پنهنجي ڪوئي تان ڏس، ڇگيرڙو تماشو آهي)

مون سائين جي. ايم. سيد کان پڇيو تہ هو سن ۾ هوندو، جي مان ٻي ڏينهن تي اچان.

هن چيو تہ:

”ڀلي ڀلي آءُ.“

مون ٽن ڏينهن ۾ نئين ٽويوٽا ڪارونا ڪار ورتي هئي. مان ڪار ۾ دادو ڪئنال تان اڍائي سَوَ ميل سفر ڪري سَن پهتس. رستي تي ٻنهي پاسي ڪافي نم، سرنهن ۽ ڪنديءَ جا وڻ هيا ۽ ڇانورڙي ۾ بند تي ڳيرا گهگو گهُو ڪري رهيا ها. ڪبوتر ۽ ڪانوَ اڏامي رهيا ها ۽ ڪجهہ موسمي پکي پاڻيءَ تي تري رهيا ها. ڪڏهن ڪوڪڙا ٽن جا ولر هوا ۾ ڦيراٽيون ڏئي ڪنهن وڻ تي وڳر ڪري ٿي ويٺا. مون سوچيو:

پکيءَ کي ڪار جي ضرورت نہ اهي. هو هڪ وڻ کان ٻي وڻ تائين اُڏاري ڏئي وڃي ٿو. ارتقا ۾ انسان وڃايو گهڻو آهي، پاتو ٿورو آهي.

بہ پهريءَ مهل سائين جي-ايم- سيد وٽ پهتم. هو اوطاق ۾ موجود هو ۽ وڏيءَ شفقت سان ڀاڪر پاتائين. هُن پهريون سوال پڇيو:

”هيءَ ڪار هاڻي وتي اٿئي ڇا؟“

مون چيو:

”اڳين شِوَرليٽ اجا وِڪي ناهي، پر اُها سن جي ڊگهي سفر جي قابل نہ هئي.“

ان کان پوءِ سائينءَ جي سامهون ڪنهن ڪٽ تي ويٺس. ڀاڻ ماني نہ کاڌي هياسون، جا يڪدم اچي وئي. سيد جو دسترخوان ڪشادو آهي. مومن مليرائي نالي هڪ شاعر بہ موجود هو، جنهن سان سائين چرچا گهڻا ڪري دل وندرائيندو هو. هُو جي-ايم- سيد جو ملان دوپيازو هو. مانيءَ کانپوءِ مون جي-ايم- سيد کي چيو تہ:

”اوهان سان خلوت ۾ ڳالهائڻو آهي.“

هن مومن کي چيو تہ ڪجهہ پري پيل ڪرسين تي وڃي ويهي. ان وقت مان جي-ايم- سيد جي جيئي سنڌ تحريڪ جو ساڃو هٿ هوس ۽ هن مون سان هڪ بہ پيرا ان ڳالهہ جو اظهار ڪيو هو تہ کانئس پوءِ مان جيئي

سنڌ تحريڪ جي سرواڻي سنڀاليان. پر مون هن کي روڪي چيو هو:

"خدا اوهان کي سئو ورهين کان مٿي حياتي ڏيندو ۽ تيستائين جيئي سنڌ تحريڪ پنهنجي منزل مقصود تي رسي ويندي."

مون هن کي مٿين سازش جي باري ۾ ٻڌائي چيو،

"سائين! مونکي گرفتاريءَ يا ڪيس جو ڀؤُ نہ آهي. مان خود قانون ڄاڻان ۽ اهو بہ ڄاڻان ٿو تہ سکر جا احمق پوليس وارا مون تي ڪهڙو مضبوط ڪيس ٺاهي سگهندا. ان جي مونکي ڪائي پرواهہ نہ آهي. پر هيءَ جيڪا سازش رٿي وئي آهي، اها منهنجي وڪالت کي ختم ڪرڻ لاءِ آهي. اوهان ڄاڻو ٿا تہ مان جيڪي جيئي سنڌ تحريڪ لاءِ پيچ ڊوڙ ۾ خرچ ڪيان ٿو، ان لاءِ پيسو وڪالت جي ذريعي ئي ڪمايان. اوهان نورخان...."

يڪدم هن مونکي ڪٽي چيو:

"مان پرنيهن نورخان سان ملڻ لاهور وينداس. چڱو جو تو اِها مون کي ڳالهہ ڪئي. تون فڪر نہ ڪر. مان هن کي چوندس تہ ايس-پي کي فون ڪري ۽ توتي ڪيس چالان نہ ڪيو وڃي."

مون رات جي-ايم- سيد وٽ گذاري. ماتليءَ وارو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي بہ اچي نڪتو جو سائينءَ جو وڏو معتقد هو. هن پهرين سنڌي فلم ٺاهي هئي ۽ اُن ۾ هيرو جو رول بہ ڪيو هيائين. هن پوءِ پنهنجي ڏکهي آتم ڪهاڻي "ڪيئي ڪتاب" جي نالي سان لکي جا ابراهيم جوئي جي اتساهہ ڏيڻ تي ڇپرائي وئي جڏهن مان وائيس چانسلر هوس. (ان جي نئين ايڊيشن نيوفيلڊس پاران فيروز احمد ميمڻ تازو ڇپرائي آهي.) جنهن ۾ ڪنهن مرحوم رئيس کي برغلائي منهنجي خلاف ڪجهہ لکرايو هو، جو بلڪل صحيح ڪونہ هو. (بد فطرت ۽ شيطان صفت انسان ممڻ مچائڻ ۾ خوش ٿيندا آهن پر مان وَس پڄندي ڪين وٺي نہ ڏيندو آهيان.) ڪريم بخش نظاماڻيءَ سان مون اها رات ناوونوش ۾ گذاري ۽ هو دف تي واري سان ايڏي زور سان ڌڪ هڻي رهيو هو، جو منجهہ تان سب آڙيون سائبيريا اُڏامي ويون هونديون. هن سان بيون ڪيتريون ڪچهريون بہ ڪيون هيون، جن جي باري ۾ پوءِ لکندس.

اُن رات مون کي جي-ايم- سيد چيو:

"هي خط دادوءَ ۾ الهڻ خان لغاريءَ کي ڏيندو وڃجانءِ."

مون دادوءَ ۾ الهڻ خان کي سيد جو خط ڏنو، جو هن يڪدم پڙهيو ۽

بہ ڀيري جي مانيءَ ۾ رڌل اڙبون ۽ نان کارايا. هفتي کن کان پوءِ مان ڀيهر سکر مان جي-ايم سيد وَٽ موٽي آيس. هُن ڀيريون سوال تہ اِهو پڇيو:

"الهٰ خان کي منهنجو خط ڏنو هُيئہ؟"

"هائو"

"هن توکي ماني کارائي؟"

"هائو"

"ماني چڱي هئي؟"

"هائو"

سائينءَ تي ڄڻ بهشت جي هير جو جهلڪو لڳو ۽ ڄڻ ڪوثر يا تسنيم جي ڪناري تي ڪنهن گل وانگر ٽهڪڻ لڳو. هاڻي مون بنا ڪنهن تمهيد جي هُن کان پڇيو:

"سائين، اوهان نورخان سان مليا هُيئہ؟"

"هائو"

"اوهان هُن سان منهنجي باري ۾ ڳالهايو هو."

"مان هن وٽ چوويهہ ڳالهيون ڪٽي ويو هوس. اجا يارنهن ڪيم تہ مانيءَ جو وقت ٿي ويو. هن چيو هَلُ تہ هلون، ماني کائون باقي مسئلا بي پيري حل ڪنداسين."

"انهن يارنهن ڳالهين ۾ منهنجي بہ ڳالهہ هئي؟"

"نہ، تنهنجي ڳالهہ اجا هُن سان ڪرڻي هئي."

ايتري ۾ ماني اچي وئي. روزيءَ کي ڪيئن ٿو ٺڪرائي سگهجي! هيءَ سنڌ آهي. هتي ڌرتي ماتا چوڻ وارا بيوقوف آهن. روٽي ماتا حقيقت آهي. مون بہ چار گرهہ زهرمار ڪري کاڌا ۽ سائينءَ کان موڪلايو.

"ايتري ۾ وڃين بہ ٿو!"

"پنتي منهنجي زال ۽ ٻار اڪيلا اهن. معلوم نہ آهي تہ سرڪار ڪهڙو قدم کڻي."

هو مونکي پنهنجيءَ ڪار تائين ڇڏڻ آيو ۽ "في امان الله" چئي، ياڪر پائي موڪلايائين. مان ڪار ۾ چڙهي سکر روانو ٿيس، مون کي ايتري ذهني ڪوفت ٿي جو جيڪڏهن ڪوئي چلتيءَ ۾ ڇُرو هڻي ها تہ نہ ٽٽي ها. پر سن جي سائينءَ کي مون ميارَ نہ ڏني. رستي تي خدا اوچتو گهٽائون مٿان آسمان تي

سائبان وانگر لڳائي ڇڏيون ۽ سکر تائين نہ اُس نڪتي، نہ بونداباري ٿي. قدرت جو هٿ سارو وقت منهنجي مٿي تي هو. مون مرڪي مٿي ڏٺو. مون کي يقين ٿي ويو تہ دنيا جا حاڪمِ وقت جي رڳو هڏا ٿِي ويٺا آهن، منهنجو ڇا بگاڙي سگهندا؟ مان آمريءَ کان وڌيڪ امر آهيان! پلي سيد مُنهنجي ٻانهن مان هٿ ڪڍي ويو. مون کي لهر لوڏو نہ آهي. مان تہ خود سمنڊ آهيان، مون لاءِ لهرن ۽ لوڏن جي ڪهڙي حقيقت آهي! باقي احوال "ساهيوال جيل جي ڊائري" ۾ آهي.

مان ساهيوال جيل مان نڪتس ۽ سکر ۾ 1976ع تائين وڪالت ڪيم. وڪالت ۾ مون لاءِ نيم- ادبي مصروفيت هئي، اُن جي ذريعي آئين ۽ قانون سان آشنائي ٿي ۽ مون ڏٺو تہ ڪيئي آمر اُن کي ائين استعمال تا ڪَن، جيئن ٻار جوٺر جي ڪاني تي لانگ ورائي اُن کي گهوڙي وانگر استعمال ڪندا آهن. اجا ڪائي ترميم پڙهي پوري نہ ٿي ڪئي تہ ان جي ترميم ڪئي ٿي وئي. بيوروڪريٽ،خچر جي اَڇرهيا ۽ گڏهہ وانگر گوهي بہ ڪري رهيا ها. ان وچ ۾ بار روم ۾ ڪچهريون ٿينديون هيون، وڪيل وقت تي ڪيس هلائي اچي اُتي ويهندا هيا ۽ چرپٽو لائي ڏيندا هُيا. ڪيئي سياستدان آيا، جن ۾ چوڌري محمد علي، مودو دي، جي-ايم- سيد، رسول بخش پليجو، آريسر، جام ساقي، وسيم سجاد وغيره شامل آهن. سڀ پنهنجون ٻولڙيون ٻولي ويا. سکر ڊسٽرڪٽ ۽ هاءِ ڪورٽ بار، منهنجي وائيس چانسلر ٿيڻ کان اڳ ۽ پوءِ سياسي اکاڙو رهي. پنهنجي جَٽ مان تہ جان ڇٽي وئي هئي پر رَتيءَ جي رهاڻ اجا هئي. اهو وقت مان بئنڪ ۾ ايل- سي (L.C) کولي آمريڪا مان نوان ڪتاب گهرائيندو هوس. 13 ڊالرن جو ڪتاب هڪ ڊالر ۾ ايندو هو ۽ ڇئن ڪتابن تي هڪ ڪتاب تحفي طور موڪليندا هيا. ان دؤر ۾ مون بورجوا ادب ۾ ڪميونزم جي ترديد ڪندڙ (Dissident) ادب ڪافي پڙهيو، جڏهن منهنجا همعصر رڳو ماسڪو ۾ ڇپيل ڪتاب پڙهندا هئا، جي رُيئي سوا وڪامند ها. منهنجو ڊائريون بہ ڪيتريون آهن پر ساهيوال جيل کان ٻاهر ڪا سلسليوار ڊائري نہ رکي آهي.

اڪثر سيشن جج عذاب ها، نيم خوانده، قانون کانسواءِ دنيا جي هر علم کان بي بهرا، ضدي، خودسَر، سطحي، ۽ ڪوتاهہ بين! پيو تہ ٿهيو پر ڪن جي جنسي بي راهہ روي تہ ساري شهر ۾ مشهور هئي. هڪ جج جو

مشهور Homo Sexual (ساڳي جنس سان عيش پرستيءَ جو قائل) هو، تنهن هڪ پيري چيو:

”تون سنڌيءَ جو وڏو ماهر آهين. ڪو Homo Sexual جهڙو شريف لفظ سنڌي ۾ ڳولي ڏي. مون کي ته ڇُ ... ڇٽي ماري وڏو اٿائون.“

هڪڙو وڪيل پنهنجي نوڪر کي پنهنجو ڪمرڪش ڪوٺيندو هو. پيو پيسا ڪمائي، وئڪيشن ۾ دنيا جا چڪر ڏيندو هو، جيئن هو قحبائن ۾ گيشائن سان ملي سگهي. هڪ پيري هن مون کي ٻُڌايو هو ته:

هو فرئنڪ فرٽ مان رستي تان ٿي ويو ته سامهون بالڪنيءَ ۾ بيٺل هڪ قحبه هن کي اسڪرٽ مٿي ڪري انگ ڏيکاريا.“

مون هن کان صرف ايترو پڇيو:

”ڇا اُهي سنڌي عورت جي انگن کان مختلف ها؟“

هڪ پيري خيرپور ۾ هڪ جج جي چيمبر ۾ ويٺو هوس. هو سکر ۾ به رهيو هو ۽ منهنجو واقف هو. هن وٽ به ٽي ٻيا وڪيل به ويٺا ها. هن سارو وقت هم-جنس پرستيءَ جي باري ۾ ڳالهيون ٿي ڪيون. مان پنهنجي ڊائريءَ ۾ ڪجهه لکي رهيو هوس. هن رنج ٿي چيو:

”ڇا ٿو لکين؟“

”معاهدو ٿو لکان،“ مون وراڻيو.

”ڪهڙو معاهدو؟“ هن پڇيو.

”اِهو ته بهشت ۾ تنهنجون حورون مون کي ملن، منهنجا غلمان توکي ملن.“ مون چيو.

ان تي ويٺل وڪيل ڏاڍو کليا ۽ چيائون:

”اسان به سڀئي حورون توکي ڏنيون، پنهنجو هڪ به غلمان اسان ڏي به لاڙجانءِ!“

اهڙي قوم سان منهنجو ڪم پيو هو وڪالت جي پيشي ۾! ٻه ٽي ڏينهن، ڊٺا، ڊيمڪٽا جج هوندا ها! ڪيڏو نه غرور هوندو هو انهن کي! ڪورٽ جي ڪاريڊار ۾ ائين گهمندا ها ڄڻ بدڪ آنو لاهڻ لاءِ وڃي رهي آهي!

مان جڏهن کان بيمار ٿي ڪراچي آيو آهيان، ته اهڙي صحبت کان نجات لاءِ خدا جو شڪر بجا آندو اٿم. ها، وڪالت ۾ منهنجا ڪافي دوست

مڙس ماٺهو هوندا ها، حبيب الله، نظام بلوچ، حنيف منگي، غني شيخ ۽ ڪجهه ٻيا جي عورت سان عشق کي اهميت ڏيندا ها ۽ قوم لوط کي حقارت سان ڏسندا ها. منهنجي وڪالت جي زندگي تمام وڏو داستان آهي، جنهن ۾ ڪيتري ڪُت خلق آئي آهي! راشي ڪامورا، ڪم چور ۽ ڳنڊ- ڪپ وڪيل، ظالم ۽ جابر پوليس آفيسر، منشيءَ مڙي، ڪاموري ڪڙي جا پيڙيل اصيل، بگهڙن ۽ چيتن جهڙا ڏوهاري، لونبڙين جهڙا ٺڳ، گهر جي گهاٽي ۾ جوٽيل عورتون جي سارو ڏينهن سخت پورهيو ڪرڻ جي باوجود به مرد جي ٺُڪ لعنت ۾ هونديون هيون، چرس ۽ عورتن جا اڏا هلائيندڙ، قانون جا ڪيڙا، جعل ساز ۽ نؤسر باز جن جو مطالعو اي- آءِ- آر ۽ پي-ايل- ڊي ۽ ٻين لا ريورٽن کان سواءِ ڪجهه به نه هو ۽ پوري اخبار به نه پڙهندا ها ۽ اهي جي وڪالت کي سياست ۽ سياست کي دولت ۽ اقتدار جو ذريعو سمجهندا ها. أنهن تي مان ڏهه ڪتاب لکي ٿو سگهان. هي ته ڪجهه يادگيريون هيون جي هن سفرنامي ۾ ذهن جا دروازا کولي بنا اجازت جي هليون آيون آهن.

مسلسل سکر جي ذڪر سبب يادِ ماضي مونکي اهو به ٻڌائي پئي ته ان شهر ۾ مون محبتون به ايتريون ڪيون آهن جو لارڊ بائرن جي صف ۾ ويهي ٿو سگهان، بهرصورت هن عمر ۾ ان ڳالهه جي تفصيل نه رڳو غيرضروري آهي پر ندامت جو باعث به آهي. مان ڪو جوش مليح آبادي نه آهيان، ته مون کي "يادون ڪي بارات" لکڻو آهي ۽ نه هن وانگر پنهنجيءَ بيگم کان چوائڻو آهي:

"ماريو، ڪوڙ ٿو ڳالهائي."

پر مان ايترو ضرور چوندس ته هر عورت ۾ مون کي آدرشي عورت جي تلاش هوندي هئي، جا مون کي آخر تائين ملي نه سگهي. سڀ عشق خود فريبي هيا، اها ٻي ڳالهه آهي ته اهي شراب وانگر شاعري لاءِ مهميز هيا. انهن جذبات کي اهڙي جادونگريءَ ۾ پٽڪايو جو ڪنهن وقت ته مومل کي سومل جي ٻک ۾ ڏسي به ڪرپ نه آئي.

اياز، هاڻي وري پنهنجي موٽ! پنهنجي اصل موضوع کان ڪيترو اڳي نڪري آهيو آهين! جمال ابڙي کان جدا ٿي ڪافي وقت ٿي ويو آهي ۽ هن کي اسلام ڪوٽ ۾ سيٺ نهال چند وٽ ڇڏي آيو آهين. ابراهيم جويو ۽ رشيد ڀٽي به انتظار ڪندا هوندا. بهتر ٿيندو ته پنهنجي موٽان. منهنجو من ڪيڏو نه چنچل آهي! هڪ ورانگهه سان ضلعا، صوبا، مُلڪ، ڪَنڊ ٽپي ٿو وڃي. في

الهال أن تي روڪ رکي، وري پنتي وران انهيءَ چوياريءَ ڏانهن جا سيٺ نهال چند جي اوطاق ۾ ڪچجهري ڪري رهي آهي. ڪيڏي نہ گرمجوشيءَ ۽ محبت اهي هِن ۾، پنهنجپائيءَ کي بہ ڪا حد ٿيندي آهي!

مٺي هاڻي ضلعو آهي. أن وقت تعلقو هو ۽ اسلام ڪوٽ مٺيءَ ۾ مشهور شهر هو. پهريون ان جو نالو 'اسلام ڳڙهہ' هو جو ٽالپر دؤر ۾ رکيو ويو هو. ڳڙهہ مان ڪوٽ جو ٿيو، اهو مان چٽي نٿو سگهان. حيرت آهي تہ انهيءَ اسلام جي ڳڙهہ يا ڪوٽ جو مکي هڪ هندو هو! نهال چند وَٽ ڪچهريءَ ۾ لهاڻا بہ هيا جي پڙهيل ڳڙهيل هيا! نَکر، ڪولهي، مينگهواڙ ۽ ٻيون قومون بہ هيون. پهريون اسان چاءِ پيئتي پوءِ ڪجهہ راڳ ٻُڌاسين. انهن راڳن مارواڙي، ڪاٺياواڙي ۽ گجراتيءَ سنگيت مان جنم ورتو هو. أتي ڳائڻ وڄائڻ وارا نهال چند جا برخوردار بہ هُيا ۽ مگڻهار بہ هيا. هڪڙي راڳيءَ تہ 'گاڏيڙڙو' اٿين ڳاتو جو هن جي آواز مان بيل گاڏيءَ جي هلڻ جو آواز پئي آيو. ٻئي ڪنهن پکيءَ جي باري ۾ گيت ڳاتو ۽ هن کي مٺيءَ ٻوليءَ ٻولڻو تي چيائين. شايد اهو پکي انساني روح جي علامت هو. مائي ڀاڳيءَ جي سُر ۾ امر گيتن مان 'نهين ماروي ري' 'ڪڙي نيم ڪي نيچي' 'پکا پکن سامهان' 'پوپٽيا' ٻُڌايا. مون مائي ڀاڳيءَ جو ڪئسيٽ بہ ٻڌو آهي. اٿين ٿو لڳي تہ هن کي اونو رڳو اهو آهي تہ ٿر جا گيت زندهہ رهن. اسيمبليون ڪهڙا بہ قانون ٺاهن، ان سان هن جو واسطو نہ آهي. قانون عارضي آهي، گيت پاينده آهي. هر آمر جو آخرين آرمگاهہ ڌرتيءَ جا ڪجهہ فوٽ آهن، شاعر جي والار ساري ڪائنات ۾ آهي. شيڪسپيئر ڪنهن ڊرامي ۾ چيو آهي:

Not marble nor the gilded monuments
of princes shall out live the powerful rhyme.

(ترجمو: نہ سنگ مرمر نہ شهزادن جون سونهري محل سرائون.
شاعر جي زوردار ترنم کان وڌيڪ پايدار آهن.)
هن شاعر کي مخاطب ٿي اهو بہ چيو آهي:

But thy eternal summer shall not fade.

(انت تائين تنهنجو اونهارو نہ مُرجهائبو)

مٿين سٽ پڙهي اهو خيال ۾ رکيو وڃي تہ انگلنڊ، جو شيڪسپيئر جو وطن هو، اڪثر برفباريءَ هيٺ هوندو آهي ۽ سياري جو وڻ ٽڻ چٽي

ويندا آهن. رڳو اونهاري ۾ اُهي ڦٽي پوندا آهن. اهو ڦيرو گهٽ ڪري اپريل ۾ ايندو آهي.

نهال چند جي اوطاق تي ڪنهن کي سُرندو هيو. جنهن ڪجهہ لوڙائو ۽ ڪجهہ سانوڻ فقير جا بيت ٻڌايا. ڪنهن مصري شاهہ جي هڪ ڪافي ٻڌائي. هنن کي جانجهہ، ڪرتال ۽ دنبورا هيا. ٻہ ٽي مڱڻهار بہ ها، جن کي دهل ۽ سارنگي بہ هئي. ٻولي گهٽ ڪري ڍاٽڪي هئي. اسان کي 'راسوڙا' بہ ٻڌايائون، جي شاديءَ رات ڳائيندا آهن.

پوءِ اڌ رات تائين ناچ هلندا رهيا. ناچ ۾ پيرن هٿن جي نرت هئي. ڍول زور سان وڄي رهيو هو ۽ ڏهہ پندرنهن ماڻهو چوڌاري نچي رهيا ها. ناچو اتان جا هاري هيا يا دڪاندار طبقي جا ماڻهو ها. انهن ۾ نٽئيون ڪونہ هيون. هنن اسان کي ڏانڊين راند ڪري ڏيکاري. هرهڪ کي ڪاٺيءَ جو 'ڏانڊيو' هو. مان ڀانيان ٿو تہ ڪين ٻاجهر جا سُڪل ڪانا هيا. هو هٿن سان اشارا ڪندا، بدن موڙيندا، گول دائري ۾ ڦرندا ويا، ۽ ڏانڊ يا هڪ ٻئي سان ٽڪرائيندا رهيا. گهنگهور ڪکر چمڪي رهيا ها، ڏانڊين جو ٽڙڪو ٿي پيو. اسان کي ٿر جو ناچ 'ڪڳي' بہ ڏاڍو وڻيو. مٽڪو راند بہ ڏاڍي پسند آئي. هڪ ڍول تي وڄايو تہ ٻيو نچيو ٿي. هو جمالي وانگر ٿي لڳي. پائو وڄايائون جو ٻين يا ٽڙ وانگر ٿي لڳو. لوڪ گيت لکيئو، ڍاٽيئڙو ۽ مٺيار بہ ڏايا وٺيا. نهال چند ٻين لوڪ گيتن جو بہ ذڪر ڪيو، ڪجليو، ڀئيو، هيندا مٽي، لِيالو، پَڻهاري، جوڌائو، مگريو، ڪونجل، پڻهاري وغيره. رشيد ڀٽي اهو سڀ ڪجهہ ڏسي ۽ ٻڌي ايترو متاثر ٿي ويو جو چيائين تہ:

"شل سڄي سنڌ ٿر هجي!"

ان تي سيٺ نهال چند يڪدم چيو:

"شل سڄو ٿر سنڌ هجي!"

جيتري قدر ياد ٿو اچي اسان کي ڏورو بہ ٻڌايائون، جو زالن جو لوڪ گيت آهي.

مون کي اِستالن تي ايترو غصو آهي جو جيڪڏهن هو جيئرو هجي ها ۽ منهنجي وَس ۾ هجي ها تہ مان ڪيس ٻيرا ٻيرا ڪري ڇڏيان ها، پر هو جارجيا جي هڪ موچيءَ جو پٽ، جيستائين اقتدار ۾ آيو ۽ بي انتها ظلم ڪيائين، تيستائين هن جي زندگي عوامي هئي ۽ هو خود زارشاهيءَ جي جبر و

تشدد جو نشانو هو. هن کي علم و ادب جي ايتري ڄاڻ نہ هئي پر هن کي لوڪ گيت ڌايا وڻندا ها. لوڪ گيت شاعر جي آنا کي مليا ميٽ ڪري ڇڏي ٿو. اُن ۾ هن جو ڪوئي تخلص نہ آهي، نالو نشان نہ آهي. هو عوام جي نفسيات جو حصو ٿي وڃي ٿو ۽ ان ڳالهہ ۾ ئي ان جي عظمت آهي. لوڪ گيت مقامي روايت جو حصو آهي ۽ اُهو عوام کي ورثي ۾ ملي ٿو. ان ۾ شايستگي ايندي ٿي رهي ۽ خاص طور تي ديهات ۾ نسل در نسل رهي ٿو ۽ اهي ديهاتي جي پڙهي نٿا سگهن ۽ نہ اها بولي لکي سگهن ٿا. جا هو ڳالهائن ٿا، اهي ئي لوڪ گيت ڳائن ٿا. مغرب ۾ بہ هر قوم ۾ اڪيچار لوڪ گيت ملن ٿا. لورڪا جي شاعريءَ کي جپسي لوڪ گيت اتساهيندا ها. جپان جا گيشائن جا گيت ايترا تہ پيارا آهن جو انهن کي پڙهي روح لرزي وڃي ٿو. هندستاني مصنف ديوندر سَتيارٿي هندستان جو ڪُوٽ ڪُوٽ گهمي اتان لوڪ گيت ڪٺا ڪيا ها. دراصل لوڪ گيت جي ترتيب، ان کي مخصوص ترنم يا بحروزن ڏيڻ هڪ ادبي گناهہ آهي، جنهن جو آنءُ بہ مرتڪب ٿيو آهيان. اهو تہ ائين آهي جيئن تر جا گل ٻوٽا ڪراچيءَ جي پارڪ ۾ لڳايا وڃن، اُهي گهٽو ڪري نہ اُسرندا ۽ مرجهائجي ويندا. لوڪ گيت ان گلن وانگر آهي، جن جو ٻج نہ لڳايو ويندو آهي ۽ جو ڌرتيءَ مان ازخود ڦٽندا آهن.

لوڪ گيت جي ابتدا هن ڪائنات جي ابتدا وانگر ابهام ۾ ويڙهيل آهي. ڪي تہ چون ٿا تہ سارو فنِ لطيف لوڪ فن تي ٻڌل آهي. رومن سلطنت جي زماني ۾ لوڪ گيت (ٻن ٻولن وارا) هوندا ها ۽ اُهي مقبول بہ هوندا ها ۽ جن ۾ اها سنسڪرتي بہ هوندي هئي جا شهري طبقي اچا توڙ تي نہ پهچائي هئي. W.J. Thomas 1848ع ۾ لفظ لوڪ ڪٿا 'folk lore' ايجاد ڪيو. تيستائين لوڪ ادب کي پراچينتا (Antiquities) ۾ شمار ڪيو ويندو هو. اهو لکيو نہ ويندو هو. سيني بہ سيني اُن جي ڪايا پلٽ ٿيندي رهندي هئي. هونءَ تہ اهو ويهينءَ صديءَ ۾ وادو داد ٿيندو رهيو تہ لوڪ ادب جي رچنا بہ ٿيندي آهي يا نہ؟ ڇا ڪوئي چئي سگهي ٿو تہ 'هو جمالو' ڪنهن ٺاهيو هو؟ اُن ۾ پيڙهيءَ پيڙهيءَ لفظ وڌايا ها تان جو انگريزي تهذيب جا لفظ 'جنهنجو بيٽ لمليٽ ٿي' ان ۾ اچي ويا. اهو لفظ لمليٽ 'ليمونيڊ' (lemonade) جو ڪارڙ ترجمو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لوڪ گيت، بيت، نڙ بيت ۽ ٻيو اڪيچار لوڪ ادب سنڌيءَ ۾ ڪٺو ڪيو آهي. تازو پاڪستان جي لوڪ

ورثي جو ڊئريڪٽر جنرل عڪسي مفتي مون وٽ آيو هو ۽ هُن ٻڌايو تہ هو لوڪ ورثي پاران پاڪستان جي لوڪ ادب ڪٺي ڪرڻ جي ڪيتري ڪوشش ڪري رهيو آهي. پنجابي لوڪ گيت، پوٺوهار جا لوڪ گيت، بلوچي ۽ بروهي لوڪ گيت ۽ پشتو ٽپا وغيره اردوءَ ۾ ڇپجي چُڪا آهن پر ان ڏس ۾ جيتري ڪوشش سنڌي ادبي بورڊ ڪئي آهي، پاڪستان جي ڪنهن بہ اداري نہ ڪئي آهي ۽ انهيءَ لاءِ جويو صاحب جَس لهڻي.

انگلو آمريڪي لوڪ گيت جي ساخت ڪمزور آهي پر مغربي لوڪ گيت بہ تيرنهن صديءَ تائين پنهنجي تا وڃن. چاسر (Chaucer)، شيڪسپيئر ۽ برنس تي لوڪ گيتن جو اثر آهي، جيئن ڀٽائيءَ، سچل سرمست ۽ مون تي انهن لوڪ گيتن جو اثر آهي جيتوڻيڪ منهنجا آزاد نظم free verse جا جديد ترين نمونا آهن. ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ جارومانوي تحريڪ شروع ٿي، لوڪ گيتن جا لفظ شاعريءَ ۾ ڪم اچڻ لڳا. خاص طور انگلنڊ بشپ پَرسي (Bishop Percy 1779-1811) ۽ جرمـنـي ۾ جي- جِي وان هــردر (J.G.Von Herder 1744-1811) ڪم آندا. پر مغرب جا لوڪ گيت ۽ لوڪ- سنگيت هندستان ۽ پاڪستان جي لوڪ گيتن ۽ لوڪ سنگيت کي خاص ڪري سنڌ جي لوڪ گيتن جي دَز کي بہ ڇُهي نہ ٿا سگهن. اسپين جي رومانوي داستانن (Ballads) ۽ زنگي جنگين (Moorish wars) جي باري ۾ ڪجھ مجموعا شايع ٿيا آهن. اهي اُنهن يهودين ڪٺا ڪيا آهن، جن کي اسپين مان 1492ع ۾ جلاوطن ڪيو ويو هو ۽ پوءِ يونان ۾ رهندا ها. جيستائين هو آمريڪا ڏانهن هجرت ڪري ويا.

صنعتي تهذيب اسانجي لوڪ گيتن کي نهايت نقصان رسايو آهي. آڊيوڪئسيٽن، ريڊيو ۽ ٽي-وي وسيع پيماني تي بدذوقي ڦهلائي آهي. ڪجھ وقت اڳ پراڻا آئرلنڊ جا بربط نواز (Irish Harpers) اڃا هيا ۽ اسڪاٽ لئنڊ ۾ اڄ بہ اسڪاٽ شرنايا (Scot Pipers) آهن. پر برٽشِ آمريڪن ڪوئلي- کاڻين جي مزدورن (Coal miners) جا گيت ۽ آمريڪا جا ريل- رستي جا گيت (Rail road songs) ديهاتي تهذيب جي ستياناسي ڪري رهيا آهن. صنعتي سماج لوڪ ادب جو دشمن آهي. يوگوسلاويا ۽ ناروي ۾ ڪجھ وقت اڳي حڪومت لوڪ گيت ۽ لوڪ سنگيت کي همٿايو هو ۽ اٽليءَ ۽ اسپين جي باسڪ (Bosque) صوبي ۾ انهن لاءِ مدد ڏني وئي هئي. هنگريءَ،

رومانيا ۽ بالڪن رياستن جي لوڪ سنگيت بہ پُرڪشش آهي ۽ ان پنهنجي اصليت برقرار رکي آهي. Frenglist جنهنجو ذڪر مان ’ڪتين ڪر موڙيا جڏهن‘ جي ٻي جلد ۾ ذڪر ڪيو آهي، اُن هنگريءَ جي جپسي سنگت کي مشهور ڪيو، جيتوڻيڪ ان جو هنگريءَ جي لوڪ سنگيت سان واسطو نہ آهي. اهڙيطرح يوگوسلاويا ۾ اها تحقيق ڪئي وئي آهي تہ هومر جا گيت ڪيئن ڳايا ويندا ها.

قديم تهذيب تي جديد تهذيب ڇانئجي ويندي ڇوتہ اُن ۾ ڪي خوبيون بہ آهن. نئين جديد شاعري بہ ايتري ئي ٻي ساختہ ٿي سگهي ٿي، جيتري قديم شاعري. اِن ۾ جا گهرائي ۽ نئين دؤر جو شعور آهي، اُن جي تلاش قديم شاعريءَ ۾ عبث آهي. شاعر کي فقط صنعتي تهذيب جي پراگندگي ۽ گندگيءَ کان پاسيرو رهڻ گهرجي. هتي دنيا جي سنگيت ۽ لوڪ سنگيت تي لکڻ جي گنجائش گهٽ آهي، جيتوڻيڪ مون کي ان تي ڪافي مواد آهي. مان هتي رڳو اِهو ٿو چوڻ چاهيان تہ سنڌي لوڪ گيت کي دنيا جي لوڪ گيتن ۾ هڪ اوچو مقام آهي، جيئن آمريڪا جي نيگرو لوڪ گيت ۽ جاز کي اوچو مقام آهي، جنهن جو جڙون قديم آفريقا ۾ آهن.

منهنجو قلم موضوع کان گهڻو اڳتي نڪري ٿو وڃي پر ان کي مان ڇا ٿو ڪري سگهان!

جلوهء کاروان ما نيست بہ نالهء جرس
عشقِء تو راه مي بَرَد ذوقِ تو زاد مي دهد

(ترجمو: اسان جو قافلو جو ڪجهہ ڏسي ٿو، ان جو مدار سنڪ جي آواز تي نہ آهي،

تنهنجو عشق رستو ڏيکاري رهيو آهي. تولئہ ذوق مانيءَ گرهہ ٿي رهيو آهي.)

هاڻي مان ڪشتيءَ کي وري اوياري ٿو هلايان ۽ ماضيءَ ڏانهن پهچان ٿو. اڪيون ڪوليان ٿو تہ اسلام ڪوٽ ۾ نهال چند جي اوطاق ۾ ويٺو آهيان. اسان تہ پنهنجو وسڪيءَ ڍڪ پي رهيا آهيون پر پرسان آفيم جو دؤر هلي رهيو آهي. مينگهواڙ، ٺَڪُر، برهمڻ، راجپوت، گرڙا، سارسُوت، لهاڻا سڀ سڏ تي آيل آهن. انهن مان ڪن راجپوتن آفيم، ڪپهہ، ڪرل، ڇاڻڻ لاءِ لوهِي صافو، پاڻيءَ سان پريل چؤفري وٽو آڻي رکيو آهي. ڪرل ۾ تورو آفيم وڌو اٿائون ۽

هڪ لوهي ڪلي زمين ۾ کوڙي ڇڏي اٿائون ۽ ان ۾ ڪائي ڪڙي بہ قابو ڪئي اٿائون. هيئنان صافي آهي، مٿان آفيم ڪي اوتن ٿا ۽ ان جو ڦڙو ڦڙو صافيءَ ۾ صفا ٿي وڃيءَ ۾ ٿو پوي، جنهن کي ’ڪَسونبو‘ ٿا چون. (مون اهو لفظ سياست سان تشبيهہ ڏيڻ لاءِ ڪافي وقت پوءِ ڪم آندو ۽ اُهو نظم جنهن ۾ اُهو لفظ استعمال ٿيل آهي، منهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ شايع ٿيو آهي.) پوءِ ڪپهہ جو پهو ڪسونبي مان ٻوڙي پنهنجي هٿ جي ترئيءَ ۾ ايترو ٿا وجهن جيترو ان ۾ ماپي ٿو سگهي ان کي اَمل بہ ٿا چون. پوءِ هڪ ٻئي ڪيت سان ٻي ٿا وجن.

جيڪڏهن فرانس جا شاعر بودلئير ۽ رامبو، جي حشيش واپرائيندا ها، هي منظر ڏِسن ها تہ ٿر ۾ رهي پون ها ۽ انهن کان پئرس جا عيش وسري وڃن ها. اَمل پيئڻ سان انسان اننت جو حصو ٿي وڃي ٿو. ساريءَ زندگيءَ جو تڪ ميڙجي وڃي ٿو ۽ ائين ٿو لڳي تہ انسان هد هد جا پَر پائي اڏامي وڃي لال ليارن تي ويٺا آهن. ان وقت واهوندو ٿڌي هوا ۾ تبديل ٿي چڪو هو، اجا اتر جو واءُ نہ لڳو هو ۽ اجا وَڻ ڦوٽ جي موسم هئي.

سيٺ نهال چند، پاڻ برهمڻ يا مهيشوري هو، مون کي خبر نہ اهي. پر ايترو ياد اَچي ٿو تہ هو ويشنو هو جيتوڻيڪ اسان لاءِ ويشنو ڪاتو نہ ڪيو هيائين. ڪاڌي جا تفصيل هاڻي ياد نہ آهن. مون سيٺ نهال چند کان پڇيو تہ:

”زال جي لاءِ ڇا وٺي وڃان؟“

هن چيو:

”گج، کهنبي جا روا، رڱيل اوڍڻيون، سٽڻ ۽ ريشمي گهگهن جا ڪپڙا، ريشمي چُنيون، جن تي گونٽي جون تارون ۽ چاري دار ماڪِليون چڙهيل ۽ ستارا مڙهيل هجن، پرت سان چُنيون، جي ماپ هجيوَ تہ گونٽي جي تارن وارا گاگهرا ۽ مُکي جي پرت سان پريل جُهبا وٺي وڃو.“

پوءِ هن پٽائيءَ جي بيت جون پويون ٻہ سٽون پڙهيون:

”سکر پانيان سومرا، ڪٿي ڪان ڪنهنبن
جا ڏنم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مَران.“

اسان ڪچهري ڪري دير سان سُتاسين ۽ صبح جو دير سان اٿياسين. رات جو مون خواب ۾ ڏٺو تہ مان ڪنهن رڻ مان وڃي رهيو آهيان. واري تپي ٽامڻي هٽي وئي آهي، منهنجن پيرن ۾ ڦوڪينديا تي پيا آهن ۽ مان انهن مان رت

ڳاڙيندو ٿو وڃان. روڄهہ ۽ روڄهڙيون مون تي ڪهل کائي مون کي ڏسي رهيون آهن. اوچتو ڪڪر ڪارونيار ڏوڪيندا ٿا اچن، وڏ ڦڙو ايترو ٿو وسي جو تل تَرايون تار ٿي وڃن ٿا ۽ مان پاڻي پِي نہ ٿو ڍاپان. منهنجا ڦوڦيندڙ اوچتو لهي وڃن ٿا ۽ ڪائي روڄهڙي مون کي تڪي چوي ٿي:

"اهي تتل ڏينهڙا، اها اُڃ، اِهي لڦون، اهو رڻ ۾ رولڙو تنهنجي وجود جو حصو ٿي چڪو هو. تون هنن اوڙڪن لاءِ نہ آهين. تون پنهنجون گهڙيون اجايون وڃائي رهيو آهين. سچ تہ برڪا ڪويتا جو ڪارڻ نہ ٿيندي آهي، ترشنا ان جو ڪارڻ بڻبي آهي."

مان ڇرڪ پري اُٿان ٿو ۽ ڏسان ٿو تہ سچ ايري چڪو آهي.

ہي ڏينهن ياد آيو تہ اتان ڪجهہ ونڻو بہ آهي. خير، ان وقت ٿر جي لباس جو ايترو رواج اتر ۾ نہ هو ۽ نہ چانديءَ جا زيور ٿي شهري عورتون پائينديون هيون. ٿر جا زيور يا رائدار بوليءَ جو رواج نڪري چڪو هو. اسان جڏهن ننڍا هوندا هياسين تہ شڪارپور ۾ پوڙهين عورتن جا نڪ نٿن ڪري ڇيجي پوندا ها ۽ ساڳيءَ طرح پاپڙين ۾ ڳورا جهومر جن کي ٿر ۾ جهونہر بہ چئبو اهي ۽ ڏرگهلا پائي ڪنن جون پاپڙيون ڇيجي پونديون هيون، انڪري اهو رواج هاڻي اسان ۾ نہ هو. مون رستي تان هُن لاءِ سونو ڇلو ورتو باقي مهانگين دهرين، گينين جي ڪَنمالن ۽ سِونن هارن لاءِ ان وقت مونکي پيسا بہ ڪونہ ها، پوءِ جڏهن مان وائيس چانسلر هوس تہ منهنجو دوست مرحوم حيدرشاهہ ميرپورخاص جو سيشن جج ٿي آيو هو. هُو منهنجو ڪلاس فيلو ۽ دوست هيو، جڏهن شڪارپور ۾ سب جج هوندو هو ۽ پوءِ سکر ۾ ايڊيشنل سيشن جج ٿي آيو تڏهن مونسان گڏ ناو ونوش بہ ڪندو هو ۽ ڪچهريون بہ ڪندو هو. هن عالمي مذهبن جو ڪافي گهرو مطالعو ڪيو هو ۽ چين جي ڪنفيوشنزم، تائو ازم ۽ ٻڌ ازم، جپان جي شنتوازم تائين هن کي معلومات هئي. ڪڏهن اسان جي پيغمبر محمد صلي الله عليہ وسلم تي بحث ڪندو هو، ڪڏهن حضرت علي ڪرم الله وجہ تي. هن بہ مون کي حضرت عليءَ جو ڪتاب 'نهج البلاغہ' ڏنو هيو، جن مان هن جا ڪجهہ قول، جي منهنجي دل ۾ کُپي ويا ها، مون اتاري ڇڏيا ها سي هيٺ ڏيان ٿو:

1. دنيا وارا اهڙن سوارن وانگر آهن، جيڪي سُتل آهن پر سفر انهن جو جاري آهي.

2. سڀ معاملا تقدير جي اڳتان سرنگون آهن، ان حد تائين جو ڪڏهن تدبير موت جو ڪارڻ ٿئي ٿي.
3. انسان جو هر ساهہ هڪ قدم آهي جو هن کي موت طرف ڌڪي رهيو آهي.
4. پوڙهي جي راءِ مونکي جوان همٿ جي راءِ کان وڌيڪ پسند آهي.
5. دل بہ ائين ٿڪجي ٿي پوي، جيئن بدن ٿڪجي ٿو پوي، ان ڪري ان لاءِ لطيف حڪيمانہ نڪتہ سازيءَ جو مطالعو ڪندو رهہ!

بيا بہ ڪيئي اقوال آهن، جي مون وٽ درج آهن پر مون انهن مان نقط اهي چونڊيا آهن، جي حسبِ حال آهن. مان پانيان ٿو حضرت عليءَ جا خطبا اسلامي دنيا جو ڀريون نثري نظم آهن ۽ چوڻين (Aphorisms) ۾ هو پنهنجو مثال پاڻ هو.

مرحوم حيدرشاهہ ۽ مرحوم اسد الله شاهہ حسيني، جو مون وٽ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر هو، ٻئي مخدوم طالب المولىٰ مرحوم جا وڏا معتقد هوندا ها ۽ مخدوم صاحب هنن کي پاڻ سان گڏ انگلنڊ بہ وٺي ويو هو. مرحون حيدرشاهہ مون ڏانهن نہ رڳو بہ مور ۽ هڪ السيشن ڪُتو ٽر مان تحفي طور موڪليو هو پر ٽري برٽ جا ڪجهہ اعلىٰ ترين نمونا بہ موڪليا هيا. مان هن جو ٿورو بہ نہ لاهي سگهيو هوس تہ هُن رٽاير ٿيڻ کانپوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت شروع ڪئي هئي ۽ ڪجهہ وقت بعد گذاري ويو هو. هُن وٽ هڪ پيري مان سندس گهر ويو هوس جو شايد بہ ماڙ تي هو، جتي هن منهنجي خاطر تواضع ڪئي هئي. اهي سڀ دوست گذاري ويا آهن ۽ انهن کي ياد ڪري مونکي مير درد جو شعر ٿو ياد اچي!

درد کچهه معلوم هے يه لوگ سب،
کس طرف سے آئے تهے کيدهر چلے.

ڪيتري نہ خوشي ٿي هئي مونکي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي گهر نهال چند کي ڏسي! مئيءَ جي ٻيٽي ڪمشنر جناب عبدالقادر منگيءَ جڏهن ٽر تي سيمينار ڪرايو هو ۽ مان بيماريءَ سبب ٽر جي سفر جو اهل نہ هيس، تڏهن هن پورگرام پروڊيوسر ۽ شاعر نصير مرزا کي منهنجو پيغام ٽيپ ڪرڻ لاءِ موڪليو هو، جو مون هن کي ٽيپ ڪرايو هو. نصير مرزا سان اڳيئي منهنجا

دوستيءَ وارا تعلقات ها ۽ هو مون تي هڪ خاڪو بہ لکي چڪو آهي. ان پيغام ۾ مون سيٺ نهال چند جو ذڪر خاص طور تي ڪيو هو، جو هُن بہ ٻين سان گڏ ٻڌو هو. جڏهن هو ڪراچيءَ ۾ مقيم هو ۽ پنهنجي پٽ سان ملڻ آيو هو، تڏهن مون وٽ بہ آيو هو. هُو پيرسن تي ويو هو پر هن جي دل اجا نم جي تازي ڇَھي وانگر هئي ۽ اڳي وانگر مجلس جو مور تي لڳو.

جنهن رات جو ذڪر مون مٿي اڌ ۾ ڇڏيو آهي، اسان اُها رات نهال چند جي اسلام ڪوٽ واريءَ اوطاق ۾ گذاري. ناشتو ڪري گاڏين ۾ نڪتاسون. جمال ابڙي جي چوڻ تي ويرا واهہ وٽ ڊاٻو ڪيوسون. اها ڳالهہ مون کي جمال ياد ڏياري پر مان ڀانيان ٿو تہ جمال ڀُلو اهي. مون ساڳي ڳالهہ ابراهيم کان بہ پڇي پر هن کي بہ پوري طرح ياد نہ پئي آيو. دراصل اسان جهانگري جي ڳوٺ کان ڦري آيا هياسين جو ذري گهٽ ڪارونجهر جي پيٽ وٽ آهي. رڻ مان چار ميل وڃي، پارڪر پهتا هئاسين. رڻ ڪڇ ۾ واري مٿاهين هئي باقي پارڪر ۾ واريا سي نہ پر ڪڪرائين هئي. بہ پَهريءَ مهل رڻ ۾ چڻ سمنڊ ڇوليون ٿي هنيون ۽ سراب زندگيءَ جي تِرمِرائيندڙ تشبيهہ وانگر ٿي نظر آيو. اهو ساڳيو منظر مون ياڳ ناڙيءَ ۾ ڪنهن ڪيس سان ڪار ۾ ويندي بيل پٽ ۾ ڏٺو هو. هرڻ اٿين پئي لڳا ڄڻ ڊِڳن کان بہ وڏاها ۽ اُٺ نمن جي وڻڻ وانگر ٿي لڳا. اڳتي ڪارونجهر ڏانهن وڌياسين تہ روهہ روح ۾ لوهہ جِي ڪِليءَ وانگر کُپي ويو. ڪارونجهر جون چوٽيون هزار پندرهن سئو فوٽ اُتاهيون ٿي لڳيون. مون پوءِ ڪٿي لکيو هو:

”اي چنڊ! مان توکي ڪيئن ڀڄان؟ چنڊ چيو: ’ڪارونجهر جي چوٽيءَ تان ٽِلانگ لڳاءِ، مان توکي هيٺ چشمي ۾ ملندس.‘ “

مون مان يوناني شاعر ڪازان زاڪس ٻولي رهيو هو، جو مان سکر جيل ۾ پڙهندو هوس. مون هن جا سڀ ڪتاب پڙهي پورا ڪيا ها ۽ اُن وقت سائپرس ۽ سنڌ ۾ فرق نظر نہ ايندو هو ۽ جي- ايم- سيد مون کي آرچ بشپ مڪاريوس (Arch bishop Makarios) وانگر نظر ايندو هو. نگر سچو نمن ۽ ٻين وڻن سان ڇانيل هو. نمون اُتي تَروت صاحب نالي انگريز پوکايون هيون. جيتري انهيءَ انگريز لاءِ ماڻهن کي عزت هئي، اوتري تاريخ ۾ ڪنهن لاءِ نہ هئي. پال گوگين مصور جي ٽري اوڏٽيون ڏسي ها تہ هن کان يونوچ سمنڊ واريون پالينيزين خون (Polynesian blood) واريون ڇوڪريون

۽ انهن جون سخت ۽ سوٽ، ٺاٺيون هنيل ڇاتيون وسري وڃن ها. اهو ڇشمو جنهن ۾ مون چنڊ جو منظر تصور ڪيو هو، اُن کي انچليشور وانگر پوتر سمجهندا آهن. انچلشِور نگر پارڪر جي اُتر اُلهندي طرف پوڏيسر جبل وٽ آهي ۽ ان کي مهاديو جو آستان بہ سمجهيو ويندو آهي.

پوڏيسر وٽ تلاءُ آهي جو چون ٿا تہ پوڏي سوڍي ڇهين صديءَ ۾ کٽايو هو؛ ٿوري پنڌ تي ڏونگري ڳوٺ وٽ نرياسر جو تلاءُ آهي. گهرٽياڙي ڳوٺ وٽ پاٿيسر جا تلاءَ آهن جتي ٻارهوئي پاڻي رهندو آهي. گبڙي چارڻ ۾ راٺاسر جو تلاءُ آهي. خدا جڏهن ڪارونجهر خلقيو هو تڏهن ڇڻ هن کي مصور جي ڀرپور اُڪاس هُئي. مان جي مصور هجان ها تہ ڏينهن جو ڪٽنواس، ڏونگريءَ، ڏيٺيءَ، ڇُوڙيئي ۽ راٺيپور جي ٽڪرين تي رکان ها جي پارڪر ۾ آهن ۽ اُنهن جي پٿر پٿر کي چٽيان ها. مان گواليار جو قلعو ڏسڻ ويو هوس، خاص ڪري اُها جاءِ جتي اورنگزيب پنهنجي پاءُ مراد کي بند رکيو هو ۽ هن کي روز آفيم جو روڙو ڪائڻ لاءِ ڏيندو هو ۽ جتي مراد کي بند رکيو هيائون، اُتي هڪ ننڍو ڳلڪڙو ٺهيل هو، جنهن مان ماڻهو ٻاهر مُنڍي ڪڍي تہ ٻاهران بيٺل پهريدار اها تلوار جي هڪ ڌڪ سان ڪپي وجهي. اسان اُن ٻلڪڙي مان اندر ويا هياسين. اندر هڪ ننڍي ڪوٺي هُئي ۽ اُن کان ويهارو فٽ هيٺ هَوَن ڪُنڊ هو، جنهن ۾ ٻارنهن ئي مهينا آگ جلندي هئي. جڏهن حملو ٿيندو هو، تڏهن راڻيون، راجڪماريون ۽ انهن جون ٻانهيون انهيءَ ٻلڪڙي مان اندر هليون وينديون هيون ۽ بہ ڇٽيون تلوار ڪٽي اندران پهرو ڏينديون هيون، جٿين حملي آور اندر اچڻ جي ڪن تہ انهن جا سر ڌڙ کان ڌار ڪيا وڃن. ڪوٺيءَ کي سامهون لوهي سيخون ڏنل هيون جتان سارو ميدانِ جنگ نظر ٿي آيو. جڏهن راڻين ۽ راجڪمارين کي غنيم جي فتح نظر ايندي هئي تہ هو هَوَن ڪنڊ ۾ آگ تيز ڪري ڇڏينديون هيون ۽ هڪ هڪ ٿِي مٿان آگ ۾ ٽپو ڏينديون هيون ۽ جلي ڀسم ٿي وينديون هيون.

پارڪر ۾ ڪُنڊ ڪُن کي ٿي چيائون ۽ اُتي هڪڙو 'مرگهي ڪُنڊ' هيو. 'مرگهي ڪُنڊ' هرڻيءَ جي ڪُن کي ٿي چيائون، جنهن ۾ ڪنهن هرڻيءَ هرڻ جي ڪڍ ٽپو ڏنو هو ۽ هن جا هڏا بہ مُڪت ٿي ويا ها. ڇا نہ پياري ڪهاڻي آهي! اِها جاءِ ساڙ دري وٽ آهي جو ڪارونجهر ۾ هندن جو آستان آهي. 'مرگهي ڪنڊ' جي ٻنهي پاسي بہ ڏيرا نهرايل آهن جي اڄ تائين قائم آهن

۽ جن ۾ شو ۽ پارپتيءَ جون مورتيون نهيل آهن. اُتي شوِ راتڙيءَ جو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ ڪيٽي اوسي پاسي کان ايندا ها. الک وار، نانِي، پيمہ گوڏا، چندن گد، پنراج گد، جهرڻو، پاين جو ٻسيٽو جو نئين ڪاسبي کان ٻہ ميل پري آهي، گٺو مڪيءَ جا ساڙ دڙي کان ٻہ ميل پري آهي، جهرڻو ۽ پوُمرو ۽ پيون جايون هيون جو مون خود تہ نہ ڏٺيون پر جن جي باري ۾ مون کي ٻڌايو ويو.

نگر پارڪر وڏي رومانوي جاءِ هئي. ڏينهن جو بازار ۾ وياسين. پارڪر جي ٻولي کي 'پارڪري' تي ڇپائون جا گجراتيءَ سان ملي جلي تي. ٿر ۾ ڍاٽڪي ڳالهائن ٿا پرسما ۽ ٻروچ سنڌي ڳالهائن ٿا جيتوڻيڪ هُو ڍاٽڪي ٻہ ڳالهائي وجن ٿا. اسان ريسٽ هائوس ۾ ترسيا هياسون. جتي گهٽو ڪري مختيارڪار اچي رهندو هو. گهنگهور گهٽائون ڇانيل هيون ۽ بوندون برسي رهيون هيون. اسان ريسٽ هائوس جي آڳر ۾ حافظ ۽ خيام وارو شغل ڪري رهيا هياسون. ابراهيم جو اجا تائين هڪ مارڪسسٽ آهي، اهو هميشه انهيءَ ماحول ۾ 'همہ اوست' واري ڪيفيت ۾ اچي ويندو آهي ۽ انسان ۽ ڪائنات ۾ اِڪائيءَ جو احساس هُن تي ڇانئجي ويندو آهي. جُهڙالو آڪاس، ڪڪرن ۾ چنڊ، ٻنگلي جي اوچن وڻ مان رستي تي ٿڪيءَ چانڊوڪيءَ جو ڦهلاءُ ۽ انسان ۽ قدرت جي وچ ۾ همہ- آهنگي، ڪيتري نہ دل آويز هئي. اسان ڪافي پي ويا هياسين تہ اوچتو ڪوئي هندو وڪيل اچي نڪتو. جنهن چيو تہ:

"مان هتي وڪالت ڪندو آهيان ۽ ميرمحمد بخش جو دوست آهيان. ميرصاحب چاهي ٿو تہ صبح جو اوهان هن سان گڏ ناشتو ڪيو. هو ناشتي ۾ اوهان کي ٿر جا کاڌا کارائيندو."

ميرمحمد بخش جمال جو دوست هو ۽ رباڻيءَ ۽ ابراهيم وٽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ ويندو هو. رباڻيءَ مونکي اڳ ۾ ئي چٺي ڇڏيو هُو تہ هُو ٿر ڏانهن نڪتو آهي ۽ اوهان سان ڪٿي نہ ڪٿي ضرور ملندو. ابراهيم جي دماغ تي ان ڳالهہ طبقاتي جوش طاري ڪري ڇڏيو. مون ۽ جمال تہ وڪيل صاحب سان 'هائو' ڪئي پر ابراهيم غصي ۾ چيو تہ:

"جي ميرصاحب جو گهر ويجهو هيو تہ پاڻ چو نہ آيو؟ ڇا ان ۾ پنهنجي گهٽتائي ٿي سمجهيائين جو توکي موڪليائين. وڃي چئيس تہ اسان نہ ايندا سين ناشتي تي."

وڪيل صاحب ڳاڙهو ٿي ويو. مون هن کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ وسڪي

آچي. هُو اسڪاچ وِسڪيءَ جا ٻہ پيگ پي موٽي ويو. مان ۽ جمال چُپ ۾ اچي وياسين ۽ ڪجھ وقت کان پوءِ ڳالھ لنوائڻ لاءِ جمال چيو،

"اياز! هتي هڪ ڳوٺ جو نالو 'هڙيامار' آهي. هُڙيو پکي هونءَ تہ ڪڙو پاڻي بہ سگھندو آهي، پر انهيءَ ڳوٺ ۾ پيئائين تہ مَري ويو."

اسان جڏهن هڪ پيگ وڌيڪ پيتوسين تہ جمال ٻڌايو:

"جڏهن ٻڪرار کنوڻ کِجندي آهي، تڏهن واسينگ نانگ جي ٻِرَ کان ٻاهر وينو هوندو آهي تہ کنوڻ جو ڪجڪو ڏسي ٻِرَ ۾ موٽي ويندو آهي. اچا هن جو پيچ ٻاهر هوندو آهي تہ مينهن پوندو آهي. کنوڻ اتر کان کِوندي آهي."

پر ابراهيم جو طبقاتي غصو جيئن پوءِ تيئن تيز ٿيندو ويو. اوچتو رشيد ڀٽيءَ پنهنجو اُپَ- ٿاڙ ٺهڪ ڏنو جنهن ماسڪو تائين پهچي، لينن جي شيشي واري قبر تڙڪائي وڌي هوندي. آسمان ۾ کنوڻ کجي ۽ جوابي ٺهڪ آيو ۽ جڻ ڪنهن مون کي ڪَن ۾ چيو:

"هي جوين ڏينهن وچ جي وَراڪي جيترو جٽاءَ ڪن ٿا."

وَري جمال ڳالھ ڦيرائي چيو:

"سومرا سَر جون سومريون ۽ مِٺيءَ جون سوناريون ۽ برهمڻيون ڏاڍيون سهڻيون ٿين ٿيون."

ايتري ۾ کنوڻ کجي تہ جڻ انهن جون ساٿيون، گجريون ۽ جهانجهرا وجڻ لڳا ۽ وچ جا چمڪا اُنهن جا مُکَر، ڏُر گلا ۽ بورلا (گول ٽڪا) ٿي ويا. ڇَڪو نہ پيو تہ جمال ٻيهر ڀارو اُڇليو:

"اياز! هتي کير ڏهندڙ کي ڏوجهارو ٿا چوَن. ڪيتري نہ شاهوڪار آهي اسان جي ٻولي."

ابراهيم جو اوچتو اسانجي گفتگوءَ ڏانهن ڌيان وَيو. پوءِ تہ جمال دل ۾ 'پَنءَ چَڪا' چٽي، چيو:

"ٻاجهري پوکبي آهي تہ ٻہ ٽي ڏينهن اُڳندي، اُيرندي آهي. ڦهريون هڪ ٿي سلو اُيرندو آهي، پوءِ گوڏي جيڏي ٿيندي تہ گُڏ ڪڍندا آهن. جڏهن پورو ڪانو ٿيندي آهي تڏهن ان ۾ ڪيرو پيدا ٿيندو آهي. ٽورو ان پوندو آهي تہ ان کي 'آيون' چوندا آهن. پوءِ پکو سنگ لٿندا آهن."

اتي ابراهيم جو پرولتاري ڌيان ڇڪيو ۽ ٽرٽيءَ سان سندس نظرياتي وابستگي ڪيس ڇڪي وٺي آئي ۽ هن جي ڪاوڙ لهي وئي. مون جمال کان پڇيو:

”جمال! جُھبو ڇاتيءَ تائين انگيءَ کي چئبو آهي نہ؟“
جمال هائو ڪئي تہ رشيد ٿهڪ ڏئي ڪنوڻ کي ڇيڙايو ۽ چيو:
”شايد جُهبڻ لفظ جهبي مان نڪتو آهي.“
ايتري ۾ هڪ پٽ اچي نڪتو، جو ٽي بجي رات تائين اسان کي لوڪ ڪهاڻيون، سورٺا ۽ دوها ٻڌائيندو رهيو. هن راءِ لاکي مهراڻي، ڍولي مارو٘ئل، ٻوبنا جراڙ، سوندري پرمار ۽ ماندل راڻي جون دوهيڙن ۾ ڪهاڻيون ٻڌايون. انهن کانسواءِ هن ڪجھ بيت ڪارونجھر جي باري ۾ ٻڌايا، جي منهنجي ذهن تي پٿر جي لڪير وانگر کوٽجي ويا. شعرها، مصوري هئي!

ڪارونجھر جي ڪورَ، مَرئين تہ ميلئين نهين،
ماٿي ٿهڪونڪي مور، ڏونگر لاڳي ڏيپتو.

(ڪارونجھر جي ڪور مرندين تہ بہ نہ ڇڏيندين،
اُن جي مٿي تي مور آواز ڪري رهيو آهي تہ
ڏونگر ڏيئي وانگر لڳي رهيو آهي)
ڪور ٻهاڙ جي اُنهيءَ مٿينءَ لڪير (چوٽيءَ جي ڪناري) کي چوندا آهن جا ڏنڊ مان ڏيکاري ڏيندي آهي. مون ساري زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ ٻوليءَ جي شاعريءَ ۾ اهڙو خوبصورت شعر نہ پڙهيو آهي!
سنڌ امان! تنهنجي پوٽي ڪيترن موتين سان پريل آهي!
ان سلسلي ۾ هن ٻيو بيت ٻُڌايو:

ڪارونجھر جي ڪور، روڙِي لاڳي رليا مٿي
ماٿي ٿهونڪي مور، ڏونَگر لاڳي ڏيپتو

روڙِي سهڻيءَ کي رلياملي رمٽيڪ کي، ٿهونڪي ٻولي کي ۽ ڏيپتو ديپ کي چوندا آهن. اها ٻولي شايد سنڌيءَ ۽ گجراتيءَ جي ڪارڙ آهي.
ڪارونجھر جي پرسان بہ سانوڻي نديون ڏوپا ۽ ڀٽياڻي وهنديون اهن، ڏوپا نگر پارڪر جي ڏکڻ طرف ۽ ڀٽياڻي اُتر طرف وهندي آهي. انهن ندين تي بہ بيت ٻُڌاياڻين:

ڏوپا ويڇي ڌار ڀٽياڻي ڏوجهي ڀلي،
پاڻيءَ تٽون نهہ پار، اَرڙاتا ڪَر اوتري.
ويڇي يعني وهي ٿي، ڏوجهي معنيٰ ٻي، تٽون معنيٰ جو ۽ اَرڙاتا گجگوڙ

ڪي چوندا آهن. پارڪري ۾ نہ ڪي نهہ چوندا آهن.

جڏهن گهٽائون زور سان گجيون تہ اسان کي پٽ اڪبر جي زماني جي گنگ ڪَويءَ جي گيت جي هڪ سٽ ٻڌائي:

گهنگهور ٽڪور ۾ مور چپي نهين
تري چپي تهين باگ اُٺايا.

مونکي موسيقار شاهد پٽو 'راجستاني ادب جي تاريخ' (History of Rajisthani-literature) تحفي طور ڏني ويو هو. اهو ڪتاب هيرا لال مهيشوَرِي جو لکيل اهي. مون ان ۾ گاٿا ۽ ڪوتائون سڀ پڙهيون ۽ فطرت تي شاعري بہ پڙهي. انهن ۾ هڪ سٽ بہ اهڙي موهٽي نہ هئي جا ڪارونجهر تي ڏنل لوڪ بيتن سان پيتي سگهجي.

ڪراچيءَ ۾ هيءَ جمال سان ٿر جي باري ۾ منهنجي اتڪل ويهين ڪچهري هئي. جمال هاڻي چڱيءَ ڪيفيت ۾ هيو، هن چيو:

"اياز! جڏهن مِني ڪان نڪتاسين ۽ لونڊار ڳوٺ وٽ پهتاسين تہ ياد آتي گڏ ڪندي پيل ۽ ڪولهي ڳائي رهيا ها. اُنهن کي ڪنن ۾ چانديءَ جا گوڪرو پيا ها ۽ ڳائن پيا:

آڙنگيو آيي مان

(اُتر مان بجليون چمڪن ٿيون) آڙنگ گرميءَ يا ہُٽ کي چوندا اهن.

مون کيس چيو تہ:

"مون هن جو سڄو همرچو نوٽ بُڪ ۾ لکي ڇڏيو آهي."

وڌيڪ سائس مخاطب ٿيندي چيم:

"جمال، اسان ٻوليءَ جي لحاظ کان ڪيترا نہ خوش نصيب آهيون. اُتراڊي، وچولي، لاڙي ۽ ٿريءَ مر ڪيڏا نہ لفظ آهن! ڪيڏي نہ رنگارنگ تهذيب آهي اسانجي! ڪن زالن کي جُهبو يا ڪنچوئو پيو هو، جنهنکي برٽ نہ هو ۽ ڪِن کي برٽ پريل گج ها. پولڪن سان ڪن جي پٺ نہ ڍڪيل هئي ۽ اُنهن تي ٿونر پيل جُتيون ڪهڙيون نہ چڱيون ٿي لڳيون! ڄڻ انسان نہ ها وڻ ها جي برسات ۾ تڙي پيا ها."

مون جمال کي ٻڌايو تہ جڏهن هن اسان کي مُڙي تي ڏنو تہ مون کي پارسي جو هي شعر ياد آيو:

آهو زتو آمو خت به هنگام دويدن
رَم کردن و اِستادن و واپس نگريدن.

(ترجمو: هرڻ ڀڄڻ وقت توکان سکيو آهي،
تپ ڏئي ڀڄڻ، بيهڻ ۽ پٺتي ڏسڻ)
اُن تي جمال پڇيو:
"واھ، اهو ڪنهن جو شعر آهي؟"
مون جواب ڏنو:
"ڪمال اسماعيل جو. تو شايد نالو نہ ٻڌو هجي نالو ياڻين جهڙو اٿس."
۽ پوءِ مون جمال کي چيو تہ:
"هي اسانجو ديس اولھ پاڪستان جي نقشي ۾ نہ اچڻ گهرجي! ايوب خان ڪير ٿيندو آهي اُن کي ون يونٽ ۾ سمائڻ وارو؟"
مون اسلام ڪوٽ ڏانهن ايندي رستي ۾ چَونئرا ڏٺا هيا. جن ۾ جڏهن رات جو ڏيئا ٻرندا هوندا تہ سَنڌيا جو سمو نظر ايندو هوندو. سَنڌيا هونءَ تہ سانجهيءَ کي چوندا آهن پر انهن ڏيئن جي قطار کي بہ چوندا آهن، جي بنارس ۾ شام جو گنگا تي لوڙهيندا آهن.
اُتي نگرپارڪر جو مشهور جوتشي پنڊت ڏيو جي اسان وٽ آيو هو، جنهن منهنجي ۽ جمال جي ڄم جي تاريخ ورتي ۽ اسان جا هٿ ڏٺا ۽ پوءِ چيائين تہ اوهانکي خط ذريعي اوهان جي باري ۾ لکي موڪليندس. مونکي لکي موڪليائين تہ:
"ٿوري عرصي لاءِ اوهانکي تڪليف ۾ آئيندا پر پوءِ اوهان جو نانءُ ناموس ايترو وڌي ويندو، جنهن جو اوهان حصو بہ نہ ڏنو آهي."
مونکي ٻي سال 1965ع ۾ جيل ۾ وڌائون ۽ پوءِ جيڪي ڪجھ ٿيو آهي اهو پڙهندڙن جي اڳيان آهي. اهڙي طرح جمال ۽ پنڊت ڏيو جي جو خط سانيي رکيو هو، جنهن جي فوٽو ڪاپي مونکي ڏني اٿائين ۽ جمال جو چوڻ آهي تہ ان ۾ ڪيل اڳڪٿيون سچيون نڪتيون آهن ۽ ڪيل هدايتن تي عمل مان فائدو ٿيو آهي. منهنجي هڪ ٻي جوتشيءَ سان بہ هڪ پيرو اڳ ملاقات ٿي هئي. ان بہ جيڪو چيو هو سو سچو نڪتو هو. مان سنڌ مدرسي کان ڪجھ قدمن تي 'آگے قدم پريس' ۾ وينو هوس، جا ڪامريڊ احمد جي هئي

جو مون ۽ جوئي سان گڏ ايم- اين- راءِ جي ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ
جو ميمبر هو. اڄ ڏينهن تائين جويو ڪراچيءَ ايندو آهي تہ هن وٽ ضرور
ويندو اهي. هن پارٽيءَ جا رسالا ۽ اخبارون پوٽين وانگر سانڀيا آهن ۽ وس
پڇيس تہ اهي پوتڙين ۾ ويڙهي رکي. مان ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ تي
پوءِ لکندس جڏهن ڪجهہ پوءِ ڪراچيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ لکندس.
في الحال اڳئين جوتشيءَ سان ملاقات جي باري ۾ ٿو لکان. اهو 1949ع جو
سال هو مان ڪامريڊ احمد جي پريس تي ويٺو هوس تہ هڪ جوتشي آيو. هن
چيو تہ ڪيس بک لڳي هئي، تنهنڪري ڪيس هڪ رپيو گهرجي پر هو اسانکان
بيک نہ وٺندو پر اسان جو هٿ ڏسي اسان کي پنهنجي تقدير ٻڌائيندو. مون
هُن کي ائين تفريحاً هٿ ڏيکاريو، جيئن ڪيس هڪ رپئي ڏيڻ لاءِ سبب پيدا ٿي
سگهي. هن ڪجهہ وقت هٿ ڏسي چيو:

"اوهان هڪ هفتي ۾ ڪراچي ڇڏي ويندا."

مون هن کان پڇيو:

"ڪيترن ڏينهن لاءِ"

هن جواب ڏنو "ڪيئي سالن لاءِ، ڪافي وقت ڪانپوءِ موٽي ايندا پر
گهبرايو نہ اوهان جو مستقبل هاڻي کان گهڻو چڱو ٿيندو."

هن اِهو بہ چيو تہ:

"اوهان بي شادي بہ ڪندؤ پر اُها گهڻو وقت نہ هلندي."

هن وڌيڪ چيو تہ:

"اوهان سياست ۾ ملوث ٿيندا پر ان مان اوهان کي فائدو بہ ٿيندو تہ
نقصان بہ ٿيندو."

مونکي سيئي ڳالهيون دل سان نہ لڳيون. مان خالد اسحاق ۽ عبدالقادر
شيخ جو ياڻيوار هوس ۽ هنن سان نهايت خوش هوندو هوس. مونکي پهرين
شادي ڪئي تمام ٿورو وقت ٿيو هو ۽ اڃان اُن جا خمار ئي نہ لٿا ها. منهنجو
سياست سان دور جو واسطو بہ نہ رهيو هو پر ٽن چئن ڏينهن ڪانپوءِ اسان جي
خاندان ۾ ڪجهہ اهڙا جهڳڙا ٿيا جو مونکي ڪراچي ڇڏڻي پئي.

تازو مون امرتا پريتم جي جيون ڪٿا جو بيو حصو پڙهيو تہ ان ۾ هر
صفحي تي ڪنهن جوتشي ۽ ڪنهن سپني جو احوال هو. هن اهو بہ لکيو هو تہ:

"هي شخص "مبارڪ" ڪير آهي، جنهن کي جيل ۾ وڌو اٿائون ۽

جنهن جو نالو مونکي سپني ۾ اچي ٿو.“

امرتا پريتم اڳ ڪميونسٽ هئي ۽ سوويت روس جا دورا ڪري، دنيا جي ڪميونسٽ اديبن جي ساٿ ڪي ساراهيو هيائين. هوءَ مونکي شيخ اياز جي نالي سان سڃاڻيندي هئي پر اصل نالو ڪيس معلوم نہ هيو. بهرصورت هُن جي جيون ڪهاڻي پڙهي اِها ڳالهہ ويساهہ ۾ اچي سگهندي تہ هُن جو جوتش ۾ ڪيڏو اعتبار آهي. هُن تہ اِهو بہ لکيو آهي تہ اڳيئن ڪنهن جنم ۾ هوءَ اندرا گانڌيءَ جي ڀيڻ هئي ۽ هن جو مڙس ’امروز‘ ۽ غالبا هن جو عاشق ’ساحر لڌيانوي‘ ڪن اڳين جنمن ۾ هن جا مڙس رهيا ها. پاڻ ڪي جوتش جا رڳو بہ تجربا ها، سي سچا نڪتا ها، تي سگهي ٿو اِنهن جو سچ اتفاقي هجي!

وري پنهنجي سفر جو احوال. پارڪري عورتون نهايت خوبصورت هيون ۽ اهڙيون عورتون پوءِ فقط مون روس ۾ خاص ڪري لينن گراڊ ۾ ڏٺيون هيون. منهنجي گائيڊ اِرينا (يونانيءَ ۾ ارينا جي معنيٰ تقدير آهي) تہ هوبهو اُن ريباريءَ جهڙي هئي جيڪا اسان نگرپارڪر مان ڀَن چڪيءَ ڏانهن ويندي ڏٺي هُئي پر ان جو ذڪر مان پوءِ ٿو ڪيان. رات جو پَٽُ اسان ڪي پڌائي رهيو تہ:

”هتي هندو سهاڳڻيون نڪ ۾ سونو ويندو ۽ مسلمان عورتون سوني نـٿ پائينديون آهن، جن ۾ ڏانوڻ وجهي ڪُنڍيءَ سان وارن ۾ اٽڪائي ڇڏينديون آهن. هو ڦلي ۽ ڇلائين يا رائدار بولي بہ پائينديون آهن. اڇوت چوڪريون ڦاڙيون پائينديون آهن، جي هرڻ جي سڱن مان ٺاهيندا آهن ۽ جن مان ڪِن تي ڇِٽ بہ نڪتل هوندا آهن. مسلمان عورتون نسبيون ڪُڙڪون ۽ چانديءَ جا والا ۽ هندو عورتون ڪنن ۾ ڏرگهل يا جهونبڙا پائينديون آهن. عورتون ڳچيءَ ۾ دهريون ۽ ڪنٺلا بہ پائينديون آهن. سهاڳيٽيون ٻانهن ۾ ڪافور يا عاج جي ٻانهين بہ پائينديون آهن، اڇوت چوڪريون جي ريشمي ٿَونَر وجِهي، ڪانچ جي مڻين جا ڪنٺلا پائينديون آهن، سي سيني ڪان وڌيڪ خوبصورت لڳنديون آهن. هو ڳچي ۾ ڪارڪڙي بہ پائينديون جا ڪارڪ جي ڪڪڙيءَ جيتري ٿيندي آهي.“

مون کي جئپور ۾ منهنجي دوست سندر اگناڻي 'Inside Guide to Rajisthan' ڪتاب تحفي طور ڏنو هو. ان ۾ فوٽن ۾ زالون مٿيان زيور پائي ويٺيون آهن، انهن کي ڪرائن ۾ عاج جا گورلا يا شيشي جا چمڪدار چوڙا پيا آهن، جي زرينا ۽ پارو چاولا جئپور جي بازار مان بزنن ۾ ورتا ها. فوٽن ۾ انهن

ڪي ڇيچ يا ٻاچ ۾ مُنديون پيون آهن. ڪِن ڪي ڏسٽيءَ تائين ڇٽني آڱرين ۾ ڇلا پيا آهن، پاپڙين ۾ گوڪرو ۽ ڪيوٽيون پيون آهن. ڳچيءَ ۾ هڪ چورس ’ماٽيو‘ پيو اٽن، جنهن کي زورينا ۽ پارؤ منگل سُوتر سمجهي خريد ڪيو هو. پيرن ۾ چانديءَ جون گول ڪڙيون، سلٽيون ۽ لنگر بہ ٽي مليا جي بہ ٽر ۾ پائيندا آهن. مٿين ڪتاب جي ٻاهران هڪ نينگريءَ جي تصوير آهي، جنهن جي مٿي تي راجستاني شال آهي ۽ نڪ ۾ رائدار بولي آهي.

اسان ننگرپارڪر ۾ بنگلي جي لان ۾ ويٺا هياسين. اُپ ڪارو گهنگهور ٿي ويو هو ۽ برسات پوڻ لڳي هئي ۽ مينهن جون لارون وهي رهيون هيون ۽ وار پڇي ويا ها. اسان بنگلي ۾ اندر وڃي ويٺاسين. ڀٽائي جي ٿر ۽ لاڙ جي سير جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هياسين. ڪنهن بہ ڪلاسيڪي شاعر هومر کان ورجل تائين، گوئٽي کان شيڪسپيئر تائين عوامي زندگيءَ کي روحاني پيغام لاءِ ائين علامت نہ بڻايو هو. دولت ۽ دٻدٻي لاءِ بي انتها نفرت هن کي اهلِ تصوف مان ورثي ۾ ملي هئي، جا هن انهيءَ هڪ سِٽ ۾ ڪيڏي خوبصورتيءَ سان سَمائي هئي:

’ڪارا ڪراين ۾، سون اسان کي سوءَ‘

سويو مون کي چوندو آهي تہ:

”تنهنجي طبيعت نهروءَ وانگر آهي جو سڀ ڪجهہ ڏسي پوءِ اُن لاءِ چوندو هو تہ اُهو تڇ آهي.“

مان ڪيس جواب ڏيندو آهيان:

”هونءَ بہ ڪنهن شيءِ کي ڏسڻ کان سوا ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ تڇ آهي. هي دنيا مايا آهي، دوکو آهي، سراسر فريب آهي، اهو ٿي چئي سگهندو، جنهن اُن تي پَرتري هَريءَ وانگر ڀرپور نظر وڌي آهي. ’ٿُوڪتا‘ اهوئي چئي سگهي جنهن انگور کي چپ ڏئي ڏني اهي. ڌن، دولت حسن صورت، مان شان، سڀ چٽنگ جي چٽاءَ وانگر ڪڻ ينگر آهي.“

اسان ڪيترو وقت ڀٽائي جي عظمت تي ڳالهائيندا رهياسين. ڀٽائي جو دؤر افراتفري جو دؤر هو. هُن ’واڍوڙڪَن مَنهَن‘ جي ڳالهہ ڪئي هئي، ’سوريءَ مٿي سيڻ‘ ڏٺا هيائين، هن ڪَڙڳ ڪلول ڪندا ڏٺا ها. هن جو مشاهدو هو تہ ڪيئن ٿا ’ڪلهنئان ڪاتين‘ هُن ’ڪَرت ڪپار‘ ۾ ڏٺا ها ۽ هن جي ڪنن ۾ ’ڪِنجهو ڪنجهہ‘ ٻرندي رهي هئي، ۽ اهو سارو مشاهدو هن جي

روح ۾ سمي هن جي تحت الشعور ۾ هليو ويو جيئن واري مينهن جو پاڻي ڇهي ويندي آهي ۽ پوءِ هُن اُن جو شاعريءَ ۾ علامتي اظهار ڪيو آهي. ڀٽائي دنيا ۽ عقبيٰ جو مٽر ميلاپ اهي. هونءَ بہ تہ لوهار، ڪنيار، ميهار، پنهوار، صراف، سونارا ۽ ٻيا ماڻهو ۽ انهن جون پيشہ ور مصروفيتون هن جي شاعري ۾ علامتون ٿي آيون آهن. هر شيءِ خدا جو مظهر آهي. ذٽ ۽ ڏوٽي بہ خدا ۽ هن جي تلاش جي علامت آهن. تصوف جيڪڏهن ڪنهنجي شاعريءَ مان سچ پچ ٽپڪي ٿو جيئن ڪرڻ ڦل مان گلاب جو عرق ٽپڪندو آهي تہ اُهو ڀٽائي جي شاعريءَ مان ٽپڪي ٿو. مان چوان ٿو تہ:

”ڀٽائيءَ جي ولي الله واري حيثيت کي الڳ رکو، هو رڳو شاعريءَ جي ڪري بہ عظيم آهي پر جي ولي الله بہ اُن ۾ شامل ڪيو تہ ڀٽائي امير خسرو دهلوي ۽ نظام الدين اوليا ٻئي آهن.“

ماني کائي، اتڪل ٽين بجي ريسٽ هائوس وٽي ستاسين. سمهڻ ويل مون کي پولڪو لفظ ياد آيو. اهو عورت جي چاتيءَ تي پيل پرت سان پريل انگيءَ وانگر هو مونکي ياد آيو تہ اهو لفظ ويجهو مون جرمن ناول نويس ايرڪ ميريا ريمارڪ جي ناولن ۾ ڪٿي پڙهيو هو. مون ڀٽائيءَ جو هيئيون بيت بہ ننڊ کان اڳ ۾ ساريو:

> مَٽن ٽُٻڪ ٽبڪڙا، چڪندڙا اُچن،
> ڪُڙيون کهہ ڀِڪُليون، پَگهر سرِ پيرن
> اي وڙ ويڙهيچَن مون لوڏائين لڪنا.

ڇا تہ بيت هو! انگريز شاعر ازرا پائونڊ اِهو بيت ٻُڌي ها تہ سِسليءَ مان ٽپڙ ويڙهي اَچي گدڙي ۾ رهي ها.

مون سکر ۾ اچي آڪسفورڊ ڊڪشنريءَ ۾ ڏارين لفظن جي فهرست ۾ اهو لفظ ڏٺو هو تہ اُن ۾ لکيل هو:

POLKA: Tight fitting dress of a woman,
Used in french and German.
Origin unknown.

مان ڀانيان ٿو جڏهن سنڌ ۾ آريائي عورتون آيون هيون. اُهي پولڪا پائيندون هُيون. اُچار ۾ رتي بہ ڦيرگهير نہ هئي.

مون وٽ ويجهڙائيءَ ۾ هڪ آسٽريليا جي شاعره ايسٽيلا ڊراءِلئنڊ (Estella Dryland) ڪراچيءَ ۾ اُردوءَ جي باري ۾ معلومات لاءِ ايندي هئي. هوءَ منهنجو اردو شاعريءَ جو ڪتاب 'نيل ڪنٺھه اور نيم کے پتے' پڙهي ڏاڍو متاثر ٿي ۽ اُن مان ڪافي ترجما انگريزيءَ ۾ ڪيا اٿائين، جي ڪتابي صورت ۾ ڇپائڻ ٿي چاهي. (تازو ان سموري مواد جي ڪاپي مونکي آسٽريليا مان اماڻي اٿائين) مون کي ياد آيو ته 1947ع ۾ پهريون آسٽريليا جو رهواسي جو مون سان مليو هو سو سنڌي هو. خالد اسحاق هن کي منهنجي سپرد ڪري، پاڻ ڪنهن رجسٽريشن جي ڪيس سان هليو ويو. جڏهن مون هن کان نالو پڇيو ته هن ٻُڌايو:

"حاجي بدبو با (Haji Badoda)."

مون هن کي چيو اهو ڪهڙو نالو آهي؟

جنهن تي هن چيو ته:

"پاڪستان ٺهڻ کان ڪيئي سال اڳي، هو آسٽريليا ويو هو. ان وقت هن جو نالو حاجي عبدالله هو پر اُتي هن کي ماڻهو حاجي بدوبا ڪوٺيندا ها. هو رڍن جا ڪيئي ڌڻ جي چڏي هو وطن موٽي آيو هو، انهيءَ شرط تي ته سنڌ سرڪار هن کي دادوءَ ۾ ڪيئي ميل زمين ڏيندي جتي هو رڍون پالي سگهندو پر هو جنهن سرڪاري محڪمي ۾ ٿي ويو، مايوس ٿي پٺي موٽيو."

مون چيو:

"حاجي بدوبا! جن قومن کي غلامانه ذهنيت نه هوندي آهي، اُهي تاريا نالا اپنائڻ ۾ ڪيٻائينديون آهن ۽ پنهنجا نالا پاڻ چونديينديون آهن باقي رهيو توکي زمين ملڻ جو سوال، اُهو تنهنجو خواب خيال آهي جو تو ۾ وطن جي محبت پيدا ڪيو آهي. توکي ايترا پئسا هجن ته زمين بازاري اگهه تي خريد ڪري سگهين ٿو، باقي سڀ ڏٺا اٿي!"

مونکي اهو به ياد آيو ته هتي مور جهڙو خوبصورت پکي ۽ هرڻ جهڙو پيارو جانور ڪٿن نه بيدرديءَ سان ماريو وڃي ٿو. ڪنهن وقت ته شڪاري جيپ تي ايترا هرڻ ماريندا ويندا آهن جو هو شڪار ڪٺي به نه سگهندا آهن ۽ واريءَ تي اُنهن جي جميل رت لهندي سج کي دانهن ڏيندي آهي ته مون کي ٻو وهايو ويو آهي. سنڌ کي جيڪڏهن ڪا پِتَ لڳي آهي ته هرڻن ۽ مورن جي لڳي آهي. پوءِ منهنجي اک لڳي وئي مون ننڊ ۾ ڏٺو ته هڪ مورڻي مونکي

ڪارونجهر جي ڪور تي سڏي رهي آهي ۽ چئي رهي آهي ته:

”مان بار بار تو وٽ انسان جي روپ ۾ ايندس؟ ڇا تون مون کي يڪدم سڃاڻي سگهندين؟ ڇا تون گهنگهور گهٽا جيئن برسي، منهنجي رقص جو داد ڏيندين؟ پوءِ مون کي سڏيندي پنتي هتندي ٿي وئي....“

ايتري ۾ مون کي ڪوئي ننڊ مان اُٿاري ٿو. صبح جا اٺ وڄي چڪا آهن ۽ مسڪين جهان خان کوسو اسان سان ملڻ آيو آهي. مون يڪدم مُنهن ڌوتو ۽ ڪمري کان ٻاهر آيس.* هو ابراهيم سان حال احوال ڏئي رهيو هو. محمد بخش مجنون پنهنجي ڪتاب ’مسڪين جهان خان کوسو‘ ۾ هُن جي تُز تصوير چٽي آهي:

”ڪَرڙ وڏ، قد درمياني، جسم جو جانٺو، موڪري ماٺيٽي منهن تي سفيد سُهڻي چاپوئي سونهاري، اڇي جهڙي ٻُوهڙ، مٿو اڪثر اگهاڙو، ڪڏهن ڪڏهن سياري ۾ مُلن واري برقعي ٽائيپ ٽوپي، اونهاري ۾ ڪڇيءَ واري مولانا ڀاشاني واري ٽوپي، مليشا جا ڪپڙا، سي به ميلَ ۾ ڪڇ، هڪ دفعي پائڻ ڪانپوءِ سڄ ڪٿي يا ٻج ڪٽي. پاٿيهي ڳري سڙي پنهنجي پاڻ مان جند ڇڏائن ته واهه نه ته ٻيو ٿيو خير. ساڄي ڪُلهي تي پُناڙ ڪتابن ۽ اخبارن جي، کابي ڪَڇ ۾ به ٿي سير اخبارن جو پلندو ۽ اُن سان گڏ ’ٻاوريءَ جو گيڏيو‘ هٿ ۾ مس ڪيڙي، ڪُڙي پيچي سپاٽا ٿي ويل سليپرن سان، ڪِرٽ ڪِرٽ ڪندو، مٽيءَ جي اڻ مٽي کِهه اڏائيندو، ٽرين جا ولرن جا ولر پويان لايو، ڪنهن آفيسر ڏانهن واڪيندو ڪو ماڻهو ويندو ڏسو ته پڪ سمجهو اِهو آهي مسڪين جهان خان کوسو.“

موسم ۽ موقعي جي لحاظ کان اِن حليي نامي ۾ مناسب ترميم ڪري سگهجي ٿي. مون کي مسڪين ڏسي يڪدم حافظ جو هي شعر ياد اچي ويو:

خاڪساران جهان رابه حقارت مَنگرَ،
توچه داني ڪه دراين خاڪ سُواري باشَد.

(ترجمو:- جهان جي خاڪسارن کي حقارت سان نه ڏس،
تون ڇا ڄاڻين، ته متان اِن خاڪ ۾ ڪوئي سوار هجي)

لفظ ’جهان‘ جي بدران جيڪڏهن حافظ ’جهان خان‘ شعر ۾ لفظ وجهي ها ته شعر جو وزن ته ضرور ڪِري ها پر ان جي معنيٰ ڳري ٿي وڃي ها.

مسڪين جهان خان کوسي ۾ انڪساري، خودداري، هڪ ظلم تي بڌل ڪامورڪي نظام لاءِ بي انتها نفرت ۽ پنهنجي مظلوم عوام لاءِ بيحد محبت هئي. 'مجنون' کان بهتر هُن تي ڪير ٿو لکي سگهي! هن اسانکي ٻڌايو تہ جاگيرائي، شهريائي، چُنائي، جُمائي ۽ مَنيوال وغيره کوسا هتي رهندا آهن. اهي اڳي بہ ڌاڙا هڻندا ها ۽ اجا بہ هڻندا آهن پر أنهن مان ڪيترا سرڪاري نوڪر بہ آهن. هنن أهو ٻڌايو تہ ڪيئي بلوچ ۽ بروهي قومون ٿر ۾ رهنديون آهن پر هن جي دل پيلن، ڪولهين ۽ مينگهوارن سان آهي.

حشو ڪيولراماڻي جو مسعود کدر پوش جو دوست هو، جيڪو 1947ع ۾ ڪراچيءَ جو ائڊيشنل ڪمشنر هو. جڏهن هاشم رضا ڪراچيءَ جو ڪمشنر هو. مون کي ٻڌائيندو هو تہ مسعود جڏهن بمبئيءَ ۾ ڊپٽي ڪمشنر هو تہ هن جي اتان جي آدي واسين سان ايتري محبت ٿي وئي هئي جو هو پنهنجي فلسفي کي چوندو ٺي "پيل ازم جو فلسفو" هو. مسڪين جهان خان کوسو جو ست درجا سنڌي پڙهيل هو ۽ سپاهيءَ جي نوڪريءَ تان مستعفي ٿي، ٿري عوام جي خدمت ڪندو هو اهو بہ 'ڪولهي ازم فلسفي' ۾ اعتبار ڪندو هو. ان ڏينهن مسڪين ڏسي الائجي چو مونکي ويهين صديءَ جو عظيم ترين انسان جرمن ڊاڪٽر آلبرٽ شوائيزر ياد آيو هو، جنهن پهريون تہ پيانو ۽ آرگن تي مهارت حاصل ڪئي هئي ۽ باخ (Boch) جي سنگيت (Concert) ۾ ٻهرو وئندو هو، پر پوءِ اهو ناڪام سمجهي، هن علاج معالجي ۾ ڊگري حاصل ڪئي هئي ۽ مهذب دنيا کي تياڳي آفريڪا جي هڪ ڳوٺ ۾ ديرو ڄمايو هو، جو جڳ ۾ لمبامي (Lambame) جي نالي سان مشهور ٿيو هو. أتي هن انگ اگهاڙن، پيٽ ٻکين ڪارن لوڪن جي مفت علاج لاءِ وڏيون اسپتالون ٺهرايون هيون. هو 4 سيپٽمبر 1965ع تي 91 ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. هن جي وفات کان اڳ 'ٽائيم' رسالي هن کي 'دنيا جو عظيم انسان' لکيو هو.

هو واقعي هن صديءَ جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو هو. معزب جي سفيد فام ڊاڪٽر لاءِ آفريڪا جي سياه فام مخلوق کي پنهنجي زندگي سپرد ڪرڻ وڏي ڳالهہ آهي. انقلاب وڏي ڳالهہ نہ آهي. تاريخ چنٽيءَ طرح ڏيکاريو آهي تہ انقلابي اقتدار ۾ اچي، اقتدار کي برقرار رکڻ لاءِ لُنءَ ڪانداريندڙ بربريت تي لهي اچن ٿا. أهي انسانيت جا محسن سپهہ سالار نہ آهن، نہ أهي انسانيت جا خدمتگار

آهن. اهڙين برابر آهي تہ آلبرٽ شوائيٽزر نہ فقط اهلِ دل هيو پر هن جو انساني مسائل تي غور ۽ فڪر بہ بي مثال آهي ۽ هو ڪافي ڪتابن جو مصنف بہ آهي. هن جي پنج سئو صفحا سوانح عمري جيمس برابزون (James Brabzon) لکي آهي، جو آفريقا ۾ ڄايو هو ۽ تعليم لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ ورتي هيائين ۽ بي- بي- سيءَ تي ڊائريڪٽر ۽ ٽي- وي پروڊيوسر بہ آهي. جيمس برابزون پنهنجي ڪتاب جي صفحي 242 تي هُن جو لکيل هينيون ٽڪرو ڏنو آهي:

”غور ڪندي مونکي تعجب آيو تہ مون کي انهيءَ فلسفي جي مرڪزيت گرفت ۾ آڻي هئي جو انساني تهذيب و تمدن ۽ دنيا جي شعور تي ٻڌي وئي آهي. مان ان جي اندرئين تهہ تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي پر واري واري سان مونکي اها ڪوشش ڇڏڻي پئي. مون نظريو تہ اکئين پئي ڏٺو پر اهو منهنجي پڪڙ ۾ نہ پئي آيو ۽ مان ان کي ٻوليءَ ۾ اظهاري نہ ٿي سگهيس.

انهيءَ ذهني ڪيفيت ۾ مون کي هڪ نديءَ ۾ ڊگهي سفر لاءِ وڃڻو پيو. مان پنهنجي زال سان گڏ پنهنجي صحت ۾ سڌاري لاءِ ڪيپ لوپيز (Cape Lopez) جي ساحل تي رهيل هوس. اهو 1915ع جو سيپٽمبر مهينو هو، مونکي نگومو (N.Gomo) ۾ هڪ تبليغي پادريءَ جي بيمار زال مادام پيلو (Pelot) کي نديءَ جي اوپار هڪ سئو سٺ ميل پري چڪاس ۽ علاج لاءِ وڃڻو پيو. مون کي وڃڻ لاءِ هڪ ننڍڙو اسٽيمر مليو، جنهن تي پيهہ هئي ۽ جو ڇِڪڻ وارو هو. مون ڪانسواءِ اسٽيمر ۾ مقامي ماڻهو ها پر انهن ۾ منهنجو لٽمبرين وارو دوست 'ايمل اوگوما' بہ هيو، ڇاڪاڻ جو مان تڪڙ جي ڪري، پنهنجي سفر لاءِ پورو ڪاڌو خوراڪ نہ ڪٺي سگهيو هوس، انهيءَ مونکي پنهنجي هانديءَ مان ڪجهہ ڪاڌي لاءِ آڇيو. آهستي آهستي اسان اوپار ويندا رهياسين ۽ ڏکيائي محسوس ڪري رهيا هياسون ڇوتہ اها خُشڪ موسم هئي ۽ واهڙهيو وارياسن ڪنارن وچان. مان اسٽيمر جي ڊيڪ (Deck) تي پنهنجن خيالن ۾ غرق ويٺو هوس ۽ اخلاقيات لاءِ اُهو ابتدائي ۽ آفاقي اصول تلاش ڪري رهيو هوس جو اجا تائين مان پنهنجي فلسفي ۾ ڳولي نہ سگهيو هوس. مون ڪيئي پنا ڪارا ڪيا ها جيئن ڪنهن نتيجي تي پهچي سگهان. ٽي ڏينهن سنجها سَمَٺہ هڪ دريائي گهوڙن (Hippopotamuses) جي ميڙ مان اسان کي لنگهڻو پيو. اوچتو منهنجي من ۾ ڪي وچ وانگر ٻول ٻُريا، جي هونءَ تہ ڪن جن نہ هيا ۽ اُهي هيا 'Reverence for Life' (زندگيءَ لاءِ احترام)،

لوهي دروازو ٺٺي پيو هو. ٻوڙن مان واٽ پڌري ٿي پئي. هاٺي مون کي اهو نظريو ملي ويو هو، جنهن ۾ جهان ۽ زندگيءَ جي اثبات ۽ اخلاقيات لڳو لڳ هيا. هاٺي مون ڄاتو آهي تہ اخلاقي دنيا ۽ زندگي جي اثبات ۾ اُهي نصب العين جن تي تهذيب ٻڌي وٺي آهي، ڇا آهن."

مسڪين جهان خان ست درجا سنڌي پڙهيل هو. هو خود مصنف نہ هو ۽ هن جي سوانح حيات هڪ مختيارڪار محمد بخش 'مجنون' پنهنجي مخصوص انداز ۾ لکي آهي، پر مسڪين جي نسبت بہ فقط 'خاڪ' سان نہ هٺي پر 'عالمِ پاڪ' سان بہ هٺي، جي انسانذات جي بي لوث خدمت، رنگ، نسل، قوميت ۽ مذهب جو خيال نہ رکي ڪٺي وڃي ۽ ماڻهو سان ڏک درد ونڊا ڪنهن غرض يا مطلب جي ورهايو وڃي تہ ان ڪان بهتر عبادت ٻي نہ آهي ۽ انسانيت لاءِ احترام ڪان وڌيڪ ٻي وڏي عظمت جي نشاني نہ آهي. بين الاقوامي سطح تي آلبرٽ شوائيٽزر ۽ قومي سطح تي مسڪين جهان خان اهڙا ماڻهو آهن جن جي زندگيءَ جي لانگ مارچ ماٺوءَ ڪان بنهہ مختلف آهي. انهن ڪنهن کي ڏک نہ ڏنو آهي، فقط سَنو آهي.

بين الاقوامي سطح تي مونکي بہ ٻيا انسان بہ سُجهي اچن ٿا. جي اٺين ڳياڙي نہ هٺندا ها جيٺن انقلابي هٺندا ها ۽ اُهي ها گانڌي ٻيو مارٽن ليودر ڪِنگ جونيئر. انهن ٻنهي لاءِ نوبل انعام تہ ٺهہ آپر ٻيو ڪوٺي بہ انعام انسانذات هٺن لاءِ ڏيڻ جي اهل نہ آهي. پنهنجي زندگيءَ ۽ موت سان هنن عالم جي جريدي تي اَمٽ مُهر هنٺي آهي. مارٽن ليودرڪنگ کي آڪٽوبر 1964ع ۾ ۽ آلبرٽ شوائيزر کي نوبل پرائيز تہ ملي پر اهڙن شخصن جا انعام ازل ۾ آهن. ڌن دولت سان انهن جو قدر نہ ٿو ڪري سگهجي. ڪنهن چيو آهي تہ وڻ جي اوچائي جي پوري ماپ تڏهن ٿي سگهجي ٿي جڏهن اُهو ڪيرايو وڃي ٿو. خود آمريڪا جي نيگرو ليڊر مارٽن ليودرڪنگ جونيئر چوندو هو تہ:

"جيڪڏهن ڪوٺي انسان ڪنهن ڳالهہ لاءِ نہ ٿو مري تہ هو جيئڻ جي لائق نہ آهي."

14 اپريل 1968ع تي هن کي نسلي فساد ۾ ميمفس ٽينيسي (Memphis Tennessee u.s) ۾ گولي هٺي ماريو ويو هو.

اسان وٽ باچا خان جو مثال ڏسو. هن جي آپ بيتي اردوءَ ۾ جنوري 1991ع ۾ ڇپي ۽ مونکي منهنجو نوجوان مداح قاضي عمر تحفي طور ڏني

ويو هو. هو نہ رڳو پنهنجي راءِ جو پچاڙيءَ تائين بي باڪيءَ سان اظهار ڪندو رهيو پر هن خدمتِ خلق جي ڪري ڇا نہ سَنو. اُن جو اُهو ڪتاب هڪ عبرتناڪ داستان آهي. اهڙا ٻيا بہ ڪيئي انسان اهن، جن سڀ ڪجهہ پنهنجي سِر تي سهي ديس جو نيتارو ڪيو آهي. مسڪين جهان خان بہ عوامي زندگي اَپنائي نہ هئي پر هو شروع کان ان زندگي جو حصو هو، هن پڇيرو ۾ ويهي بيل گاڏيءَ سان همدردي نہ ڪئي هئي.

اسان ريسٽ هائوس ۾ ناشتو ڪري جيپ تي پن چڪي ڏسڻ نڪتاسون جا نگرپارڪر کان ميل پري ڪنهن مغربي ملڪ امداد ۾ ڏني هئي. شايد ٽر ۾ اهڙيون چار پَن چڪيون لڳي چڪيون هيون يا لڳنديون هيون. چانگ مون کي نگرپارڪر جي ماکيءَ جون بہ بوتلون ۽ هڪ بوتل رشيد ڀٽيءَ کي تحفي طور ڏئي اسان کان موڪلايو. مون جڏهن سکر ۾ ماکي ناشتي لاءِ پيتي هُئي تہ ان مان ڪجهہ مُئل ڪِوليون نڪتيون هيون. مون جڏهن رشيد ڀٽيءَ کي اها ڳالهہ ٻڌائي تہ هن چيو:

”جي تون اِها ماکي نہ کائين تہ مون کي ڏي. مان اُن کي ڪپر ڇاڻ ڪري ڪِوليون ڪڍي وٺندس.“

مون هائو ڪئي تہ هو منهنجي گهران اچي ماکيءَ جون ٻئي بوتلون کڻي ويو ۽ پندرنهن ڏينهن ۾ هو ٽئي بوتلون کائي ويو. ڀٽي کائڻ جو ملهہ مڙس هو، پر نيٺ کاڌو هن کي کائي ويو ۽ هو ذيابيطس ۾ گذاري ويو.

’اڄ پڻ اڪرين سڄڻ پنهنجا سارِيا....‘

رشيد ڀٽيءَ جي وڇوڙي جي ڳالهہ نڪتي تہ اکيون پرجي آيون ۽ مون ڀٽائيءَ جو مٺيون شعر ڳُوري آواز سان پڙهيو.

پن چڪي ڏانهن ويندي اسان سان هڪ تپيدار بہ رستي ڏيکارڻ لاءِ ساڻ هو. هن رستي تي هڪ لوڙهي پرسان جيپ روڪرائي. پريان لوڙهي جي پڌر ۾ ڪونيٽ جي وڻ لڳ هڪ گوري رنگ واري نهايت خوبصورت ڇوڪري نظر آئي. هن کي رنگين گهاگهرو، ڪنجرو ۽ چُني پئي هئي. ڪنجري تي ريشم جو پرت پريل هو ۽ ٽڪون مڙهيل هيون. هن هرڻ جي سڱن جون ڦُلڙيون پاتيون هيون، جن تي چٽ نڪتل ها. ٻچيءَ ۾ هن کي تاڻت، پيرن ۾ چانديءَ جون ڪڙيون ۽ ڪڙهوليون پيون هيون. جڻ تہ هوءَ

تپيدار لاءِ اڳيئي تڪي رهي هئي. اسان کي تپيدار ٻڌايو ته:
”هي ريباري قوم جا ماڻهو آهن ۽ مونکي هن ڇوڪريءَ کي هن جي پيءُ لاءِ نيائو ڏيڻو آهي.“

ڇوڪري منهنجي دل ۾ پيهي وئي ۽ پوءِ بار بار منهنجيءَ شاعريءَ ۾ جهرڻي وانگر ڦٽي نڪتي آهي. تپيدار هن سان ڏهه پندرنهن منٽ ڳالهائي جڏهن موڪلايو، تڏهن هن جي منهن تي مُرڪ اڀري لڳي رهي هئي جيئن ڪونيئڙ جي تازن پنن تي مُرڪ هوندي آهي.

ڪيئي سال پوءِ مون هن کي ماسڪو جي پيڪنگ هوٽل ۾ ڏٺو هو. هوءَ روسي هئي، فرانس جي ’انسٽيٽيوٽ آف فارين لئنگويجز‘ جي گريجوئيٽ ارينا، جنهن پيڪنگ هوٽل ۾ منهنجي ڪمري جو در کڙڪايو هو. مان هن کي ڏسي وائڙو ٿي ويو هوس. ساڳيو رنگ روپ، ساڳو قد ڪاٺ، ساڳي نرم ملائم مرڪ، جنهن ۾ هن جا چپ چميءَ لاءِ آتا ها. هن ٻڌايو ته روسي اديبن جي بيورو کيس موڪليو آهي ته هو اسان جي ماسڪو کان دوشنبي تائين ۽ واپسيءَ تي رهنمائي ڪري. هن چيو ته هن جو گهر ماسڪو کان سٺ ميل پري آهي ۽ هن کي جلدي اُتان سفر لاءِ سامان ٻڌي اچڻو آهي. هن کي سرڪاري ڪار آهي ۽ جي مان به هن سان هلان ته هوءَ مون کي ماسڪو جي مضافات جو چڪر هڻائي ايندي. مون هائو ڪئي ۽ هن سان گڏجي ويس. ڇا اٿين ٿي سگهي ٿو ته به انسان هوبهو هڪجهڙا هجن يا اهو منهنجو وهم هو!

ڪار ۾ اسان فرينچ ادب تي وڪٽر هيوگو کان وٺي سمون دي بوآر ۽ سارتر تائين ڳالهايو. هن مونکي ٻڌايو ته روسي اديب زواگو تان بندش هٽائڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن. جڏهن مون هن سان روسي ادب تي ڳالهايو ته هوءَ حيران ٿي وئي ۽ چيائين ته توکي روسي ادب جي مونکان به گهڻي ڄاڻ آهي. ايتري ۾ سندس گهر اچي ويو. به ماڙ تي هڪ ڪمري جي فلئٽ هئي. گهڻو سرو سامان ڪونه هو ۽ پٽ ۾ ڪوڙيل رَڪَ تي ٽي چار ڪتاب رکيل ها. هن پنهنجي سفر لاءِ ڪجهه ڪپڙا ٿيلي ۾ ڪنيا ۽ هيٺ لٿي. واپسيءَ تي اسان روسي معاشري، ادب ۽ خاص ڪري ٽالسٽاءِ، دوستووسڪيءَ ۽ شولوخوف تي ڳالهائيندا آياسين. هوءَ تاشقند تائين سفر ۾ منهنجي نهايت گهري دوست ٿي وئي ۽ پوءِ مون هن تي هڪ نثري نظم به لکيو هو. هن جي باري ۾ وڌيڪ روس جي سفرنامي ۾ لکندس.

”هي ڪير آهي، جنهن منهنجي پاند ۾ ايترا گُل ڦٽي ڪيا آهن؟“
مون سوچيو هو ۽ سوال مون کي ڪافي بي چئن ڪيو هو!

ريباريءَ جي گهر وٽان اسان پن چڪيءَ وٽ آياسين. مون سوچيو تہ آمر هڪ نانگ وانگر اُبرڪا ڪري رهيو آهي ۽ ڪنوڻ ڪڏهن متس ڪڙڪندي؟ سياست ۾ پنج فيصد بعيد از فهم جُزا (Imponderable factors) هوندا آهن. رستي تي پيرن اگهاڙا ڪولهي، ڀيل ۽ مينگهواڙ نظر اچي رهيا ها. افسوس آهي تہ انهن دراوڙي قومن تي سنڌيءَ ۾ ڪو مفصل ڪتاب نہ لکيو ويو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ خورشيد قائم خاني ان موضوع ’بهٽڪتي نسلين‘ نالي ڪتاب اردوءَ ۾ لکيو آهي پر پوءِ بہ پڙهندڙ اڃارو رهجي ٿو وڃي. مون ٽاڊ جو 'Annals and antiquities of Rajisthan' اٿلائي ڏٺو تہ ان ۾ فقط ڀيلن تي بہ ٽي سٽون هيون. ايترو مان چوندس تہ هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي ثابتي آهي تہ اتي دنيا جا نهايت مهذب انسان رهندا ها. اماري دي ري ڪور (Amaury de Rei Court) جي ڪتاب ’هندستان جي روح‘ (Soul of India) ۾ مون هڪ هنڌ پڙهيو تہ:

آريا وحشي ها ۽ سنڌ جا اصل باشندا جن کي اهُ- آريا سڏيو وڃي ٿو مهذب ها. آرين حملا ڪري سنڌ جي واديءَ ۾ شهر مسمار ڪري ڇڏيا، اُتان جي پنچائتي سرشتي جي پيچده سماجي تاڃي پيٽي کي تار تار ڪَري ڇڏيو، انهن جي انتظامي لياقت کي نهوڙي نيو ۽ زندگيءَ جي معيار کي ڇيٽاڙي، ڇيڀائي ڇڏيو. شهر ڦُريا ويا ۽ ساڙي رک ڪيا ويا. پهريائين زنا ۽ پوءِ فاتح ۽ مفتوح خاندانن ۾ شاديون ٿيون. آريا قوم هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيب کي ائين لتاڙيو جيئن وحشي ٽيوٽاني قوم (جرمنيءَ جي قديم باشندن کي Teutonic چوندا آهن.) رومن قوم کي ڪچليو هو. زندگيءَ جا مهذب معيار اچي پَٽ پيا. ماڙا پيجي پُري ويا، نيون آٽاوتون رَدي هيون، گهٽين جي مهاڳن کي واريو ويو، ڪوئيون سوڙهيون ٿينديون ويون ۽ اُنهن جا رهواسي وڌندا ويا. ڪندرن جي وچ ۾ وحشي آرين پنهنجون جهوپڙيون اڏيون، سِرون بي ڌيانيءَ سان پچايون، رستن ۾ اجايا ورورڪڙ ڪيا، فرش اُکڙي ويا ها ۽ رهائشي جايون گندا پاڙا ۽ ڊوند واڙا ٿي لڳيون. هرشيءِ مان تخريب جي بوءِ ٿي آئي. انهن بي جان شهرن جي ڪندرن ۾ ڪائين جا پونگا ناهيا ويا. هڙپا ۽ موهن جي دڙي جا ماٿهو انهن وحشين اڳيان بيوس نظر آيا، انهن جي شهري زندگي ٻهي پئي ۽

انهن لاءِ اونداهو دؤر شروع ٿي ويو. جڏهن آريائي حملہ آور آيا تڏهن انهن ساري تاريخي ثابتي مٽائي ڇڏي، اتان جي لپي ميسارجي وئي ۽ آريا قوم کان اڳ جا ڪاناوان ماندائا پڇي پري ويا، انهن جو نانءُ نشان نہ آهي. حملي آور جيئن آيا تيئن انهن تاريخ ڏانهن بي پرواهي ڏيکاري، جا ڳالهہ پوءِ سنڌ ۽ هند جي نفسيات ۾ شامل ٿي وئي. وحشي آريا قوم ڪا يادداشت نہ ڇڏي هئي. انهن چينين وانگر تاريخي رسالا بہ نہ ڇڏيا ها. رڳو ڏند ڪٿائون ڇڏيون هيون. وقت جي دائري اندر تاريخ کان پري ازلي ۽ ابدي ڪهاڻيون، جن جو تصور ۽ حقيقت خلط ملط آهن. انهي طرح اسانکي آريا قوم جو ادبي شاهڪار 'رگِ ويد' مليو، جنهن مان هند جي تاريخ جو اونداهون دؤر گهڙي يا جوڙي ٿا سگهون.

رگ ويد هومر جي آديسي (Odyssey) ۽ اليڊ (Iliad) وانگر آهي. اهو سنڌ ڌرتيءَ جي رهواسين ۽ باهران حملي ڪندڙ جي وچ ۾ جنگ جو آريا قوم جي نڪتہ نگاهہ کان رنگا رنگ ۽ بي بها داستان آهي. آرڪيالاجي (وستو وديا) جي ذريعي جو ٿورو گهڻو مواد مليو آهي، اُن تي اهو بڌو ويو آهي ۽ ان کي غور سان پڙهبو تہ اونداهي دور جي چڱي پروڙ پئجي سگهندي پر ان لاءِ تاريخي مواد ڪونہ آهي. اهو اسانکي رڳو وير- چرتر ڪٿائون، پڇن، گيت، منتر، پربوڌ ۽ پرارٿنائون ڏئي سگهي ٿو. ڪنهن مهل اُهي اتم ۽ اوچيون آهن ۽ ڪنهن وقت اَلهڙ ۽ ٻارائيون آهن. رگ ويد کي غور سان جاچڻ سان هي صورتحال اڀري اچي ٿي:

ڊگها، گوري رنگ وارا وحشي آريا، ڳؤريون زرهون پائي سنڌ ۾ پنهنجن گهوڙن تي سوار ٿي آيا ۽ انهن کي لوهہ جا جنگي هٿيار هيا جي هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي سڌريل ماڻهن وٽ ڪونہ ها ۽ هنن پهريون پيرو ثابت ڪري ڏيکاريو تہ بربريت ۽ جنگي سَري سامان ۾ فوقيت ۽ بالادستي ساٿ ساٿ رهي سگهن ٿا. انهن ماڻهن ٻيڻ ۽ ڪار وَنن داسن کي نفرت سان ڏٺو، جن هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي سيپتا کي جنم ڏنو هو. فاتح پَرت، يادوَ، درهيا، پور وغيره هيا ۽ انهن هند جو ڪافي حصو والاريو هو، جيئن گوٿ (Goths)، وزي گوٿ (Visigoths)، لومبارڊ (Lombards)، فرئنڪ (Franks) ۽ ونڊل (Vandal) قومن بہ هزار سال اڳ رومن سلطنت والاري هئي. انهن آرين جا هيرو کشتريا (کتري) هيا ۽ انهن جو ديوتا اندر هو، جو پنهنجي رٿ ۽ پنهنجي ڌنش سان وڙهندو هو ۽ هن جي پنيان پيادا ويڙهاڪ هوندا ها.

پروهت، ويد، پوپا، انهن جي ڪڌ سمجهيا ويندا ها.“

اها ڳالھہ مٿي ذڪر ڪيل مصنف لکي اهي، جو فرينچ آهي. ساڳي ڳالھہ ڊاڪٽر مبارڪ علي چئي آهي جو منهنجي وقت ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ پروفيسر هو ۽ پاڪستان جو گهري ۽ دور رس نگاھہ وارو تاريخ دان آهي. هن تاريخ سنڌ (عرب دؤرِ حڪومت) ۾ صفحي 7 تي لکيو آهي؛

”جڏهن فاتح قوم پنهنجي تاريخ لکندي آهي، تڏهن مفتوح قوم جي نقطہ نظر کي ان ۾ بلڪل دخل نہ هوندو آهي ۽ حق انصاف کي (فاتح قوم) پنهنجي پُڙ ۾ رکندي آهي.“

’هند جي روح‘ ۾ بہ هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيبَ بہ انهيءَ نظرئي سان شروع ڪئي وئي آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ٽر جي ڪولهين، ڀيلن ۽ مينگهواڙن جي ڀهاڪن مان مون کي هڪ سٽ ياد آئي؛

”ڏکڻ مينهن نہ وسڻا جي وسي تہ ٻوڙي“

۽ سوچيو تہ ڇا ڏکڻ کان مينهن وسندو؟ منهنجو من ڪنهن چوڏول ۾ ڀانواٽي کائي رهيو هو؟ غالبا اُتان ئي اسان پالوا وياسين جتي مارئيءَ جو کوھہ ۽ پٽر جي ڪونڊي اڃا تائين موجود آهي. مارئيءَ کي سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري، خاص ڪري ڀٽائيءَ جي شاعريءَ، ائين امر ڪيو آهي، جيئن هومر هيلن آف ٽرائِ کي امر ڪيو آهي. مون اڳ بہ ڪٿي لکيو آهي تہ مارئي هڪ سادي سودي پنهوار هجي ها ۽ هُن جو ويس پڙو، ڪنجري، چني ۽ لوئي هجي ها جا کوھہ تان گهڙو پريندي ٻيءَ ڪنهن پاٿياريءَ وانگر لڳي ها، هو مرهيلن کي هيلن ڪيو هو. ۽ هوءَ يونان جي تاريخ جو اَمٽ حصو ٿي وئي هئي. ائين ضرور آهي تہ ڀٽائيءَ لاءِ مارئي جسم ۾ روح جي علامت هئي، پر مون تہ اُن ۾ سنڌ جي ڌرتيءَ سان وحدت الوجود جي ڪيفيت سمائي هئي ۽ ڀٽائيءَ جا جديد شارح بہ هن کي سنڌ جي علامت ڪري ڪم آڻن ٿا پر ڪي نادان سياست دان ڀٽائيءَ جي تصور کي ٽوڙي مروڙي پنهنجي سياسي مقصد لاءِ ڪم آڻن ٿا ۽ اهو وساري ٿا ڇڏن تہ ڀٽائيءَ جي دؤر ۾ سنڌي حڪومت ڪندا ها ۽ ڀٽائيءَ لاءِ مارئي جو قيد، قفسِ عنصري ۾ انساني روح جي قيد جي علامت هو. ائين نہ هو تہ ڪيت سين کي مارو ڪنا ڪري عمر جي ڪوٽ تي يلغار ڪئي هئي ۽ مارئيءَ کي قيد مان آزاد ڪرايو هو. مارئيءَ جي

قيد مان رِهائي بہ ڪنهن سياسي اهميت جي حامل نہ ٿي ٿِي سگهي، ڇو تہ عمر هن کي پيڻ سمجهي ازخود رِها ڪيو هو.

پر شاعر ۽ اديب کي اهو حق آهي تہ هو ڪنهن بہ ڪهاڻيءَ کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿو جيئن يوناني شاعر ڪازان زاڪس پنهنجو طويل نظم يوليسز (Ulyssess) جديد انسان جي ذهني ڪشمش کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪم آندو آهي پر ڪنهن وقت اهو استعمال غلط بہ ٿي سگهي ٿو جيئن احمد سليم مشتاق صوفيءَ تي تنقيد ڪندي لکيو آهي تہ:

”دُلا ڀٽي تہ هڪ ڌاڙيل هو ۽ پنجاب جو هيرو نہ ٿو ٿي سگهي ۽ پنجابي شاونسٽ هن کي ان مطلب لاءِ ڪم آڻي رهيا آهن.“

مان ڪنهن همعصر انقلابيءَ لاءِ ڪجهہ نٿو لکان. هجي ڪوئي هوڇي منهہ جهڙو تہ هن جي موافقت يا مخالفت تي وقت ضايع ڪيان. جي ڪنگن ڪالوري، اڇو پاڻي لڙڪيو آهي، (شايد ان لاءِ تہ اهو گهرو نظر اچي) تہ پاڻ اهو سَر ئي ڇڏي ٿا وڃون. فن جي صاف شفاف جهيل تي مون پرتري هريءَ کان وٺي پٽائيءَ تائين فقط هنج ڏٺا آهن. جن کي هڪ روسي اندر سيڪريٽريءَ جيترو جدلياتي دماغ بہ ڪونہ آهي، اُنهن تي وقت جو زيان اجايو آهي. ادب مان هيڏانهن هوڏانهن نالا هٽ ڪري ادبي تنقيد رڳو ڳيرو پنيلائي سگهندي آهي. پنهنجو سيني جو پاڻي ڪچيل آهي ۽ ڇاڇر ۾ ڇيرون هڻڻ واري کي پريان پرکي ٿا وٺون. خير، مونکي نقاد ٿيڻ جو هرويرو شوق نہ آهي ۽ نہ ڪنهن جي سياست جي سطحيت ۽ ڦرتيءَ گهرتيءَ کي واڪو ڪرڻو آهي. مدد خان جا سپاهي پٽائيءَ کي نہ سمجهي سگهن ها يا هن کي گهٽ وڌ ڳالهائن ها تہ هن کي ڪير ميار ڏئي ها. آخر نمڪ حلال جو هيا! بهتر آهي تہ پنهنجي ڪمري ۾ پٽ وسائجي. آواز طوطي جو هجي يا بلبل جو، نقاره خاني کان دور هجي تہ بهتر آهي. هونءَ مون تہ لفظ 'نقاد' قاف قلم سان نہ ڪاف ڪتي سان لکيو آهي، پر ڇچڙن ڪڍڻ لاءِ ڪُتي جو ڪن ڪپڻ غلط آهي. ڇڏي ڏجين تہ وينا پنهنجا ڦٽَ لَڪين!

مون احمد سليم کي چيو هو تہ اسان وٽ مارئي مزاحمت جي علامت نہ آهي پر هن کي آزادي عُمر خودبخود آڇي هئي. ائين آهي تہ هن عمر کي ويجهو اچڻ نہ ڏنو هو ۽ وطن کي واجهائي ساهہ ڏيڻ بهتر سمجهو هو. اسان وٽ ڪيت سين بہ هڪ بي جان ڪردار هو، پر هير تہ رانجهوءَ سان گڏ جان

ڏني هئي. اهي ٻئي ڇاجي علامت آهن؟ فقط پنجاب جا روميو جوليٽ آهن يا انهن جي ڪردار مان ٻي بہ ڪائي علامت اُڀري ٿي؟ ۽ جي شاهہ لطيف جي شاعريءَ جي روحاني پهلوءَ کي ڏسجي ٿو تہ مارئي جي انسان جي روح سان تشبيهہ سُجهي اچي ٿي ۽ زندگيءَ جي قيد و بند ڏانهن ڌيان وڃي ٿو. جيئن غالب چوي ٿو:

قيدِ حيات وبندغم اصل ميں دونون ايک هيں،
موت سے پهلے آدمي غمِ سے نجا پائے کيون؟

پر ان حالت ۾ عمر ڪير هو؟ ڇا هو زندگيءَ جي جبر سان مشابہ هو. جي ها، تہ هن پنهنجو پاڻ مارئي کي مارئي جي جيئري رهائي ڇو ڏني؟ مان ڀانيان ٿو تہ شاهہ جي شاعريءَ مارئيءَ کي مارئي بڻايو آهي نہ تہ هوءَ هڪ ٻهراڙيءَ جي عورت هئي جا وڏيرا روز ڀڄائي ٿا وڃن. هوءَ علامت ٿي وئي پر ڇاجي؟ ۽ عمر ڇاجي علامت هو. اها ڳالهہ مونکي اڃا تائين سمجهہ ۾ نہ آئي آهي!

مارئيءَ جي ڪونديءَ پرسان ڪيئي آڪ ها. جن مان اڪثر آڪن جون ٽاريون سُڪل هيون ۽ ڪجهہ مارو انهن جا اڇا ٽاندورا ڪٺا ڪري رهيا ها. جن مان هٺن کي 'اڪوارو' ٺاهٺو هو. جنهن مان ڪافي مضبوط رسا ۽ وريون وٽجي ٿي سگهيا. اڪ جا ٻوٽا اُتر ۾ بہ جام ٿيندا آهن ۽ انهن جون نيرڙيون ڦلڙيون مون کي ڏاڍو وڻنديون آهن. مون پنهنجي هڪ نثري شاعريءَ جي مجموعي جو نالو، 'اڪ جون ڦلڙيون پيچ پنيءَ' رکيو هو پر اُهو ڪتاب مون ڇپائيءَ کان پوءِ خود وڪري لاءِ نہ آندو ۽ ان مان ڪجهہ چونڊ ٽڪرا اُتم جي 'نئين دنيا' ۾ آيا ها ۽ ڪجهہ پوءِ 'پٽڻ تو پور ڪري' ۾ ڏنا ويا ها. وري 1988ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪشنس پاران فيروز ميمڻ هڪ شاعريءَ جو مجموعو ڇپايو، جنهن جو نالو 'اڪن نيرا ڦُليا' رکيو هيو.

اتم ۽ سندريءَ سان منهنجي ملاقات اُن ٽر جي سفر کان اڳ بمبئيءَ ۾ ٿي هئي. هو مون وٽ آيا بہ ها ۽ ڏهاڪو ڏينهن مون وٽ سکر ۾ مهمان هيا. مغل ستارخان سندن آبل واهہ تي دعوت ڪئي هئي، جتي واهہ جي وٽن ۾ رسي ٻڌي اسان وِهتا هياسين. رسي ان لاءِ ٻڌي هئي سين جو اسان مان جي اڻ تارون هيا اُن ۾ هٿ وجهي سگهن. مان تہ سنڌ واهہ جي هڪ پاسي کان ٻي پاسي تائين تري سگهندو هوس. سندري وشنو آهي پر اُتم کي دعوت ۾

جيراندي ڏاڍو وٺي. هڪ ڏينهن پٽي اُتم کي ساميءَ جو گهر ڏيکارڻ شڪارپور وٺي ويو هو. ساميءَ جو پوٽو پورن پڳت مون تڏهن ڏٺو هو جڏهن منهنجي عمر ڏهہ ٻارنهن سال هئي. ڪجهہ ڏينهن اڳ دولت مهتاڻيءَ جي مالي مدد سان ابراهيم جوڻي ناگراڻيءَ واري 'ساميءَ جي سلوڪن' تي لکيل ٽئي جلد ڇپايا ها. ڇپائي ۾ گيٽ- اَپ ناهوڪو هيو ۽ ٻئي پڪا جلد هڪ باڪس ۾ هُئا، جيئن گهڻو ڪري مغرب ۾ ڪتاب ڇپبا آهن. پوءِ هڪ تقريب ڪئي وئي، جتي مون کي ابراهيم 'وڏو' ڪري مٿي ويهاريو، چوتہ هو پاڻ ڪتاب جو مصنف هيو. مون سنڌيءَ ۾ ٻهريون پيرو ڪلاڪ ڪن زباني تقرير ڪئي ۽ مون محسوس ڪيو تہ اُن ۾ ايتري رواني هئي جيتري منهنجن انهن بهترين تقريرن ۾ هوندي هئي جي مون هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيون هيون ۽ جن جي ڪري مون کي وڪالت ۾ ڪافي شهرت حاصل هوندي هئي.

اتم انهيءَ زماني ۾ 'نئين دنيا' منهنجي بِلي رکي هئي ۽ نہ رکو منهنجو غزل:

'بي موت مئا، تولاءِ ڪُئا انسان هزارين مان نہ رکو'

سنڌي حلقن ۾ اڳ وانگر ڦهلجي ويو هو پر پوءِ هن منهنجا شاعري جا ٽي ڳٽڪا جي مون ٽر جي سفر تان موٽي لکيا ها 'جل جل مشعل جل جل' 'هي گيت اجايل مورن جا' ۽ 'رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي' جي ڇپائيءَ لاءِ نئين دنيا جا ٽي انڪ سيڙايا ها. انهن شاعريءَ جي مجموعن کي ڪجهہ ٻين شعرن سان گڏ مون 'وڄون وسڻ آيون' جي نالي سان ڇپايو ۽ ان ۾ آيل نظم وغيره مون ساريءَ سنڌ ۾ سفر ڪري، ڪيترن ئي هنڌن تي پڙهيا هئا ۽ جن مون کي نوشڪيءَ کان پشاور تائين هڪ شاعر جي حيثيت ۾ مشهور ڪيو هو. انهن ون يونٽ خلاف تحريڪ کي ايتري تقويت ڏني هئي جو انهن جا ترجما پڙهي نہ رکو مون تي مرحوم حبيب جالب ۽ مرحوم گل خان نصير ۽ اجمل خٽڪ جو پشتو جو وڏو شاعر هو نظم لکيا ها. ۽ جڏهن مرڪزي حڪومت پنديءَ ۾ پٺاڻن تي فائرنگ ڪرائي هئي، تڏهن اجمل خٽڪ ڪابل ڀڄي ويو هو ۽ جڏهن اُتي ڪميونسٽ حڪومت ڦهڪو ڏئي ڪري هئي تڏهن پاڪستان موٽي آيو هو ۽ ولي خان جي جاءِ تي هُن جي پارٽيءَ ۾ اڳيئن نئشنل اسيمبليءَ جو اهم رڪن هو. انهن بہ مون تي نظم لکي عوامي جلسن ۾ پڙهيا هيا ۽ ان ڳالهہ مون کي ايوب خان جي نظرن ۾ ايتري اهميت ڏني هئي جو هن

مون کي شهيد ڀُٽي سان گڏ ساڳي وارنٽ هيٺ نظربند رکيو هو. ابراهيم جوئي جا منهنجن ڪتابن تي لکيل مهاڳ اِنهيءَ ڳالهه جا گواهه آهن ته اُن دوَر ۾ منهنجي ڪيتري سياسي اهميت هئي. بيوروڪرسي ان ڪان ايترو ڊنل هئي جو شيخ مجيب جي گرفتاريءَ کان پوءِ مون کي اٺ مهينا سکر جيل ۾ رکيو هيائون جتي مون ذري گهٽ شاهه جي رسالي جيترو ڪتاب 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' لکيو هو، جنهن ۾ مون شاهه جا سُر پنهنجي مرڪزي خيال کي منطقي نتيجي تي پهچائڻ لاءِ لکيا ها. 1985ع ۾ گوربچوف 'پيرسترائيڪا' لکيو جو مون يڪدم ٻاهران گهرائي پڙهيو. ان کانپوءِ سارو اشتراڪي مغرب روس جو باغي ٿي ويو. رومانيا ۾ چائو شيسڪو کي گولي هڻي ماريو ويو، پولنڊ ۾ جيروزلسڪي کي بي عزت ڪري ڪڍيو ويو ۽ ليڪ وليسا گورنمينٽ ٺاهي.

مان جڏهن ڪراميول اسپتال لنڊن جي پرسان ڪِرائي جي فليٽ ۾ رهندو هوس تڏهن اسپتال کان ڪجهه پري هڪ پول عورت جو ڪتاب-گهر هو، جنهن ۾ فقط ڪميونزم جي خلاف هزارين نثر ۽ نظم ۾ ڪتاب رکيا هوندا ها. مان لنگهندي پائيندي هن کان هڪ ڪتاب وٺندو هوس ۽ هن سان بين الاقوامي سياست ۽ خاص ڪري ڪميونزم ۽ اُن جي پولنڊ ۾ اثر تي بحث ڪندو هوس. هن کان مون ليڪ وليسا جي زندگيءَ تي ڪتاب به خريد ڪيو، جنهن ۾ واضح طور ڏيکاريو هو ته روسين پولنڊ ۾ ڪيترو ظلم ڪيو هو. اها وچين وهيءَ جي پول عورت خود به شاعره هئي ۽ جڏهن هن اهو ڄاتو ته مان دورديس جو شاعر آهيان، تڏهن هن مون کي پنهنجي شاعريءَ جو ڇپيل انگريزي ۾ ترجمو تحفي طور ڏنو ۽ چيائين ته:

"مغربي يورپ جي ڪميونزم مان آزديءَ کانپوءِ هي ڪتاب بي معنيٰ بڻجي پوندو."

پوءِ ته گوربچوف به ڪميونزم کي بچائي نه سگهيو ۽ اُها واري جي گهر وانگر ڪِري ڪَڻ ڪَڻ ٿي وئي. تازو مون ديوار برلن تي هڪ مهانگو ڪتاب ورتو آهي، جنهن ۾ هڪ طرف آرٽ پيپر تي ديوارِ برلن تي اُنهن تحريرن جا رنگين فوٽو گراف آهن ۽ ٻي پاسي اُهي تحريرون لکيل آهن، جي وقت به وقت ماڻهو مارڪر پينسل سان ديوار تي لکندا ها. ان ڪتاب ۾ اُهي تصويرون به آهن جي مصورن ديوارِ برلن تي ڪيون آهن.

مون انگلنڊ مان موٽي سوچيو هو تہ سياسي ڦيرگهير کان پوءِ منهنجي شاعري بہ اٿين بي معنيٰ نہ ٿي وڃي جيئن جوزف آٽيلا جي ٿي وئي آهي يا جيئن روسي، پول، چيڪ، سلاف، رومانيا ۽ اوير جرمنيءَ جي ڪميونسٽ شاعري ٿي وئي آهي. قدرت مون کي فيض، نرودا ۽ ناظم حڪمت وانگر ڪميونزم جي خاتمي کان اڳ ختم نہ ڪيو ۽ ان لاءِ وٽي ڏني تہ جو وقت مون اڳي ذري گهٽ ضايع ڪيو آهي، اُن وِٽي ۾ تيز برانگهون پائي ٽپي وڃان ۽ انهن ازلي مسائل سان ناتو پيدا ڪيان جو مون کي اڳ ڪرڻ گهُربو هو. سنڌ جا مسئلا پيا حل ٿيندا. منهنجو ڪم صوبي يا ديس جو نقشو ٺاهڻ نہ آهي. پنجاب ۾ بہ منهنجا ڪيئي دوست ۽ مداح آهن. رضيا ۽ رفيق جي احمد سليم جا گهرا دوست هياسي منهنجا بہ اهڙائي پيارا دوست ها، جهڙوڪ ڪوبہ سنڌي دوست هجي. جڏهن مان وائيس چانسلر هوندو هوس ۽ اتفاق سان لاهور ويندو هوس تہ ڊاڪٽر جمال، مسز جمال، انهن جي ڌيءَ ياسمين ۽ اُنهيءَ جي ننڍي خوبصورت ڀيڻ جن مان ڊاڪٽر جمال ۽ هن جون بہ ڌيئر پنجابيءَ ۾ شعر لکنديون هيون ۽ مسز جمال سرگرم سياسي ڪارڪن ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي مداح هئي، پنهنجي گهر منهنجون دعوتون ڪندا ها. اُنهن مان ايتري اُڪير ملندي هئي، جيتري محبوب، ماهتاب ۽ انهن جي ٻارن مان ملندي هئي. جن بہ ڪيئي ڀيرا پنهنجي گهر منهنجي دعوت ڪئي هئي. مان سياست ۾ ڪرامات جو قائل ٿي ويو آهيان، جنهن کي مان Impondera-ble factors of History (تاريخ جا بعيد ازم فهم عنصر) چوندو آهيان. گذريل ڪجهہ سال تہ واقعي سياسي ڪرامات جا سال ٿيا آهن ۽ انهن ۾ جو ڪجهہ ٿي گذريو آهي، اُن جي چاهنا تہ ڪيتري وقت کان مونکي هئي پر اُن جو اچانڪپڻو چَوَنڪائيندڙ آهي. جڻ ڪائنات ۾ ڪنهن سيٽي وڄائي ۽ سياسي ڪرامات جو سلسلو شروع ٿي ويو. ديوارِ برلن اچي پٽ تي ڪري. سوويت سامراج چيهون چيهون ٿي ويو. نيلسن منڊيلا ستاويهہ سالن جي قيد کانپوءِ آزاد ڪيو ويو ۽ سائوٿ آفريڪا ۾ سياہ فام عوام لاءِ جمهوريت آئي چڪو آهي. وڏي ۾ وڏي ڪرامت تہ اسرائيلن ۽ فلسطينن جي وچ ۾ معاهدو آهي جو سيپٽمبر1993ع ۾ ٿيو آهي، جڏهن تہ اِن جي پيشنگوئي مون 'سورج مکيءَ سانجهہ' جي مهاڳ ۾ 1 جون1993ع تي ڪئي هئي تڏهن سنڌ جا للو پنجو، ٿندو ٽوپڻ انقلابي مونکي وطن دشمن ڪوٺڻ لڳا ها، پر چا

جي پٽائي مدد خان جي هجو لکي ها يا ان ڳالهہ تي نوحو لکي ها جڏهن پورچوگيزن ٺٽي کي باهہ لڳائي هئي يا قاضي قاضن جي خلاف ڪاٽ ڪُهاڙا کٽي ها تہ هو انڪري وطن دوست تي پوي ها ۽ هن جي رسالي جي اهميت وڌي وڃي ها...؟

پبلو نرودا جو پنهنجي ڪميونزم نوازيءَ جي باوجود عظيم شاعر هو تنهن ميڪسيڪو جي مَچو پِچو، اِنڪا ۽ مايالوڪن کي ديس تہ ڏاهي ڪونہ ڏنو هو! ڇا جيڪڏهن امير خسرو جنگ ناما لکي ها (هن پنجن جنگين ۾ حصو ورتو هو) تہ هن جو قد و قامت وڌي وڃي ها؟! افسوس جو مون کي هن وانگر ڪنهن نظام الدين اوليا سان واسطو نہ پيو. جي بہ مليا سي چاڻڪيہ جا چيلاهيا يا ميڪاولي جا *ڪانَ- مَليا هيا!

پاڻ تي تنقيد جو مون ڪنهن کي بہ جواب نہ ڏنو آهي ۽ نہ ڪڏهن علامہ اقبال وانگر غصو آيو آهي، جنهن تہ چيو هو:

گُفتند جهانِ ما آيا بہ تو مي سازد
گفتم کہ نہ مي سازد گُفتند کہ برهم زن

(ترجمو- چيائون، 'ڇا اسان جو جهان توسان ٺهي هلي ٿو؟'
مون جواب ڏنو تہ 'نٿو ٺهي'، (ان تي) چيائون، 'ان کي تهس نهس ڪر!')

مون کي يقين آهي تہ منهنجي هر دشمن جي نفس نفس ۾ قيامت آهي ۽ هو پاڻ ئي ڪٺہ تي ويندا. اڳي بہ تہ ائين ٿيو آهي ۽ منهنجي واهر ۾ وڄ ڪڙڪي آهي! ڪٿي آهن اُهي آمر، بيوروڪريٽ، صحافي، اديب، شاگرد، رهنما ۽ منهنجن ڪتابن تي بندش وجهندڙ؟ جي ڪوئي رهيو آهي تہ ان جا ڪي چڱا اعمال پرجهلا هوندا نہ تہ اڪثر تي وڄ ڪڙڪي اُنهن جو ناءُ نشان مٽائي ڇڏيو آهي. آنءُ تہ ڀٽائي جي رشدو هدايت تي هلي رهيو آهيان:

'صبر ۾ سَو سُک جي سنواريا سمجهين'

مان جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر هوس تہ مون وٽ 330 فلسطيني شاگرد پڙهندا ها، جن مان اڪثر تاريخ ۽ سياست کان ائين بي بهرا هوندا ها، جيئن سنڌ جا نوجوان آهن جي ٺڳيءَ جي ناهہ ۾ اڙجي ويا آهن ۽ سياسي نَوْسربازن جي هٿ چڙهي ويا آهن. ڇا شاعر جو ڪم اهو آهي تہ مڇ

* ڪانَ - مَليا - (اردو) ڪَن مان مَر ڪڍندڙ

پارڻ لاءِ ڪائين جون پريون ڊوئي! چون ٿا تہ هوچي منهہ ۽ مائو بہ شاعر ها. مان چوان ٿو تہ اسانجو سانوڻ فقير بہ انهن کان چڱو شاعر هو. هوُ تہ شاعريءَ ۾ گهڻيا سگهڙ بہ نہ هيا. شاعري خلا ۾ نہ ٿي ٿئي. اُن تي پنهنجي دؤر جو ڪجهہ نہ ڪجهہ اثر ضرور آهي، پر شاعري نعري بازي نہ آهي، نہ بانگِ درا آهي نہ بانگِ رحيل آهي. پر مان هي ڪهڙي عصي جي ڪُن ۾ ڪِريو آهيان! منهنجا هممصر تہ سٺو سال پوءِ اچٽا آهن. مان ڪِن تي چوهہ چندي رهيو آهيان؟ اهي ماڻهو تہ ارڙهينءَ ۽ اُڻويهين صديءَ جا ماڻهو آهن ۽ ويهين صدي اچي پوري ٿي آهي!

ايوب خان کان يحيٰ خان ۽ ضياءُ الحق تائين صحيح معنيٰ ۾ وڏو انقلابي فقط شهيد پٽو هو، بيا فقط لابي هيا. هن جي شهادت کان پوءِ هن جي ڌيءَ بناوت جو علم بلند ڪيو.

باقي سورة البقره واري ڳالهہ دل سان لڳي ٿي تہ ماڻهو ٽن قسمن جا آهن. متقي، ڪافر ۽ منافق. منافق ڪافرن کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهن. هو "بظاهر مسلمانن سان ملن ٿا پر در پرده ڪافرن سان سازباز ڪَن ٿا."

مان زندگي ۾ ڪجهہ اهڙا منافق ڏٺا آهن جن کي پهاڙي وڇونءَ جيان ڏنگ آهي. هو ڪنهن وقت اها حماقت ضرور ڪندا آهن تہ چپ ڪي ڏنگ هٺي، پاڻ کي ئي ضرب رسائيندا آهن. اها بي ڳالهہ آهي تہ هو پاڻ کي وڇون نہ، 'سنگ چور' نانگ سمجهندا آهن. هو منهنجا گهٽگهرا ۽ واهرو ها، جيستائين مان ڪفر ڏانهن مايل هوس پرَ جڏهن کان ايمان ڏانهن راغب ٿيو آهيان تڏهن کان هو منهنجا مَٽ گهرو ۽ ويري ٿي پيا آهن..

بهتر آهي تہ پالوا جا اک ۽ اُتان جا اکوارا ڇڏي اڳتي وڃان. گهنگهور گهٽائون پاڻ ٿي پرپيون آهن، اک تہ اُنهن ۾ اويون نہ اوتيندا آهن! جيتري قدر ياد ٿو پوي اسان سال 1964ع ۾ ويا هياسين.1965ع ۾ ڪانجهي ڪوٽ وٽ جنگ لڳي هئي. اُردو اخبارون اُن کي ڪنجر ڪوٽ لکيو هو. شايد هش کي مير تقي مير جي بارش تي مثنوي جي سٽ ياد اچي رهي هئي؛

'جيسے کنجر کهيں کو جاتے هيں'

جمال مون کي ٻڌايو هو تہ ان ڳوٺ جو نالو ڪينجهر ڪوٽ هو. سنڌيءَ ۾ محاورو آهي؛

”فلاڻي وٽ ڪينجهر لڳا پيا آهن.“
يعني ته هن وٽ مال متاع جي ڪمي نه آهي.
پورو ياد نه ٿو اچي. سفر جي سلسلي ۾ مٿي شايد غلطي ڪئي اٿم. پهريون اسان پالوا ويا هياسين ۽ پوءِ نگر پارڪر ويا هياسين. جمال کي ته اهڙين ٿو ياد اچي. جمال اهو به چيو ته:
”پٽ ته رات جو آيو هو، باقي پنڊت ڏيو جي ٻي ڏينهن تي آيو هو.“
هن وڌيڪ ياد ڏياريو ته:
”سيٺ نهال چند هڪ ساڌوءَ جي آشرم ۾ وٺي هليو هو، جنهن جي وڏي پٽر ۾ مور پٺي ڦريا. ساڌوءَ کي شڪنتلاجي گروءَ ڪنوريشيءَ جهڙي اڇي ڏاڙهي هئي.“
مون پنهنجي شڪنتلا کي ياد ڪري، ٿڌو ساهه پريو هو. ڪي ڪي يادگيريون مڇين وانگر ڄار جي ويجهو اچي ترڪي وڃن ٿيون، پوءِ ٻي ڪنهن جي ڄار ۾ ڦاسن ٿيون. مون ۽ جمال اهڙين رڳ ڪوليو جيئن ستار خان رڳ کولايا ها. ستارخان کي سنڌوءَ ۾ مڇي مارڻ جو نيڪو هو ۽ هو مونکي اُتي وٺي هليو هو، جتي ماڇي پنهنجا پنهنجا رڳ ڪٺي تي آيا ۽ مڇي توراڻي، هُن ڪان اُن جي ملهه جا اڌ پيسا ٽي وٺي ويا. مڇيون گهڻو ڪري پوڻڪيون، سينگاريون، ڪڳا، ڏنيرا ۽ ٿيلهيون هيون. ڪيتريون ڪُرڙيون به هيون جي سيني رڄن ۾ ڦٽڪي رهيون هيون. مونکي اهي ڏسي سياستدان چارلس ڊي ٽئلي ران (Charles de Tally rand-1754 to 1838) جو مادام دي استائيل (Madame de stael) جي باري ۾ قول ياد آيو هو:
”اهڙي چڱي دوست آهي، جا پنهنجا سارا واقفڪار پاڻيءَ ۾ ان لاءِ ڦٽي ڪندي آهي جيئن اُنهن کي وري مڇين وانگر ڦاسائڻ جو مزو ماڻي سگهي.“
سنڌيءَ ۾ ڪيڏا نه مڇين جا نالا آهن! پر اهي مان ڪينجهر ۽ منڇر جي سير مهل قلمبند ڪندس.
پن چڪي ڏسي اسان محمود بيگڙي واري مسجد ڏسڻ وياسين جتي ستين جا آستان هيا. ستين جا آستان چوهيا. اِن جي باري ۾ هرڪوئي پنهنجي قياس آرائي ڪري سگهي ٿو. ندوة المسلمين دهلي جي پروفيسر سيد ابوظفر

ندويءَ جي ڇپايل 'تاريخ گجرات' ۾ محمود بيگڙي جو ذڪر نه هو. ان ۾ سال 792هه ۽ اُن کان ڪجهه پوءِ ڪنهن به سال يا تاريخ جو ذڪر ئيل نه هو پر رائچند جي ڪتاب 'پراڻي پارڪر' موجب "سال 880 هه ۾ محمود بيگڙي سنڌ تي بي ڪاهه ڪئي هئي." هن ڪئپٽن ريڪس جي 'حالات ٿر ۽ ٿرپارڪر' ۽ عربي تاريخ، 'مراة ممالڪ' جو حوالو ڏنو آهي، جي ٻئي ڪتاب مون کي دستياب ٿي نه سگهيا آهن. رائچند 'تاريخ پارڪر' ۾ صفحي 69 ۽ 70 (ڇاپو ٻيو) تي لکيو آهي.

مون مٿيون سٽون پنهنجي لکيون ته هڪ سنڌي اخبار آئي. ڪنهن هومر کان شيلي تائين نالن جو سهارو وٺي مون تي ڏکي تنقيد ڪئي آهي. مون ڪلي اخبار رکي ڇڏي. ڪتو ڀونڪڻ نه ڇڏيندو ۽ فقير جي فطرت آهي ته رمندو رهي. ڇا اهو نقاد منهنجي جواب جو مستحق آهي؟ هو هومر يا شيليءَ جي نالي وٺڻ کان وڌيڪ ڇاڻ جو اهل هجي ها ته هن کي جواب ڏيان ها. مان اخبار رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽي ڪري وري پنهنجي ڪرت ڪار ۾ لڳي ويو وڃان. ڪوئي فارسي شعر ٿو ياد اچي:

علي الصباح ڪہ مردان بڪار ڪار روند
بلا ڪشانِ محبت بہ ڪوئے يار روند

(ترجمو: پرهه جو جڏهن مڙسالو پنهنجي پنهنجي ڪم سان وڃن ٿا، پيار جا جاکوڙي پنهنجي پرينءَ جي گهٽيءَ ڏانهن وڃن ٿا)

مٿي اخبار جو ذڪر هڪ دخل در معقولات آهي، جو مونکي وري نه ڪرڻو آهي. مون کي وقت ٿورو آهي ۽ زندگيءَ تي اعتبار ڪونه آهي، انڪري پاڻ کي اشتعال کان پاسي رکڻو آهي، ڇو ته سياسي ۽ ادبي حريف مونکي مباحثي ۽ مناظري ۾ رُڌل رکي، منهنجيءَ تحرير ۾ رڪاوٽ وجهڻ چاهن ٿا. مان ڪين هلَ....' ڇٽي منگهارام اوجها جي 'تاريخ پارڪر' مان هيٺيون حوالو نقل ڪيان ٿو:

'ڪئپٽن ريڪس پنهنجي 'حالاتِ ٿر ۽ پارڪر' جي صفحي10 - 11 ۽ 12 لکي ٿو:

'بلوچن جا چار هزار ڪٽنب پارڪر ۾ رهندا هئا. ظاهري نموني اُهي مارواڙ ۽ پالڻ پورجي حدن ۾ ائن جا وڳر چاريندا هيا پر موقعي ملڻ تي گجرات

ڏانهن ويندڙ قافلن کي ڦريندا هيا. اِهو مال اچي ٿر جي پٽن ۽ ڏرڙن ۾ لڪائيندا ها ۽ پوءِ گجرن، سولنڪين ۽ ڪڇ جي جاڙيجن کي ڌاڙي جو نال نيڪال ڪندا هيا ۽ وقت جي حاڪمن سان موقعو پائي جنگيون ڪندا ها. سندن برخلاف دهليءَ جي تعلق بادشاهن کي دانهون پهتيون هيون، پر انهن کي ايتري فرصت ڪانه هئي جو کين سيکت ڏين. سلطان جي ڪوتوال جلاالدين کي هنن ڏاڍو تنگ ڪيو، تنهن ڪري محمود بيگڙو 1504ع ۾ پارڪر تي ڪاهي آيو؟

بيو سيد علي ريس 1504ع ۾ پارڪر مان لنگهيو هو، سو پنهنجي ڪتاب 'مراة الممالڪ' ۾ لکي ٿو ته:

'اسان جي پارٽي ڏهن مهينن جي سفر بعد راجپوتانا جي شهر نگرپارڪر پهتي، جتي راجپوتن اسان کان ڪسٽم وٺڻ ڪانپوءِ وڙهڻ شروع ڪيو. اُنهن کي اسان وٽان پئسن وٺڻ جي نيت هئي. پوءِ جڏهن اسان ڪجهه ڏنو، تڏهن اسان کي وڃڻ جي اجازت ڏنائون.' انهن ڳالهين مان ثابت آهي ته پارڪر جي سودن ۽ کوسن جو عام ڌندو اِهوئي هو. هڪڙي ڏينهن سلطان محمود بيگڙي جي والده پوڏيسر وٽ اچي ٽِڪي. سودن انهيءَ کان ڪسٽم ورتو ۽ کي چون ٿا ته انهي وٽ پارس مَٽي هئي، جا سودن ڦري ورتي. بيگڙي جي والده جڏهن احمد آباد آئي تڏهن هن سڀ ڳالهه جي سُڌ بيگڙي کي ڏني. تڏهن هو ٽيون دفعو، سن 1505ع برابر سنبت 1562ع برابر هجري880 ۾ پوڏيسر ڏي ڪاهي آيو. خونخوار لڙائي لڳي، جنهن ۾ ڪيترائي سلطان جا ماڻهو ۽ ڪيترا سوڍا مارجي ويا، تن جون مسجد جي پاسي ۾ ڪيتريون قبرون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. پوءِ محمود شاهه هڪ سنگ مرمر جي عاليشان مسجد ٺهرائي، جنهن جي ديگهه ۽ ويڪر ٽيهه فوٽ آهي. اڻاوت جو اهو نمونو بهترين آهي. اندر فارسيءَ ۾ لکيل آهي:

'محمد شاهه بن مظفر شاهه بن غياث الدين سن 1505ع' هيٺ 'سنبت 1562ع' گجراتيءَ ۾ لکيل آهي ۽ فارسيءَ ۾ لکيل آهي:

جيڪڏهن مسجد زخمي ٿي پوي ته وقت جي حاڪم تي اهو فرض عايد ٿئي ٿو ته اُن کي درست ڪرائي"

اسان اها مسجد ۽ قبرون به ڏٺيون.

"سلطان محمود غزنويءَ جي وفات ڪانپوءِ سندس پونين جي

ڪمزوري ڏسي، راجپوت راجائن وقت بوقت سنڌ ۽ پنجاب تي ڪاهون ڪرڻ شروع ڪيون. غزنويءَ دور ۾ دهليءَ تي تو مارن، اجمير جي چوهائن، قنوج جي رائوڙن ۽ گجرات جي واگهيلن جي حڪومت هئي. محمود غزنويءَ کان پوءِ گجرات جي حاڪم ڀيم، پارڪر کان ٿي، ساري سنڌ تي قبضو ڪري ورتو هو."

ان ڪانپوءِ منگهارام اوجها گجراتي 'پريم مالا' مان ڪيترا شعر پيش ڪيا آهن، جن ۾ آخري شعر آهي:

"سنياريو نج راج، اچي پاٽڻ ۾ ڀيمي،
پوءِ ڪيوهي ڪاج 'سنڌ ديش' قبضي ڪيو."

سنڌ جي باري 'سنڌ ديش' لفظ ڪسابن کان ڪم ايندو آيو آهي، جيئن پنجاب لاءِ ديس پنجاب ڪم ايندو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ بنگلاديش جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ لفظ 'ديش' يا 'ديس' کي ئي تخريبي لفظ ۽ علحدگيءَ جي علامت سمجهيو وڃي ٿو.

ڪيڏي نہ ضرورت آهي سنڌ جي هڪ مستند تاريخ جي! لٺمبرڪ جي ٻن جلدن ڪانپوءِ جيڪي ڪجهہ ڇپيو آهي، اُن کي سند طور استعمال ڪري نہ ٿو سگهجي. مون کي سمير جي تاريخ پڙهي معلوم ٿيو تہ سمير جو شهر اُر (Ur) جنهنکي هڪ تجلي دار پهاڙ وانگر ڏاهيو ويو هو، اُن کي 2006 ق-م ۾ تلف تاراج ڪيو ويو هو ۽ ڪيئي سال پوءِ جڏهن اُن جي تعمير ڪئي وئي، تڏهن سُمير جا رهاڪو اُن جي تباهيءَ کي ياد ڪندا ها ۽ ان تباهيءَ کي قومي الميو سمجهندا ۽ جهونگاريندا ها:

"اُر- اُن جا هيٺا ۽ ڏاڍا ماڻهو، سڀ ناس ٿي ويا،
مائُر ۽ پيئَر، جن پنهنجا گهرگهاٽ نہ ڇڏيا،
انهن کي باهيون ڏنيون ويون.
ابهم، جي مائن جي گود ۾ پيا ها، اُهي ائين
متايا ويا جيئن مڇيون ٻوڏ متائي ڇڏيندي آهي.
شهر ۾ گهرداريءَ کي تياڳ ڪيو ويو،
پُٽ کي تياڳ ڪيو ويو ۽ سروسامان تڙيو،
پکڙيو پيو هو،
اوتَننا! اُرکي تباهہ ڪيو ويو آهي ۽ اُن جي ماڻهن کي ڪڏي ڇڏيو ويو

آهي."

میر تقي میر دليءَ جي باري ۾ شهر آشوب لکيو هو:

دلي که ایک شهر تها عالم میں انتخاب،
هم رهنے والے هیں اُسي اُجڙے دیار کے.

دهليءَ کي ٿي ڀيرا اجاڙيو ويو. تيمور جي ڪاھ وقت، نادرشاھ جي ڪاھ وقت ۽ 1857ع جي بلوي وقت. سنڌ کي به ڪيئي ڀيرا اُجاڙيو ويو آهي، پر سنڌي قوم ۽ اُن جي تهذيب کي ريڊ انڊين، آسٽريليا جي مائوري ۽ آفريقا جي ڪن قومن ۽ تهذيبن وانگر اجا ڪوئي مٽائي نه سگھيو آهي.

قديم سنڌ جي تاريخ ڀيرومل مهر چند تي ٻيهجي وئي آهي. ڪيتري نه محنت ڪئي آهي هُن شخص! پر ان ۾ اضافو ٿي سگھي ٿو اِها ٻي ڳالھ آهي ته سياست سنڌ کي گِرَهَ وانگر ڳھي وئي آهي ۽ اُن ۾ تحقيق ۽ تجسس جو جذبو وقتي طور سلب ڪَري ڇڏيو اٿائين. سنڌ وري اُيرندي ڇو ته اُن کي ڪوئي ناس ڪري نٿو سگھي. ڇا اهڙو ديس ناس ٿي سگھي ٿو، جنهن جو ان ۾ ويساھ هجي ته:

"جيئن گانئن جا رنگ نرالا آهن پر سڀ گانئيون ساڳيون اڇو کير ڏين ٿيون، تيئن مذهب توڙي، نرالا آهن ته به مقصد هڪڙو ئي اٿن."

برصغير جي هر تاريخ موهن جي دڙي سان شروع ٿئي ٿي ۽ سنڌ کانسواءِ اها لکي نه ٿي سگھجي. اسان جو مسلم عقيدو آهي:

رب زدني علما

(رب! منهنجي علم ۾ اضافو ڪر)

مونکي يقين آهي ته سنڌ جي باري ۾ اجا ڪيئي محقق پيدا ٿيندا جي اُن جي تاريخ تي وڌيڪ روشني وجهندا. في الحال ته ڀيرومل مهرچند جو قديم سنڌ پڙهي ڪنهن بروچ جي باري ۾ جمال جو ٻُڌايل لطيفو ٿو ياد اچي:

ڪنهن بروچ کان پُڇيائون ته "پرٿيو آهين؟"

جواب ڏنائين: "پچ پي گئي."

پوڙيسر وٽ ڪوس ٿيو هو. اُتي ستين جون ڏيوريون هيون. اها جاءِ اسان نگرپارڪر مان ويندي ڏٺي هئي يا نگر پارڪر ڏانهن ايندي ڏٺي هئي،

ياد نہ آهي بهرصورت جڏهن مان نگرپارڪر کان ڇاڇري ڏانهن وڃي رهيو هوس تڏهن جمال جي پرسان وينو هوس ۽ هُن سان ڪچهري ٿي ڪيم. جمال اصل سانگھي ابڙو آهي. سانگهڙ جو ڳوٺ ميهڙ ۾ آهي. هڪ پيري هو ڪراچيءَ وڃي رهيو هو. ڳوٺ کان ميهڙ تائين بيل گاڏيءَ تي پهتو، جتان بس راتڻ ريلوي اسٽيشن ڏانهن وڃي رهي هئي ۽ راتڻ وٽان هن کي ريل ۾ ڪراچي وڃڻو هو. رستي تي مِٽي، جهولو ۽ گرمي هئي ۽ هُن کي بک بہ لڳي هئي. بس ۾ گپاگيهہ بہ هئي ۽ راتڻ ڏانهن رستي تي ڪافي ڊسڙ هئي. ڏور ڏور تائين رستي تي ڪنهن بہ وڻ جي ڇانو ڪونہ هئي. جمال ٻڌايو تہ هن پلئٽ فارم تي دوستن سان الله جي وڏي واڪ شڪايت ڪئي. اِن تي هڪ اڻ پڙهيل ڳوناٺي مائيءَ چيس،

"ادا منهنجي ڳالهہ ٻُڌ! اِهي جُنيون ماڻهو تا ڪن يا الله ٿو ڪري؟"

جمال مون کي چيو تہ:

"هُن عورت اهو چئي مونکي لاجواب ڪري ڇڏيو."

جڻ اڄ تائين سندس اهو سياسي فلسفو ٿي ويو آهي. جمال هڪ ڪهاڻيڪار آهي. هن جو زندگيءَ جو تجربو ايترو وسيع آهي ۽ هُن ۾ انسان شناسي ايتري گهري آهي جو جيڪڏهن هُن جو هٿ خراب نہ ٿئي ها تہ هو ٽالسٽاءِ جيتريون ڪهاڻيون لکي وڃي ها.

هُن جو والد مرحوم علي خان ابڙو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر (E.I) هيو. ان وقت سنڌ بامبي پريزيڊنسيءَ ۾ هئي. هو مئٽرڪ ۽ بي- اي ۾ سڄي پريزيڊنسيءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو. شروع کان هو مذهبي ماڻهو هو. هن جي پيءُ جو جمال جي مذهبيت تي گهرو اثر آهي. هونءَ مون سان اڪثر اهڙا ترقي پسند دوست مليا آهن، جن سان فيڊرڪ نٽشي جي هيئين چوڻي ٺهڪي اچي ٿي:

"مان جڏهن ڪنهن مذهبي ماڻهوءَ سان هٿ ملائيندو آهيان تڏهن هٿ ڌوئي ڇڏيندو آهيان."

هو ڪارل مارڪس وانگر ان ڳالهہ ۾ اعتبار ڪندا آهن:

"مذهب مظلوم جو ٿڌو ساهہ آهي... عوام لاءِ آفيم آهي." ۽ مان پاسڪل (Paskal) وانگر چوندو آهيان: "ماڻهو مذهب کي ڌڪارن ٿا، اُن کان نفرت ڪن ٿا ۽ پوءِ ڊڄن ٿا تہ اُهو سچو نڪري نہ پوي!"

جمال پنهنجي مرحوم پيءُ لاءِ وڌيڪ ٻڌايو تہ جڏهن هُن ايم- اي ڪئي تڏهن هُن کان پڇيائون تہ ”ڇا ٿيندين؟“ جواب ڏنائين تہ ”ماستر ٿيندس.“ تنهن وقت ۾ درس تدريس کي عبادت سمجهيو ويندو هو. مان خود پنهنجي هر استاد سان پيرين پئي ملندو هوس. جمال ٻڌايو تہ رحلت کان اڳ جڏهن هن جي پيءُ کي چيائون تہ ”ڪلمو پڙهہ“ جواب ڏنائين، ”ڪلمي لاءِ تہ سجي حياتي هُئي. هي تہ بيڪاريءَ جو وقت آهي ۽ ان ۾ ڪلمي تي عمل نہ ٿو ٿي سگهي.“ اهو ٻڌي هن جي وڏيءَ ڀيڻ کيس چيو تہ ”ادا! پوءِ بہ ڪلمي پڙهڻ ۾ ڪوئي عيب تہ ڪونهي“ چيائينس تہ ”چڱو آنءُ پڙهان ٿو، رَبنا، اِننا، آمنا، فغفرلنا ذُنوبنا وَقنا عذابِ النار. (اي منهنجا رب! تحقيق توتي ايمان آندم. منهنجا گناهہ بخش ۽ باهہ جي عذاب کان بچاءِ)“ ۽ پوءِ ڪلي چيائين ”هاڻي تہ بس!“ بعد ۾ سيني پٽن کي سڏي چيائين، ”ماءُ جي عزت ڪجو، گهر مٺ محبت سان هلائجو ۽ جيڪڏهن اوهان ۾ ڪوئي اختلاف ٿئي تہ ڪنهن وچ واري دوست کي ٻُڌائجو“ جڏهن هن جا پُٽ سندس ڪمري کان ٻاهر نڪتا تہ اکيون ڪٽي بند ڪَيائين. مون جمال کي انهيءَ مشوري تي توڙ تائين ڪاربند ڏٺو آهي. جمال جي گهري مذهبيت ۽ صوم وصلوات جي پابنديءَ جي باوجود مون هن ۾ ڪوئي تعصب نہ ڏٺو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن مذهب يا فرقي لاءِ نفرت ڏٺي آهي. هو آگهہ شيرازيءَ جي هيٺين شعر جو مجسم مثال آهي.

رَوند گانِ رہِ عشق راطريقہ مجوي
کہ آستينَ بفشانند کفرو ايمان را

(ترجمو: عشق جي راهہ تي وڃڻ وارن جو طريقو نہ ڳول،
هو تہ پنهنجي پاند مان ڪفر ۽ ايمان ڇنڊي ڇڏيندا آهن)

مرحوم‌علي خان ابڙو بہ اُن دؤر جي ادب جو دلداده هيو، شيڪسپيئر ۽ پوپ هن جا پسنديده اديب ها. جمال وڌيڪ ٻڌايو تہ سندس والده پنهنجي مڙس جي وفات کان پوءِ بہ ڏهاڪو سال جيئري هئي ۽ ان وقت لاڙڪاڻي ۾ رهندي هئي. هندو عورتن جو هن وٽ ميڙو هوندو هو ۽ اهي چونديون هيون تہ ”جمال ماءُ آهي تہ مسلمان پر هُن جي آتما هندو آهي.“ خود جمال جي پيءُ جا هندن سان ياڻپيءَ وارا تعلقات هوندا ها. جمال تنديڻ کي ساريندي ٻڌايو تہ هو گهڻو ڪري پنهنجي پيءُ سان گڏ هوندو هو ۽ جڏهن پنجن سالن جو هو تہ

هن سان اُٺ تي پيلهہ ويندو هو ۽ ماٺهو چوندا ها ”اوهانکي اصحابي ڏسٹو هجي تہ علي خان کي ڏسو!“

مون جمال کي وڌيڪ کوٽيو، هن جي ذاتي زندگيءَ جي باري ۾ پڇيو. اڄ تائين مون لاءِ عاشقي زندگيءَ جو اهم ترين حصو آهي. ماٺهو چوندا آهن تہ مجاز حقيقت جي پُل آهي ۽ مان چوندو آهيان تہ حقيقت مجاز جي پُل آهي. خدا جَڏهن انسان جي جامي ۾ اچي ٿو تہ ڪائنات جي هر اسرار کان وڌيڪ پراسرار ۽ پيارو محسوس ٿئي ٿو. پيار ۾ انسان کي فرشتي وانگر پَر نڪرن ٿا ۽ ڪَروبي اُن گفتگوءَ لاءِ ڪَنائن ٿا جا پيار ۾ بہ ماٺهو هڪٻئي سان ڪَن ٿا.

مون ڄامشوري ۾ ڏٺو هو تہ چنڊ ڪيئن گل مهر جي وڻ هيٺان مونکي ڪنهن سان بيٺل ڏسي، گهٽائن ۾ ڇُپي ويندو هو جيئن اسان جي خلوت ۾ مُخل نہ ٿئي! ڪيئن مان رات جي رائيءَ جي خوشبوءَ کي هن لاءِ پيام ڏيندو هوس! خوشبو جهڙو پيامي ڪوئي نہ آهي. پنيرڪي جو اُها رابيل جي گل مان نڪري پنڌ پوندي هئي. پيار ۾ انسان ڪائنات کان بہ وڏو آهي، ڪائنات تہ اُن جي هڪ ڪنڊ بہ نہ ٿي والاري سگهي. جمال آهي تہ ڪم گو. هن جي پنهنجي زال سان بہ ٿادي دل هُئي، جنهن کي هو دنيا جي خوبصورت ترين عورت سمجهندو هو. پر هن شادي کان اڳ عشق ڪيو هو، جنهن کي انگريزي ۾ Platonic Love چوندا آهن. هُن جو نالو نہ ٻڌايائين باقي ايترو چيائين تہ اُها ڇوڪري هن جي پاڙي کان پري رهندي هئي پر ٻئي ساڳي گورنمينٽ اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هيا. هڪ پيري ٻنهي جون اکيون مليون تہ جمال جي ڪائنات بدلجي وئي، جمال جي اندر ۾ افسانہ نويس جاڳي پيو ۽ هُن وڌيڪ چيو تہ:

”ان وقت چڻ وڻ، گل، ستارا، سارا عناصر ڳالهائي رهيا ها. منهنجي عمر تنهن وقت چوڏنهن، پندرنهن سال هئي. اها محبت ٻارنهن سال هلي. مٿرڪ ڪانپوءِ هن پردو ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. هوءَ هائي چوهٹ سالن جي آهي ۽ شادي نہ ڪئي اٿائين. مون ’پشو پاشا‘ جو انتساب هُن سان ڪيو آهي.“

اهي اکر لکڻ وقت مان جمال جو پشو پاشا جو ٻيو ڇاپو ڪڍي ڏسان ٿو، جنهن تي ابراهيم جوئي جو مهاڳ لکيل آهي. اهو انتساب ڄڻ هڪ چوڏهين پندرهين ورهئين جي ڇوڪري جو لکيل آهي ۽ جمال جي زندگي افسانو آهي، جنهن جو ڄڻ سرورق ڦاٽي ويو آهي ۽ پويون ورق اڃا لکيو نہ ويو

آهي. اها ڳالهه ٻُڌي، مونکي ياد آيو ته جڏهن رائيٽرس گلڊ جي پهرين اجلاس تي D.C 10 جهاز ۾ ڍاڪا وڃي رهيا هياسين تڏهن اردوءَ جو افسانا نويس علي عباس جو اُردوءَ جي مشهور ڪتاب آنندي جو مصنف آهي، اسان سان هوائي جهاز ۾ گڏ هو. تن ڏينهن ۾ وسڪيءَ تي بندش نه هئي ۽ گهڻا گلڊ جا مندوب (ڊيلي گيٽ) ٻي ٽين بجي رات تائين وسڪي پي رهيا هياسين. اوچتو اعجاز بٽالويءَ رڙ ڪئي "حادثو! حادثو!" منهنجو ڇرڪ نڪري ويو. علي عباس مدهوشيءَ جي عالم ۾ هو ۽ پنڊيءَ جي ڪنهن ڳائڻيءَ هيراٻائيءَ جي ڳالهه ڪري رهيو هو، جنهن سان هن جو ڪافي وقت لاءِ پيار هو. (ڪجهه وقت اڳ مون ڪي هيرا ٻائيءَ جو ڪئسيٽ ڪراچيءَ ۾ مليو. اُن جي ٻاهران هنجو پيريءَ جو فوٽو هو جو جاذب نه هيو.) پر جمال جي پيار تي ڪيڏو نه پاڪيزگيءَ جو غلاف پيل هو!

جمال کي1967ع ۾ هارٽ اٽئڪ ٿي هئي ۽ هن جي زال حيدرآباد واري سول اسپتال ۾ پنجاهه ڏينهن هن جي پرسان پَٽَ تي سُتي هئي. جمال هُن جي باري ۾ ڳالهيون ڪندي، ڊاپي نه ٿي ڊاپيو. "اوهان وڃو عهدي ۾ وڏا ٿيندا، اسان وڃون گهٽبا. جڏهن سب جج هُيُسُ ته ننڍي تعلقي ۾ ڊاڪٽر کي گهرائبو هو ته هليو ايندو هو. ڪپڙي لٽي لاءِ بجاجي گهر ايندا ها. هاڻي وڏا آفيسر ٿيا آهيو ته چليون ڪٺي مارڪيٽ ۾ خريداريءَ لاءِ مان ٿي وڃان. توهان وڃو ٿا وڏا ٿيندا، اسان وڃون ٿا ننڍا ٿيندا" هوءَ جمال کي چوندي هئي. هر انسان پنهنجو داستان گو پاڻ آهي هو ٻئي انسان جو داستان ايستائين صحيح ٻُڌائي سگهي ٿو، جيستائين اهو هن جي داستان جو حصو آهي. هونءَ ته خود نوشت ئي صحيح سرگذشت آهي، پر ان ۾ پنهنجي عيب فراموشيءَ ۽ پنهنجي ذات جي باري ۾ خوش فهميءَ جو خطرو آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ جو معروضي تجزيو ناممڪن ته نه آهي پر ايترو ممڪن به نه آهي. جمال جي هڪ نياڻي ايتري حساس هئي جو هن کي Psychic چئي سگهجي ٿو. مان جڏهن وائس چانسلر هوس تڏهن جمال کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ تي منهنجي گذارش تي کنيو ويو هو، جو ته ٽي ميمبر وائيس چانسلر جي چوڻ تي کنيا ويندا ها ۽ مون جمال، سراج ۽ نثار ميمڻ سنڊيڪيٽ لاءِ چونڊيا ها ۽ هو ٽي سال سنڊيڪيٽ جي هر ميٽنگ ۾ ايندا رهندا ها. انهن ڏينهن ۾ جمال ليبرڪورٽ جو جج هو ۽ مان جڏهن ڪراچيءَ ايندو هوس ته هن جي فلئٽ

تي ويندو هوس. سندس نياڻي مونکي اوجها بورڊ (Oijha Board) تي منهنجي باري ۾ ڪجهہ ڳالهيون ٻڌايون هيون جي هن يا ٻئي ڪنهن جي لاءِ ڄاڻڻ ناممڪن هيون. ائين ٿي لڳو تہ عالمِ ارواح مان هُن سان ڪنهن ڳالهايو ٿي. ڪجهہ مهينا پوءِ جمال مون کي ٻڌايو هو تہ هن پنهنجي نياڻيءَ کي اوجها بورڊ تي عالمِ ارواح سان رابطي کان منع ڪئي هئي. جمال چواڻي اهڙي رابطي جا ڪنهن وقت خطرناڪ نتيجا پئي ٿي سگهيا.

جمال جي زال جو نالو نورالنساءِ هو. هن کي ٻن چئن سالن کان انجائنا جي تڪليف هئي. 24 مارچ 1991ع جو، جيئن هو ماني کائي ليٽي پئي، تيئن اوچتو دل ۾ سور پيس. جمال کيس آئسوڊرل فائيو (Isodril five) جيبَ هيٺان رکائي. اُن جو هن تي اثر نہ ٿيو ۽ ڪارڊيووئسڪيولر انسٽيٽيوٽ تائين ئي نہ پهچي سگهي تہ رستي تي گذاري وئي. هن کي پٽ ائمبولنس تي کڻائي ويا ۽ جمال هُن جو انسٽيٽيوٽ جي در تي انتظار ٿي ڪيو. اهو انتظار ابدي ٿي ويو. جمال جڏهن هُن جون ڳالهيون ٿي ڪيون تہ مون کي ڪنهن نامعلوم شاعر جو هڪ فارسي شعر ٿي ياد آيو:

دامانِ نظر تنگ وگُل حسنِ تو بسيار
گلچينِ نظر از تنگئي دامانَ گلہ دارد.

(ترجمو: نظر جو پاند سوڙهو آهي ۽ تنهنجيءَ سونهن جا گُل سوين آهن،

(منهنجي) نظر تنهنجي سونهن جا گل پٽي ٿي تہ ان کي پاند جي سوڙهي هجڻ تي چڙَ ٿي اچي.)

بقولِ جمال، هن جي زندگي پاڪدامن رهي آهي. شاديءَ کان اڳ، هن جي تربيت لاءِ هن جي وڏي ڀاءُ شمس ۽ عبدالوحيد ڪٽپر (شهيد ڀٽي جي دؤر ۾ صوبائي وزير، جو ڪجهہ مهينا ڪراچيءَ ۾ روپ ولاس هاسٽل ۾ مون سان گڏ رهندو هو، جڏهن ايل- ايل- بي پڙهندا هياسين) ڪائي ڇوڪري هن سان ڪمري ۾ بند ڪري، ٻاهران ڪڙو ڏئي ڇڏيو. ڇوڪريءَ رئو لاهي ڪٽ تي رکيو ۽ پيار لاءِ تيار ٿي وئي. جمال اهو رئو کڻي مٿي تي رکيس تہ هن ڪڙو کڙڪايو ۽ جڏهن دروازو کليو تڏهن ٻاهر هلي وئي ۽ چيائين "هي تہ رئو تو مٿي تي رکي." مون کي اهو ٻڌي جمال تي افسوس ٿيو. گهٽ ۾ گهٽ اهلِ

نظر جي آبرو ته رکي ها!

جمال جو وڏيڪ احوال تڏهن لکندس، جڏهن شاگرديءَ واري زماني ۾ اسان جي ڪراچيءَ ۾ ملاقات ٿي هئي ۽ ساڳين هاسٽلن ۾ رها هياسين.

في الحال مون وٽ اهو جمال واپس ٿو اچي جنهن سان نگرپارڪر کان چاڇري موٽي رهيا هياسين. هو اڳي وانگر اڄ تائين حيدرآباد جي ڊي- جي- نيشنل ڪاليج جون ڳالهيون ڪري رهيو آهي، جتي هن انٽرميڊيٽ تائين تعليم ورتي هئي ۽ ياروائي هن جو پروفيسر ۽ پرنسپال هو. ياروائي هڪ ڀيري ليڪچر ڪندي 'ڪلچر' لفظ آندو، جنهن تي جمال پڇيس ته ڪلچر ڇا آهي؟ ته هن ٿورو سوچي جواب ڏنو:

"When you have learnt all and forgotten it, the residue that remains, is culture."

(ترجمو: جڏهن اوهان سڀ سکيو آهي ۽ پوءِ اُن کي وساري ڇڏيو آهي، تڏهن باقي جيڪو بچيو آهي سو ڪلچر آهي)

جمال جڏهن اها ڳالهه مقتدره قومي زبان جي سربراهه جميل جالبيءَ کي ٻڌائي ته هن کيس چيو "مهرباني ڪري اِها ته لکي ڏيو."

"ياروائي مانجهند جي سيٺين مان هو." جمال ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو، "ڏينهن جو فل سوٽ پائيندو هو ۽ شام جو گيڙو رتي الفي پائي، يڪتارو هٿ ۾ کڻي قليليءَ جي ڪناري تي ويندو هو. ان وقت مها سڀائي ۽ جن سنگي تحريڪ شروع ٿي هئي. مسلمان هيرآباد ۾ شام جو گهمڻ لاءِ نه نڪرندا ها، باقي عامليائيون اسڪرٽ پائي گهمڻ نڪرنديون هيون."

اوچتو منهنجو خيال مرحوم مير رسول بخش ڏانهن ويو. ايوب خان جي آرڊر هيٺ مان پنهي صاحب سان گڏ ساهيوال جيل ۾ رکيو ويو هوس ۽ مير رسول بخش کي گجرات جيل ۾ رکيو هيائون. جڏهن سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ اسان ٻنهي جي رٽ پٽيشن جي شنوائي ويجهي آئي هئي، تڏهن اسان ٻنهي کي ڪراچي سينٽرل جيل ۾ منتقل ڪيو هيائون. اتي هن اسانکي ساڳيو وارڊ ڏنو هو، جنهن ۾ اسان ٻه ڄڻا ۽ اسانجو برداشتي رکيو ويو هو، جو سي- آءِ- ڊي جو ايجنٽ هو. ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ هڪ سنڌي ڊاڪٽر اسان وٽ آيو، جو ميرصاحب جو دوست ۽ منهنجو واقف هو. هو مثالي سنڌي مڙس ماڻهو هو. مان پانيان ته سنڌي ڀاڪو 'ٿوڪ ته لڳي انبرين، هن جي سياءُ جو حصو

ٿي ڇُڪو هو. هو پنهنجي دوائن جي باڪس ۾ اسان لاءِ هِڪو ہي ڏينهن اسڪاچ وسڪيءَ جي بوتل ڪٽي ايندو هو، جا مان ۽ ميرصاحب هَئو مَئو ٿاري پيئندا هُياسين. مير صاحب جڏهن مدهوشيءَ ۾ ايندو هو، تڏهن چوندو هو، "گنگا! او گنگا! ڪيڏانهن هلي وئي آهين؟"

گنگا حيدرآباد جي عاملياڻي هئي جا مير صاحب جي جوانيءَ جي منظور نِظر هُئي. "ميرصاحب" مان چوندو هوس "گنگا وچي واراڻسيءَ نڪتي، جتان جي هئي." "اهو واراڻسي ڇا آهي؟" ميرصاحب پڇندو هو. "وراڻسي اهو شهر آهي، جنهن تي غالب فارسيءَ ۾ مثنوي لکي هُئي. رڳو اُن ۾ وراڻسي نہ، بنارس لفظ ڪم آندو هئائين." "غالب! ڪهڙو غالب! جالب جي ڳالهہ ڪر" مير صاحب چوندو هو ۽ پوءِ حبيب جالب جو اُنهيءَ دؤر ۾ لکيل غزل جهونگاريندو هو:

ٹنگ کو تیز کر ذوالفقار علي،
رات هے مختصر، اب دِلي، اَب دِلي.

عاملياڻين جي ڳالهہ نڪتي تہ مونکي مير صاحب جي مٿين ڳالهہ ياد آئي. هن جو وڌيڪ احوال مناسب جاءِ تي لکندس.

مون پاڪستان ڪانپوءِ عاملياڻيون ڪافي تعداد ۾ هن پيري پوني ۾ ڏٺيون هيون. ريٽا شهاڻي مونکي جڏهن دادا واسواڻيءَ جي گادي نشين جشن واسواڻيءَ جي رٿ ياترا ڏيکاري هئي. دادا جشن کي مون وَرت هو. هو ڏاکڻ مان لهي رهيو هو. جڏهن هن کي بُڌايو ويو تہ مان فلاڻو آهيان تڏهن هن جواب تہ نہ ڏنو پر هُن ۾ نمرتا ايتري هئي جو هُن ہہ پيرا جُهڪي منهنجا پير ڇهيا. مون کي محسوس ٿيو تہ سنڌي مسلمان ڇوڪريون عاملياڻين کان وڌيڪ سُهڻيون آهن! گهٽ ۾ گهٽ جيڪي منهنجي زندگيءَ ۾ آيون آهن، اُنهن جي مَٽ تہ هڪ ہہ نہ هئي. (ممڪن آهي تہ اهو منهنجي نظر جو فريب هجي.) سال 1968ع ۾ مون حميد سنڌيءَ کي هڪ خط لکيو هو، جو هن 'لامون تنهن وَڻ سنديون' جي سَري هيٺ پنهنجي رسالي رُوح رهاڻ' ۾ شايع ڪيو هو، جنهن ۾ اسان جي نگر پارڪر مان ڇاڇري ڏانهن سفر جي باري ۾ هيٺينءَ ريت لکيل آهي:

"اسان جنهن وقت ٿر جي سفر تان موٽي رهيا هياسين، تنهن وقت

اسانکي بہ سواريون هيُون ۽ چاچري وَٽ بنهي جا ڦيٿا پنڪچر ٿي پيا ها. ڊرائيور پنڪچر ڳنڍي رهيا ها تہ سج بہ ويو هو. واريءَ تي ڪنڌيءَ ۽ نم جا وڻ سنجها جي پرڇانئينءَ ۾ ڊرتيءَ- ديوَل جا پروهت ٿي لڳا. ان وقت مون واريءَ تي بہ اَڪ- مڪڙ ڏٺاها، جي شفق جهڙا رنگين هئا ۽ هڪٻئي جي ڪڍ ٽپا ڏئي رهيا هئا، ڄڻ جيئري هاٿڪوءَ وانگر ٿي لڳا. انهن ڪان پريرو هڪ پونگيءَ جي ٻاهران ڪائي جو پوَنت مينگهواڙ دانگيءَ تي ٻاجهريءَ جو ڍوڍو پچائي رهي هئي ۽ هن جا ٻارڙا هُن جي پرسان ڪُڏڪي رهيا هُيا. مينگهواڙ ڪي پولڪو ۽ ڳاڙهو پَڙو پيو هو ۽ مانيءَ اٿلائڻ وقت هن جي ٻانهينءَ ڪڙ ڪڙ ٿي ڪئي. بکايل ٻارن لاءِ ماءتا جي ايتري انيوءَ ۽ اڌ- پڪيءَ مانيءَ جي اُڪنڊيءَ اُتل، هن جي چهري تي هڪ عجيب ڪيفيت پيدا ڪئي هئي. مون تر ۾ اِها ڪيفيت اُتي ڏٺي هئي جتي اَڳر ۾ ڪجهہ اَن- ڪٺا هيا. چا سومرا سرجون تريچائيون، چا بجيرائيون- سيني جي سورج ونسي سونهن، گهٽو ڪري گهوماٽيل نظر آئي هئي، ڇو تہ چوڌاري اَن جي اٿاٽ هئي. (اَن جي اٿاٽ جي باري ۾ ڪنهن ترڀءَ هڪ درد انگيز جملو چيو هو، جو مونکان وسري نہ ٿو وسري "سائين ڪٽڪ تہ ميوو آهي، اسان کي تہ اَن بہ نہ ٿو ملي! اَن مان هن جي مراد پُرٽ مُرٽ وغيره گاهن جا داڻا ها.)"

اسان چاچري، مان رات جو نائين بجي عمرڪوٽ ڏانهن روانا ٿيا هياسين. بدي جي چوڏينهن رات هئي ۽ چانڊوڪيءَ جي ٻاڪُر ۾ واريءَ سومل جي ڏک تي ڏني. انهيءَ مينگهواڙ جي سٻاجهڙي صورت وَري وَري منهنجي اکين اڳيان ٿي آئي ۽ مون سوچيو تہ سگهي عورت ماني پچائيندي ڪهڙي نہ پياري ٿي لڳي! گوگاسَر نالي وَستيءَ ۾ هڪ هوٽل هو، جتي اسان سواريون روڪيون، جيستائين ڊرائيور انجڻين ۾ پاڻي وجهن، تيستائين اسان هوٽل ٻاهران ويهي رهياسين جتي مٽيءَ جي چلهہ تي چاءِ ٽچڪي رهي هئي. اوچتو چپري مان ڪنهنجي ڪِنجهڻ ڪُرڪڻ جو آواز آيو ۽ مون منهن ڦيري ڏٺو تہ ڪوئي سَوَڙ جي اندر تڏي تي لڇي رهيو هو. مون هن جي باري ۾ پُڇا ڪئي تہ هوٽل واري جواب ڏنو" "سائين! هُن کي وارو آهي."

"وارو ڇا آهي؟" مون پڇيو.

"هتان جي پَلر جي پاڻيءَ ۾ ڪائي بيماري آهي، جنهن جي پيئڻ سان ماڻهوءَ جي جسم ۾ ڪيئان پئجي ٿا وڃن. سائين، وارو ڏاڍو بڇڙو آهي. ماڻهوءَ

ڪي جَهپَ بہ نہ لڳندي آهي ۽ سڄي سڄي رات رڙندو آهي.“

”هي ڪنهن اسپتال ۾ علاج لاءِ ڇو نہ ٿو وڃي؟“ ”ڇهن ڏينهن کان اِتي چڙي چيڪي رهيو آهي، نہ هُن وٽ پئسو آهي ۽ نہ اسپتالن ۾ دوائون ٿي علاج لاءِ آهن. هتي تہ نانگ کاڌي جو بہ علاج ڪونہ آهي. روز هڪ نہ ٻيو چڪ وگهي مري رهيو آهي.“ مون چپ پيڪوڙي آسمان ڏانهن ڏٺو ۽ مونکي ائين لڳو تہ ڪرڻن مان ٻُر ٻُر ڪيئان ڪِري رَها ها!

اِهوئي سبب آهي جو ڪنهن وقت انسان جو خدا جي هستيءَ مان اعتبار نڪري ٿو وڃي. جي خدا چڱائي آهي (۽ چڱائيءَ کان سَوا ڪجهہ ٿي نٿو سگهي) تہ بُرائي ڪٿان آئي؟ ڇا اسان پارسين وانگر اهرمن ۽ اهر مزد جي دوئي مڃون؟ ڇا زردشت صحيح هو يا وحدت الوجود جي فلسفي لاءِ ڪوئي جواز آهي ۽ ابنِ عربي صحيح آهي، جنهنجي ڪتاب ’فصوص الحڪم‘ جي پهرين باب ٿي مونکي ياتواتي ڏٺي ڇڏي آهي. فرانس جي مشهور اديب والٽيئر کي جڏهن معلوم ٿيو تہ هسپانيہ ۾ زلزلو آيو آهي ۽ بہ سو ابهم جي ديول ۾ دعا گهري رهيا ها. اُنهن تي ديول جو گنبذ ڪري پيو آهي ۽ هُو ٻوساٽجي مري ويا آهن، تڏهن هن جو خدا جي وجود مان اعتبار ئي نڪري ويو هو. هُو سوچي بہ نہ پيو سگهي تہ خدا جو سارو رحم آهي، اُهو ايترو قهار ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ اهو بظاهر تضاد ئي دهريت جو هڪ مکيہ ڪارڻ آهي. جڏهن والٽيئر بيماريءَ جي بستري تي دم ڏئي رهيو هو تڏهن هُن وٽ پادري انجيل بخشائڻ آيو هو. والٽيئر هن کان سوال ڪيو تہ: ”توکي ڪنهن موڪليو آهي؟“

پادريءَ جواب ڏنو: ”مونکي خود خدا موڪليو آهي.“ ان تي والٽيئر هن کان پڇيو، ”ڇا توکي خدا اهڙو پروانو لکي ڏنو اهي.“ جڏهن پادريءَ تنهن ڪئي تڏهن والٽيئر هن کي چيو ”مهرباني ڪري منهنجي جند ڇڏ ۽ مونکي آرام سان مرڻ ڏي.“ ٿوريءَ دير ڪانپوءِ والٽيئر مري ويو هو. هُو آخري دم تائين دهريو رهيو.

دراصل ڪيئي انسان هن ڪائنات جي تاڃي پيٽي ۾ نيڪي بديءَ ڪي سرچائي نہ ٿا سگهن ۽ سمجهي نٿا سگهن تہ ٻنهي جي ساڳي آڏائي تي اُٿت ڪيئن ٿي آهي! يتائيءَ جهڙي نموني اهو مسئلو حل ڪيو آهي اهڙيءَ ڳتيل ٻوليءَ ۾ دنيا جي ڪنهن بہ فلسفيءَ يا شاعر حل نہ ڪيو آهي. هو چوي ٿو:

پريان سندي پار جي مڙيو ئي منائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

يعني 'پريان جي پار' کان جيڪي اچي ٿو، اُهو 'مڙيوئي مِنائي' آهي بشرطيڪ تون اهو 'چيت ڪري چکي سگهين؟' ان ڳالهہ کي رڳو مبهم الفاظ ۾ فلاسافر اوس پينسڪي (Ouspensky) ۽ هن جو گرو گرجيف (Gurdjieff) سمجهائي سگهيا آهن ۽ جڏهن رجنيش گرجيف جو ذڪر ڪيو آهي تہ هن کان وڌيڪ ابهام ۾ ويڙهجي ويو آهي.

مان جمال جي باري ۾ اهو تہ چڱيءَ طرح ڏسي چڪو آهيان تہ هن ۾ دورنگي، دغا ۽ منافقي بنهہ ڪانہ آهي، جيئن مون پنهنجن اڪثر دوستن ۾ ڏٺي آهي. هو ڪم-گو ضرور آهي پر صاف گو بہ آهي ۽ للي چپيءَ، اگر مگر مان هرگز نہ ڄاڻي هينيون حجاب يزديءَ جو پارسيءَ ۾ شعر مون سان ٺهڪي اچي ٿو:

ز دوستانِ دو رنگم هميشہ دل تنگ است
فدائي همتِ آن دشمني کہ يک رنگ است

(ترجمو: منهنجي دل تنگ ٿي پئي آهي اُنهن دوستن مان جي دورنگا آهن،
مان تہ انهيءَ دشمن جي همت تي فدا آهيان جنهن ۾ يڪ رنگي آهي)

جمال تہ نہ رڳو يڪ رنگ آهي پر دوست بہ چڱو آهي. مون ساريءَ زندگيءَ ۾ هُن کي ڪڏهن بہ ساندي وانگر ڪل بدلائيندي نہ ڏٺو آهي، جڏهن تہ اِها ڳالهہ اڄ عام آهي. هي سٽون لکندي مونکي مرحوم اسدالله شاهہ حسيني بي خود جي ڳالهہ ٿي ياد اچي. هو مخدوم طالب المولىٰ جي ڪافي قريب هو ۽ مون وٽ يونيورسٽيءَ ۾ فارسي شعبي جو ائسوشئيٽ پروفيسر هيو. هو سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري بہ ٿي رهيو هو. هڪ پيري اسان وي- سي هائوس ۾ ڪچهري ڪري رهيا هياسين. اُتي مرحوم حيدرشاهہ بہ موجود هو، جو نہ رڳو اسدالله شاهہ وانگر مخدوم صاحب کي پيارو هو پر هڪ اهلِ دل بہ هو ۽ لا ڪاليج ۾ منهنجو ڪلاس فيلو بہ ٿي رهيو هو، تنهن وقت ميرپورخاص ۾ سيشن جج هو. اسدالله مون کان ڪنهن دوست جي باري ۾ پڇيو:

"اوهان جو هن جي باري ۾ ڇا رايو آهي؟"

”ڪرست وانگر سڄي عمر پنهنجي صليب ڪلهن تي کڻلي آٿائين،“ مون جواب ڏنو.

اسدالله شاهہ نهايت صاف گو انسان هو. مون کي يڪدم چيائين،

”اوهان ڪنهن کي ڪرست ٿا ڪوٺيو؟

ڪيڏا نہ سادا آهيو اوهان....!!“

.... ڪيترو عرصو پوءِ مون جڏهن ان ڪرست جو اصلي روپ ڏٺو تہ پنهنجر مردم شناسيءَ مان اصل ويساهہ ئي نڪري ويو.

هلو واپس ٽر– سفر تي هلون. ڇاڇري ۾ اسان کي هڪ هندو سيٺ پُرٿن جي ماني ڪارائي رات گذارڻ جي صلاح ڪئي پر اسان اُتي نہ ترسياسين ۽ سڌو عمرڪوٽ آياسين. عمرڪوٽ مان ڪيئي سال اڳ بہ آيو هوس. غالبا اهو 1946ع جو زمانو هو. مان ۽ ابراهيم ايم– اين– راءِ جي ريڊيڪل ڊيموڪرٽڪ پارٽيءَ جا ميمبر هوندا هياسين. اسان سان گڏ ڪامريڊ وياس، هن جي زال سُشيلا پير عبدالغفور، ڪامريڊ احمد، آگي قدم پريس وارو ۽ ٻيا پارٽي ميمبر هوندا هئا. ٻين جو ذڪر وقت مليو تہ مان پوءِ ڪندس، هن وقت ڪامريڊ عبدالغفور جو ذڪر خاص طور تو ڪيان جو عمرڪوٽ جو پيشه وَر حڪيم هو ۽ هن جو مطب بہ عمرڪوٽ ۾ هو. انهن ڏينهن ۾ مان ايل– ايل– بي جي امتحان لاءِ بہ ڪافي محنت ڪندو هوس ۽ علم و ادب، سياست تي بہ ڪافي ڌيان ڏيندو هوس. هڪ ڀيري مون ڪامريڊ کي ٻڌايو تہ منهنجو دماغ ايترو پورهيو ڪري ٿڪجي ٿو پوي. ڪامريڊ مونکي ڪشته گاوَ زبانِ عنبري، ڪشته مشڪ، ڪُشته طلا، ڪُشته بيضہ مرغ ۽ ڪجهہ ٻيا يوناني ڪُشتا پوري مقدار ۾ شامل ڪري ڏنا ۽ ٿي خوراڪون ڏينهن ۾ ڪائڻ لاءِ چيو. هن مونکي نيراني مرغي جا ہ ڪچا اندا بہ پي وجڻ لاءِ تاڪيد ڪيو. نتيجو اهو ٿيو تہ آوڌ واري نواب واجد علي شاهہ وانگر مونکي پوري حرم سراجي ضُرورت محسوس ٿي ۽ نيپئر روڊ جا رستا گسي ويا. مان جو ورلين يا رامبو تہ نہ ٿي سگهندو هوس، اُن تي ڪافي وقت لاءِ بودليئر جي ڪيفيت ڇانئجي وئي. گهڻو وقت پوءِ جڏهن مون ساهيوال جيل ۾ بودليئر جا نظم 'Flowers of Evil' ۾ ’پٿرس جون راتيون‘ پڙهيو هو تڏهن مونکي ائين محسوس ٿيو هو تہ اهو ڪتاب مون لکيو آهي ۽ مون کي ڪراچيءَ جون راتيون ياد آيون.

مان پانيان ٿو سال 46ع ۾ سنڌ ۾ صوبائي اليڪشن ھئي ۽ ڪامريڊ عبدالغفور عمرڪوٽ مان وساڻ جي خلاف بيٺو ھو. اسان ته تن ڏينھن ۾ دنيا ڦيرائڻ جا خواب لھي رھيا ھياسين. جيتوڻيڪ ايم- اين- راءِ اسٽالن کان مايوس ٿي چڪو ھو، تڏھن به ھن وانگر اسان جاگيرداري، زمينداريءَ ۽ سرمايه داريءَ جا سخت دشمن ھياسين. انڪري مان، ابراھيم جويو، ڪامريڊ وياس ۽ سشيلا وياس عمرڪوٽ وياسين. مان ٽرين ۾ ٿرڊ ڪلاس جي مٿين سيٽ تي بتي ٻاري دير تائين قانون جا ڪتاب پڙھندو رھيس، جيستائين عمرڪوٽ جي اسٽيشن آئي. اتان بس تي چڙھياسين ۽ اچي ڪامريڊ عبدالغفور جي اوطاق ۾ رھياسين. ڏينھن جو اسان ھارين ۾ تقريرون ڪيون ۽ مان ھن کي پنھنجو نظم 'ڳاءِ انقلاب ڳاءِ' واري واري سان ٻڌايو. الاجي ڇو مون اُن ڏينھن سنئي ۾ سنو فل سوٽ پاتو، جو پاڻ سان ڪٺي ويو ھوس. ڪامريڊ عبدالغفور اسان کي سارو عمرڪوٽ گھمايو. اھو شھر عمرڪوٽ آھي يا امرڪوٽ آھي، ان بحث ۾ مان ھينئر نه پوندس. ڀيرو مل مھرچند جو چوڻ آھي ته:

"ھن شھر جو بنياد بلڪل اڳاتو آھي ۽ غالبا اومره سومري جو ٻڌايل آھي. ٻارنھينءَ صديءَ ۾ راجا امرسنگھه منجھس قلعو ٺھرايو. 1355ع ۾ عمر سومري پنھنجي گاديءَ جو ھنڌ ڪيو. 1746ع ۾ ميان نورمحمد ڪلھوڙي منجھس قلعو ٺھرايو جو اڃا سلامت آھي. عمرڪوٽ اڳي ضلعي جو ھيڊ ڪوارٽر ھو. 1906ع کانپوءِ ميرپورخاص ھيڊڪوارٽر ڪيو ويو. شھر جي رونق چڱي آھي، واپار چڱيءَ طرح ھلي ٿو. اُن جي چوڌاري باغن ۾ ميوات ۽ واڙين ۾ ھر قسم جي ڀاڄي ٿئي ٿي. ھي شھر اڳي راجپوتن جي گاديءَ جو ھنڌ ھو، مارواڙي قومون گھڻو ڪري ڀھريائين ھتي اچي رھيون ھيون. جي پوءِ 1874ع ۾ ايرندي ناري جي ٻوڏن ۽ ٻين سببن ڪري منيءَ چاچري، ڪانٽئي، چيلھار، پارنو، ڀگل، وِراڙيءَ، ٿارناسر ۽ ٻين ڳوٺن ڏي لڏي ويون..... ميرپورخاص 76 ميل پري آھي....."

اسان کي پيرصاحب جيپ ۾ مومل جي ماڙيءَ تي وٺي ھليو، جا عبرت جو داستان ھئي، اُن تي سنڌ جي ٻئي ھر دڙي وانگر ٺڪريون ۽ ھڏا ٽھليل ھا، پر اُن سان جا ڪھاڻي وابستا ھئي، اُن کي امرتا ھئي ۽ جڻ مايا جي فلسفي جونچوڙ ھئي. ڪاليداس يا ملڪ محمد جائسي اھڙي ڪھاڻي نه گھڙي سگھي

ها. مون هڪ هڏي جي ٽُڪرِي ڪٿي ڇيو: ”ڇا اها مومل جي هئي، سومل جي هئي، جنهن لاءِ راڻو ڪيئي ميل اُٺ تي سفر ڪري ايندو هو؟“ مون سوچيو تہ ايڏو وڏو ٿهڪ ڏيان جو ڪڪر ڦاٽي پون ۽ مينهن پوڻ لڳي.

مومل جي ماڙيءَ ڪانپوءِ اسان اُن قلعي ۾ وياسي جو ميان نورمحمد ڪلهوڙي ٺهرايو هو. اسان جنهن وقت ان جي ڇت تي هياسين تنهن وقت سج ٻڏي رهيو هو. ڇڻ ڌرتيءَ تي ڳولي رهيو هو تہ ڪيڏانهن ويو عمر، ڪيڏانهن وئي مارئي ۽ ڪيڏانهن ويو اهو ڪوٽ جنهن انسان کان پنهنجي آزادي ڪسي هُئي؟ شفق مارئيءَ جي چُنيءَ وانگر آسمان تي ڇانئجي وئي هئي ۽ راتڙي لهي رهي هئي. آسمان ۾ ڪجھ ڏيئا ٽمڪڻ لڳا ها تہ اسان ڪامريڊ عبدالغفور جي گهر پهتاسين. اُتي ڪامريڊ اسان لاءِ چيلو سَجهي ڪرايو هو. چيلي جي سَجهي سان نان کاڌاسين. مانيءَ وقت اسانکي نگيندر وياس سشيلا سان پنهنجو رومان ٻڌايو. وياس برهمڻ هو ۽ سشيلا اڇوت. وياس جو پيءُ لکاپتي هو ۽ سشيلا جو ڪکاپتي. پيءُ جي مرضيءَ خلاف ۽ ڌرم- روڪ هوندي وياس سُشيلا سان شادي ڪئي هئي ۽ اِنڪري هُن جي پيءُ هن کي گهر- نيڪالي ڏني هئي ۽ وصيت ڪئي هيائين تہ هن جي ملڪيت مان نگيندر وياس کي ڪجھ بہ نہ ڏنو وڃي. سُشيلا جي پيار ۾ سڀ ڪجھ لٽائي، هو هن سان گڏ هڪ فليٽ ۾ رهندو هو. ڪين ڪابہ اولاد نہ هئي. وياس سنهو، سانورو، ڪرڙوڊ هو ۽ هن جا چپ ائين لڳندا ها ڄڻ تہ هو پُڏو هو جيتوڻيڪ هن کي پوري ٻٽيهي هئي. سُشيلا بدن جي ڪجھ ڳوري، مُنهن جي ٻولاٽي، ٽيهين ورهين جي رنگ روپ، ڊيل ڊيل واري سانوري سلوڻي ناري هئي.

ماني کائڻ کان ٿورو وقت پوءِ اسان تي ننڊ غالب اچي وئي. مون کان ٿوري پنڌ تي وياس ۽ سُشيلا ستل ها ۽ انهن جي پريان ابراهيم سُتل هو. مان هڪ ڀي سشيلا ساري رهيو هوس جا ريشم جي ساهيڙي هئي. هڪ ڏينهن مان پنهنجي مائٽ عباس سان گڏ ڪلفٽن تي ويو هوس تہ ڏٺو هوم سشيلا ۽ ڪجھ ٻيون ڇوڪريون، جي ڊي- جي سنڌ ڪاليج ۾ پڙهنديون هيون، ڪجھ ڇوڪرن سان گڏ اوڇين لهرن ۾ وڃي رهيون هيون. عباس شرير هوندو هو ۽ هن مونکي سيکاريو تہ هنن جي پنيان هلون ۽ جڏهن اوڇي ويراڇي ۽ مٽي تان لنگهي وڃي تڏهن اسان سمنڊ جي تري ۾ پير کوڙي بيهون تہ هي پاڻ ٿي اسان جي جهول ۾ اچي پونديون. اسان ائين ڪيو هو، هُو اسان

ڪان بہ وڪون اڳتي هيون ۽ واقعي اسان جي جهول ۾ اچي پيون ۽ پوءِ سيڪنڊ ۾ اسان هنن کي ڇڏي ڏنو، پاڻ بہ ويرجي چوهہ ۾ لڙهي ڪناري تي هليا آياسين، پهرين پيري تہ هنن اهو اتفاقي سمجهو پر جڏهن اسان ٽي پيرا ائين ڪيو تہ هو چپن ۾ مُرڪي، ڇوڪرن سان گڏ ٻاهر هوٽل تي وڃي ويٺيون. سُشيلا مونکي سڃاتو. هوءَ ٿي تہ ريشم جي انتظار ۾ هوندي هئي جڏهن ريشم ڊي- جي سائنس ڪاليج ۾ پڙهندي هئي ۽ ڪاليج ۾ سائيڪل تي ايندي هئي،سسشيلا ڪائنس سائيڪل وٺي اسٽئنڊ ۾ رکندي هئي. هن مونکي شايد ڊي- جي سنڌ ڪاليج جي ڏاڪڻ وٽ ريشم سان ڳالهائيندي ڏٺو هو. ٻي ڏينهن تي ريشم مون کان پڇيو. ”ڪالهہ سمنڊ تي ڇا محسوس ڪيُئہ؟ ان تي بہ ڪوئي نظم لکندين؟“ مان لڄي ٿي ويس. پريان سُشيلا جا ڪاليج گيٽ پنيان لکي بيٺي هئي، اوچتو نڪري آئي ۽ چائين ”هَلو!“ مونکي ترتي جاءِ ڏي ها تہ اُن ۾ پيهي وڃان ها پر انهن جي سموري ڳالهہ تڏهن ڪندس جڏهن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي گذاريل وقت جي باري ۾ ڪٿي تفصيل سان لکندس.

عمرڪوٽ ۾ مونکي جاءِ بدل سبب ننڊ نہ آئي، جيتوڻيڪ مان اڪيون بوٽي سُمهي پيو هوس. مون وانگر سشيلا وياس بہ اڪيون بوٽي سُتي پئي هئي. اوچتو ٻي اَدائي بجي هوءَ اُٿي ۽ چُپ چاپ ٻاهر هلي وئي. مونکي چئين بجي ننڊ آئي ۽ جڏهن اک کلي تہ سڀ چاءِ پي رهيا ها، مون بہ ننڊ مان اُٿي چاءِ پيتي. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڪامريڊ غفور سشيلا کي برٿ وارا تحفا وٺي ڏنا. پوءِ اسانکي ڪامريڊ عبدالغفور پنهنجي اسپتال تي وٺي آيو جتي وياس هن کان مُقوي ڪُشتا گهريا. اُنهن مان ڪجهہ اجا ڪَرَل تي رهيا ها تہ ڪامريڊ سشيلا مونکي چيو تہ: ”مان ڏاڍو ٿڪجي پئي آهيان ۽ مون کي اوطاق تي ڇڏي آءُ“ اوطاق اٽڪل ميل پنڌ تي هئي، هو مون سان گڏ واري تان اڪيلي وڃي رهي هئي. پهرين تہ مون ڏانهن پيار پريون اڪيون ڪري چيائين: ”واهہ جو سُوٽ پاتو آٿي.“ مان ماٺ ڪري هلندو رهيس. جڏهن اوطاق تي پهتاسين تہ وڏا وڙي ۾ هالا جو ننڍو پينگهو پيو هو. سُشيلا ڪَر موڙي ٽڪ لاهڻ ۽ جڻ وڏيڪ لڳ ساهڻ لاءِ پينگهي ۾ سمهي پئي. پينگهو هن لاءِ سوڙهو هو ۽ هن ٽنگون گوڏن وٽان بيٽائي پينگهي ۾ رکيون تہ انهن تان هن جي ساڙهي ترڪي وئي. ”ڪامريڊ! تون بہ چو نہ ٿو منهنجي پرسان پينگهي ۾ ٽڪ پيڃين. وارياسي ۾ چاڙهي چڙهي هڃ ٿي پيو هوندين“ اوطاق ۾ ٻيو ڪوبہ نہ هو.

مون محسوس ڪيو ته ابليس مون کي پينگهي ڏانهن ڌڪي رهيو آهي پر پوءِ اهو ياد ڪري ته سُشيلا ڪامريڊ وياس جي زال آهي جو پارٽيءَ جو ليڊر آهي، مون هن کي چيو ته مون کي تڪليف ٿيندي، انڪري مان اندر کٽ تي وڃي ٿو سمهان. کٽ ۾ واڻ جي رسي ارڙ نانگ ۾ تبديل ٿي وئي ۽ ٻه ٽي ڪلاڪ مون وَٽ سَٽ پٽي ڪاڍا ۽ مونکي ننڊ نه ٿي آئي جيستائين ابراهيم ۽ وياس به پهريءَ جي مانيءَ وقت آيا. وياس ڪامريڊ عبدالغفور وٽان ڍير سارا ڪُشتا هٿ ڪيا ها. هن ٻڌايو ته ڪشتا ڪرل ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳو. رات جو وري مون ڏٺو ته ٻي اڍائي بجي چپ چاپ اُٿي، سُشيلا چمپل پاتو ۽ دٻي پير ٻاهر نڪري وئي ۽ چئين بجي ساڳي دٻي پير موٽي آئي، ڪڙو اندران بند ڪيائين ۽ پنهنجي کٽ تي سمهي پئي. مان صبح تائين پاسا ورائيندو رهيس.

ان کان ڏهه مهينا پوءِ مان پارٽي آفيس ۾ ويٺو هوس، جتي سشيلا، وياس، ايم- اين- راءِ واريءَ آل پاڪستان فيڊريشن آف ليبر جا پريزيڊنٽ ۽ سيڪريٽري خطيب ۽ ڊَوي، ابراهيم ۽ آڳي قدم پرنٽري وارو ڪامريڊ احمد به ويٺا ها. سشيلا کي مهينو اڳ چاول گوري رنگ وارو پُٽ گود ۾ هو. هن سيني کي ٻڌايو ته هُن جو ڪامريڊ عبدالغفور سان پيار ٿي ويو آهي. مون کي اڳ ئي خبر هئي ته ڪامريڊ عبدالغفور جي اڳينءَ زال کي ڪئنسر آهي، جنهن لاءِ اُن وقت ٽريٽمينٽ ڪانه هئي ۽ هُن جي غذا فقط سڪل ڪشمش هئي (اهو علاج ڪامريڊ ڪنهن طب جي ڪتاب ۾ پڙهيو هيو) ڪامريڊ وياس ٽڏو ساهه پري چيو، ”ماهر سرجن مونکي پٺيءَ ۾ ڇُرو هنيو آهي، پر جي مون دانهن ڪئي ته مونکي انقلابي نه سمجهجو.“ شايد ڪامريڊ وياس تي اڃا اينگلس جي ڪتاب ’خاندان جي بنياد‘ (Origin of family) جو اثر هو. هن جا لفظ ٻڌي خار ۾ مون سشيلا کي چيو ته: ”سشيلا! تون کهڙي نه ذليل عورت آهين!“ هن يڪدم مونکي جواب ڏنو ”مان توکان سرٽيفڪيٽ نه ٿي گهران.“ مان جلد ئي اتان اُٿي ويس.

ڪامريڊ عبدالغفور جي گهرواري گذاري وئي پر هن ٻي شادي نه ڪئي. پاڪستان کان ڪجهه مهينا پوءِ سشيلا ۽ نگيندر وياس مولانا شبيراحمد عثمانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيا جو ته اسلام ٻي ڪنهن به مذهب کان وڌيڪ ترقي پسند هو ۽ ايم- اين- راءِ اُن تي ڪتاب لکيو هو. پر جڏهن هو مهاجر حلقن ۾ وڃڻ لڳا ته پاڻ کي اجنبي ڀائڻ لڳا. شايد ورهاڱي کانپوءِ

وياس جو پيءُ سان بہ ٿاهہ تي ويو هو. هو ٻئي گجرات هليا ويا ها ۽ معلوم نہ آهي تہ جيئرا آهن يا نہ!

ورهاڱي ڪيترا دوست، احباب، خاندان وڇوڙي ڇڏيا ۽ مون هڪ گيت لکيو هو:

”چنڊڙ پن وڇوڙيل يار، ڳالهہ تہ هڪڙي ناهي.“

پر پن هوا ۾ اڏامي، ڇڙوڇڙ ٿي وڃن ٿا. وڇوڙيل يار وري ڪڏهن ملن تہ بعيد از امڪان نہ آهي، ها اُهي ڪٿين ملن اُهو بعيد از فهم ضرور آهي. تاريخ گهايل هاٿيءَ وانگر ڏوڪي ڏاهر کي درياهہ ۾ اڇلايو هو ۽ هن جو ڌڙ ڌار، سر ڌار لڌو ويو هو، جو دروازو منجنيق جا پٿر ٽوڙي نہ سگهيا ها، اُهو ’وِڪئي وزير‘ اندران کولي ڇڏيو هو. هن ديس جي تاريخ غداريءَ، راءِ سهاسي جي دغا سان موت ۽ چچ جي تخت نشينيءَ سان ڇو شروع ٿئي ٿي؟؟

ڪاش! ڪوئي محقق راءِ سهاسيءَ تي ڪوئي وڌيڪ مواد ڳولي لهي، جو هڪ نيت پت وارو راجا هو يا ڪاش! هُو ان ڪان بہ اڳ اسان جي تاريخ شروع ڪري، جنهن ۾ نيڪ نيتي، ديانت ۽ خلوص وارا حڪمران ها. مونکي پير حسام الدين ٻڌايو هو تہ عراق ۾ راجا ڏاهر جي تصوير آهي. شايد ٻيو مواد بہ ملي پئي جو سنڌ جي تاريخ جي شروعات مان قباحت جو عنصر ڪڍي وٺي. آخر سنڌي عوام جيڪو نهايت پرخلوص ۽ ديانتدار آهي، اُن جو ماضي بہ اهڙوئي بي داغ هجڻ گهرجي ۽ هر انساني ڪمينگي اُن ۾ انساني نفسيات جو اتفاقي عنصر سمجهڻ گهرجي.

مان پيهر جڏهن عمرڪوٽ آيس تہ منهنجو مائٽ شيخ جعفر اُتي ايس-ڊي- او هيو. ان رات گهر ۾ ڪونہ هو سو اسان سرڪاري بنگلي ۾ لٿاسين. ڌرتي مارئي وانگر ٿي لڳي ۽ آسمان عمرڪوٽ، جنهن ۾ ڪا وٿي نہ هئي. انسان تي ايتري غلامي ڪنهن مسلط ڪئي آهي جو پَنُ بہ هن جي مرضيءَ سان نٿو ڇُري! سارتر جي وجوديت خود مشيت جو حصو آهي. غالب ڪوچڙءَ بلي ماران ۾ ڄايو هو، هن جا پونيئر ڪوچڙءَ چوهان ماران ۾ پيدا ٿيا آهن. ڪراچي اسان جو ڪوٺا مار آهي، جنهن جو دروازو ڪافڪا ٺاهيو آهي.

مومل جتي ڏاگهہ چڙهي هئي، اُن ڪان ڪجهہ پنڌ تي سنگِ لرزان (Sand stone) جو چبوترو هو، جتي اڪبر ڄايو هو. پنيرڪي جو اسان ان ٿَلهي وٽ پهتا هئاسين ۽ باک جا آثار نظر اچي رهيا ها ۽ مونکي هيئيون گيت

ياد اچي رهيو هو جو صديون اڳي شايد سنڌ ڌرتيءَ تي تخليق ڪيو ويو هو:

”جيڪي صبح گذري ويا آهن ۽ بي شمار صبح جي هن ڪان پوءِ ٿيڻا آهن، تن جي واٽ وٺي هيءَ روشن اُشا اچي ٿي نہ اونده تاري ٿي ۽ جيڪي ماڻهو ننڊ ۾ مُئلن مثل پيل آهن تن ۾ سجاڳي پيدا ڪري ٿي.“

”سهڻي اُشا، تون جيتوڻيڪ بي شمار ورهين ڪان جيئري رهندي آئي آهين، تہ بہ هرڪنهن صبح جو تون نئون جنم وٺين ٿي، تنهنڪري تون بُڍي بہ نہ آهين تہ جوان بہ نہ آهين.“

”اڄوڪو صبح اُها واٽ وٺي ويندو، جا ڪانئس اڳي هرڪنهن صبح ورتي. هن ڪانپوءِ جيڪو صبح ٿيندو، سو بہ اُشا جي پُٺ ويندو. قديم زماني ۾ جن ماڻهن اُشا جي واٽ نهاري ٿي، سي گذاري ويا. اڄ سنڌس اچڻ تي اسان اهو منظر پيا ڏسون، اسان ڪانپوءِ جيڪي پيا پيدا ٿيندا، آئيندي اُنهيءَ ديويءَ جا ترورا پَسندا.“

ضميمو: پهريون

ضميمو الف

## رشيد ڀٽيءَ جي هٿ لکيل ڊائري

هندستان جي سفر دوران رشيد ڀٽيءَ جا ورتل نوٽس

22 ڊسمبر 1963ع

سکر کان ڪراچيءَ روانگي. گاڏيءَ ۾ سترنهن سالن جي وڇوڙي تي ڳالهہ ٻولهہ. هندستان جي دوستن جي مُتوقع موٽ ۾ خوشيءَ بابت انديشا ۽ انومان. گاڏيءَ ۾ بہ پڪ ڪانہ تہ ڪو وڃڻ نصيب ٿيندو يا نہ!

23 ڊسمبر 1963ع

ڪراچيءَ پهچي، پارتي هاءِ ڪمشنريءَ ۾ ويزا لاءِ درخواست. هوٽل مونا ليزا ۾ قيام.

24 ڊسمبر 1963ع

مولوي عبدالواحد سنڌيءَ سان ملاقات. حسين شاهہ راشديءَ وٽ هلنڊڙ ادبي ڪانٽرو ورسيءَ تي بحث. راشديءَ جي ڪردار تي ڳالهہ ٻولهہ. راشديءَ ۽ سنڌ موضوع تي بحث.

25 ڊسمبر 1963ع

صبح جو رباني‌ءَ جي ڪردار تي ڳالهہ ٻولهہ. اياز جي نون ڪتابن تي خيالن جي ڏي وٺ. راشديءَ وٽ ماني. رات جو هوٽل مظفر صديقي سان محفل.

٢٦ ڊسمبر 1963ع

ويزا ملي. اسٽيٽ بئنڪ مان ايڪسچينج حاصل ڪرڻ. منجهند جو مخدوم عبدالواليءَ وٽ. رات جو سراج طرفان 'سابرينا' ۾ ماني. سَرڪي، مقبول، رشيد آخوند، مولوي سنڌي، خواجہ سليم، بروهي، رباني، حسين شاهہ ۽ ڊڪڻ بہ ڪوئيل.

27 ڊسمبر 1963ع

ايئر انڊيا رستي روانگي. وائڪائونٽ جهاز. منجهند جو اُڏام. ايئرپورٽ تي بروهيءَ طرفان لنچ. لائونج ۾ آسٽريلوي ماڻهن سان ڳالهہ ٻولهہ، پارٽيشن تي. ايئر هوسٽيس ۽ هڪ پارٽي ناريءَ جي سونهن ۽ ورتاءَ تي ڳالهہ ٻولهہ. پاڪستاني عورتن (مسلمان) سان ڀيٽ.

شانتا ڪروز ايئرپورٽ تي پهچڻ. موهن ڪلپنا ۽ راجن ڪسٽم ڪليئرنس ڪرائي ورتي...... سگريٽ تي ڪسٽم آفيسر خوش ٿي ويو. راهي موٽواڻي، ارجن شاد، ارجن موٽواڻي، جٿوير، گوبند مالهي، لعل پُشپ، ڪرشن راهي، مايا راهي، موتي پرڪاش، ڪلاپرڪاش، سندري، اُتم، موهن، راجن چاولا ۽ گيتا ايئرپورٽ تي آيل. راجن وارن جي ڪار ۾ روانا ٿياسين. 'ليونڪ' (؟) ريسٽارنٽ ۾ چانهہ ۽ وڇوڙي جي ورهين ۽ انسان تي بحث ۽ خيال آرائي. رات جي ماني ڪيرت وٽ، جتي سڀ دوست آيا. اُتان اتي راجن جَن وٽ چانهہ تي آياسين. راجن جا ٻار اَنيتا ۽ اُميش مونکي "پڪو" ماما سمجهي رهيا ها. رات اُتي رهياسين. باندرا ۾ ڊاڪٽر ائمبيڊ ڪر روڊ تي سندن فليٽ ۾. هرڪو دوست پاڻ وٽ رهڻ ۽ مانيءَ جي دعوت ڏئي رهيو هو. رات سڄي جاڳياسين. حال احوال ۽ اياز شعر ٻڌائيندو رهيو. صبح جو 5 بجي سمهياسين.

28 ڊسمبر 1963ع

صبح جو ٽائي تي اطلاع ڏيڻ وياسين، پوليس وارن جو وررتاءُ. پهرين جاءِ جا گهمڻ وياسين سارايل ايشياٽڪ سوسائٽي جي لئبرري هٿي. ١٨٠٠٠٠ (هڪ لک اسي هزار- مصنف) ڪتاب. سنڌ جي تاريخ تي وڏو ذخيرو. ڪولابا، فورٽ ۽ ماهم گهمياسين. بمبئيءَ جو قومي عجائب گهر. موهن ۽ ڪاهوءَ جي دڙي جون اصلي نوادرات اُت موجود. ڪاشيءَ جي سِرَ. موهن جي دڙي جو ماڊل. منجهند جي ماني فورٽ جي هڪ سِک جي هوٽل ۾. شام جو ڪولابا ۾ پوپٽيءَ جي جاءِ تي، ٽيريس تي ڪچهري. سڀ سنڌي اديب آيل. جڳت آڏاواڻيءَ، ايم- يو ملڪاڻيءَ ۽ ناگرانيءَ ڳالهايو. پوپٽيءَ ’مارئي‘ ڳائي- ڪرشن راهيءَ اياز جو غزل ’پرين سان پڪا ڪير ويهي اڏي...‘ سُر سان ڳايو. اُتم، راجن، موهن ۽ گيتا وياسين. ارجن شاد بہ شعر ٻڌايو، سُر سان اياز جو. سڪر جو ڪيسواڻي بہ مليو. اصل مدئجيءَ جو هو. اخبار ۾ سنڌ ڪان آيلن جو ٻُڌي آيو هو. رات جو ارجن شاد پاڻ وٽ رهائڻ لاءِ وٺي Sion ويو.

29 ڊسمبر 1963ع

ارجن جي ماءُ. زال موهني ميرچنداڻي. ڊاڪٽر چبلاڻي جي ماٽيئاڻي- اياز جو ڪلام ڳاتائين. صبح جو ڇئين بجي سمهياسين. نيرن بعد مالهي آيو ۽ فلم جي شوٽنگ ڏيکارڻ لاءِ ڪاردار اسٽوڊيو وٺي هليو ”بهو بيگم“ جي شوٽنگ پئي ٿي. مينا ڪماريءَ تي افتتاحي شاٽ پئي ورتو ويو. بلراج ساهنيءَ ۽ نثار اختر سان ملاقات ۽ ڳالهہ ٻولهہ. منجهند جو پرنسپال اجواڻيءَ وٽ وياسين. سنڌي زبان ۽ ادب جي پارت ۾ مستقبل بابت بحث. ڪلياڻ آڏواڻي، گوبند مالهي، لعل پشپ، موهن ڪلپنا، راجن ۽ ارجن بہ موجود. منجهند جي ماني گوبند پنجابيءَ وٽ. راهيءَ وري اياز جو ڪلام ڳايو. سيارو ڇڻ آهي ڪونہ. اسان گرم ڪپڙا ڪٺي اچي ڦاٿا هياسين. هت تہ ڏينهن رات پکو پيو هلي. شام جو گهمڻ وياسين. چوپاٽي. بيل پُوري- مَرين ڊرائيو- رات جو نيڪليس جو منظر مَرين ڊرائيو جو- ڪملا نهرو پارڪ- انڊين فلم ايگزيبشن ڏٺي سين. رات جو ماهم ۽ جڳت آڏاواڻيءَ وٽ ماني. اُت گنو سامتاڻي ۽ موهن گيهاڻي پڻ آيا، ٻين دوستن ڪانسواءِ.

30 ڊسمبر 1963ع

11 بجي تائين ارجن جي گهر بحث ۽ حال احوال. حاضر جڳت، گيتا، راجن، موهن گيهاڻي. ان بعد پواني (اکر سمجهه ۾ نٿو اچي) ۽ وهار (اکر مُنجهيل انداز ۾ لکيل- مصنف) جو سٺر، آريہ ملڪ پلانٽ، هندو مٿالاجيءَ تي جڳت جي روشني وجهڻ ۽ اياز سان بحث. 'مجهي جينے دو' فلم. سنيل دت ۽ وحيده رحمان. هندستان جي ليجينڊري ڊاڪو سلطان تي هالي ووڊ ۾ فلم 'The long duel' جو چربو، رات جو موتيءَ وٽ ماني. ڪيرت، راهي، لعل ۽ اُتم زالن سميت- هري موٽواڻي ۽ موهن گيهاڻي به. ڪلا جو شيام لاءِ اظهار- ڪلا جا ٿانوَ پچڻ (؟). ڪلا جي ڌيءَ سندو- هريءَ ۽ موتيءَ اياز جا شعر ڳايا. نارائڻ شيام جا شعر ڪلا ٻُڌايا- مالهيءَ ڪي 'ڪنٽور' نالو ڏنو. هن موٽ ۾ 'ڏُ دَستو' سڏيو. مالهي ۽ ان جو ٽيلهو- مولانا سنڌي ۽ اُن جو ٽيلهو- رات جو گيتا جن سان جوهوءَ تي آياسين- سڄي رات بيچ تي ڪار ۾ جاڳي گذاري سين ۽ بحث مباحثا ۽ جوڪِس (Jokes) ڪياسين. صبح جو راج جي فليٽ تي آياسين.

31 ڊسمبر 1963ع

صبح جو به ڳالهيون نہ کُٽيون. گيتا ويچاريءَ ست پيرا چانهه ناهي. ڏهين بجي ڪَن اياز ننڊ ڪئي. گيتا گهر جي ڪَم ڪي لڳي. مان ۽ راجن شهر پاڃي وٺڻ وياسين. منجهند جو گيتا جَن وٽ عام دعوت. سڀ (لعل پُشپ، ڪَويتا پُشپ، شاد ۽ جڳت، مالهي دير سان آيو) اُتي گيتا جي ساهيڙي پُشپا به آئي جا پاڙيسري هُيس. گڏي، پشم گڏي، ناز ۽ نخرو، سونهن- شام تائين ڪچهري پوءِ ڪلياڻ ڪئمپ روانا ٿياسين. مالهي، مان، اياز، راج ۽ گيتا ۽ اُن جا ٻه ٻار- ڪار جي سجائپ وارو جوڪ (Joke). مالهي گوڙ بندر وٽي هليو دگ ۾. آدي واسين جو قصو- سندري، ڪلا، موتي ۽ اُتم اُتي آيا. مالهيءَ تي 'گارڊنر' ۽ ڪمل تي W.C جو نالو (؟) 'مُڃَ مَٿي ۾' واري پيروڊي. سڄي رات ڪچهري ٿيندي رهي. شراب ۽ شعر تي حال احوال- سياست- تاريخ(- ادب ۽ زبان- شعر وشاعريءَ ۾ جوڪِس (Jokes). سڳن جي گهر پوئين پهر وڃي سمهياسين.

1 جنوري 1964ع

صبح جو 8 بجي تائين سُتا رهياسين. موهن پنهنجيءَ بٺرڪ تي وٺي

هليو. گرل فرينڊ ميران سان ملايائين. مايا راهي بہ آئي. گهران ڊڪي ڪَڙهي آئي. ڪارايائين- نيرن سڳن وٽ- سندس زال" پار سيما، لتا، پرتاب ۽ هَري- سڳن سان سکر ۽ بندر جون ڳالهيون- منجهندِ جي ماني ڪِشور پهو جا وَٽ. ٽين بجي ڪئمپ ۾، پنڌ ڳالهائيندا، چَرچا ڪندا وياسين- ڪلياڻ ۾ ساڌ بيلو، لکي در، سچل ۽ ساميءَ جون سماڌيون- سکر وارو اُستاد پرسرام مسند اُتي بہ سُندر شيوڪ سيا ٺاهي ڪم ڪَري رهيو هو. اهي سکر وارا جاين جا نالا- هوا بندر- سيرو چوُنڪ، ڪرم جو ٽلهو، نمن جو چوُنڪ وغيره وغيره- ماني ڪائي ڪار ۾ بمبئي موٽياسين. پنديءَ پرسان گاڏي پنڪچر- رات جي ماني گرنانيءَ (ناگرانيءَ) وٽ- پوءِ جو هوءَ راج جي دوست جي بنگلي تي اچي پيتوسين ۽ محفل ڪئي سين. سڄي رات جاڳياسين.

2 جنوري 1964ع

صبح جو راج جي گهر اچي، نيرن ڪَري، جهٽ ليٽياسين. نند نہ آئي تہ وري اُٿي، ڪچهري ڪئي سين. خلوص ۽ سڪ ڪان متاثر ٿي روئي وينس. اياز ۽ گيتا جي پرچاڻ تي بہ موڊ درست نہ ٿِيو. شام جو طبيعت ٺيڪ ٿي ۽ ڪِل آئي. موهن ۽ شاد ڪتاب ڪٺي آيا. جڳت ساڙهيون ڪٺي آيو. ماني منجهند جي ڪائي، شام جو لبرٽيءَ ۾ فلم 'ميري محبوب' ڏسڻ وياسين. رات جو وري جوهوءَ واري بنگلي تي وڃي ڪچهري ڪئي سين ۽ سڄي رات جاڳياسين. گيتا ۽ موهن بحث ۾ اُلجهي پيا. پٽائيءَ تي بحث- راجن اياز ۽ منهنجو هٿ ڏنو- گيتا جو هڪ اڙدو شاعر 'مغني' بہ شام جو سندن گهر آيو- متاثر نہ ڪيائين. عاميانہ قسم جو شاعر هو.

3 جنوري 1964ع

سڄو ڏينهن جو هو بِيچ تي سن باٿ وٺندا رهياسين. سادي ٽين بجي ماني بہ بِيچ تي کاڌي سين. موهن ڪلپنا سان هندو مسلمانن جي سيڪس (Sex) بابت جوڪس (Jokes). گنبت گهوڙا، راٺي پور دراجا- سڳن جي جيون ۽ سفرنگس (Sufferings) تي موهن جو ڳالهائڻ:

زندگي تنهنجي اَدائن مان ٿيو برُ آهيان
غم جو پهلو تہ بدل نيٺ بہ شاعرِ آهيان.

موهن جي زندگي سندس زباني.

چند تصويرِ بُتان، چند حسينون کے خطوط
وه جب ياد آئے، بهت ياد آئے

موھن ڪان سوا جڳت ۽ شاد بہ جوھوءَ ۾ ڪٿا رھيا.

سانجھيءَ جو ماھم تي أتم جن وٽ مانيءَ تي آياسين. سڀ دوست- سُندري، ڊيئر آشا ۽ بينا- نرتيہ، لاڏا، ساڪيون، بحث- رات جو دير تائين جاڳي اتم جن وٽ سمھي پياسين.

4 جنوري 1964ع

صبح جو نيرن أتم جن وٽ- چانھن ٻي گيتا جي چانھہ ۽ سندس ياد آئي. ناشتي تي أتم سان اياز جو ماده پرستيءَ ۽ روحانيت تي بحث ٿيو. ھند ۽ سنڌ جي سنڌيت جي ھلچل تي ۽ سنڌ ۾ ھلندڙ تحريڪ تي بحث راج ۽ گيتا آيا- سندري بہ گڏجي شھر وياسين- منجھند جي ماني جڳت آڏوائيءَ وٽ- جئويِر بہ آيو- مئٽني شوتي سندريءَ جي صلاح سان بنگالي فلم ڏٺي سين. شام جو اياز کي بُخار- گيتا جي گھر موٽي آياسين- چانھہ پي" نيشنل ڪاليج ۾ رِٽيل آجيان جي گڏجاڻيءَ ۾ وياسين. رات جي ماني پرنسپال آجوائيءَ وٽ- ملڪاني ۽ نارائڻ شيام بہ آيا. رات جو موٽي جوھو بيچ واري بنگلي تي آياسين. بِيچ تي سڳن آھو جا بہ ھو- شعر و شاعري- حال احوال- ٽين بجي سمھياسين.

5 جنوري 1964ع

صبح سان چانھن تي حال احوال ۽ ڪچھري- منجھند جي مانيءَ لاءِ ٺاڪر چاولا وٽ آياسين. شيام، شاد، سڳن، سُندري، أتم، موھن، لعل، ڪويتا- ٽين بجي کان ڪچھري- لعل ۽ موھن جي شخصيت تي ملڪانيءَ جو اظھارِخيال- مختلف خيالن ۽ مڪتبِ فڪرن کان متاثر موھن ھَرفن مولا ليکبو آھي. سنڌي ھئڻ ۽ سنڌ ۾ ڄمڻ تي فخر، سنڌ واري زبان پسند، نئين نسل کي زنده رکڻ (سنڌي جي حيثيت ۾) زندگيءَ جو مقصد- اياز کان وڏي وڃڻ جي خواھش- سنڌين کي پورٽريٽ (؟- غالبا لفظ پورِٽري Portrey) ڪرڻ جو عزم- ٽرئڊيشن قائم ڪرڻ جو ارادو- سڳن، شيام ۽ اياز شعر ٻڌايا. شام جو بِيچ تي آياسين- ساڍي ڇھين بجي تائين أتي ڪچھري- سُندريءَ سان رھاڻ- سندس أتم بابت ويچار. سڳن ۽ شاد کي لطيفا ٻُڌايم- رات جي ماني باندرا ۾ راجن وٽ کاڌي، شانتا ڪروز ايئرپورٽ تي دھليءَ لاءِ رِزرويشن ڪرائڻ وياسين.

6 جنوري 1964ع

صبح سان جوھوءَ وارو بنگلو ڇڏي گيتا جي گھر آياسين. سڄو ڏينھن

اُتي چانهن تي ۽ منجهند جي مانيءَ تي ڪچهري ٿيندي رهي- شيام، سڳن، مالهي، موهن- سادي ائين بجي راجن آيو ته سڀ دوست ايئرپورٽ تي ڇڏڻ هليا- جهاز ۾ مدراسيءَ جو سگريٽ (؟) ٻه ادائي بجي ناگپور مان جهاز تبديل- رات جو ٽئڪسيءَ ۾ ناگپور جو چڪر- راج گيتا، اُميش ۽ انيتا به ساڻ.

7 جنوري 1964ع

5 بجي صبح جو دم دم جي هوائي اڏي تي لٿاسين. سيءُ بي انتها- ٽئڪسي ڊرائيور مان سنگهه- آصف الدوله روڊ ۽ ڪناٽ پئليس تي هوٽلن جي ڳولا- امپيريل هوٽل ڪناٽ پئليس ۾ رهايش- ماني ڪائي ٻه ٽئڪسي گربخش سنگهه جي هٽ ڪئي سين. صبح وارو (ٽئڪسي ڊرائيور) نه آيو. رينا، سينٽرل، براڊ وي، آشوڪ هوٽل جو چڪر- موٽي آياسين ته هري ڪانت، گورڌن، هيم ۽ لڇمڻ پاٽيا آيا. صبح سان گهمندي نهروءَ ڪي ڪار ۾ ويندو ڏٺوسين. هتان وانگر پوليس جي مارڌاڙ ۽ رستابندي ڪونه هئي. منجهند جو گورڌن اياز جي گيت: ”پيئوڙي يار، جيئو ڙي يار“ جي ڌن ٻُڌائي. ننڊ ڪري غالب، خُسروءَ، نظام الدين اوليا، جي مزارن تي حاضري. ٽوئرسٽ ڊپارٽمينٽ جي بس ۾ رزرويشن ڪراياسين. رات جو ڪچهري- پريو وفا، سترام ڪنياني، لعل موٽواني به آيا. 12 بجي آرامي ٿياسين.

8 جنوري 1964ع صبح سان نوين بجي سترام، هري ڪانت، لڇمڻ پاٽيا ۽ شيام پاڳيا آيا. ٻنا نيرن جي ٽوئرسٽ بس تي گهمڻ وياسين. شرما گائيڊ- جنتر منتر، پارليامينٽ هائوس، انڊيا گيٽ، شير شاهه روڊ، همايون جي قبر، قطب مينار، لڪشمي نارائڻ مندر- موٽي هوٽل تي ماني ڪائي ڪناٽ سرڪس ۽ ڪتابن جا دڪان ڏٺاسين. اياز ڪتاب وَرتا. سادي ٽين بجي بس تي وَري روانا ٿياسين. فيروز شاهه ڪوٽلا، آشوڪا استمپ، ترڪ ٽوئرسٽ، راج گهاٽ، گانڌي سماڌي، بادشاهي مسجد- مُلان سان فوٽو تي بحث- آزاد ۽ سرمد جون قبرون، لعل قلعو- موتي مسجد تي چوڪيدار رڪپال سنگهه- جوَڊيري، گڏهه رڪپال وارو لطيفو- شام جو تيرٿ وسنت، هرو سدا رنگاڻي ۽ ٻيا مقامي اديب آيا. رات جو پراڻيءَ دهليءَ ۾ فلم ”ديو داس“ ڏٺي سين، جتان ٽانگي ۾ ڪناٽ پئليس آياسين. ٽي بجي رات تائين ڪچهري.

9 جنوري 1964ع سادي 9 بجي آگري وڃڻو هو. سادي 11 نڪري سگهياسين. پوليس ۾ داخلا ڪرائي بس اسٽائنڊ تي آياسن. بس تي آرامده

سفر گذريو- دگ تي ڪوسي ڪلان، مٿرا ۽ برندابن وڏا اسٽاپ آيا. (يٽي ۽ اهو نه لکيو آهي ته اسان بئي شهر چڱي طرح گهميا هياسين. مصنف) شام جو آگري پهتاسين. هوٽل ويسٽ ايند ۾ رهياسين- ڪٿي سنڌي هيو- ڏاڍو سک ۽ قرب- عام سُواري ٽانگو آهي. ٽانگي تي آگري هوٽل ڊنر کائڻ وياسين. اُتان پنڌ تاج محل وياسين. پوٽا به ميل کن پنڌ هيو- مان، اياز، راجن، گيتا ۽ سترام- باهران پڪوڙن وارو ويٺو هو جو سنڌي هو. پڪوڙا کائي، ورهاڱي کان اڳ وارا پنجومل جا پڪوڙا ڏاڍو ياد آيا- تاج جي ٻاهران گهٽو ڪري سنڌي سک ٿا رهن، چوڪيدار به اُهي هيا.

10 جنوري 1964ع

سترام غزل ٻڌايو جو اياز تي لکيو هيائين. اياز جي وائٽراٽيپ گم شدگي- پنهنجو ٽُٽ برش نه سجاني گهيو- جورابا الڳ الڳ پتائين- ڏاڍو ڪلياسين، جنهن تي مُرڪيو. نيرن ڪري تاج تي آياسين- گائيڊ آرڪيالاجسٽ تعميري خوبيون ٻڌايون. خان عبدالرشيد- لان تي فوٽو ڪڍرياسين- اُتان آگره قلعو گهمڻ وياسين. هند مسلم ۽ گڏيل ثقافت اڪبر جي ڪري- ڪنول، سوا ستيڪا، صليب ۽ ڊيوڊ جو اسٽار- اندر محلاتن جي اڏاوت جٿيوري طرز ۽ پٿرن جي- خاص ڪري جوڌٻائي ۽ تانسين جو محل- تلاءُ- جانورن جي ويڙهه جو آکاڙو- جهانگير جو ڪاري سنگ مرمر جو تخت- شاهجهان جو قيد وارو برج جتان تاج جو نظارو ڏسندو هو- آئيني جو ذرو- ڪا ٻي تاج محل جي اڏاوت بنيادن تائين- گائيڊ معين الدين هاشميءَ سان ڳالهه ٻولهه- جوڌٻائيءَ جي محل ۾ حسين شاهه فاضلائيءَ سان ملاقات- محل ڦوهارن ۽ تلاءُ جي ڪري ايئرڪنڊيشنڊ ٿيل- شاهجهان جي قيد جي جاءِ- شيش محل، ديوانِ عام ۽ ديونِ خاص- شام جو فتح پور سڪري گهمڻ وياسين- نَوُرَتنن جا محل- تانسين جي ڳائڻ جي ٻارنهن دَري، چوپڙ جو ميدان- سنجها مهل بلند دروازي تان هيٺ نظارو- اُداسِي ۽ ماحول ۾ مايوس- ديوانِ عام، ديوان خاص، پبلڪ ايگزيڪيوشن جي جڳهه، شطرنج جو ميدان انارڪليءَ جو محل- مينا بازار ۽ هوا محل- بيربل ۽ ابوالفضل جا محل- سليم الدين چشتيءَ جي مزار- باس باسڻ ۽ اِگڙي بَدڻ- بلند دروازي تي ويهي سوچ ۽ فڪر ۾ گم ٿي وڃڻ- سترام، راجن ۽ گيتا جو ڳائڻ- موٽي اچي اُداسي دَور

ڪرڻ لاءِ پي مدهوش ٿي ڪِرياسين.

11 جنوري 1964ع

ننڊ مان اُٿڻ سان هئنگ اوور (Hang Over) ۽ اُداسي- سا ڏي 10 بجي هوٽل ڇڏيوسين- تاج آياسين. اُتان خريداري ڪئي سين- معين الدين هاشمي قلعي وارو گائيڊ بہ آيو- ڪار ۾ ديالداس پارڪ ۾ راڌا سوا مين جو مرڪزي مندر اڌاوت هيٺ ڏسڻ وياسين- سئو سالن کان پيو ٺهي پر اجا اڌ بہ نہ ٺهيو آهي. تاج جي مقابلي ۾. ٺهڻ بعد جمنا کي (؟) شهر مان خريداري ڪئي سين- رات جو موٽي دهليءَ آياسين- ماني ۽ محفل آڪسفورڊ بُڪ ڊيپو وارن وٽ (مسٽر پريملاٽي) هئي. گورڌن اياز جون ڏنون ۽ سُر ٻُڌايا. پنهنجو شعر بہ ٻُڌاياٿين- ٻي ڏينهن اجمير موٽي وڃڻو هو.

12 جنوري 1964ع

9 بجي جاڳ ٿي. اياز 11 بجي حشوءَ وٽ ويو. اسان 12 بجي وياسين- تنديڙو گهر، پٽ گُل، زال سَرلا، ڌيءَ نينا آرٽسٽ. پينٽنگس ڏناٿين- حشوءَ سان سياست تي بحث- موٽندي پٽيل نگر ۾ ٻانيڻ جي گهر ۽ ٻاجوڙي ۾ سک جي گهر (راجن جو دوست) 4 بجي موٽياسين. شام جو چانهہ پريو ۽ آلو اُچاٽي (ٻُڙهي ياسين واري) وٽ- لجپت نگر ۽ سنڌين جي بازار- اياز لاءِ ماچيسن جو مسئلو- وساريو يا گم ڪريو ڇڏي- گيتا ٻُڙو ماچيسن جو وٺي رکڻ شروع ڪيو- شام جو اياز جي کيسن مان اٺ ڏهہ ماچيس نڪرندا هيا- رات جي ماني هري ڪانت وٽ- سترام، شيام، راڄ، گيتا، حشو، مهروان مستاڻي، مسزهيم ۽ ڇڳاڻي وڪيل آيا. حشو سنڌ ۽ ون يونٽ تي ڳالهايو- لطيف جو خواب ۾ اچڻ حشوءَ کي 4 بجي تائين جاڳياسين. رات جو هوٽل تي موٽي گيتا رُني.

13 جنوري 1964ع

نوبين بجي سترام آيو. اُڏيري لال تي ڳالهہ ٻولهہ. جهولي لال جو ميلو. هري ڪانت، شيام ياڳيا ۽ ڊاڪٽر سدارنگاڻي بہ آيا. شاپنگ ڪري، گهمڻ وياسين. قومي عجائب گهر: سنڌ مان هٿ آيل ڪيئي نوادرات. گيتا جو گم ٿي وڃڻ. آرٽ گئلريءَ ۾ وڃڻ- رات جو ڊرنڪ تي بمبئي ۽ دهليءَ جي سنڌين جي اقتصادي، سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ تي بحث ۽ ڳالهہ ٻولهہ. مختلف حالتون- رات جو فلم "گئودان" ڏٺي سين- گيتا جون ٻاتيہ سان گهرو مسئلن تي ڳالهيون.

’جو بات تجهہ مين هے، تيري تصوير مين نهين‘

14 جنوري 1964ع

صبح سان ٺي ڪمرو ڇڏيوسين. راجن ڪار وٺڻ جو خيال ڊيڪاريو- اياز ۽ راجن ڪار ڏسڻ ۽ خريد ڪرڻ ويا. مان گيتا سان ڪمري ۾ ويٺو هيم- هند ۽ سنڌ جي اديبن ڳالهايوسين- لڇمڻ پرابليم تي گيتا روشني وڌي. ڪشن چند پاٽيا، بيدل جو مريد روهڙيءَ وارو ٻُڌي ملڻ آيو- شام جو پريملاٽيءَ وٽ گڏجاڻي. مشاعرو هو آجيان ۾، دڳ تي گهبراهٽ متعلق جوڪس (Jokes). گيتا جي لاڙڪاڻي واري لهجي تي ٽوڪ ۽ چرچا "مَشيءَ جو پُش آشو آهي." اتي حشو خاندان، سرلا، حشو، مينا، بينا، گل، (۽) تيرٿ وسنت، اجوائي، هريڪانت ۽ پاٽيا گيت ۽ راڳو ٻڌايو- مهرواڻ مهتاڻيءَ تصويرون ڏنيون- امرلال ساڌواڻي، سترام جا بيت ٻُڌي ويٺل ۽ اسان روئي پياسين- رات جو دير تائين محفل هيل ۽ اسان جي آجيان ۾ تقريرون ٿيون ۽ بيت پڙهيا ويا.

15 جنوري 1964ع

منجهند تائين هوٽل تي رهي، منجهد جي ماني حشوءَ وٽ کائڻ وياسين- سنڌ ۽ ملتان تي بحث. موٽي هوٽل تي آياسين تہ ڪار بہ اچي وئي- شام جو سترام جي گهر سبزي منڊي وياسين. سنڌي محلو- ترَموري، لال لوئي ۽ زنده پير جو ذڪر. سترام جو پٽ اشوڪ- اُتان گهمندا راج جي دوست مهتاب سنگهہ جي گهر وياسين جتي ماني هئي. ڊيڊ بجي باءِ روڊ روانا ٿياسين- هوٽل تي سترام، هيم، پاٽيا، شيام موڪلائڻ آيا. موڪلائڻ مهل وري ورهين جي جدائيءَ جو احساس. اُداسي- اڪيون آليون.

(نوٽ: پٽيءَ کان نہ ڄاڻان اهو لکڻ ڇو وسري ويو آهي تہ شيام پاڳيا، جو سنڌو سماج جو سيڪريٽري، اُن سجاد ظهير کي منهنجي اچڻ لاءِ ٻڌايو هو ۽ هو منهنجي هوٽل تي اچي ڪارڊ ڇڏي ويو هو ڇو تہ ان وقت اسان آگري ويا هياسين. اُن کان پوءِ جڏهن موٽي آياسين تڏهن شيام پاڳيا مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ سجاد ظهير مون سان ملڻ ٿو چاهي ۽ ڪالهہ بہ آيو هو ۽ پنهنجو ڪارڊ ڇڏي ويو هو. مون اياز کي چيو تہ: "ائين مناسب نہ آهي. آءُ ٿو هُن وٽ هلان." پوءِ شيام پاڳيا ۽ پٽيءَ سان گڏجي هن جي ياءُ جي بنگلي تي ويو، جتي هو رهيو پيو هو. سجاد ظهير جو ياءُ نهرو ڪئبينيٽ ۾ شايد منسٽر هو. (بنگلي ۾ هڪ شاهي لان هئي، جنهن تي سجاد ظهير ۽ صفيہ سجاد ظهير

سان گڏ هندستان جو مشهور ڪيمونسٽ اديب مُلڪ راج آنند ويٺو هو. ان ملاقات جي باري ۾ مان 'جڳ مڙيو ئي سپنو' ۾ اڳي لکي چڪو آهيان- مصنف)

16 جنوري 1964ع

صبح جو هڪ ڏيڍ بجي (رات جو) باءِ روڊ وايا آگره روانا ٿياسين. تاج کي اوندهه مان ظهور پذير ٿيندو ڏسڻ لاءِ- رات جو انڌاري ۾ گم ٿيندو ۽ چاندوڪيءَ ۾ اڇ ڏسي ويا هياسين. ڏيڍ سئو ميل فاصلو- ليکراج چوتري، ڪار جو دلال به بمبئي تائين گڏ هلڻو هو پئسن وٺڻ لاءِ. گاڏي اُن پئي هلائي- پوڻين پنجين بجي (صبح جو) تاج جي ٻاهران پهتاسين- ستين بجي گيٽ کلندو آهي. سج ستين بجي ايري ٿو. اسان مين (Main) گيٽ جي جهروڪن ڪان بيهي رهياسين. ٻاهران ڪنهن بي بي رابعه بصري جي مقبري تي (۾) هندو ڀڄن ۽ ڪيرتن ڳائي رهيا ها. انهن شاهه جو ڪلام به ڳايو. پوءِ خبر پئي ته اُهي اتان جا سنڌي هيا. جي لڏي اچي، اتي ڀڄن، ڪيرتن ۽ ڪافيون ڳائيندا ها، تاج کي اونده مان نروار ٿيندو ڏسي، آگري هوٽل آياسين. نيرن اُتي ڪئي سين- گواليار لاءِ روانا ٿياسين جو ١٣ ميل پري هو ۽ چمبل گهاٽيءَ ٽپي، مڌيه پرديش ۾ داخل ٿياسين. اها گهاٽي ڌاڪن جو آماجگاهه آهي. چنبل ندي ٽپڻ تائين مزو رهي ٿو. گواليار جو قلعو جو هڪ اوچي پهاڙ تي آهي، لوڌي خاندان جي ڏينهن ۾ ٺهيو.1416ع ۾ هڪ درباري سردار مان سنگهه ٺهرايو، جنهن کي نَوَ رائيون هيون. هن شهر ۾ آسپاس ۾ وڻ سنڌ وارا ها. شهر جي ٻاهران اُڇ لڳي. سبيل تي پاڻي ٻُڪ ۾ سيني کي. اها ڪنهن ٺاڪر برهمڻ جي سبيل هُئي. اتي هڪ مرگهه نين گُجر، مستاني چال واري ملڻ- راءِ گائون ڳوٺ ۾ سانن جي ويڙهه- قلعي ۾ هينئر ميوزم آهي. اورنگ زيب مراد کي اُتي هَوَن ڪنڊ ۾ قيد ڪري مارايو هيو. 1857ع ۾ سنڌيا قلعو هٿ ڪيو- ساس بهو مندر. قلعي جي چاڙهي خطرناڪ. وولگا هوٽل ۾ منجهند جي ماني. اڳتي روانگي- ماهيا ۽ پاروَتي ندي- هن علائقي ۾ شينهن جام آهن. سنجها تائين ڪو ڊاڪ بنگلو نظر نه آيو. رات جو شِو پوريءَ پڳاسين. ٺئون ضلعي هيڊڪواٽر هو، پر ڪو سٺو هوٽل ڪونه هو. هڪ هوٽل اسٽئنڊرڊ تي چانهه ويٺي پيتي سين ته بيرو سنڌي نڪري پيو. پنهنجي گهر رهڻ لاءِ زور پرڻ لڳو. سڄي شهر ۾ هڪ ئي سنڌي گهر ننڍو، هڪ ڪمري وارو. هڪ ڌرم شالا هئي. سا به گندي. ڊاڪ بنگلو 16 ميل پري، وڃڻ مناسب نه- هڪ زيرِ

تعمير هوٽل ’شِو پوري لاج‘ ۾ رات باهہ ٻارائي ڪاٽي سين. تلوڪ چند. پشاور جو هندو چوڪيدار.

17 جنوري 1964ع

صبح سويرو (مان ڏاڍو ساجهري لان ۾ ماڪَ ڀنل گلاب ڏسي رهيو هوس- مصنف) ٻيرو شيام سندر گهران چانهہ ٺهرائي ڪٺي آيو ۽ نيرن لاءِ گهر وٺي هليو- سندس ماءُ کي سنڌين ڏسڻ جي چاهنا- نيرن ڪرائي، پاپڙ ۽ پيڙا ٻہ ٻڌي ڏنائون- روانا ٿياسين تہ رستي تي ڪجين جا وڻ گهڻا ها- رستي سان فصل بجاءِ ٻاڄيون گهٽيون. ساوڊان گهاٽ ۾ لنچ ڪاڌي سين. هڪ ماٿهو هوٽل ٻاهران شڪار ڪيل ٻنير ڪٺي رهيو هو. اُن ڪان درجن ڪن ٻنير وٺي پچراياسين- وَري اجين روانا ٿياسين. (نوٽ: اُجين هاءِ وي کان اندر اسي ميل پري هو- مصنف) سج لهڻ کان ڪجهہ اڳ ۾ مادرن اُجين ۾ داخل ٿياسين. ۴ لک آبادي- ڏهہ سيڪڙو سنڌي- سنڌين جي ڪالوني، اسڪول ۽ اسپتالون- وڪرماجيت جي راڄڌاني پُراڻو اجين- ڪالي داس، راجہ ڀرتري هرِي، سنجها جو مندر ۾ آرتي پوڄا، آڪال مندر، ڪالي مندر- ڀرتري ۽ گورکنات گڦائون- گٽريبو (؟؟) تي ڪيڇي چوڪرو اسانکي ٻہ سنڌي سمجهڻ لڳو- اڳتي روانا ٿياسين. ١ بجي اِندور پهتاسين. سنو هوٽل ’وِڪرم لاج‘ سنڌيءَ جو هو. ڪمرو خالي نہ هو پر سنڌي هڻڻ ڪري مئنيجر پنهنجو ڪمرو خالي ڪري ڏنو.

18 جنوري 1964ع

صبح جو هوٽل ۾ ناشتي تي گيتا نالا عام شين جا ٻُڌايا. ٽاءِ (ڪنٺ- لنگوٽ: مصنف)، اسٽيشن (اگني رَٿ وشرام ڳڙهہ- مصنف)، سگنل (آوَت جاوَت سُوچت- ينتر: مصنف) ليٽر باڪس (پتر- گهُسيڙو: مصنف)، ابوالڪلام آزاد، جوش مليح آبادي (هندي لفظ ياد نہ آهن- مصنف) شاعرِ انقلاب (ڪوي اُلٽ پُلٽ: مصنف)، وڪيل (ياڙُو- مصنف) ايئرپورٽ (پوَن رَٿ، وِشرام ڳڙهہ- مصنف) جا.

ٻاهر واڪ (walk) لاءِ نڪتاسين تہ عاليشان هوٽل جي گيٽ تي هڪ سادو سودو غريب واٽيو ڪيلن جو ٽوڪرو رکيون ويٺو هو. ڪرم چند نالو هوس- لاڙڪاڻي جو هو- انڪري اِتي ويهڻ ڏنو هيائونس- گيان باغ جو نالو

ڪنيم تہ روٺي وينو. زوريءَ ڪيلو ڪارايائين ۽ ٽوڪرو ئي ڪٺي اندر آيو ۽ زوريءَ سيني کي ڪيلو ڪارايائين. (دراصل مان ۽ گيتا باڪ جو هوٽل جي گئلريءَ ۾ ويٺاهياسين تہ هيٺان ڪيلن وارو نظر آيو. گيتا چيو تہ ”هي سنڌي آهي“ مون هن کي چيو تہ ”تون ڪيئن ٿي چئين تہ هي سنڌي آهي؟“ هن جواب ڏنو، ”عجب اهي! تون سنڌ جو شاعر آهين. توکي تہ نڪ نقشي مان سڃاڻي وٺڻ گهرجي تہ فلاڻو سنڌي آهي. هل تہ هيٺ هلي هن سان ڳالهايون.“ مان هن سان هيٺ لهي ويس ۽ گيتا ڪيلن واري کان پڇيو تہ ”تون سنڌي آهين؟“ هُن جو منهن ٽڙي پيو ۽ چيائين: اوهان سنڌ مان ٿا اچو؟ مصنف) سنڌي ۽ سنڌ لاءِ تڙپيو پئي. ڪانگريسين کي گاريون پئي ڏنائين جن پارٽ ماتا جي آسري سنڌ ڇڏائي هيس- اندور ۾ سنڌي ڳچُ ٿا رهن. سنڌن پنهنجا اسڪول آهن. شهر ۾ ڪانچ- مندر ۽ شيش محل ڏسڻ جهڙيون جايون آهن- شهر ۾ 24 جين ڌرم جا مندر آهن مارواڙي بہ رهن ٿا- شهر گهمي اڳتي روانگي- پريو گهاٽيءَ مان گذر- مري ۽ ٽتيا گليءَ جا نظارا- ڪالي گهاٽ ڊاڪ بنگلي ۾ آرام لاءِ ترسياسين جو نربدا نديءَ تي آهي. روپ متي باز بهادر- اتان ڏهہ ٻارنهن ميل پري مالوا-5 - 7 ميل پري منگتي ۽ سنڌوا گهاٽي جا مڌيہ پرديش ۽ مهاراشٽرا جي بارڊر تي آهي- اسان جي منزل جل گائون (اجنتا)- سفر ۾ ڪو هوٽل نظر نہ آيو نہ ڊاڪ بنگلو- سياست تي بحث- سنڌي پنجابي لوڪ گيت ڳاياسين پئي- رات جو هڪ بجي نيري پڳاسين جتان جل گائون ١٤ ميل پري هو- ات ڊاڪ بنگلو- رات قيام- ماني ڪانہ ملي- چانهہ بسڪوٽ تي گذر- رات جو بنگلي جي اڱڻ ۾ تارن جو اپياس نظارون (اِن ۾ پٽي شريڪ ڪونہ هو- مصنف)

19 جنوري 1964ع

صبح جو مارننگ واڪ ڪئي سين، جيستائين نيرن تيار ٿي. چوڌري ڊرائيور بيمار ٿي پيو. ماني نہ کاڌائين روانا ٿياسين. اجنتا تي بحث ڪندا آياسين. ڪنهن جي تخليق هئي؟ گهڻا ورهيہ- ٢٧ غارون منجهند جو ٻي بجي تائين گهمياسين (مون اجنتا تي تفصيلي نوٽ ورتا ها- ش.ا). اُتي ٽوئرسٽ هوٽل ۾ ماني کائي اڳتي روانا ٿياسين- شام جو اورنگ آباد جو شهر- مسلمان اڪثريت- بي بي رابعہ جو مقبرو تاج جو نقل- پن چَڪي- چار مينار- الوراجون گڦائون- حيدرآباد دکن کي چار ٽُڪر ڪري مهاراشٽرا، اوڙيسا،

مدراس ۽ ميسور ۽ ملايو ويو آهي. جل گائون ۽ اورنگ آباد ۾ تُرڪي ٽوپي نظر آئي. محبوبہ جي قبر تي اورنگزيب جو مقبرو آڏائڻ- اردو هتي عام زبان- مارواڙي مناٿي مشهور- اڳتي هلي بيجاپور جي ڊاڪ بنگلي تي اچي رات ڪٽي سين- رستي تي چور باچو جي امر ڪهاني ٻُڌائي- ڊاڪ بنگلي ۾ رات جو ٻاهر ڪچهري ڪئي سين- سيءُ گهٽ- اياز پنهنجو ننڍپڻ ٻڌايو- گيتا 'جب تيرے شهر سے گذرتا هون.' 'دونون جهان تيري محبت مين هار کے' 'پريتم آن ملو' ٻڌايو. هڪ بجي پڳاسين- ننڊ نہ ڪئي سين.

20 جنوري 1964ع

ہ ڪلاڪ ٽڪ پڇي 3 بجي (رات) وري روانگي- ناسڪ کان اوري ڦاٽڪ بند- اڌ ڪلاڪ انتظار- شيوا جي مرهٽي- افضل خان- اورنگزيب تي ڳالهہ ٻولهہ. 'پيپل گائون' ۾ چاءِ پيتي سين- ساڍي ستين بجي ناسڪ پهچڻ- رام سيتا- پانڊو- سيتاهرن- رامچندر مندر- اگناپور ۾ ماني- مرهٽڪي هيڊ ۽ ڪنائي گهٽي- نہ وَٽي- دڳ ۾ ائڪسيڊنٽ- سائيڪل سوار ڇوڪرو ڪار هيٺان ايندي بچي ويو- اوچتو بريڪ ڪري- گيتا جو روئڻ- چوڌريءَ سان جهڳڙو- پنجابي ذهنيت- رات جو ماني بزار جي هڪ هوٽل ۾ کاڌي سين. (پٿيءَ کان وسري ويو ناسڪ ۾ گوداوري نديءَ تي باک جو سير- گهاٽي پيپل هيٺان پٽل جي گهاگهرين سان خوبصورت نارين، ناسڪ بازار مان خريداري، ناسڪ ۽ چُر مان ٻي پاسي وڃڻ، وغيره- مصنف)

21 جنوري 1964ع

صبح جو نيرن ڪري شهر گهمڻ- شهر جي جاگرافي سمجهہ کان ٻاهر- جشوير، راجن ۽ موهن جي آفيسن ۾ وياسين ڪاڌي پندار وڃڻ ۽ خريداري- سڀ شيون آڏاٿي جون اُٿيل هيون. اخبار 'ڊان' ملي وئي. (بمبئيءَ جي انهيءَ چڪر ۾ مان پٿيءَ سان گڏ نہ هوس- مصنف). موهني (ارجن شاد جي شريمتي) آل انڊيا ريڊيو تي وئي هلي- موٽندي جڳت آڏواڻي گهر لاٿو- گيتا جي گهر موهنيءَ راڻي ۾ 'بادل ڙي بادل، منهنجا نيڻ نٿا بَس ڪَن' ڳايو. هن جي پيڻ، ارجن جي ساليءَ سُڌا 'جنهن ماءُ ڏني مونکي لولي' ڳايو- جوتي ڪلش چلڪي (؟) بتيون وسائي ڳاتائين- اُتي نند جَويريءَ کي هري موٽوائي وٺي آيو. ٻڌايائين تہ اڄ طارق اشرف جي شادي هئي- مذهب ۽ ڪلچر تي شادين جي نسبت سان بحث (غالبا پٿي گفتگوءَ لاءِ بار بار بحث لفظ

ڪم آندو آهي- ش.ا) رات جو جوهوءَ وياسين. راجوءَ کي ڏنڊي ۾ نقصان ٿيو هو. موڊ خراب. گيتا ۽ راج جو جهيڙو. گيتا چادر ڪٺي هلي وئي- پنهنجو ۽ اياز جو جهڳڙو ٿي پيو (پٽي زندهہ هجي ها تہ هن کان پڇان ها تہ ڇاتي جهڳڙو ٿيو هو؟ دراصل ڪوئي جهڳڙو ڪونہ هو. پٽيءَ خريداريءَ لاءِ ڪافي پئسا ٿي گهريا. مون هن کي ٿورا ڏنا ڇو تہ مون ڪافي ڪتاب ورتا ها ۽ مون وٽ پئسا بچيا ئي ايترا ها. جيستائين هيا تيستائين تہ مون پٽيءَ کي ڪڏهن انڪار نہ ڪيو هو. ان ڳالهہ ۾ نوبت جهڳڙي تائين بہ ڪونہ پهتي هئي، بيو ڇاتي جهڳڙو هو سو مون کي ياد نہ ٿو اچي- مصنف)

22 جنوري1964ع

صبح جو راجو شهر هليو ويو. نيرن ڪٺي سين تہ موٽي آيو. راج سان شهر جو چڪر- جٿوير ۽ راج جي آفيس- سندس دوست ٽنڊن چوڏري- مَرين ڊرائيو- ايراني هوٽل تي چانهہ- بمبئي يونيورسٽي- موهن جي آفيس. بَس جي سُواري- قطار- چڪر ڏئي اياز بور ٿيو- موٽي آياسين- مالهي ۽ جڳت آيا- لڪمي چند گٽار پليئر ٽيپ رڪارڊر آندو- اياز شعر رڪارڊ ڪرايو.

23 جنوري 1964ع

صبح جو نيرن تي ڳالهيون ڪندي روئي وينس (افسوس پٽي زنده نہ آهي جو هُن کان پڇان ها تہ ڇو رُنين؟ هن جو جواب جيڪر ڪيئي ڳالهيون سلجهائي سگهي ها! مصنف) منجهند تائين گهر رهياسين. گيتا ڪڙهي پاچيون ۽ چانور تيار ڪيا. شام جو ريڊيو ڪلب پارٽي- ڪيمچند، راهي، مايا، جٿوير، راجن ٽنڊڻ، وِدِ يارٿي وارو شرما، هري پنڪج، گوپ گولاڻي، واسديو نرمل، پوپٽي هيرانندڻي، شاد، موهني، سُڌا- اُتان هٽنگنگ گارڊن- ڪملا نهرو پارڪ- شاد سان گروپ فوٽو- شاد وٽ سُڌا جو 'يون حسرتون نے داغ محبت کے دهو ليا' ۽ 'جوتي ڪلش ڇهلڪے' ڳائڻ- گيتا نند ڪري پٽي ۽ ڪونگهرا هڻڻ لڳي. (فقط نند واري ڳالهہ صحيح آهي. باقي پٽيءَ جو وڌاءُ آهي. پٽيءَ کي غصو گهٽو هوندو هو- مصنف). شام جو ڪيرت جي گهر گڏجاڻي- گنو، مايا، راهي، ايشور چندر، لوڪنات جيٽلي، هري نند، پنڪج هَري، جٿوير، آنچل، گوپ گولاڻي، لعل، ڪويتا، سندري، اُتم، ڪِشور، سگن، ايم ڪمل، واسديو نرمل-5 بجي تائين ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. سيڪس

(Sex) تي بحث– سماج، اديب، جنسيات، سڳن جا لطيفا– اُتم تي دوسرو جو حملو (زباني) ڇهين بجي گهر اچي سامان ٻڌڻ لڳاسين- سياڻي روانگي آهي.

26 جنوري 1964ع

موڪلاڻي جي گڏجاڻي ڪيرت جي گهر تي– صبح جو شيو (Shave)، سنان ڪري واشنگ تان ڪپڙا ڪٺي آيم– گنو ۽ موهن گهر آيا– اياز ۽ موهن جو ادب، ترقي پسند ادب ۽ اُتم تي چتو بحث– ڪتاب ڪجهہ ڪنياسين، ڪجهہ اُتي بند ڪري رکياسين پاڻيءَ واري جهاز يا ريل رستي موڪلڻ لاءِ. گيتا هَر هَر چانهہ پيئاريندي رهي– مان نند جويريءَ سان ٽاڻي تي رپورٽ روانگيءَ جي ڪرائڻ ويم. شام جو ڪيرت وٽان گهڻا دوست گڏجي ايئرپورٽ تي آيا– جٿوير، گوبند پنجابي، سڳن، سنتو واسواڻي، گيتا، واسديو نرمل، جڳت، ديوي، ارجن موٽواڻي، موهن (شايد سُندريءَ مونکي هڪ ڏينهن اول چيو هو تہ سياڻي مان ايئرپورٽ تي نہ ايندس– مصنف). اندر لائونج ۾ وڃڻ لاءِ انتظار پئي ڪيوسين تہ هڪ سنڌي هندوءَ جو اچڻ، جو نالا پڙهي سنڌي سمجهي ملڻ آيو هو ۽ بسڪٽ جو ڊبو ڪٺي آيو هو. مون ڪيس ٻڌايو تہ شيخ مبارڪ (منهنجو پاسپورٽ ۾ نالو– مصنف) بہ سنڌي آهي تہ اُن سان مليو– هن جو اهو روز جو معمول آهي تہ ڪراچيءَ ويندڙ مسافرن جي لسٽ پڙهندو آهي ۽ جيڪو سنڌي لڳندو اٿس اُنکي سوکڙي ڏيندو آهي.

سُڪل ڳوڙها وَري جاري ٿي ويا– رُئندڙ اکين ۽ ڳرن پيرن سان جهاز تي چڙهياسين. جهاز مٿي چڙهيو تہ ايئرهوسٽيس کي وسڪيءَ جو چيوسين. اڌ ڪلاڪ ۾ پنٽ پوري ڪري ننڊ ۾ هليا وياسين ۽ ڪراچيءَ ايئرپورٽ تي هوسٽيس جاڳايو– سڀ مسافر لهي ويا رڳو اسان بہ وڃي بچياسين. (پٺي مونکان اڳ جاڳيو هو. هن کي مونکي جڳائڻ ۾ دير ٿي– ٿي پيرا تہ هن وارن کان ڇڪي ڪنڌ مٿي ڪيو پر وَري اُهو جهڪي ويو. هُن وٺي رڙيون ڪيو ۽ ايئر هوسٽيس مونکي مُنهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هيان. دراصل مهيني کان انهيءَ سفر ۾ مون فقط هڪ رات جيتري ننڊ ڪئي هئي. مصنف)

پٺي جا اکر ڏايا خراب آهن ۽ مون مشڪل سان اُنهن کي پڙهيو آهي. جيڪي لفظ مونکي سمجهہ ۾ نہ آيا آهن، اُنهن کانپوءِ مون (؟) نشاني ڏني آهي ۽ جيڪڏهن ڪجهہ وضاحت طلب آهي، انهي جڳهہ تي مختصر نوٽ شامل ڪيو آهي– مان هن سفر تي هڪ نهايت خوبصورت سفرنامو يا ناول لکي

سگهان ها، جو پاسترناڪ جي ناول ’ڈاڪٽر زواگو‘ کان زياده زوردار ثابت ٿئي ها پر خالق جي ستم ظريفيءَ مونکي اهڙي ڪرڻ نه ڏنو. مان ڊائري به پنهنجي وانگر نه لکان ها. هن فقط پنهنجي پسند جون ڳالهيون لکيون آهن. مونکي ڊائري وفات کان به ٽي مهينا اڳ ڏني هيائين جا مون هيٺئر ٻهريون پيرو پڙهي آهي.

وڌيڪ ڇا لکان؟ هڪ شعر ٿو ياد اچي جو مون ننڍي هوندي پڙهيو هو:

اکنون کرا دماغ کہ پرسد زباغبان
بلبل چہ گفت، گل چہ شنیدو صباچہ کرد.

ترجمو: هاڻي ڪنهنکي ايترو مٿو آهي جو باغبان کان پڇي ته بلبل ڇا چيو، گل ڇا ٻڌو ۽ پرهه جي هير ڇا ڪيو! مصنف

ضميمو پيو

## عوامي ادبي انجمن جو پڌرنامو

(نوٽ: هي هڪ ڪميونسٽ پڌرنامو آهي، جنهن سان هاڻي مون کي اتفاق نه آهي)

اڄڪلهه اسانجو سماج وڏين آزمائشن منجهان گذري رهيو آهي. پاڪستان کي وجود ۾ آئي ويهه ورهيه ٿي چڪا آهن پر اسان جي سماجي زندگيءَ جو رخ اڃا قائم ٿي نه سگهيو آهي ۽ نه اڃتي وڌڻ جون اسان جي اڳان کي راهون ئي واضع ٿي سگهيون آهن. ماڻهن کي پنهنجي قسمت جي فيصلي ڪرڻ جو اختيار نصيب نه ٿيو آهي. زبان ۽ قلم تي قسم قسم جون پابنديون لڳل آهن ۽ ان سبب چوڌاري بي چيني ۽ مايوسي پکڙيل آهي، ادب ۽ فن جو سرجڻهار طبقو، جنهن جو فرضِ عوام جي رهنمائي ڪرڻ هو، پاڻ ئي ذهني مونجهارن ۾ ورتل آهي ۽ ان ۾ ڪي اهڙا لاڙا ايري رهيا آهن جيڪي ادب ۽ سماج ٻنهي لاءِ هاڃيڪار آهن. ڪي قلم جا صاحب زندگي کي ئي اجايو ۽ بي

مقصد سمجهڻ لڳا اهن. ڪي اديب پنهنجي تجربي، مشاهدي ۽ مطالعي جي باري ۾ سائنسي نقطہ نظر اختيار ڪرڻ جي بدران توهم پرستيءَ ڪي أياري رهيا آهن. ڪي قدامت پرستي ۽ انڌي تقليد جو پرچار ڪن ٿا ۽ تنقيد، اجتهاد ۽ نون تجربن کان پري ڀڄن ٿا. ڪي صاحب هئيت جي تجريدي تجربن ۾ رُڌل آهن ۽ نئين تخليق جي ماهيت ۽ معنويت کي ڪابہ اهميت نٿا ڏين. ڪي اديب شديد داخليت ۽ فراريت جو شڪار آهن. مطلب تہ هنن اديبن جون لکتون، انساني زندگيءَ جي مسئلن جي احساس کان خالي ٿينديون وڃن ٿيون.

اسين هي سمجهون ٿا تہ اديب، دانشور ۽ فنڪار سماج جي ضمير جو آواز ۽ سماج جا حساس ۽ باشعور عنصر ٿين ٿا. اسان جو هيءُ ويساهہ آهي تہ پنهنجي تخليق وسيلي پنهنجي سماج ۽ عام انساني سماج جي بهتريءَ ۽ ترقيءَ ۾ مدد ڏيڻ اسان جو هڪ سماجي ۽ اخلاقي فرض آهي. اسين ان ڳالهہ جو شعوري احساس رکون ٿا تہ اديب پڻ ٻين شهر واسين وانگر، اجتماعي زندگيءَ جو هڪ فعال حصو ٿين ٿا. پنهنجي فرض جوهيءَ احساس اسان جي انهيءَ ادبي نقطہ نظر جو نتيجو آهي تہ سمورو ادب حقيقت ۾ سماجي زندگيءَ جي ئي پيداوار ٿئي ٿو ۽ ٻيو تہ هر صحيح ۽ صحتمند ادب اجتماعي زندگيءَ جي رڳو عڪاسي ئي نٿو ڪري بلڪہ ان جو معمار ۽ رهنما پڻ هوندو آهي. زندگيءَ جي تنقيد ڪرڻ ان جو حق آهي ۽ سائنسي ۽ عقلي بنيادن تي ان جي تبديليءَ ۾ مدد ڏيڻ ان جو فرض ٿئي ٿو.

اِهو نقطئہ نگاهہ اسانکي هي بہ سيکاري ٿو تہ اُها سماجي حقيت جنهن کي سمجهڻ ۽ ٻين کي سمجهائڻ ۽ جنهن کي بدلائڻ ۾ ٻين سان گڏجي حصو وٺڻ اديب جو اخلاقي فرض آهي. اُها حقيقت پنهنجي سِر هڪ ئي شيءِ آهي ۽ ان کي معيشت، سياست ۽ تهذيب جي الڳ الڳ خانن ۾ ورهائي نٿو سگهجي. انهيءَ ڪري، فن جي تقاضائن کي پورو ڪندي، زندگيءَ جي معاشي، سياسي ۽ تهذيبي پاسن جي عڪاسي ۽ تنقيد ڪرڻ ئي هڪ سچي ۽ صحيح اديب جو ڪم آهي.

هيءُ ڪم جيڪو اسان پاڪستاني اديبن کي اڄ پورو ڪرڻو آهي، اڳي ماضيءَ ۾ پڻ اسان جي ملڪ جي اديبن ۽ فنڪارن اهو سرانجام ڏنو هو ۽ انهن کان اسان کي ادب ۽ فنونِ لطيفہ جو هڪ وڏو ۽ بي بها خزانو ورثي ۾ مليو آهي. اردوءَ ۾ ۽ قومي ٻولين ۾ عظيم ادبي سرمايو موجود آهي. اسين

پاڻ ڪي ان جو محافظ ۽ امين سمجهون ٿا، پر اڪيون ٻوٽي، ماضيءَ جي ساراهہ جا ڍڪ پيرڻ بدران، اسين انهن بزرگن جي فني تخليقن ۽ فڪري لاڙن جي تنقيدي ڇنڊڇاڻ ڪريون ٿا ۽ انهن جي انسان دوستيءَ، حق گوئيءَ، سچائيءَ، انصاف پسنديءَ، صلح جوئي ۽ زندگيءَ مان لطف اندوز ٿيڻ جي جمالياتي قدرن کي پنهنجو اثاثو بڻايون ٿا.

گذريل ويجهي دؤر ۾ اسان جي اديبن ۽ فنڪارن جمهوريت جي ترقيءَ ۽ فڪر ۽ خيال جي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ جيڪي عظيم خدمتون بجا آنديون آهن، انهن کي پڻ پنهنجي قلم جي وسيلي انهيءَ ساڳيءَ خدمت جي بجا آڻڻ لاءِ اسان پنهنجي ملڪ جي شهري آزادين جي بحالي ضروري سمجهون ٿا ۽ چاهيون ٿا تہ اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جي اشاعت تان هر طرح جون نامناسب پابنديون هٽايون وڃن.

اسان جو هيءُ عقيدو آهي تہ شهري آزادين جي بحاليءَ جو سنو مسئلو اديب ۽ عوام ٻنهي جو گڏيل مسئلو آهي. جڏهن عوام انهيءَ ۾ آزاد هوندا آهن تہ پنهنجي تجربي جي روشنيءَ ۾ آزاديءَ سان پنهنجي اجتماعي ترقيءَ جو رستو ڳولي لهن ۽ آزاديءَ سان ان رستي تي هلي سگهن، تڏهن سماج ۾ اهي تخليقي صلاحيتن ۾ جاڳرتا ايندي آهي ۽ جن جي فنڪارانہ ترجمانيءَ سان اسان جو ادبي ڪاوشون، فني تخليق جي صورت وٺنديون آهن. اُن سان گڏوگڏ جيڪڏهن اديبن کي بہ پنهنجي ضمير ۽ فڪر پٽاندر لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي ڀرپور آزادي هجي تہ ان حالت ۾ اسين پنهنجي سماجي زندگيءَ جي صحيح ترجماني ڪري سگهون ٿا ۽ پنهنجي ادبي تخليق جي مدد سان هِن زندگيءَ جي سڌارڻ ۽ سينگارڻ ۾ حصو وٺي سگهون ٿا.

اسان جي خيال موجب، انهيءَ جمهوري آزاديءَ ۾ قومن جي ترقيءَ جو مسئلو پڻ شامل آهي. اسين چاهيون ٿا تہ اسان جي ملڪ ۾ جيڪو مختلف قومن جو وطن آهي، اهي حالتون پيدا ڪيون وڃن جن ۾ سڀ قومون، انهن جون ٻوليون ۽ تهذيبون ڪنهن بہ هڪ قوم جي اثر ۽ دٻاءَ کان آزاد رهي خودمختيارانہ ترقي ڪري سگهن. اسين سڀ اديب، سيني قومن لاءِ هڪجهڙي اندروني خودمختياري ۽ انهن جي ٻولين لاءِ تعليم، دفتر ۽ ملازمتن جي ڇنڊاڇاڻيءَ جي ٻوليءَ جي ٻنجڻ جو حق چاهيون ٿا ان لاءِ هي ضروري آهي تہ اسان جي اڳين غيرملڪي آقائن جي پرڏيهي زبان، انگريزيءَ کي اسان جي

درسگاهن ۽ دفترن مان ڪڍيو وڃي ۽ اردو ڪان اولهه پاڪستان جي مختلف علائقن جي وچ ۾ ڳانڍاپي جي ٻوليءَ جو ڪم ورتو وڃي.

اسان جي خيال ۾ پاڪستان جون سڀ قومون هڪجهڙن حقن جون مالڪ آهن ۽ سڀ شهري، بنا ڪنهن نسل، رنگ ۽ مذهب جي ويڇي جي، هڪ ٻئي جي برابر آهن ۽ پاڪستان جي هر علائقي جي رهواسين کي سماجي، معاشي ۽ تهذيبي ترقيءَ جو پرو پورو حق آهي.

اسان جي عوام جي مادي خوشحاليءَ ۽ تهذيبي ترقيءَ لاءِ، جوئي انهن جمهوري ۽ شهري آزادين جو مقصد آهي، اسين هي ضروري ٿا سمجهون ته چالو تعليمي نظام کي، جيڪو غيرملڪي آقائن پنهنجي سامراجي مقصدن لاءِ اسان تي مڙهيو هو، ملڪ جي سماجي تقاضائن سان هم آهنگ ڪيو وڃي ۽ سائنسي ۽ عقلي بنيادن تي ان کي نئين سر ترتيب ڏني وڃي، تعليم کي عام ۽ سهانگو ڪيو وڃي ۽ درسگاهن جو معيار بلند ڪيو وڃي مگر اسين هي محسوس ڪريون ٿا ته اسان جي سماجي ۽ تهذيبي ترقيءَ ۾ ملڪ جي اندروني حالات ۽ عالمي سامراج جي اتحاد سخت رڪاوٽون پيدا ڪري رکيون آهن. عالمي سامراج جي اڳراڻين جن جو سڀ کان وڏو مرڪز ۽ سهارو آمريڪي سامراج ايشيا، آفريقا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ زوري مداخلت ڪري، آزادي ۽ جمهوريت جي قوتن کي جنهن طرح پامال ڪيو آهي، اهو سڀني جي اڳيان پڌرو آهي ۽ خود اسان جي آزاديءَ، معيشت، معاشرت، اخلاق ۽ تهذيب فڪر جي رنگ ڍنگ تي آمريڪي سامراج سان ڳانڍاپي سبب جيڪي هاڃيڪار اثر پئجي رهيا آهن، اُهي روز اسين ڏسبي رهيا آهيون ۽ ان اسان جي ملڪ ۾ جاگيرداريءَ جي باقيات کي جيڪو پَرُ ۽ سهارو ڏنو آهي جنهن جي اثر هيٺ اسان جي معيشت، سياست، تهذيب ۽ ادب ۾ جيڪي ۾ جيڪي سماج دشمن ۽ غيرصحتمند لاڙا ايرن ٿا، انهن کي اسين هر روز محسوس ڪريون ٿا. انهيءَ ڪري اسين پنهنجو هيءُ فرض سمجهون ٿا ته پنهنجي لکڻ وسيلي سامراجي قوتن جو مقابلو ڪريون ۽ انهن جي اثر هيٺ اسان جي سياست، سماجي ۽ ادب ۾ انسانيت دشمن ڳالهيون ايرن ٿيون، انهن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ عالمي سامراج جي امن شڪن ڪاروائين جي مخالفت ڪريون.

اسان جو ويساهه آهي ته انسان جي بقا ۽ ترقيءَ جو آڌار عالمي امن تي آهي، علم ۽ ادب، فڪر ۽ فن جا ٻوٽا، جنگ جي زهريلي ماحول ۾ ميوو نه ٿا

جهلي سگهن، اسان جي راءِ دنيا جا سيئي اختلافي مسئلا ڀوءِ اهي سياسي ۽ معاشي هجن يا انساني ۽ تهذيبي، هڪٻئي سان ڳالهين ٻولين وسيلي حل ٿي سگهن ٿا. قومن ۽ ملڪن کي هڪٻئي خلاف نفرت ۽ جنگ لاءِ اڀارڻ وارن کي اسين امن جو دسمن سمجهون ٿا. انهيءَ ڪري اسين انسان کي انسان جي ويجهو*آڻڻ ۽ ملڪن جي وچ ۾ سمجهوتي ۽ دوستيءَ وڌائڻ جي سيني ڪوشش جو آڌارياءَ ڪريون ٿا، بيشرطيڪ اهي آزاديءَ، جمهوريت ۽ قومن جي خودراديت جي اصولن تي ٻيٺل هجن.

اسان اديبن جو مسلڪ صحتمند ۽ زنده ادب تخليق ڪرڻ آهي. اهڙو ادب جو دل جي گهراين مان نڪري فن جي جمالياتي معيارتي پورو ثابت ٿئي. اهڙو ادب جو حسن ۽ محبت جي نغمگيءَ، عشق ۽ يقين جي سوز، حق ۽ صداقت جي خلوص سان پريل هجي. اهڙو ادب جو زندگيءَ جي حقيقتن جي آرسي ۽ انهن جو نقاد هجي ۽ جيڪو ماڻهن کي جاڳائي ۽ اڳتي وڌائي. ڪين آٿت ڏئي ۽ خوش ڪري.

پر اسين هي چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا تہ اهڙي انسانيت دوست ادب جي تخليق لاءِ سارگاز حالات پيدا ڪرڻ جي جدوجهد اديبن جي الڳ الڳ ۽ اڪيلين ڪوشش سان ڪامياب نٿي ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ انسانيت دشمن قوتون منظم ۽ متحد آهن ۽ پنهنجي سرپرستي ۽ اديبن جون تنظيمون قائم ڪري، انهن کي پنهنجي زور ۽ زر سان گمراهہ ڪن ٿيون، تنهنڪري اسان اديبن کي منظم ۽ متحد ٿي ڪري انهن جي خلاف جدوجهد ڪرڻي پوندي، تان تہ اديب ۽ ادب کي انهن جي هاجيڪار اثرن کان بچايو وڃي. انهيءَ مقصد واسطي اسين پنهنجي ادبي تنظيم، عوامي ادبي انجمن جو بنياد رکون ٿا. هيءَ اسان جي ملڪ جي سيني ٻولين جي ادبي انجمن آهي، جيڪي اسان دوست ۽ صحتمند ادب جي تخليق کي پنهنجو فرض سمجهن ٿا.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻـو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيـڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيـڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)